# تشبيهات رومي

مترجم:

مخدوم عبدالجبار صديقي

مقدمو/سوانح :

مخدوم سليم الله صديقي



سنڌي ادبي بورڊ

# تشبيهات رومي

ليکڪ:

خليفه عبدالحڪيم

مترجم:

مخدوم عبدالجبار صديقي

مقدمو/سوانح:

مخدوم سليم الله صديقي



سنڌي ادبي بورڊ

ڄام شورو سنڌ

2006ع

ڇاپو پهريون　　سال 2006ع　　تعداد هڪ هزار

[هيءُ ڪتاب بورڊ طرفان تيار ڪيل اشاعتي رٿا موجب سنڌ حڪومت جي ساليانيءَ ترقياتي پروگرام تحت خصوصي طور شايع ڪيو پيو وڃي. ڪتاب جي اشاعت لاءِ مالي وسيلا سنڌ حڪومت طرفان مالي سال 06-2005ع جي بجيٽ مان فراهم ڪيا ويا.]

قيمت: ٻه سؤ سٽر رپيا

[ Price Rs. 270-00 ]

خريداريءَ لاءِ رابطو:

سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر

تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ

(Ph: 022-2633679, Fax: 022-2771602)

Email Address: sindhiab@yahoo.com

Website: www.sindhiab.com

---

هن ڪتاب کي اين ٽي ايف گرافڪس حيدرآباد مان اعجاز احمد منگي سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ڇپائي پڌرو ڪيو

# ڇپائيندڙ پاران

مولانا جلال الدين رومي رحمة الله عليه نہ رڳو عالم اسلام جو بلڪ پوري دنيا جي انسانن جو پنهنجي خدا شناسي، ڏاهپ ۽ سچائيءَ سبب رهنما سمجهيو وڃي ٿو. سنڌ ڀونءِ جي سرتاج الشعراءَ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ۽ مفڪر پاڪستان ڊاڪٽر علامہ محمد اقبال پڻ کيس مرشد ڪري ورتو آهي. مولانا جلال الدين روميءَ جي فڪر صدين کان وٺي دنيا جي هزارين ڏاهن ۽ دانشورن جي فڪري ابهام کان نجات ڏياري آهي. اهي ڏاها جيڪي خدا، انسان ۽ ڪائنات ۾ انسان جي مقام ۽ مرتبي بابت غور فڪر ڪري ٿڪجي پيا ۽ حقيقت تائين سندن رسائي ممڪن نہ ٿي سگهي، تن لاءِ مولانا جلال الدين جي فڪر ۽ فلسفي وڏي رهنمائي فراهم ڪئي. هن ڏاهي جي فڪر جو ڪمال اهو آهي تہ هو ڪائنات جي نشانين، جاندار شين، روزمره جي عام واقعن ۽ تجربن مان اهڙا تہ غير معمولي نتيجا اخذ ڪري ٿو جو عام ماڻهوءَ کان وٺي دانشورن تائين نہ صرف حيران ٿين ٿا، بلڪ ان مان ڪين رهنمائي پڻ حاصل ٿئي ٿي. سنڌي ٻوليءَ ۾ ايڏي وڏي فلاسافر جي فڪر تي ڪو ٿورو ئي مواد موجود آهي، جنهن تي اجا بہ گهڻو ڪجهہ ڪم ڪرڻ جي ضرورت آهي.

مولانا جلال الدين روميءَ جي "مثنوي" تہ علمي حلقن ۾ ڪنهن تعارف جي محتاج نہ آهي. جنهن ۾ مولانا ڏکين ۽ نہ سمجهہ ۾ ايندڙ مسئلن کي تشبيهون ڏئي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ڊاڪٽر خليفي عبدالحڪيم سنہ 1959ع ۾ مثنويءَ مان اهم تشبيهون ڳولي انهن کي جديد انداز سان "تشبيهات رومي" نالي ڪتاب ۾ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

جنهن کي مخدوم عبدالجبار صديقي، سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪري ٻوليءَ جي خدمت ۽ تصوف جي عظمت کي واضح ڪيو آهي. مخدوم سليم الله صديقيءَ ان جو مقدمو/سوانح لکي آهي. اُميد ته ڪجي ته هيءَ ڪتاب تصوف جي پيروڪارن لاءِ تسڪين جو باعث بڻبو.

ڄام شورو، سنڌ
اگارو، ٦- ذي القعد ١٤٢٧هه
بمطابق 28- نومبر 2006ع

**اعجاز احمد منگي**
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

# فهرست

## حصو ٽيون

## حصو چوٿون

## حصو پنجون

حصو ڇهون

---

## مقدمو

# سوانح رومي رحہ

اسلام پنهنجي ستن صدين تي ڦهليل تاريخ ۾ وڏين آزمائشن مان گذريو هو ۽ هاڻي ائين ڪٽي ڇڏجي تہ امام غزاليءَ جو دور هلي رهيو هو. جڏهن يوناني فلسفي جي خلاف بغاوت صاف صاف نظر اچي رهي هئي. امام غزالي هڪ عملي دين جو حامي هو ۽ هن قرآن مجيد ۾ سنت سان عملي ڳانڍاپو چاهيو ٿي. ۽ اجاين تاويلن ۾ اٽڪڻ کان پاسو ڪرڻ لاءِ چوندو هو. انهيءَ ڇڙيل فڪر جو روميءَ جي خاندان تي بہ وڏو اثر هو. سندس پيءُ بهاءُ الدين بلند پائي جو صوفي هو. پاڻ سٺ ورهين جو هو جو کيس 6 ربيع الاول 604هہ ۾ نيڪ فرزند ڄائو. جنهن جو نالو محمد جلال الدين رکيائين. جيڪو اڳتي هلي روميءَ جي نالي سان مشهور ٿيو. سو ان خطي جي نالي ڪري جتي پاڻ مقيم رهيو نہ تہ سندن پيدائش تہ بلخ ۾ ٿي ۽ سندس نسبي سلسلو سيدنا ابوبڪر صديق رضي الله عنہ سان وڃي مليو ٿي.

بهاءُ الدين هاڻي وڏي عمر جو ٿي ويو هو. پر پنهنجي پٽ جي تعليم ۽ تربيت جو ڏاڍو اونو هوندو هئس. جنهن ڪري پنهنجي هڪ خاص مريد برهان الدين محقق کي اهو ڪم سونپيائين ۽ کيس روميءَ جو اتاليق مقرر ڪيائين. جنهن ڪان روميءَ مسلسل 24 ورهين جي ڄمار تائين علم پرايو ۽ مقرر نصاب بہ مڪمل ڪيائين. ڪانئس ورتل فيض جو نہ رڳو روميءَ اعتراف ڪيو آهي. پر پنهنجي پٽ کي بہ برهان الدين جي شاگرديءَ ۾ ڏنائين. اهڙي طرح نہ رڳو روميءَ جو پر سندس فرزند جو بہ اهو اتاليق رهيو. جنهن بعد ۾ مشهور مثنوي "ولد نامہ" تصنيف ڪئي. ۽ ان ۾ پنهنجي استاد جي رتبي جو اقرار ڪيائين.

ان ڪانسواءِ برهان الدين محقق جي رتبي جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو. تہ جڏهن شيخ الشيوخ عمر بن محمد شهاب الدين السهروردي روم آيو تہ سيد برهان الدين محقق سان بہ ملاقات ٿيس.جنهن کان پوءِ ماڻهن کي محقق لاءِ چيائين:

"دريا ئيست در معارف و حقائق پنهان دو."

روميءَ جڏهن بلخ مان پنهنجي پيءُ سان گڏ هجرت ڪئي تہ اجان پاڻ صغير هو تاريخ ۾ بلخ کان هجرت جا مختلف سبب ٻڌايا ٿا وڃن. ڪي بلخ ۾

سازشن، نفرتن ۽ تباهہ ڪارين ڪي وٺن ٿا ۽ ڪي وري بهاءُ الدين جي ان دور انديشي ڪي سبب ڄاڻائن ٿا. جنهن تحت بلخ ۾ وڏي تباهي اچڻي هئي. يعني منگولن جو حملو ان ڪانسواءِ هڪ ٻي روايت بہ عام آهي. تہ بلخ جو خوارزم شاہ ڪڏهن ڪڏهن بهاءُ الدين وٽ عقيدت وچان ايندو هو. ساڻس گڏ فخر الدين رازي بہ هوندو هو. جيڪو فلسفي جو پوئلڳ هو. ۽ بهاءُ الدين جي فلسفي جي مخالفت مشهور هئي. پوءِ هڪ دفعي جڏهن ٻئي بهاءُ الدين وٽ آيا تہ ماڻهن جو ميڙ ڏسي خوارزم شاہ شڪن ۾ پئجي ويو. امام رازيءَ کي چيائين، "غضب جو ميڙ آهي." امام رازي موقعو هٿان نہ وڃڻ ڏنو ۽ چيائين، "ان جو بروقت بلو ٿيڻ گهرجي." خوارزم شاہ امام رازيءَ جي چوڻ سان خزاني ۽ قلعي جون چاٻيون بهاءُ الدين کي ڏياري موڪليون تہ هاڻي ڏسون تہ ڇا ٿو ڪري.

بهاءُ الدين سڄي ڳالهہ سمجهي ويو تہ پڪ بادشاهہ کي ڪنهن غلط فهمي اچي ورايو آهي، پوءِ چاٻيون واپس ڪندي چيائين، "ڇگو جمعي جو واعظ ڪري هليو ويندس." جمعي ڏينهن شهر مان نڪتو تہ چون ٿا تہ ٽي سؤ شرفا ۽ بزرگ گڏ هئس. اها بہ روايت آهي تہ بعد ۾ خوارزم شاهہ ڏاڍو پڇتايو پر پوءِ بهاءُ الدين هميشہ لاءِ ملڪ ڇڏڻ جو ارادو ڪري ڇڏيو هو.

610 هہ ۾ نيشاپور پهتو. جلال الدين ان وقت ڇهن ورهين جو هو. اتي خواجہ فريد الدين عطار سان سندن ملاقات ٿي. جنهن پنهنجي مثنوي، "اسرار نامو" روميءَ کي عنايت ڪيو. نيشاپور مان بغداد پهتا. جتي جاميءَ جي چوڻ موجب شيخ سعدي رحمة الله عليہ جي مرشد شيخ الشيوخ عمر بن محمد شهاب الدين السهروورديءَ سندن استقبال ڪيو. يقينن ايڏي وڏي بزرگ سان اها مختصر ملاقات وڏي اثر جو باعث بڻي هوندي. اهو ملاقاتن جو سلسلو اسان کي تڏهن بہ نظر اچي ٿو جڏهن شيخ الشيوخ شهاب الدين السهروردي بغداد جي خليفي پاران بحيثيت سفير روم ٽي دفعا ويو. ننڍڙي رومي ۽ سندس والد بغداد 1220ع ۾ ڇڏيو ۽ انهيءَ سال ئي بلخ کي منگولن تباهہ برباد ڪري ڇڏيو. سندن بغداد ۾ رهڻ جو عرصو مختصر هو پر يادگار اتان هو شام آيا ۽ شام مان زنجان جتان هو لارنده پهتا، اتي ئي روميءَ جي شادي خواجہ لالائي سمرقنديءَ جي ڌيءَ گوهر خاتون سان ٿي. ان دور ۾ سلاطين روم جيڪي چوائيندا هئا. اهي سلجوقيہ جي ٽين شاخ مان هئا. جيڪا ايشيائي ڪوچڪ تي

قابض ٿي وئي هئي. ان کي ئي روم چوندا هئا. لارنده مان شيخ بهاءُ الدين سلطان علاءُ الدين جي دعوت تي سلجوقي سلطنت جي دارلخلافہ قونيہ ۾ آيو. غالبا اهو 1229ع جو سن هو ان وقت روميءَ جي عمر 22 سال هئي. ٻن سالن کانپوءِ روميءَ جي والد وفات ڪئي.

قونيہ هڪ تمام پراڻو شهر آهي. جنهن کي رومين جي دور ۾ (Iconium) اڪونيم جي نالي سان ياد ڪيو ويندو هو. اهو هڪ مشهور تجارتي مرڪز بہ هو سلجوقين 1071ع ۾ بازنطينن کي شڪست ڏيئي اناطوليہ ۾ ترڪ نو آباديت جو بنياد رکيو. قونيہ کي تاريخي حيثيت ٻارهين ۽ تيرهين صديءَ ۾ حاصل ٿي. جڏهن ان کي سلجوقي حڪمرانن جو تخت گاهہ بڻايو ويو. پر مولانا روميءَ جي آمد ان کي وڏي شهرت ڏئي ڇڏي. رومي 24 ورهين جي عمر ۾ ئي پنهنجي والد جي وفات بعد ان جو جاءِ نشين ٿي ويو هو. پر برهان الدين محقق هاڻي گهريو ٿي تہ هن جيڪو ڪجهہ پنهنجي مرشد يعني روميءَ جي والد کان حاصل ڪيو هو. سو پنهنجي شاگرد کي خلوص سان منتقل ڪري ۽ اهو سلسلو مسلسل نو ورهيہ هن جاري رکيو. ۽ هاڻي جڏهن رومي 34 ورهين جو ٿيو تہ پيءُ جو علمي وارث بڻيو جيڪو "سلطان العلماءُ" هو. پر اجان بہ کيس پنهنجي والد جو صحيح وارث بڻجڻ لاءِ محنت جي ضرورت محسوس ٿي. هن گهريو ٿي تہ سندس چوگرد موجود حلقي مان ٻاهر نڪري هو علم لاءِ اجان وڌيڪ جستجو ڪري. هونئن بہ رومي جنهن صديءَ سان تعلق رکي پيو. ان ۾ جيتريون جليل القدر ۽ هر شعبہ جي فنون ۽ علوم ۾ ماهر هستيون گذريون آهن. اوتريون شايد ئي ڪنهن ٻئي دور کي نصيب ٿيون هجن. شيخ الشيوخ شهاب الدين سهروردي کانسواءِ فريد الدين عطار، ابن عربي، شيخ سعدي انهيءَ دور جي بزرگ هستين ۾ شامل آهن. پر ظاهري علوم ۾ بہ طوسي، ابن الحاجب، نجم الدين رازي، ابن صلاح، ابن بيطار وغيره پڻ ساڳئي زماني ۾ پاڻ ملهايو. علم جي معيار جو اندازو انهن قد آور هستين جي ڪاوشن مان لڳائي سگهجي ٿو. جن پنهنجون عمريون ان نيڪ مقصد ۾ صرف ڪيون. مولانا رومي بہ اسان کي، علم جي ڳولا ۾ دمشق ۾ حلب ۾ نظر اچي ٿو. اهي ٻئي شهر، تيرهين صديءَ ۾ علمائن جا مرڪز هئا. شايد ان ڪري بہ جو اهي منگولن جي حملن کان ڪافي محفوظ رهيا. حلب ۾ اسان کي حنفي

فڪر جو مشهور مدرسو، "حلاويہ" نظر اچي ٿو. جنهن ۾ مولانا روم داخل ٿيو ۽ اتفاق سان ڪيس ڪمال الدين ابن العديم جهڙو ڪامل استاد ملي ويو. جنهن ڪان پڻ روميءَ گهڻو ڪجهہ پرايو. ان ڳالهہ جي ڪا واضع تصديق نہ ٿي ملي تہ مولانا اتي گهڻو عرصو گذاريو. حلب ڪان پوءِ مولانا دمشق جو رخ رکيو. جتي پڻ ڪجهہ عرصو گذاريائين سندس انهيءَ سفر جي تاريخن ۽ عرصي ۾ اختلاف ملي ٿو. رومي 34 ورهين جي عمر ۾ ئي ماڻهن جي اصلاح جو ڪم شروع ڪري ڏنو هو ۽ سندس شهرت ملڪ جون حدون ٽپي چڪي هئي. جڏهن سندس عمر 37 سال ٿي تہ اوچتو سندس ملاقات هڪ عارف باللہ حضرت شمس تبريز سان ٿي.

شمس تبريز جو تعلق فرقہ اسماعيليہ جي هڪ خاندان سان هو پر هن پنهنجو اباڻو مذهب ترڪ ڪري، علم حاصل ڪيو ۽ بابا ڪمال الدين جندي جو وجي مريد ٿيو. سوداگرن جي وضع تي شهرن جي سياحت ڪندو رهندو هو. روميءَ سان سندس ملاقات لاءِ مختلف روايتون ملن ٿيون.

چون ٿا تہ هڪ دفعي رومي خچر تي سوار پنهنجي شاگردن ۽ مريدن سان گڏ وڃي رهيو هو تہ شمس تبريز سندس آڏو اوچتو ظاهر ٿيو ۽ سندس خچر جي لغام کي جهلي چيائين، حضور اڪرم ﷺ، اللہ جلشانہ جا وڏيڪ برگزيده ٻانها آهن يا بايزيد بسطامي. رومي وراڻيءَ ۾ رسول پاڪ ﷺ جن جو نالو ورتو. تڏهن شمس تبريز چيو: پوءِ ائين ڇو آهي جو رسول اڪرم ﷺ جن چوندا هئا تہ خدايا! جيئن توکي ڄاڻڻ کپندو هو. اسان نہ ٿا ڄاڻون، پر با يزيد بسطامي چوندو هو سبحاني ما اعظم شاني. اللہ اڪبر منهنجو شآن ڪيڏو نہ وڏو آهي. اهو ٻڌي رومي هوش وڃائي ويٺو.

هڪ ٻي روايت موجب رومي روزمره جي معمول موجب پنهنجي شاگردن کي درس ڏئي رهيو هو تہ هڪ شخص اندر داخل ٿيو ۽ ڪنڊ وٺي ويهي رهيو. هن ڪتابن ڏانهن اشارو ڪندي چيو تہ ، هي ڇا آهي؟..... روميءَ متس نظر وڌي ۽ اهو چئي پنهنجي تقرير جاري رکيائين تہ اها اها شيءِ آهي جيڪا توکي سمجهہ ۾ ڪانہ ايندي. روميءَ جو اهو چوڻ هو ۽ ڪتابن کي اچي. باهہ لڳي روميءَ ڪان رڙ نڪري وئي تہ هي ڇا هي؟ تڏهن شمس تبريز چيس تہ هي اها شيءِ آهي جنهن کي تون نہ ٿو ڄاڻين. اهو چئي تبريز خاموشيءَ سان نڪري

ويو. رومي گهڻو ئي جاچيس پر هي هٽ ڪونہ آيس. ڪي وري انهيءَ روايت ۾ اها ڦير ڏنا آٽين تہ ڪتابن کي حوض ۾ اڇلايو ويو نہ ڪي انهن کي باهہ لڳي هئي جنهن تي رومي پريشان ٿي پيو ۽ شمس حوض ۾ هٿ وجهي ڪيس سڀ جا سڀ اڇلايل ڪتاب ساڳي حالت ۾ ڪڍي ڏنا. ڪن روايتن ۾ ائين اچي ٿو تہ شمس تبريز کي سندس استاد رڪن الدين سبحاني قونيہ وڃڻ جو حڪم ڪيو هو. جو هن محسوس ڪيو تہ شمس تبريز ڪنهن اهڙي مريد جي ڳولا ۾ هو جنهن کي هو پنهنجو روحاني جاءِ نشين بنائي سگهي. تنهن ڪري شمس تبريز پنهنجي استاد جي ڳالهہ ٻڌندي ئي اوڏانهن ويو. پوءِ هڪ دفعو جڏهن رومي پنهنجي شاگردن سان گڏ گذري رهيو هو. تہ شمس ڪيس روڪيو ۽ ڪائنس علم جو مقصد پڇيائين تہ روميءَ وراڻيو تہ رسول اڪرم ﷺ جن جي پيروي ۽ انهن تائين پهچ حاصل ڪرڻ. تنهن تي شمس چيو تہ اهو تہ سيني کي خبر آهي. يقينا اها ڳالهہ روميءَ لاءِ ڳري ٿي پئي جنهن فوراً سوال ڪيو تہ ڀلا ڇا آهي! تون ئي ڪٿي ٻڌاءِ. تنهن تي شمس جواب ڏنو تہ "علم اها شيءِ آهي جيڪا توکي انهيءَ جي اصل سرچشمي (الله) تائين پهچائي." چون ٿا تہ رومي اهڙو تہ متاثر ٿيو جو اچي هٿ تي بيعت ڪيائينس.

روايت ڪهڙي بہ صحيح هجي اها حقيقت آهي تہ رومي شمس سان ملڻ کانپوءِ رومي ٿيو ۽ شايد شمس بہ تڏهن شمس ٿيو جڏهن روميءَ کي روشني ڏنائين. جيئن رومي چوي ٿو:

مولوي هرگز نہ شد مولائے روم
تا غلامِ شمس تبريزي نہ شد

هاڻي روميءَ درس و تدريس جون محفلون ڇڏي ڏنيون. جيڪا ڳالهہ سندس شاگردن لاءِ يقينا هڪ آزمائش ۽ مايوسيءَ جو باعث بڻي. رومي جيڪو موسيقي کي ناپسند ڪندو هو. سو وجد ۾ اچي رقص ڪرڻ لڳو ۽ مهلن جون مهلون موسيقيءَ ۾ گم ٿي ويو ٿئي. شاگردن جي اها مايوسي شمس لاءِ نفرت بڻجندي وئي. هڪ روايت موجب ١٨ مهينا رهڻ کانپوءِ شمس قونيہ مان دمشق هليو ويو. شمس جو وڃڻ ڄڻ روميءَ لاءِ سڀ ڪجهہ کسجي وڃڻ جي برابر هو. هاڻي مايوسي ۽ غمگيني هن جا ساٿي ٿي پيا. اهي شاگرد جيڪي شمس کان خائف هئا سي بہ هاڻي مولانا روم کي چوڻ لڳا تہ جيڪڏهن شمس تبريزي

موٽي آيو تہ اسان ان کان خائف نہ ٿينداسين، باوجود ان جي جو اهي ڇاڻن پيا تہ هنن هڪ بهترين استاد پنهنجي هٿان وڃائي ڇڏيو آهي.

آخر روميءَ جي حالت کي ڏسي سندس پٽ سلطان ولد کي دمشق روانو ڪيو ويو. جيڪو شمس کي ريجهائي وٺي اچڻ ۾ ڪامياب ويو. ماڻهن لاءِ اها وڏي اچرج جي ڳالهہ هئي تہ روميءَ جهڙي پائي جي عالم ڪيئن ويهي شمس تبريز کي پنهنجو معلم ۽ مرشد ڪري ورتو آهي. جيڪو دين جي ڳالهين تي ئي پورو نہ ٿو هلي.

تاريخ ٻڌائي ٿي تہ شمس تبريز جي خلاف جيڪي شخص هئا. تن ۾ روميءَ جو پٽ علاءُ الدين محمد ۽ ٻيا عزيز شامل هئا. آخر اهي سازشون هڪ دفعو وري اڀريون تہ وڏي ويون جو شمس پراسرار طور تي اتان گم ٿي ويو.

انهيءَ ڏس ۾ بہ اسان کي هڪ روايت ملي ٿي تہ هو روميءَ سان ڳالهين ۾ ويٺو هو تہ ڪنهن سڏ ڪيس ۽ هيءُ اٿي جيئن ئي ٻاهر نڪتو تہ ڪجهہ ماڻهن مٿس حملو ڪيو. هن هڪ نعرو هنيو جنهن سان حملو ڪندڙ هوش ۾ نہ رهيا ۽ جڏهن هوش ۾ آيا تہ رت جا ڦڙا ڏٺائون. هڪ روايت اها بہ آهي تہ ڪيس شهيد ڪيو ويو.

شمس جو پراسرار گم ٿيڻ يا شهيد ٿيڻ جہ. واقعو روميءَ لاءِ وڏي آزمائش جو باعث بڻيو. محبت وڃان هو اهو مڃيندو ئي نہ هو تہ ڪو شمس هن دنيا ۾ ڪونهي، هاڻي هن جو اڪثر وقت سماع ۽ رقص ۾ گذرڻ لڳو.

ڪافي عرصو مولانا رومي شمس تبريز جي جدائي محسوس ڪندو رهيو. هڪ دفعي انهيءَ ئي ڪيفيت ۾ رستي تي ويو پئي تہ شيخ صلاح الدين زرڪوب جي دڪان تي هلندي بيهي رهيو. هو چانديءَ جي ورقن کي ڪٽي رهيو هو ۽ ان مان پيدا ٿيندڙ يڪسانيت جو روميءَ تي وڏو اثر پئي ٿيو. تانجو مٿس وجد جي حالت طاري ٿي وئي. شيخ، مولانا کي جو وجد جي حالت ۾ ايندي ڏٺو تہ ڪٽڻ واري عمل کي ويتر جاري رکيائين، ايستائين جو سندس چاندي ضايع ٿي وئي پر هن هٿ نہ روڪيو. آخر شيخ ٻاهر آيو ۽ روميءَ سان گڏ هلي پيو. هو پاڻ بہ صاحب حال هو. هن جي محبت ڪيس وڏو آٿت ڏنو. مولانا جي پراڻن رفيقن کي هڪ دفعو وري ساڙ ٿيو تہ ڪيئن نہ رومي هڪ عام ماڻهوءَ کي مان ڏنو آهي پر جلدي پنهنجي ڳالهہ تان هٽي ويا، جو شمس جو مثال سندن آڏو هو. هو نہ

پيا چاهين تہ اهڙي ڪا ڳالهہ وري دهرائجي. مولانا پنهنجي پٽ سلطان ولد جي شيخ صلاح الدين جي ڌيءُ سان شادي بہ ڪري ڇڏي. جيئن رشتو وڌيڪ مضبوط ٿئي. آخر 10 ورهين جي صحبت کان پوءِ هو بہ لاڏاڻو ڪري ويو. هن جي وفات کانپوءِ مولانا روميءَ پنهنجي هڪ معتقد حسام الدين چلپي کي روحاني رمزن ۽ رازن جو ساٿي بڻايو. چون ٿا تہ هن جي چوڻ تي ئي مولانا مثنوي لکڻ شروع ڪئي. روميءَ تي سڀ کان اول سندس پيءُ بهاءُ الدين جو اثر هو. اهو ان مان بہ ظاهر آهي تہ سندس پيءُ جي تصنيف "ڪتاب المعارف" ۽ سندس مثنويءَ ۾ وڏي هڪجهڙائي آهي. فلسفي جي شديد مخالفت بہ روميءَ کي پنهنجي والد کان ئي ورثي ۾ ملي. جيڪو امام غزاليءَ جو پڪو پيروڪار هو ۽ اهوئي سبب آهي جو روميءَ تي غزاليءَ جو وڏو اثر آهي. غزالي ۽ رومي ٻئي اسان کي صوفي لباس ۾ نظر ٿا اچن پر انهن جو تصوف ديني رڪنن کان ٻاهر نہ نڪتو ٻئي عبادت جي روحاني پهلو کي وڌيڪ اهميت ڏيندا هئا. غزاليءَ جي احياءُ العلوم جي باب "عجائب القلب" کي پڙهي وري مثنويءَ جي دفتر اول کي پڙهجي ٿو تہ هڪجهڙائيءَ جا ڪيترائي مثال ملن ٿا. شيخ ابو نجيب عبدالقاهر السهروردي‌ءَ جيڪو احمد غزاليءَ جو پوئلڳ هو. تنهن جي ذريعي سهروردي سلسلي تي پڻ ان فڪر جو واضع اثر ملي ٿو.

رومي فرمائي ٿو تہ اسين ڪنهن شيءِ جي ضد کي سمجهڻ کانسواءِ ان جي حقيقت کي نہ سمجهي سگهنداسين، نيڪيءَ کي سمجهڻ لاءِ بديءَ جو هجڻ ضروري آهي. اهو ئي سمجهائڻ جو طريقو غزاليءَ ۾ نظر اچي ٿو. هو چوي ٿو تہ ڪنهن شيءِ جو علم حاصل ڪرڻ جو واحد ذريعو ان جو ضد آهي. رب جي ذات نظرن کان لڪل ان ڪري ئي آهي جو ان جو ضد ڪونهي مثنويءَ جي دفتر دوم ۾ هڪ محتسب ۽ شرابيءَ جي حڪايت ۽ دفتر سوم ۾ ٽپ اونداهيءَ ۾ موجود هاٿيءَ کي هٿ لڳائي اندازو ڪرڻ تہ اها ڪهڙي شيءِ آهي، واري حڪايت ٿوري گهٽي معنيٰ جي ڦير گهير سان اسان کي احياءُ العلوم ۾ بہ ملي ٿي. ان مان ظاهر اهو ٿو ٿئي تہ ٻنهي بزرگن جو انداز بيان ۽ زماني جو فرق هئڻ باوجود پوئين جو پهرئين کان متاثر ٿيڻ لازم آهي. حالانڪ رومي ڪٿي بہ واضع لفظن ۾ متاثر ٿيڻ جو ذڪر نہ ڪيو آهي.

جتي روميءَ تي اثر جو ذڪر هلي اتي اسان سنائيءَ جو ذڪر نہ ڪريون تہ زيادتي ٿيندي. روميءَ جي اتاليق ۽ استاد برهان الدين کي سنائيءَ سان وڏو

لڳاءِ هو. ۽ اڪثر ان جا شعر پڙهندو هو. سنائي پنهنجي شعرن ۾ قرآني آيتن جو وڏو استعمال ڪيو آهي. جنهن تي ڪجهه علمائن اعتراض ڪيو ۽ ڪنهن تہ ڪيس ڪفر جي فتويٰ بہ ڏني. مولانا روم نہ رڳو سندس بلند درجي ۽ ايمان ڪي صحيح سمجهيو پر ڪانئس متاثر بہ ٿيو.

ان ڪانسواءِ مثنويءَ ۾ ذوالنونؒ، عطار، بايزيد بسطامي، سلطان ابراهيم ادهم ۽ حضرت جنيد بغدادي رحمة الله عليه جهڙين هستين جا اثر سڌي يا اڻ سڌي طرح ملن ٿا.

فارسي پڙهندڙن ۽ سمجهندڙ ۾ شاهنامہ فردوسي، گلستان سعدي، ديوان حافظ ۽ مثنوي کي وڏي شهرت ملي پر جيڪا مقبوليت ۽ نمايان حيثيت مثنوي ماڻي سا ٻين جو نصيب نہ ٿئي. سندس مقبوليت جا ڪيترائي سبب آهن. هن جي شعر جو بحر وزن سادو ۽ عام فهم آهي پر سندس معنيٰ ۽ گهرائي انتهائي اونهي ۽ لطيف آهي. روزمره پيش ايندڙ واقعن، روايتن ۽ قصن مان رومي قدرت جي وڏن رازن کي ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش ٿو ڪري. سندس فطرت ۾ گم ٿي بيان ڪرڻ جو انداز ٻڌڻ واري تي بہ وجد جي ڪيفيت طاري ڪري ٿو. ڇو جو اهو سڀ ڪجهه وجداني ڪيفيت ۾ سندس قلب تي ٿيندڙ القاءُ آهي جيڪو لفظن جي صورت ۾ درياهہ وانگر وهندو رهيو.

مثنويءَ کي پهلوي زبان ۾ قرآن سڏيو ويو. اهو ان ڪري جو قران حڪيم جي تعليم جي روح کي هنن شعرن ۾ سمائڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي وئي آهي. جاميءَ مثنوي جي مقصد ۽ انداز بيان ڪان متاثر ٿي چيو:

"مثنوي مولوي معنوي - هست قران در زبان پهلوي"

ان ۾ رب جي هيڪڙائي ۽ ساڻس عشق جو نڪتو مرڪزي حيثيت ۾ موجود آهي. سندس نفيس ۽ لطيف شاعريءَ ۾ حڪمت ۽ فلسفو جنهن سهڻي ۽ سليس انداز ۾ بيان ڪيو ويو آهي. تنهن ايندڙ وقتن ۽ وڏن وڏن قدآور شخصن کي روميءَ جو روحاني مريد سڏائڻ تي مجبور ڪيو آهي. شاهہ ڀٽائيءَ جي شعرن کي پڙهي ڏسجي يا اقبال جي بال جبريل کي کڻي ڏسجي جنهن ۾ هو ڪيس پير رومي جي لقب سان ياد ڪري ٿو. مثنويءَ جو انداز بيان اهو آهي جو ڪوبہ افسانو يا قصو بيان ڪري ان مان نصيحت جا نڪتا ۽ پهلو چونڊي ظاهر ڪيا ويا آهن. اهڙي طرح تصوف جي رنگ ۾ علمي نقطا تشبيهون ڏئي اهڙي

تہ دلڪش ۽ ذهن نشين ٿيندڙ انداز ۾ سجايل آهن جو ڪيترائي منجهيل مسئلا عام فهم ۽ نتيجہ خيز ٿي سامهون اچن ٿا.

روميءَ جي فڪر جا اثرات ڏسندي اها راءِ قائم ڪري سگهجي ٿي تہ هو اسلامي دنيا جي وڏن مفڪرن ۾ شامل هو. هن جي فڪر مسلم امت جي هزارين ڏاهن ۽ سوچ رکندڙن کي فڪري عذاب کان نجات ڏياري آهي. جيڪي خالق، انسان ۽ تخليق ڪائنات ۽ ان جي مقصد بابت غور ڪندي ڪندي مونجهاري جو شڪار ٿيا، سڀ پڻ ڪنهن ڍڳ لڳا.

جاميءَ جي چواڻي:

من چگويم و صف آن عاليجناب
نيست پيغمبر ولي دارد کتاب

آءُ ان عاليجناب جي ڪهڙي تعريف ڪريان. پيغمبر تہ نہ آهي پر ڪتاب تہ پيغمبرن جهڙو اٿس.

مولانا اشرف علي ٿانوي رحمة الله عليه جن فرمائيندا هئا تہ: "مولانا روم جي ڪلام مان علم حاصل ڪرڻ هر شخص جو ڪم نہ آهي. سواءِ ان جي جنهن کي الله تعاليٰ علوم عطا فرمائي."

## مولانا روم جون تصنيفات

روميءَ جي تصنيفن ۾ سندس ئي ملفوظات جي طرز تي هڪ مجموعو آهي. جنهن جو نالو "فيہ مافيہ" آهي. ان کان علاوه سندس "ديوان شمس تبريز" آهي. مگر سندس اصل شهرت جو سبب مثنوي آهي. جنهن جي لکڻ جو ڪم اڪثر تاريخ نويس متفق آهن تہ هن 1261ع کانپوءِ شروع ڪيو جيڪو 1273ع ۾ سندس وفات تائين جاري رهيو.

## عرس

مولانا جو عرس ڊسمبر جي مهيني ۾ ملهايو ويندو آهي. جڏهن تہ سندس وفات بہ 17 ڊسمبر تي ٿي. ان عرس جي مشهور مذهبي رسم سيما آهي جيڪا مولانا صاحب ڏانهن منسوب هڪ خاص قسم جو رقص آهي. دنيا داري ۽ ماده پرستي کي الڳ ڪرڻ واري تصور طور مولانا اهو گول گهمڻ وارو رقص سيما ايجاد ڪيو. جنهن سان گڏ وري سريلي سر واري بانسري وڄائي ويندي آهي.

## شرحون ۽ ترجمان

مثنويءَ جون شرحون ۽ ترجما دنيا جي ڪيترين ئي ٻولين ۾ ڪيا ويا آهن. عربيءَ ۾ منهج القوي نالي سان هن جي شرح مقبول عام آهي. جڏهن تہ فارسيءَ ۾ ڪيتريون ئي شرحون لکيون ويون جيئن:

1. شيخ ڪمال الدين حسين خوارزميءَ جي ڪنوز الحقاق.
2. شيخ اسماعيل قزوني جي فاتح الابيات.
3. شيخ امام حسين بن واعظ جي جواهر الاسرار.
4. محمد رضا جي شرح رضوي، ڪانسواءِ شيخ علاءُ الدين.

علي بن محمد، شيخ مصطفيٰ شعبان سروري ۽ شيخ محمد يوسف سينہ چاڪ جون فارسيءَ ۾ شرحون موجود آهن. ترڪي زبان ۾ مولانا هدايت علي لکنوي، مولانا احمد حسن ڪانپوري، مولانا عبدالله الرحمٰن راسخ دهلوي، مولانا عبدالعلي جي بحر العلوم، مولانا اشرف علي ٿانويءَ جي ڪليد مثنوي ۽ مولانا محمد نذير عرشيءَ جي مفتاح العلوم نالي سان شرحون موجود آهن.

اردو ۾ ترجمو "پيراهن يوسفي" وڏي شهرت رکي ٿو ٻيو ترجمو "الهام منظوم" فيروز الدين لاهوري ۽ سيماب اڪبر آبادي گڏجي ڪيو. انگريزيءَ ۾ پروفيسر نڪلسن اٺن جلدن ۾ سڄي مثنوي جو مڪمل ترجمو ڪيو. جڏهن تہ ولسن جو فقط ٻئي دفتر جو ترجمو موجود آهي.

سنڌي زبان ۾ "اشرف العلوم" نالي سان مولوي دين محمد اديب فيروز شاهي جو منظوم ترجمو موجود آهي. جيڪو ڇهن ئي جلدن جو مڪمل ترجمو آهي. ان کان علاوه مثنويءَ مان حڪايتون چونڊي پڻ سنڌي نثر ۾ ڪتاب شايع ٿيندا رهيا آهن. جيئن احمد خان آصف مصراڻيءَ جون روميءَ جون رهاڻيون وغيره.

## مترجم جي باري ۾

سنڌي زبان ۾ عالم اسلام جي ايڏي وڏي ڏاهي جي سمجهاڻين کي نثر ۾ پڙهڻ لاءِ ٿورو ئي مواد ميسر آهي. جنهن تي اجان وڌيڪ ڪم ڪرڻ جي ضرورت محسوس ٿيندي رهي ٿي. انهيءَ ڏس ۾ هي ڪتاب "تشبيهات رومي" يقينن هڪ اهم اضافو محسوس ڪيو ويندو. ان جو ليکڪ اردو زبان جو ڏاهو خليفو عبدالحڪيم آهي. جنهن 1959ع ۾ هي شايع ڪيو، ۽ هن وقت ڪمياب آهي. مثنويءَ ۾ ڏنل تشبيهن کي نثر ۾ آڻي عام پڙهندڙن لاءِ آساني پيدا

ڪئي وئي آهي. جيئن روميءَ جي ڏاهپ ۽ فڪر ڪان هر ڪو لطف اندوز ٿيڻ سان گڏوگڏ لاڀ بہ پرائي. خليفہ صاحب مثنويءَ مان تشبيهون ڪڍي انهن کي وڌيڪ وضاحتن ۽ موجوده زماني جي دل لڀائيندڙ ۽ عام فهم مثالن سان سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

مخدوم عبدالجبار صديقي ان ڪتاب جو سنڌي ترجمو ڪري يقينن سنڌي ادب ۾ هڪ معياري اضافو ڪيو آهي.

مخدوم صاحب سلسلہ مصطفائيہ جي باني حضرت پير ايراني سيد صبغت الله شاهہ رحمة الله عليه جا خليفہ ارشد آهن. جنهن جي اشاري تي ئي پاڻ پنهنجو ڳوٺ پاٽ شريف ڇڏي ڪافي عرصو مصطفائي تحريڪ لاءِ حيدرآباد ۾ سرگرم رهيا. هاڻي مرشد جي فيض صحبت ۾ رهڻ دوران خواب ۾ مليل پاڻ ڪريم ﷺ جن جي اشاري تي جهرڪ سائيڊ جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ ۾ مسجد ۽ مدرسہ جو انتظام سنڀاليل اٿن.

**سندن ڪتابن ۾:**

1. قصيده برده جو سنڌي نثر ۾ ترجمو.
2. الله ماسويٰ الله ۽ انسان.
3. ڪتاب الحڪمتہ جو سنڌي ترجمو.
4. عوارف المعارف جو سنڌي ترجمو.
5. مينائي مصطفائي جو سنڌي ترجمو وغيره شامل آهن.

**سليم الله**
**پاٽ هائوس**
**حيدرآباد**

حصو پهريون

# تشبيهات رومي

عارف رومي رحمة الله عليه جن تشبيهه ۽ تمثيل جا بادشاهه آهن. هر قسم جي اخلاقي ۽ روحاني مسئلن کي سمجهائڻ لاءِ اگرچه حڪيم معنوي هجڻ سبب منطقي دليل به ڏنا اٿن ليڪن ڳالهه دلنشين ۽ يقين ڏياريندڙ ان وقت ٿئي ٿي جڏهن اها ڪنهن تشبيهه يا مثال جي ذريعي اصل مطلب کي واضع ڪري. سندن مثنوي حڪمت ۽ عرفان جو سمنڊ آهي ۽ سندن بيان ۾ دليل سان گڏ ذاتي وجدان به موجود آهي. پاڻ صوفي ۽ شاعر آهن. پاڻ شاعريءَ ۾ جيڪا ڳالهه جيئن طبيعت ۾ ايري اٿن ساڳي طرح قلم جي سپرد ڪئي اٿن. ليڪن قدرت ڪين هي هڪ غير معمولي اعزاز عطا فرمايو آهي ته هر باريڪ نڪتي جي وضاحت لاءِ ڪين دلنشين (يعني دل ۾ گهڙي ويندڙ) تشبيهه ذهن ۾ آئي آهي. جيڪا يقين ڏياريندڙ به هوندي آهي ۽ وجد ڏياريندڙ به. سڄي دنيا ۾ سيني زبانن جي ادب جو جائزو وٺندڙ هن نتيجي تي پهتا آهن ته نبين سڳورن جي صحيفن کي ڇڏي روحانيت ۽ معرفت جو ڪوبه ڪتاب مثنوي معنويءَ جو مقابلو نه ٿو ڪري سگهي. سيني نبين ولين جا وجدان هن ۾ هڪ ٿي ويا آهن ۽ پڙهڻ واري کي اهو محسوس ٿو ٿئي ته چوڻ وارو صرف ٻين جي تجربن ۽ تعليم کي پيش ڪونه ٿو ڪري بلڪ ذاتي وجدان سان تحقيق ۽ تجربي جي ڳالهه ڪري رهيو آهي. جيئن ته سيني انسانن جي ذهني سطح هڪ جهڙي نه هوندي آهي ان ڪري سٺو استاد هر طبقي لاءِ مختلف طرز بيان اختيار ڪندو آهي. "ڪلموا الناس عليٰ قدر عقولهم" نبين ۽ ولين جي ئي اها خوبي آهي ته هو تشبيهه ۽ مثال ڪان ڪم وٺي حڪمت پسندن جي حڪمت اندوزيءَ ۾ به اضافو ٿا ڪن ۽ عام انسانن لاءِ به ڳالهه کي قبول ڪرڻ جي قابل ۽ دلڪش بنايو ٿا ڇڏين.

مان ڪير آهيان؟ زندگيءَ جو مقصد ڇا آهي؟ هيءَ زندگي ڪٿان اچي ٿي ۽ ڪاڏي وڃي ٿي؟ خالق ۽ مخلوق جو پاڻ ۾ ڪهڙو تعلق آهي؟ انهن جا جواب دين وارا به ڳولهين ٿا ۽ عقل وارا به.

مولانا رومي رحمة الله عليه مثنويءَ جي شروعات ۾ بانسريءَ وڄائڻ شروع ڪا ڪن ۽ بانسريءَ جي تشبيهه سان انسان جي روح جي ضرورت ۽ ان جي مقصد ۽ ميلان ڪي دلنشين ۽ دلسوز طريقي سان پيش ڪا ڪن. مولانا جي بانسريءَ جو مضمون سندن پوري مثنوي ۽ پوري تصوف جو لُبِ لباب آهي. هنن شروعاتي شعرن جو باقي سڄي مثنوي سان ڪجهه اهڙوئي تعلق آهي جهڙو سوره فاتحه جو قرآن ڪريم سان. جهڙي طرح سڄي قرآن ۽ اسلام جو عطر سوره فاتحه ۾ موجود آهي. اهڙي طرح مولانا رحمة الله عليه جي بانسري وارن شعرن ۾ جيڪي مثنويءَ جي شروعات ۾ آهن، انهن جو تصوف ۽ فلسفو به هڪ هار وانگر جڪڙيل آهي.

موسيقيءَ جي نسبت انسانن جو عام تجربو هي آهي ته اها جيتري قدر درد انگيز ۽ سوز و گداز سان ڀريل هوندي اوتروئي انسان جي روح کي متاثر ڪندي آهي. موسيقيءَ جي نسبت حڪيمن، صوفين ۽ نفسيات جي ماهرن مختلف نظريا قائم ڪيا آهن. انهن مان ڪي اهل دل ۽ اهل نظر هن يقين تي پهتا آهن ته هڪ خاص قسم جي موسيقيءَ جي ذريعي سان انساني روح پنهنجي ماهيت (ضرورت) بلڪ ضرورت حيات ۽ ڪائنات ۾ غوطا هڻندو آهي. اهڙي قسم جو عرفان نه ظاهري حواسن سان حاصل ٿي ٿو سگهي ۽ نه عقل ۽ استدلال سان. محسوسات ۽ معقولات فقط زندگيءَ جي ظاهري سطح تي ترندا نظر ٿا اچن يا ائين چئجي ته اهي حقيقي هستيءَ جا حجاب ۽ نقاب آهن. اگرچه عارف جي لاءِ اهي پردا به ساز جا پردا بنجي ٿا وڃن.

موسيقي انسان کي هن جسماني واسطي سان روحاني عالم ۾ پهچايو ٿي ڇڏي. مولانا روم رحمة الله عليه خود انهي تي حيرت ٿا ڪن ۽ فرمائين ٿا ته رباب کي ڏسو، ان جي تار به مادي آهي، ان جي ڪاٺي به مادي آهي ۽ ان تي چڙهيل چمڙو به مادي آهي. پر جيئن ئي وڄائڻ واري تارن کي ڇيڙڻ شروع ڪيو فوراً انساني روح جي ازلي دوست جو دلنواز آواز ٻڌڻ ۾ ٿو اچڻ لڳو.

خشک تار و خشک چوب وخشک پوست
ازکجامي آيد اين آواز دوست

(رومي)

رباب جي متعلق مولانا رح جو شعر نهايت روح پرور معنيٰ سان پريل آهي، ليڪن بانسري سان عارف رومي رح جيڪي مضمون پيدا ڪيا آهن. اهي ڪنهن ٻئي ساز سان پيدا نه ٿي ٿي سگهيا. بانسريءَ جي روحانيت ۽ الوهيت سان تعلق هندن ۾ به تسليم ٿيل آهي. چنانچه ڪرشن ان جي تصور ۾ بانسري نواز ئي ڏسڻ ۾ ٿو اچي. سازن مان اهڙا نغما نڪرن ٿا، جن سان انسان جا خراب جذبا جوش ۾ اچي سگهن ٿا. ليڪن بانسريءَ جي سر ۾ اها ڳالهه نه آهي. هن ۾ هميشه سوز وگداز ئي هوندو آهي، ۽ هڪ اهڙي حسرت پيدا ٿيندي آهي. جنهن جو نه ڪو منڍ معلوم ٿيندو آهي ۽ نه ڪو موضوع يا مقصد مولانا رحمة الله عليه انهيءَ حسرت جو سبب ٿا ٻڌائن اهو سبب اهو آهي ته سڀ روح روح الارواح يعني الله تبارڪ وتعاليٰ جي مطلق هستي جي طرفان ئي آيا آهن. انساني روح پنهنجي اصلي ماخذ جي طرف موٽڻ ٿو چاهي، جيستائين ان کي ٻيهر وصال حاصل نه ٿيندو. تيستائين هن جي شڪايت پريل حڪايت درد انگيز طريقي سان بيان ٿيندي رهندي.

زندگيءَ جو راز انهيءَ فراق جي درد ۾ ئي سمايل آهي حقيقت کي منور ڪرڻ وارو نور اک ۽ ڪن ۾ نه آهي جان جيڪا جسم ۾ لڪل آهي محسوس نه ٿي ٿي سگهي، اهو ئي حال هن ازلي سُر جو آهي جنهن ۾ انسان جو روح غوطا ٿو هڻي. محبت ۽ عشق کي عام طور تي باهه سان تشبيهه ڏني ويندي آهي. ان ڪري مولانا رح فرمائن ٿا ته بانسريءَ ۾ بظاهر هوا گردش ٿي ڪري ليڪن اها هوا نه آهي. بلڪ عشق جي باهه جا شعلا آهن. جنهن روح ۾ هن باهه جي گرمي نه آهي ان جي هستيءَ کان ته نيستي ئي بهتر آهي.

آتش است بانگِ نايے ونيست باد
هرکہ اين آتش ندارد نيست باد

موسيقي ڪيفيت جي لحاظ کان غم انگيزي ۽ غمگساري جي جامع آهي. هن ۾ وصال جو ذوق فراق جي ملال سان گڏ آهي هن جو درد مسرت کان زياده دلڪش محسوس ٿو ٿئي. مادي عالم ۾ ته زهر ۽ ترياق گڏ ٿي نٿا سگهن. ليڪن روحاني عالم جي نفسيات ئي نرالي آهي.

بانسريءَ جي تشبيهه ۾ ٻيون خوبيون به آهن. بانسريءَ جا ٻه منهن ٿيندا آهن. هڪ بانسريءَ وڄائڻ واري جي چپن ۾ هوندو آهي ۽ ٻئي منهن مان آواز

نڪرندو آهي. انسان جي روح جي بلڪل اها ئي ڪيفيت آهي، ان جو هڪ منهن ازلي بانسري وڄائڻ واري جي منهن ۾ آهي ۽ ٻيو منهن اهو آهي جنهن مان سيني ظاهر ٿيندڙن جو آواز پيدا ٿو ٿئي. جنهن هستيءَ جو وصال مقصود آهي، فراق ڏيندڙ بہ اها هستي آهي. ان ڪري فراق جي شڪايت جو ماخذ بہ پاڻ ئي آهي.

بانسريءَ جي تشبيهہ ۾ ٻي خوبي هي آهي تہ هن جو سينو سوراخن سان چاڪ چاڪ هوندو آهي. جيڪا ڳالهہ محض آواز سان ادا ٿي نہ ٿي سگهي اها سيني ۾ سوراخ ڪري نڪرڻ لڳي ٿي. ائين ڪٿي چئجي تہ درد جي ڪري سينو بہ چاڪ چاڪ ٿي پيو.

روحاني موسيقي هر مذهب ۾ عبادت جو حصو شمار ڪئي ويندي آهي. اهڙي ئي موسيقيءَ کي روح جي غذا چوندا آهن. ليڪن دنيا ۾ سٺي شيءِ جو غلط استعمال بہ ٿيندو آهي. سماع جي جائز ۽ ناجائز هجڻ تي فقهہ جي عالمن ۽ صوفين گهڻا بحث ڪيا آهن. ليڪن بهترين جواب اهوئي آهي، جيڪو عارف روميءَ رح ڏنو آهي. اهو سماع ٻڌڻ جائزآهي جيڪو ٻڌڻ وارو پاڪيزه جذبات رکندڙ هجي ۽ انهن جي پرورش لاءِ روحاني غذا جو طلبگار هجي ۽ ٻيو اهو تہ موسيقي اهڙي انداز جي هجي جيڪا حيواني جذبن کي اياريندڙ نہ هجي. قرآن ڪريم جي قراءت سٺي آواز سان ڪرڻ بہ موسيقي آهي. جنهن سان ٻڌڻ واري جي قلب تي رقت طاري ٿيندي آهي ۽ انساني روح هيٺان کان مٿي طرف مائل ٿي پوندو آهي.

مثنويءَ ۾ هڪ قصو آهي تہ هڪ يهوديءَ جي ڇوڪري اسلام ڏي مائل هئي ۽ هن جي والدين کي ان جو ڪو رستو نظر نہ پيو اچي. مگر هڪ بدآواز بانگي جي بانگ ٻڌي هن جي دل اسلام کان ڦري وئي.

## حرص

انسان جي حرص جي ڪا انتها ڪانهي. دولت جو حرص موت تائين مسلسل ترقي ڪندو ٿو رهي. حرص هڪ بيماري آهي. جيڪڏهن ان جو ڪو علاج قناعت (ڪفايت شعاريءَ) سان نہ ڪيو وڃي تہ پوءِ ڏينهون ڏينهن ان ۾ اضافو ئي ايندو ٿو وڃي. هر هڪ مرض جو قانون آهي. اها بيماري خواهہ

جسماني هجي يا قلبي، "في قلوبهم مرض فزادهم الله مرضا" حريص انسان جي اکين کي بقول سعدي رح يا قناعت پُرکند يا خاک گور (يا قناعت پُرُ کندي يا قبر جي مٽي) مولانا رح فرمائي ٿو ته حريص ڪڏهن به هن واضع حقيقت تي غور نه ٿو ڪري ته پنهنجي خواهش کي هڪ حد تائين پورو ڪري ٿو سگهجي، ان حد کان اڳتي وڌڻ کان پوءِ مقصد پورو ٿيڻ جي بجاءِ مقصد ئي بلڪل ختم ٿي ٿو وڃي. ڪيترا ماڻهو کائڻ پيئڻ جي لذتن جو شڪار ٿي پوندا آهن. انهن جو پيٽ ڀرجي ويندو آهي. ليڪن نظر نه ڀربي اٿن.

گو هاتهه مين جنبش نهين آنکهون مين تو دم هے
رهنے دو ابهي ساغر ومينا ميرے آگے

جڏهن ضرورت کان وڌيڪ کائي ويندا آهن ته الٽي اچڻ شروع ٿي ويندي اٿن يا دستن جي مرض ۾ مبتلا ٿي پوندا آهن ۽ آهستي آهستي هاضمو اهڙو ته خراب ٿي پوندو اٿن جو پوءِ ڪوڙيون ۽ بد ذائقه دوائون ئي کائيون پونديون اٿن. سٺي غذا جو گرهه نڙيءَ مان نه ٿو لهين ۽ طبيب هدايت ڪرين ته جيڪڏهن تندرستي گهرين ٿو ۽ مرڻ کان بچڻ ٿو چاهين ته پوءِ پرهيز لازمي اٿئي. هاڻي اهڙو ماڻهو تندرست ماڻهو کي ڏسي سگندو آهي ته هو عمدا کاڌا پيو کائي ۽ هضم به ٿيو ٿا وجنس پوءِ ڏاڍي افسوس جا هٿ مليندو ٿو رهي.

هنري فورڊ جيڪو دنيا جو تمام وڏو دولتمند هئو پنهنجي سوانح حيات ۾ پاڻ ئي لکيو اٿس ته مون کي پنهنجي ذات جي لاءِ دولت ڪمائڻ جو حرص ڪڏهن به ڪونه پيدا ٿيو. جيڪي ڪجهه عام ماڻهو کائين ٿا منهنجي به اها غذا آهي، جيڪڏهن ڏهه وڏا محلات ٺهرايان ته به هڪ ڪمري کان وڌيڪ استعمال نه ٿو ڪري سگهان. هڪ بستري کان وڌيڪ منهنجي سمهڻ لاءِ ضرورت نه آهي. شريفاڻي قسم جا چند ڪپڙا منهنجي لاءِ ڪافي آهن. پنهنجي ذات جي لاءِ مال ۾ حرص منهنجي ڪهڙي ڪم ۾ اچي ٿو سگهي.

مولانا رحمة الله عليه انهيءَ حقيقت کي دلنشنين تشبيهه سان واضح ڪيو آهي. فرمائن ٿا ته هڪ لوٽي يا ڪنٽري ۾ جيڪڏهن سڄو سمنڊ پاڻيءَ جو به وجهبو وجبو ته به سڄو ٻاهر نڪرندو ويندو لوٽي ۾ ته صرف ايترو پاڻي بيهندو جيتري ان جي گنجائش آهي. پوءِ ايترو وڌيڪ پاڻي وجهڻ سان لوٽي کي ڇا فائدو؟

مال جي حرص جي متعلق مولانا رحمة الله عليه هڪ ٻي تشبيهه استعمال ڪئي آهي. فرمائن ٿا تہ اسان جي زندگيءَ جي ٻيڙيءَ کي هلائڻ لاءِ اهو ضروري آهي تہ ان جي هيٺيان ايترو پاڻي هجي جو ان کي تاري اچي ڪناري تي لڳائي ان کان وڌيڪ پاڻيءَ جي ٻيڙيءَ کي ضرورت نہ هوندي آهي. جيڪڏهن ان جي هيٺيان پنج ميل اونهو سمنڊ بہ هوندو تہ اهو ان لاءِ سڀ فالتو آهي. ٻيڙيءَ جي روانيءَ کي ان مان ڪوبہ فائدو ڪونہ ٿو پهچي. ضرورت کان وڌيڪ مال جو حرص جڏهن انسان جي اندر پيدا ٿو ٿئي تہ اهو ان جي زندگيءَ جي خرابي جو سبب ٿو بنجي. بلڪل هن طرح جيئن پاڻي جڏهن ٻيڙيءَ ۾ اندر داخل ٿيڻ شروع ٿئي تہ اهو ان کي ٻوڙي ڇڏيندو. زندگيءَ جي فطري ۽ حقيقي مقصد لاءِ ضرورت جيترو مال لازمي آهي.پيغمبر سڳورن کي دين جي استحڪام ۽ اشاعت لاءِ ڪجهہ مال جي ضرورت ٿيندي هئي. ليڪن مال اهل دل لاءِ خير جو ذريعو ٿيندو آهي. اهو خود مقصد نہ ٿو بنجي. دل جي اندر مال جي ڪا بہ حيثيت ڪانهي. مال صالح (حلال) رحمت آهي ۽ مال غير صالح (حرام) تمام گهڻي زحمت ۽ آفت آهي.

حرص جو واحد علاج سڀنين صفتن جو عشق آهي. جن جو ڪمال الله تعالي جي ذات ۾ ملي ٿي. اهڙي قسم جو عشق سڀني جسماني ۽ روحاني بيمارين جو علاج آهي. "تخلقوا باخلاق الله" ( الله تعاليٰ جا اخلاق پيدا ڪيو) اهو ئي زندگيءَ جو مقصد آهي. ان جو رستو ۽ ذريعو عشق الاهي آهي. جيڪو سڀني نندن ۽ بيڪار ۽ فنا ٿي ويندڙ تمنائن کي جلائي ٿو ڇڏي. جسماني حڪمت ۽ روحاني حڪمت سڀني جو سرچشمو اهوئي آهي.

## دل جو آئينو

دل جي لاءِ آئيني جي تشبيهہ عام آهي. حقيقت هيءَ آهي تہ انهيءَ کان بهتر تشبيهہ ٿي بہ نہ ٿي سگهي. سچي ڪائنات انسان جي دل ۾ ئي عڪس جي صورت ۾ اچي ٿي. ليڪن انهيءَ عڪس لاءِ بيحد ضروري آهي تہ دل جو آئينو بہ صاف هجي. حرص، هوس ۽ دنياداريءَ جي ڪشمڪش، خواهشن سان محبت هن دل جي آئيني کي زنگ آلود ڪيو ڇڏي ۽ حقيقتن جي سڃاڻڻ (عرفان) کان سواءِ زندگيءَ جو مقصد ئي حاصل نہ ٿو ٿي سگهي. سينو ڪيني

۽ بغض کان صاف ۽ دل شفاف آئيني وانگر هجڻ گهرجي، تہ جيئن هر حقيقت جيئن آهي ائين ئي ان ۾ عڪس جي ذريعي نظر اچي. عام ماڻهن جا قلب زنگ آلود هئڻ سبب حقيقتن کان آشنا نہ ٿا ٿين.

عقل جي حڪيمن جي نزديڪ علم حاصل ڪرڻ جو ذريعو يا تہ محسوسات آهن ۽ يا وري معقولات (عقل ۾ ايندڙ) انسان پنهنجي تجربي ۽ مشاهدي سان استخراج ۽ استقراء جي ذريعي معلومات ڪندي ان ۾ اضافو ڪندو ٿو رهي. ليڪن روحاني حڪيمن جو تجربو هي آهي تہ حقيقي علم ظاهري معلومات کي گڏ ڪرڻ سان نہ پر باطن جي ذريعي قلب کي صاف ڪرڻ سان پيدا ٿو ٿئي. صفائي ئي هر قسم جي گندگيءَ کي صاف ڪرڻ جو علاج آهي. ظاهري معلومات سان انسان علت ۽ معلول جون ڪڙيون جوڙيندو ٿو رهي ۽ هي سلسلو ڪٿي بہ ختم نہ ٿو ٿئي. ان کان علاوه زندگيءَ ۾ پيش ايندڙ ضد شڪن سان پريل هوندا آهن. ان ڪري ئي دليلن واري حڪمت شڪن ۽ گمان جي دائري کان اڳتي قدم رکي ئي نہ ٿي سگهي. صوفي بزرگن جو چوڻ آهي تہ ظاهري معلومات جا انبار لڳائيندو رهڻ جي بجاءِ جيڪڏهن انسان قلب جي صفائيءَ جي ڪوشش ڪري تہ علم اليقين کان اڳتي وڌي عين اليقين تائين پهچي وڃي جتي علم "لاريب فيہ" (ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي) ٿي ٿو وڃي. ان کان پوءِ شڪن ۽ گمانن جا ڪنڊا دل ۾ نہ ٿا چڀن. انهيءَ سلسلي ۾ مولانا رح هڪ حڪايت لکي آهي تہ: هڪ بادشاهہ رومي ۽ چيني نقش و نگار جي ماهرن جي فن جو ڪمال مقابلي ڏسڻ لاءِ هڪ محل ۾ آمهون سامهون ٻن ديوارن کي منتخب ڪيو ۽ ٻنهين ديوارن جي وچ ۾ هڪ پردو ٽنگائي ڇڏيو انهن کي حڪم ڏنائين تہ چيني هڪڙي ديوار تي مصوريءَ جو ڪمال ڏيکارن ۽ رومي ٻي ديوار تي ۽ ٻئي مقابلو ڪندڙ گروهہ هڪٻئي جون تصويرون ڪم پوري ٿيڻ تائين نہ ڏسن. جڏهن ٻنهين گروهن جو ڪم پورو ٿيندو تڏهن وچ وارو پردو هٽائي ڏسڻ وارا ٻنهين جي فن جو مقابلو ڪندا. چيني تہ نقاشيءَ جي ڪم ۾ پورو پورو زور لڳائيندا رهيا ۽ سهڻا سهڻا نظارا ٺاهيندا رهيا. ليڪن رومي صرف پنهنجي ديوار کي صاف ڪندا رهيا حتاڪ اها ديوار آئيني وانگر صاف ۽ شفاف ٿي وئي. جڏهن پردو هٽايو ويو تہ چينين جا ٺاهيل سڀ نقش ۽ نگار رومين جي شيشي جهڙي صاف ديوار تي نظر اچڻ لڳا. مولانا رح فرمائي ٿو تہ

اهوئي حال حقيقت جي علم کي حاصل ڪرڻ جو آهي. هڪ گروهه قلم جي ڪوشش ۽ رنگ آميزي سان تصويرون ناهيندو ٿو رهي ۽ ٻيو قلب کي صاف ڪري سڀ حقيقتون پنهنجي اندر عڪس جي ذريعي حاصل ڪندو ٿو رهي.

حُسن آئينہ حق اور دل آئينہ حُسن (اقبال)

زنگ کي هٽائڻ کان پوءِ اهائي ڳالهه پيدا ٿي ٿئي جيڪا رنگ جي حسن پيدا ڪئي هئي. صفائيءَ سان دل نہ صرف آفاق جي مظهرن جو آئينو بنجي ٿي وڃي بلڪ ان ۾ باطني حقيقتون بہ عڪس پيدا ٿيون ڪن.

## عشق ۽ عقل

اهو عشق جيڪو مصدر ۽ مقصود حيات آهي ۽ ڪائنات جي تڪوين ۽ ارتقاءِ جو سبب آهي، جيڪو هر موجود جي رڳ رڳ ۾ جاري ۽ حجر و شجر و نباتات کانسواءِ حيوان ۽ انسان تي ڪنهن نہ ڪنهن رنگ ۾ طاري آهي، ان جو هيءُ جزوي عقل جڏهن دليلن سان شرح ڪرڻ جي ڪوشش ٿو ڪري تہ سندس ڪيفيت اهڙيءَ طرح هوندي آهي جيئن هڪ گڏهه ڪنهن چڪڻ ۾ ڦاسي پوي ۽ ان مان جيئن نڪرڻ جي ڪوشش ڪري تيئن گپندو وڃي، ڇو تہ عشق جو تعلق وجدان سان آهي بيان سان نہ.

## سج جو پاڇو

مطلق هستي يعني باري تبارڪ و تعاليٰ جلشانه جي پاڪ ذات ۽ مخلوق وموجودات جي پاڻ ۾ نسبت ڪجهه اهڙي انداز جي آهي، جيئن سج ۽ ان جي پاڇي ۾ آهي. جيڪڏهن سج نہ هجي تہ پاڇي جو وجود بہ نہ ٿو ٿي سگهي. هيءَ ڪائنات اهڙيءَ ئي طرح رب پاڪ جو پتو ٻڌائي ٿي جهڙي طرح پاڇو سج جي خبر ٿو ڏي. اگرچہ پاڇو بہ هڪ طرح سج جو دليل آهي. ليڪن انهيءَ کان گهڻ آهي جو خود سج جو ايرڻ سج جو دليل آهي. جيڪڏهن ڪو پڇي تہ ان جو ڪهڙو ثبوت آهي تہ سج ايريو آهي تہ ان جو جواب اهوئي آهي تہ اکيون کولي ان ڏي منهن ڪري ڏسو ان لاءِ ڪنهن بہ دليل جي ضرورت ئي ڪانهي.

آفتاب آمد دليل آفتاب — گر دليلت بايد از وے رومتاب
از وے ارسايہ نشاني مید هد — شمس هر دم نور جاني مي دهد

دنيا ۾ جيڪي بہ نباتاتي ۽ حيواني زندگيون آهن. اهي سڀ سورج جي ڪري آهن. حيات بخشيندڙ سج آهي نہ سج جو پاڇو اهڙي طرح ساري موجودات پنهنجي زندگيءَ جي لاءِ ازلي سج جي محتاج آهي. صرف موجودات جي چڪر ۾ قائل ائين آهي. جيئن ڪو شخص هميشه پاڇي ۾ ويٺو هجي. پاڇي ۾ تہ ائين ننڊ اچي ويندي آهي جيئن ڳالهيون ٻڌندي ننڊ اچي ويندي آهي. ليڪن زندگيءَ جو مقصد بيداري آهي، ننڊ ۾ پيو رهڻ نہ.

سج جي سامهون صرف پاڇو ئي بي حقيقت نہ هوندو آهي. بلڪ چنڊ بہ جيڪو ان کان نور حاصل ٿو ڪري، جيڪڏهن سج جي سامهون اچي وڃي تہ جيڪر تمام هلڪو ٿي پوي ليڪن حقيقت جو سج اسان جي شمسي نظام وارو سج نہ آهي. هتان وارو سج تہ ويچارو هر وقت مسافرن وانگر گردش ۾ مبتلا رهندو آهي ۽ انهيءَ سان ئي ڏينهن ۾ تبديلي ٿيندي آهي ۽ ايندا ويندا رهندا آهن. حقيقت جو سج "اَلآنَ ڪَمَا ڪَانَ" رهندو آهي. ظاهري سج جي صورت تہ تصور ۾ اچي ٿي وڃي ليڪن ازلي سج جو ڪو مثال ئي ڪونهي "ليس ڪمثلہ شيءٌ" افلاڪ ۾ جيڪو هي بلند بي حساب آسمان آهي. اهو پاڻ حقيقت جي سج جو محتاج آهي ۽ ان جي مرضيءَ جو محتاج آهي. الله تبارڪ و تعاليٰ جو نظير نہ ذهن ۾ اچي ٿو سگهي ۽ نہ ظاهر ۾ ڪاٿي ملي ٿو سگهي.

## آرزوءَ ۾ اعتدال

انسان جي دل ۾ جيڪي بہ آرزو (خواهشون) پيدا ٿيون ٿين. اهي اصل ۾ انساني جبلت جوئي نتيجو آهن. ڪابہ آرزو پنهنجي حيثيت جي لحاظ کان سراسر رد ڪرڻ جي قابل نہ هوندي آهي. مگر انسان ذات جي حياتيءَ ۾ خراب ۽ انتشار انهي ڪري ٿو پيدا ٿئي جو هر آرزو "هل من مزيد" ۾ مبتلا ٿي وڃي ٿي. ڪائڻ پيئڻ هجي يا جنسي لذت يا مال ۽ جاه جي محبت، غرض سيني جو اهوئي حال آهي. نفس جي گهرجن تي جيڪڏهن حد نہ لڳائي وڃي تہ نفس اماره ٿي ٿو وڃي. بجاءِ محڪوم هجڻ جي هر انسان تي مطلق العنان ٿي حڪمراني ڪرڻ ٿو لڳي.

انسان جو ظرف ۽ ان جون قوتون محدود آهن. هڪ حد تائين تہ انسان کي فائدو ٿو پهچي ۽ بين کي ان مان ڪوبہ نقصان ڪونہ ٿو پهچي. ليڪن نفس

تي آرزو (خواهشون) وجهندا وچو تہ نہ اهي پوريون ٿي ٿين ٿيون ۽ نہ وري انهن مان ڪا لذت يا خوشي محسوس ٿي ٿئي. مولانا رحمة الله عليہ فرمائي ٿو تہ انسان خواه مخواه پنهنجي ڪمزور جسم تي خواهشن جا جبل ڪڻي ٿو وجهي. الله تبارڪ و تعاليٰ جي قدرت ڪي ڏسو تہ هر جاندار هستي ان جي گرمائش مان فائدو ٿي حاصل ڪري پر جيڪڏهن سج زمين جي بلڪل ويجهو اچي وڃي تہ سڀ ڪجهہ سڙي خاڪ ٿي وڃي. انسان کي بہ انهيءَ فطرت جي عمل کان سبق حاصل ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪا شيءِ سج وانگر زندگيءَ لاءِ لازمي بہ هجي تڏهن بہ ان مان فائدو صرف انهيءَ حالت ۾ ٿي حاصل ٿي سگهندو جڏهن انسان تناسب (اعتدال) کي هٿان نہ ڇڏي هر هڪ سٺي شيءِ جي تمنا ڪري. ليڪن هڪ حد اندر يعني اعتدال سان.

## نفس جي تشخيص ۽ تحليل

مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ جهڙي طرح انسان جي جسم ۾ ڪو سنهو ڪنڊو چڀي وڃي ۽ ڏسڻ ۾ نہ اچي تہ هو ڪڏهن ۾ ڏاڍو ڏکيو ٿي پوندو آهي. ساڳئي طرح انسان جي نفس ۾ ظاهر نہ ڪرڻ جهڙيون خواهشون بہ باريڪ ڪنڊي وانگر چڀي ۽ لڪي ٿيون وڃن. جنهن جي نفس ۾ اهڙا خواهشن جا ڪنڊا چڀي ويا آهن. اهي هن ۾ سخت خلش ۽ بيچيني پيدا ٿا ڪن ليڪن خود ويچاري مظلوم انسان کي نظر ڪونہ ٿا اچن ڇو تہ "تحت الشعور" ۾ گهڙي ويا آهن ۽ شعور جي هٿ ۾ اچڻ کان پري ٿي ويا آهن. جيستائين ڪو نفساني طبيب پوري نفساني تحقيق کان پوءِ انهن کي نہ ڪڍي، اهي مسلسل تڪليف ڏيندا ٿا رهن. انسان تڪليف ۾ جيترا بہ هٿ پير هڻي ٿو اوتروئي مرض ۾ اضافو ٿو اچيس. ڪي ٻار شرارت ڪري گڏهہ کي پڪڙي ان جي پڇ سان ڪجهہ ڪنڊا اٽڪائي ڇڏيندا آهن. گڏهہ پريشان ٿي ڊوڙ ڊڪ ۽ ليٽڙيون پائڻ شروع ڪندو آهي. تہ جيئن هن نامعلوم آفت کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري ليڪن انهن بيتابيءَ وارين حرڪتن کان ڪنڊا ان جي کل ۾ اڃا بہ وڌيڪ چڀندا ويندا آهن. جڏهن تہ انسان جي بہ اهائي ڪيفيت ٿئي ٿي جو نفس اندر خواهشن جا ڪنڊا چڀي ويا هجن تہ انهن جو علاج نفساني طبيب ئي ڪري سگهندو. هڪ ٻيو قصو مولانا رحمة الله عليہ هڪ ٻانهيءَ جو لکيو آهي جيڪا بادشاهہ

کي ڏاڍي پياري هئي. ليڪن ڪنهن اهڙي مرض ۾ مبتلا ٿي وئي هئي جو جسماني بيمارين جو علاج ڪرڻ وارا طبيب عاجز ٿي پيا هئا. آخرڪار هڪ نفساني طبيب هن جي نبض تي هٿ رکي نهايت حڪمت عمليءَ سان ان ڪان سندس زندگيءَ بابت سوال پڇڻ شروع ڪيا ۽ هر سوال جي جواب تي نبض جي حرڪت تي پورو غور ڪندو ويو. اهڙي طرح هن معلوم ڪري ورتو تہ ڪهڙي ڳالهہ ان ڪي اندر ئي اندر پريشان ٿي رکي ۽ پوءِ ان جو علاج آسان ٿي پيو. دل ۾ اندر لڪل ڪنڊا جڏهن نڪري وڃن تہ پوءِ انسان جو غم ۽ بيچيني ختم ٿي وڃي ٿي.

## راز کي لڪائڻ

هر انسان جي زندگيءَ ۾ ڪجهہ آرزو ۽ ڪجهہ مقصد اهڙا هوندا آهن جو انهن کي لڪائڻ سان ئي مقصد حاصل ٿيندو آهي. جيڪي ماڻهو پيٽ جا هلڪا هوندا آهن. اهي ڪنهن بہ سٺي يا خراب ڳالهہ کي لڪائي نہ سگهندا آهن ۽ بڙ بڙاهٽ سان پنهنجو ۽ ٻين جو نقصان ڪندا آهن.

سٺيون خواهشون ۽ سٺا مقصد جيڪڏهن ڪجهہ عرصي تائين سيني ۾ لڪائي رکجن تہ خاموشيءَ ۾ ڪجهہ انهن جي پرورش ٿيندي رهي ٿي. ايستائين جو ان جي ظاهر ٿيڻ ۽ مڪمل ٿيڻ جو وقت اچي ٿو وڃي. جيڪڏهن انسان هر ڪنهن سان ان جو ذڪر ڪندو رهي تہ ڪڏهن بہ مقصد کي پهچي نہ سگهندو. روحاني زندگي بہ خاموشيءَ ۾ ئي پرورش ٿي حاصل ڪري. مولانا رحمة الله عليہ ان جي متعلق هڪ حديث شريف پيش ٿا ڪن "من ڪَتَمَ سره حصل مراده" (يعني جنهن پنهنجي راز کي لڪايو ان پنهنجي مراد حاصل ڪئي.) ان ڪان پوءِ فرمائن ٿا تہ ڏسو تہ داڻو (ٻج) جيڪڏهن زمين ۾ ڪجهہ وقت لڪل نہ رهي ها تہ ڪڏهن بہ سرسبز ٿي گل ڦل ۽ ميوو نہ ڏئي ها. سون، چاندي، لعل ۽ جواهر سڀ کاڻين جي اونداهيءَ ۾ هڪ وڏو عرصو گذاري هن حالت ۽ هن قيمت کي پهچن ٿا.

## عملن جي پاداش

انسان گھڻو ڪري عملن جي نتيجي ۽ اثر جيڪي شروعات ۾ ظاهر تي ڏسڻ ۾ اچن ٿا ۽ انسان ڏوڪي ۾ ٿو رهي تہ انهن جو ڪو خراب اثر باطن تي ڪونہ ٿيو جيئن هڪ شخص ڪنهن ڪي ظلم سان قتل ٿو ڪري يا ڪنهن مظلوم جو مال ڪسي ٿو وٺي، جيڪڏهن هو قانون ۽ سياست جي پڪڙ ۾ نہ آيو تہ سمجهي ٿو بس منهنجو ڪجهہ بہ ڪونہ بگڙيو. مولانا رحمة الله عليه فرمائين ٿا تہ اهو نفس جو ڏوڪو آهي هي جهان سزا ۽ جزا جي معاملي ۾ هڪ جبل وانگر آهي هتي هر آواز جو پڙاڏو آهي هر آواز جي هڪ گونج آهي. ظاهري ڪن ان کي ٻڌن يا نہ ٻڌن اهو آواز هن جي باطن سان ضرور ٽڪرائجي ٿو ۽ ٻيو مثال پٽ ۽ ان جي پاڇي جو آهي، سج ايرڻ مهل پٽ جو پاڇو پري پري تائين هوندو آهي. ليڪن جيئن جيئن سج منجهند جي وقت کي قريب ٿيندو ويندو آهي. ديوار جو پاڇو ويڙهجي پٽ سان ئي چنبڙي ويندو آهي. ساڳي طرح عملن جو نتيجو بهرحال عمل ڪندڙ کي ئي ملي ويندو آهي. ”لها ما ڪسبت و عليها ما اڪتسبت“ (يعني هر شخص جي عملن جو فائدو بہ ان کي ئي پهچندو ۽ برو نتيجو بہ ان کي ئي پهچندو).

## خدا جو عام لطف، انفرادي ۽ عارضي نقصان جي منافي نہ آهي

الله تبارڪ و تعاليٰ جي رحيم ۽ ڪريم ذات ۽ رحماني صفتن تي عقيدو رکڻ وارن لاءِ هي معاملو تعجب انگيز ۽ ڪنهن ڪنهن وقت شڪ ۽ شبها پيدا ڪرڻ وارو آهي تہ هتي دنيا ۾ انسانن کي بغير گناهہ ۽ قصور جي بہ مصيبت نازل ٿي ٿئي. هي قهر الله تبارڪ و تعاليٰ جي رحمت جي باوجود ڇو ٿو ٿئي؟ انهي جي متعلق مولانا رحمة الله عليه هي سبب پيش ٿا ڪن تہ الله تعاليٰ جي مشيت عام لطف تي نظر رکندڙ آهي ۽ گهڻن انسانن جي ڀلائيءَ لاءِ بہ ڪنهن هڪ فرد تي قهر ڪرڻ لازم هجي تہ اهو عدل ۽ رحم جي مخالف نہ آهي ۽ نتيجتاً انهيءَ فرد جي ڀلائي بہ انهيءَ ۾ ئي آهي. سيني انسانن کي جيڪڏهن

هڪڙي جسم وانگر تصور ڪيو وڃي ته ڪنهن هڪ ناسور واري عضوي تي جراحيءَ جو عمل اگرچه بظاهر انهيءَ عضوي تي قهر ٿو معلوم ٿئي. ليڪن پوري جسم جي تندرستي انهيءَ ۾ ئي آهي. جنهن ۾ آخرڪار انهيءَ ناسور واري عضوي جي به ڀلائي آهي. حضرت مسيح عليه السلام جهڙي نبيءَ سڳوري به اهائي تعليم ڏني ته جسم جي ڀلائيءَ لاءِ ڪنهن هڪ عضوي جو ڪاٽي ڇڏڻ جائز آهي. ايستائين جو هڪ اک به جيڪڏهن ڪڍٽي پوي ته ان ۾ ڪيٻائجي نه. ڪنهن هڪ جز تي ڪو هنگامي قهر الله جي مطلق لطف جي منافي نه آهي. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا ته شرع ۾ به اهو عمل جائز آهي چو ته شريعت جو بنياد عام ڀلائي آهي. اڳتي هڪ يقين ڏياريندڙ مثال پيش ٿا فرمائن ته ماءُ جيڪا پنهنجي ٻار لاءِ سراپا رحمت آهي ضرورت جي وقت ان کي ٽڪا ڏياريندي آهي ٻار ڊپ کان ڪنبندو ۽ درد کان روئيندو آهي ۽ ماءُ دل ۾ پٽي خوش ٿيندي آهي ته هن سرسري درد کان پوءِ ٻار تندرست ٿي پوندو.

# پاڪ انسانن جو پاڻ تي قياس نه ڪر

عام انسانن جي فطرت اها آهي ته هو ٻين کي پاڻ تي قياس ڪندا آهن. ان ڪري سخت غلط فهميءَ ۾ مبتلا ٿيندا آهن. مولانا رحمة الله عليه هڪ بقال ۽ ان جي طوطي جي ڳالهه لکي آهي. طوطو ڏاڍو ذهين ۽ نقال هو ۽ ماڻهوءَ وانگر ڳالهائيندڙ معلوم ٿيندو هو. دوڪان جو مالڪ جڏهن ڪجهه وقت لاءِ دوڪان کي ڇڏي گهر ويندو هو ته طوطي کي نگهبانيءَ لاءِ ڇڏي ويندو هو. طوطو غالباً دوڪان تي اچڻ وارن کي چوندو هوندو ته خبردار هٿني وجو، شين کي هٿ نه لڳايو. مالڪ اتي ڪونهي. هڪ ڏينهن ڇا ٿيو ته هڪ ٻلي ڪئي کي پڪڙڻ لاءِ آئي، جنهن ڪري طوطي پنهنجي جان جي خوف کان ٽپا ڏنا ان ڪري بادام روغن جون بوتلون ڪري پيون. جڏهن مالڪ واپس آيو ته هن ڪاوڙ ۾ طوطي جي مٿي تي ڪا شيءِ هنئي جنهن جي ڪري هو گنجو ٿيو ۽ درويشن کي نذر نياز ڏيڻ شروع ڪيائين ته خدارا هن طوطي کي وري ڳالهائيندڙ بنايو. پاڻ به هن کي خوش ڪرڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪندو رهيو. مگر طوطي اصل نه ڳالهايو. اوچتو هڪ فقير دوڪان جي اڳيان لنگهي رهيو هو. ان کي ڏسي طوطو هڪدم ڳالهائڻ لڳو ۽ فقير کي چوڻ لڳو ته توبه

کنھن جو بادام روغن کيرايو ھوندئي جنھن ڪري توکي بہ گنجو ڪيو ويو آھي. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ انسان بہ عام طرح پنھن جي متعلق ائين ئي قياس ڪندا آھن ٿوري ظاھري مشابهت سبب اھو نتيجو ڪڍندا آھن تہ فلاڻي شخص کان ھن قسم جو عمل ٿيو آھي تہ اھو بہ ضرور اسان جي قسم جو ئي آھي. پاڪباز بزرگن جي عملن جي محرڪات کي پنھنجي قسم جو سمجھندا آھن ۽ ان مان سخت ٺوڪر کائيندا آھن. لکڻ ۾ شير لکيل ھجي تہ اھو جانور بہ ٿي سگھي ٿو ۽ کير بہ. عمل ۾ ظاھر جي صورت ملڻ جي باوجود حقيقت ۾ تمام وڏو فرق ٿي سگھي ٿو.

ظاھري اعمال ھڪ ئي قسم جا ھوندا آھن ليڪن عمل ڪرڻ وارن جي فطرت جي تفاوت جي ڪري عملن جا نتيجا بلڪل مختلف ٿيندا آھن. ڏينيو ۽ ماکيءَ جي مک ھڪ ئي قسم جي گلن مان رس چوسينديون آھن، ليڪن ڏينيوءَ ۾ ان مان ڏنگ پيدا ٿيندو آھي ۽ ماکيءَ جي مک مان مٺي ماکي. ٻن قسمن جا ھرڻ ھڪ ئي گاھ چرن ٿا ۽ ھڪ ئي گھيڙ تان پاڻي بہ پيئن ٿا. ليڪن ھڪڙو فقط ان مان ڦولهڙيون ٿو لاھي ۽ ٻيو ڪستوري. ليڪن انسان ظاھري صورتون ھڪ جھڙيون ڏسي ڌوکو کائي ٿو وڃي. کوڙي ۽ مٺي پاڻيءَ جون ظاھري صورتون ھڪ جھڙيون صاف ۽ شفاف ٿين ٿيون. چکڻ کان سواءِ انھن جو فرق معلوم نہ ٿو ٿي سگھي. ظاھري عملن جي ھڪ جھڙي صورت انسان کي ھڪ ٻئي جي متعلق فيصلو ڪرڻ ۽ اندازو لڳائڻ ۾ ڏاڍي دشواري ۾ مبتلا ٿي ڪري. نبين سڳورن جي معجزن ۽ جادوگرن جي جادوءَ ۾ ظاھري ھڪ جھڙائي ٿي معلوم ٿئي. ان ڪري روحاني انڌا نبي ﷺ کي بہ جادوگر سمجھندا آھن. حضرت موسىٰ عليه السلام ۽ جادوگرن جي مقابلي ۾ جادوءَ جي مقابلي ۾ جادو ڪونہ ھو، حالانڪ فرعون جي درٻارين کي ائين ئي پئي ڏسڻ ۾ آيو.

انسانن جي مذھبي زندگيءَ جو بہ ڪجھ اھڙوئي حال آھي، جنھن شخص جي اندر خلوص ۽ دين جو روح موجود آھي ان کان عبادتون ۽ نيڪ عمل خاص قسم جا ظاھر ۾ ادا ٿين ٿا. جيئن تہ عام ماڻھو متقي ۽ ديندار کي عزت ۽ احترام جي نظر سان ڏسندا آھن. ان ڪري اھڙا منافق جن ۾ دين ۽ ايمان جي ھڪ رتي بہ ڪانھي، انھن جي ظاھري عملن جي نقال (نقل ڪندڙ) بنجي ٿا

پون. نيڪ ڪردار عابد جي مقابلي ۾ انهن جو مثال هڪ باندر جهڙو آهي، باندر به انسان جي حرڪتن جو نقل ڪري وٺندو آهي، حالانڪ هن جي حيواني زندگيءَ ۾ ان جو ڪوبه مقصد ۽ مفهوم نه هوندو آهي. اهڙي طرح منافقن مؤمنن سان مقابلو جاري رکيو آهي. انهن جي خدا فريبي ۽ خلق فريبي دراصل خودفريبي آهي. "وما يخدعون الا انفسهم" اهڙن رياڪار نمازين تي الله تعاليٰ لعنت وڌي آهي ۽ اهڙي روزيدارن جي لاءِ رسول ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي ته انهن جو روزو صرف بک ۽ اڃ جي اجائي تڪليف کان سواءِ ڪجهه نه آهي. هن رياڪاريءَ مان هن جو مقصد فقط اهو هوندو آهي ته ماڻهو ان کي مؤمن سمجهن ۽ مؤمن چون.

اهڙن منافقن کان ماڻهو ائين ڌوڪو ٿا کائن جهڙي طرح ڪوڙا سڪا بازار ۾ هلي ويندا آهن. گهڻ ئي کي ماڻهو اهڙا هوندا جن کي سون ۽ چانديءَ جي ڪوڙي ۽ سچي هجڻ جي تميز هجي. سونارو به سون کي ڪسوٽيءَ تي پرکي ئي ان جي معيار جو اندازو ڪري سگهندو آهي. خلوص ۽ رياءَ ۾ فرق ڪرڻ ۽ مؤمن ۽ منافق ۾ امتياز ڪرڻ جي ڪسوٽي ڪجهه صالح ٻانهن جي قلب ۾ الله تبارڪ و تعاليٰ رکي آهي. اهي قلب کان فتويٰ وٺي فورا صحيح اندازو ڪري ٿا وٺن. رسول ڪريم ﷺ جن اهڙن ئي صالح مردن کي "اِستَفتِ قَلبَكَ" جي تلقين فرمائي ته پنهنجي قلب کان فتويٰ وٺندا ڪيو.

هڪ حديث رسول الله ﷺ جن جي حضرت وابصه رضي الله عنه جن کان روايت ٿيل آهي. اهي چون ٿا ته رسول الله ﷺ جن فرمايو "يا وابصته جئت تسال عن البر والاثم" (يعني اي وابصته ڇا تون نيڪي ۽ گناهه جي متعلق پڇڻ آيو آهين) مون عرض ڪيو ته هائو. راوي چوي ٿو ته پاڻ سڳورن پنهنجي آگرين کي ملائي سيني تي هنيو ۽ فرمايو "استفت نفسک استفت قلبک" ائين ٽي دفعا فرمايائون يعني پنهنجي نفس کان پڇو، پنهنجي قلب کان پڇ. ان کا بعد فرمايائون ته نيڪ ڪم اهو آهي. جنهن جي ڪرڻ سان تنهنجي نفس کي اطمينان ۽ تنهنجي قلب کي تسلي ٿئي ۽ برو ڪم اهو آهي. جيڪو تنهنجي نفس ۾ ڪنڪو پيدا ڪري ۽ تنهنجي سيني ۾ تردد وجهي اگرچه ماڻهو ان جي ڪرڻ جي توکي فتويٰ ڏين.

ليڪن هر هيري خيري جو قلب نيڪ ۽ بد جي ڪسوٽي نه ٿو ٿئي.

ان کان بعد مولانا رح هڪ تمام عمدي مثال سان مطلب کي واضع ڪيو آهي. فرمائن ٿا تہ ڪائڻ مهل وات ۾ ويل گرهہ ۾ جيڪڏهن ڪک بہ هليو اچي تہ زبان ان کي محسوس ڪري رد ڪري ٿي ڇڏي. جهڙي طرح صحت مند حس ظاهري ڪائڻ پيئڻ ۾ ناقابل خطا معيار پنهنجي اندر رکي ٿي اهڙي طرح روحاني حس بہ جيڪڏهن زندهہ هجي تہ شر جو خفيف شبهو بہ محسوس ڪري ٿي وٺي.

ظاهري حس ۾ جيڪڏهن ڪو خلل ٿي پوي ۽ ذائقي ۾ صحيح معيار نہ رهي تہ ڪنهن جسماني طبيب ڏي رجوع ڪيو. جيڪڏهن اخلاق ۽ روحاني حس ۾ ڪو خلل اچي ويو آهي تہ پوءِ سيرت حبيب ﷺ ۽ خدا ڏي رجوع ڪيو، تہ جيئن توهان کي صحيح ڪسوٽي هٿ اچي وڃي.

## ايثار ۽ ايثار جو اجر

جڏهن بلند مقصدن جي لاءِ انسانن کي قرباني (ايثار) جي تلقين ڪجي ٿي تہ هنن کي حاصل ڪرڻ لاءِ تَـنَ مَـنَ ڌَن جي بازي لڳائي ڇڏيو ۽ مادي اسبابن جي ويرانيءَ کي خوشيءَ سان قبول ڪيو تہ ڪمزور نظر وارا ماڻهو انهيءَ قربانيءَ کان گهبرائن ٿا ۽ سمجهندا آهن تہ اهوئي سامان تہ زندگيءَ جو اسباب آهي اگر اهو هليو ويو تہ هٿين خالي رهجي وينداسين ۽ زندگي دشوار ٿي پوندي. مولانا رح فرمائي ٿو تہ هو اهو نہ ٿا ڄاڻن تہ ظاهري زندگيءَ جي عمارت جي بنيادن ۾ يعني قلب جي گهراين ۾ هڪ بي بها خزانو الله تعاليٰ جي نعتمن جو آهي. جيسين مٿين عمارت کي ڪيرائي بنياد نہ کوٽيا وڃن تيستائين هن بي بها گنج تائين پهچي نہ سگهبو. جيڪڏهن اهو خزانو هٿ اچي ويو تہ نہ صرف انهيءَ ڍاهہ ڊوهہ جو نقصان پورو ٿي ويندو، بلڪ ان کان هزار درجہ بهتر عمارتون ٺهي سگهنديون ۽ روحاني زندگيءَ جو محل هميشہ سڪون سان رهڻ لاءِ ملي ويندو. بلند مقصدن جي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪجهہ عرصي تائين زندگي گذارڻ جي سامان جي محروميءَ کان نہ گهبرايو. ڇا توهان نہ ڏٺو آهي تہ جڏهن نهر يا تلاءَ کي صاف ڪرڻو هوندو آهي تہ پهريائين پاڻيءَ جي اچڻ جو رستو بند ڪيو ويندو آهي ۽ جڏهن چڱي طرح صفائي ٿي وڃي تہ پوءِ ان ۾ صاف پاڻي کوليو ويندو آهي. جيڪڏهن پهريائين پاڻي بند نہ ڪجي ها تہ ڏينهون ڏينهن انهيءَ نهر يا تلاءَ جو پاڻي گدلو ٿيندو وڃي ها.

هيءُ مثال هي آهي تہ جڏهن تير جي نوڪ چمڙيءَ ۾ اندر هلي وڃي تہ ڪل جي هڪ حصي ۾ سئي سان سوراخ ڪرڻو پوندو آهي تہ جيئن تير جي نوڪ نڪري سگهي. ان ڪان پوءِ ڪل بند ٿي تندرست ۽ تازي ٿي پوندي آهي.

جنگ ۾ گولا باري ڪري دشمن جي قلعي ڪي ويران ڪيو ويندو آهي. جيڪڏهن فتح حاصل ٿي تہ فاتح ان ڪان بہ وڌيڪ مضبوط قلعو بنائي ڇڏيندو آهي. لهذا اهڙي ويرانيءَ ڪان ڪڏهن بہ گهبرائڻ نہ گهرجي، جيڪا ڪنهن وڏي مقصد يا تعميري ڪم لاءِ شروع ڪجي.

## ڪوڙا پير

ڪجهہ ڪوڙن يا وراثتي پيرن تصوف جا ڪجهہ اصطلاح ياد ڪري ڇڏيا آهن ۽ روحاني زندگيءَ جي باري ۾ دلفريب تقريرون بہ ڪندا آهن. انهن جو مثال ائين آهي جيئن شڪاري پکين جو شڪار ڪرڻ لاءِ پکين جون ٻوليون اهڙي طرح مشق ڪري وٺندو آهي جو ويچارا ساده لوح پکي ڌوکو کائي ويندا آهن ۽ سمجهندا آهن تہ شايد ڪو ٻيو سندن هم جنس پکي ٻولي رهيو آهي ۽ شڪاري ڪنهن ٻوڙي ۾ لڪل هوندو آهي. پکي بغير ڪنهن هٻڪ جي ان جي قريب ايندا آهن ۽ هو انهن ڪي پڪڙي وٺندو آهي. ماڻهن جي صورت ۾ توهان ڪي ڪيترا ابليس ملندا جيڪي رهنما نہ پر رهزن هوندا. ڌوکي ۾ اچي انهن جي بيعت نہ ڪجانءِ.

## لاَ نُفَرِّقُ بَيۡنَ اَحَدٍ مِّن رُّسُلِهٖ

اسلام جي تعليم هيءَ هي آهي تہ سيئي نبي سڳورا برحق آهن ۽ انهن ڪي سچو مڃڻ گهرجي. هڪ ڪي سچو ۽ ٻين ڪي ڪوڙو سمجهڻ سان ايمان ختم ٿي ٿو وڃي.

"لا نفرق بين احد من رسله" يهودين حضرت موسيٰ عليٰ نبينا وعليه السلام ڪي مڃيو ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام ڪي ڪوڙو سمجهيائون. حالانڪ انهن ٻنهين اولوالعزم پيغمبرن جي تعليم جو بنياد توحيد ئي هو، هڪ ڪي مڃڻ ۽ ٻين ڪي نہ مڃڻ سان ڪهڙي طرح ايمان باطل ٿي ٿو وڃي ۽ دين ئي ختم ٿي ٿو پوي ان ڪي هڪ دلنشين مثال سان مولانا رح سمجهايو آهي. فرمائن ٿا تہ هڪ يهودي بادشاهہ نصرانين (عيسائين) تي گهڻو ظلم

ڪندو هو ۽ انهن جي پيغمبر کي ڪوڙو سمجهندو هو. هن جي نزديڪ حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام هڪٻئي جو ضد ۽ ٻه الڳ الڳ هستيون هيون. ان ڪم نظر کي انهن جي تعليم ۾ وحدت نظر نه ايندي هئي. موسيٰ عليه السلام ۽ عيسيٰ عليه السلام حقيقت ۾ ته هڪ هئا. ليڪن ان يهوديءَ کي ٻه نظر ايندا هئا. جهڙي طرح ٽيڏي ماڻهوءَ کي هڪ شيءِ ٻه ٻه نظر اينديون آهن. فرمائن ٿا ته هڪ استاد جو هڪ ٽيڏو شاگرد هو. استاد هڪ ڏينهن انهيءَ شاگرد کي چيو ته وڃ اندر گهر ۾ هڪ بوتل رکي آهي اها کڻي اچ. شاگرد اندران ٿي استاد وٽ واپس آيو ۽ چيو ته اتي ته ٻه بوتلون رکيون آهن. انهن مان ڪهڙي بوتل کڻي اچان؟ استاد چيو ته ڪمبخت بوتل ته اتي هڪ ئي رکي آهي ٻي ڪٿان آئي. انهيءَ ٽيڏي شاگرد چيو ته سائين اوهان مون کي خواه مخواه ڪوڙو ٿا چئو. مان پنهنجي اکين سان ڏسي آيو آهيان ته اتي ٻه بوتلون رکيون آهن. خبر نه آهي ان مان ڪهڙي بوتل کڻي اچان. استاد تنگ اچي چيو ته وڃ انهن مان هڪڙي بوتل ڀڃي ڇڏ ۽ ٻي کڻي اچ. شاگرد حڪم جي تعميل ڪندي هڪ بوتل کي کڻي اڇلائي ڀڃي ڇڏيو ته فورا ٻي به غائب ٿي وئي.

## من جي چوري

نفس جا ڌوڪا ۽ من جون چوريون انسان سان لڳل آهن. انسان پنهنجا صالح عمل هڪ ٿيلهي ۾ گڏ ٿو ڪري ليڪن ڪجهه وقت کان پوءِ ڏسي ٿو ته ٿيلهو خالي آهي ۽ حيران ٿو ٿئي ته منهنجا صالح عمل ڪاڏي گم ٿي ويا. تحقيق کان پوءِ معلوم ٿو ٿئي ته هڪ ڪئي ان ۾ سوراخ ڪري ڇڏيو آهي ۽ اندر ئي اندر سڀ اناج کائي ٿو وڃي. انسان جيڪڏهن نفس جو محاسبو نه ڪندو رهي ته نفس جو مڪر ۽ فريب هن جي عملن کي نيست و نابود ڪري ٿو ڇڏي. بي حضور (بغير توجه) جي نماز پڙهڻ وارن صرف عضون جي جنبش کي ئي نماز سمجهي ورتو آهي ۽ پاڻ کي بي نمازين جي مقابلي ۾ عابد ۽ متقي ٿا سمجهن. اهڙن جي سڄي عمر جون نمازون چٽ ٿيو ٿيون وڃن.

# هوس پرست پاڇي جو شڪاري آهي

اڪثر ماڻهن جو اهو حال آهي تہ اهي شيطاني وسوسن ۽ فريب جو شڪار ٿي سڄي عمر اهڙن مقصدن جي حاصل ڪرڻ لاءِ محنت ۽ مشقت ٿا ڪن جن جي ڪا اصليت ڪانهي. اقتدار جي محبت، مال جي محبت ۽ شهوت پرستيءَ سان نہ تہ قلب کي اطمينان ٿو ملي ۽ نہ وري ڪو پائيدار نتيجو ئي نڪري ٿو. ان جو مثال مولانا رحمة الله عليه هي ٿا ڏين تہ انسان جي حيواني جنسي جذبو ننڊ ۾ (خواب جي حالت ۾) هن کي ڪنهن انتهائي خوبصورت عورت سان ملائي ٿو، جنهن جو سواءِ خواب جي حقيقت ۾ ڪو وجود ئي ڪونهي. هن کي خبر ئي ڪانهي تہ شيطان حور جهڙي شڪل اختيار ڪئي آهي، ڪجهہ دير هو اصل وانگر لذت اندوز ٿئي ٿو ۽ تڙ پوڻ جي حالت پيدا ٿئي ٿي جنهن ڪري پنهنجي قيمتي قوت جو مواد ضايع ڪري ننڊ مان جاڳي ٿو پوي تہ اها حور جهڙي عورت غائب ٿي وڃي ٿي ۽ احتلام پوڻ ڪان پوءِ مٽي جي سور ۽ غلاظت کان سواءِ ڪجهہ حاصل نہ ٿو ٿئي. يا اهڙن ماڻهن جو اهو مثال آهي تہ آسمان تي اڏامندڙ پکيءَ جو پاڇو زمين تي بہ هلندو ٿو نظر اچي. هڪ بيوقوف شڪاري انهيءَ کي پکي سمجهي تير اندازي شروع ڪري ٿو ڇڏي. اهڙي طرح هن جي تيرن جو ٿيلهو خالي ٿي ٿو وڃي ۽ ڊوڙندي ڊڪندي پريشان ۽ پشيمان ٿو ٿئي. اڪثر انسان پنهنجي مقصدن کي حاصل ڪرڻ لاءِ پاڇي جا شڪاري آهن، نتيجي ۾ انهن کي اصل شڪار هٿ ئي ڪونہ ٿو اچي.

انهيءَ ڳالهہ سان ملندڙ هڪ حڪايت انهيءَ ڪتي جي آهي جو هڪ هڏو وات ۾ جهلي پاڻيءَ ۾ تري رهيو هجي. هن پنهنجو پاڇو پاڻيءَ ۾ ڏٺو ۽ سمجهيو تہ ڪو ٻيو ڪتو بہ هڏو کڻي پاڻيءَ ۾ تري رهيو آهي. ڪتن جو هڏن تي پاڻ ۾ وڙهڻ انهن جي فطرت آهي، ان ڪري هو پنهنجي ئي پاڇي تي ڀونڪيو ۽ هن کان هڏو کسڻ جي ڪوشش ڪئي تہ هن جو پنهنجو اصل ۾ وات ۾ جهليل هڏو بہ پاڻيءَ ۾ ڪري پيو ۽ ٻڏي ويو. اهڙي طرح انسان بہ جڏهن اصليت کي ڇڏي خودغرضي ۽ حسد سان اندو ٿي زندگيءَ ۾ ڪوشش ٿو ڪري تہ انهيءَ بي معنيٰ ڪوشش ۾ پنهنجي قيمتي عمر ضايع ڪيو ٿو ڇڏي.

## منافق جا مٺا ٻول

حضرت علي ڪرم الله وجه جن ڪان هي قول نقل ٿيل آهي تہ ”جاهل جي زندگيءَ ۾ جيڪي نعمتون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون انهن جو مثال هي آهي تہ جيئن گند جي ڍير تي ڪي سبز اجائي گاهہ جا ڪلا نڪري اچن. مولانا رومي رح فرمائن ٿا تہ منافق ۽ مڪار جي مٺن ٻولن جو بہ اهوئي حال آهي، هن ۾ منافقت جي گندگي آهي ۽ هو ان کي مٺن ٻولن سان ڍڪڻ جي ڪوشش ٿو ڪري.

## سرور عالم وحدت

وحدت الوجود جا قائل ڪثرت جي مقابلي ۾ وحدت ذات کي زياده حقيقي سمجهندا آهن ۽ عالم صفات و مظاهر کان عالم ذات جي طرف سفر ڪرڻ زندگيءَ جو مقصد سمجهندا آهن. ذات بي تعينات امتيازات جي عالم کان مٿاهين آهي. سڀ رنگ اتان ئي ظاهر ٿا ٿين. جتي ڪو رنگ ئي ڪونهي. محسوسات جي گوناگونيءَ ۾ زندگي بسر ڪرڻ وارن کي تہ مطلق وحدت هڪ ويرانو ٿو نظر اچي ۽ سوچن ٿا تہ هن يڪرنگيءَ ۾ ڪهڙو مزو هوندو. مولانا رح فرمائن ٿا تہ وجدان ۽ عرفان حقيقيءَ سان هي شڪ دور ٿي ٿو وڃي. الله تبارڪ و تعاليٰ جي ذات جي يڪرنگي اهڙي نہ آهي جيڪا بي لذت هجي ۽ ملال پيدا ڪري. ان کي هن مثال سان ٿا سمجهائين تہ ڏسو مڇي جيڪا پاڻيءَ ۾ ئي زندگي ٿي گذاري اها پاڻيءَ جي يڪرنگيءَ کي خشڪيءَ جي گوناگونيءَ تي ترجيح ٿي ڏئي. هيءَ يڪرنگي هن جي زندگيءَ جي غذا آهي ۽ خشڪيءَ جي زندگي ان لاءِ موت آهي. پوءِ فرمائن ٿا تہ صرف سمجهائڻ لاءِ هڪ مثال پيش ڪيو ويو آهي. ورنہ الله تعاليٰ جي ذات ۽ ان ۾ غوطا هڻندڙ انسان جي جيڪا ڪيفيت آهي اها پاڻي ۽ مڇيءَ جي مثال سان نہ ٿي واضع ڪري سگهجي.

## ترتيب ۽ ترقيءَ جا ٻہ قانون

انسانن جي تعليم ۽ تربيت ۾ ٻن ڳالهين جو خيال رکڻ گهرجي. پهريون هي تہ هر انسان هڪ خاص مزاج ٿو رکي. پيدائش ۽ ماحول جو اختلاف ماڻهن جي طبيعتن ۾ اختلاف ٿو پيدا ڪري. ان ڪري سيني لاءِ هڪجهڙي تعليم اثر

انداز نہ ٿي سگھندي. ہيو وڌڻ جو اصول آهي، جيڪو ماٺهو جنهن منزل ۾ جنهن وڌڻ جي درجي ۾ آهي، ان جون صلاحيتون بہ ان جي مطابق هونديون آهن. فطرت ۾ هر درجي جو قانون الڳ آهي سيني پکين لاءِ هڪ ئي قسم جي غذا موزون نہ آهي. اهڙي طرح کير پياڪ ٻار جي غذا صرف کير ئي آهي. ان کي جيڪڏهن ماني کارائيندئو تہ مري ويندو. جڏهن ان جا ڏند نڪري ايندا تہ خودبخود مانيءَ جي طلب ڪندو. جيسين ڪنهن پکيءَ جي ٻچي جا پر نہ ٿا نڪرن تيسين اڏامڻ جي ڪوشش ان کي ٻليءَ جو شڪار بنائي ڇڏيندي. جڏهن پر نڪري ايندا تہ هو بغير تڪليف جي اڏامڻ شروع ڪندو ۽ پنهنجي حفاظت بہ ڪري سگھندو. مطلب تہ جتي زندگي آهي اتي ٻہ قانون آهن. هڪ قانون تنوع (قسمين قسمين هجڻ) ۽ ٻيو قانون آهي تدريج. انهن مان ڪنهن هڪ کي نظر انداز ڪرڻ هلاڪت جو سبب بنبو.

## جبر و قدر

مولانا رح جن وٽ هر جاءِ تي جبر ۽ قدر جو بحث ملي ٿو. هي مسئلو ڪڏهن بہ دليلن سان حل ڪونہ ٿي سگھندو. جبر ۽ قدر ٻئي حقيقي آهن ليڪن انهن جو پاڻ ۾ تعلق هڪ راز آهي. انسان بااختيار بہ آهي ۽ مجبور بہ. ليڪن ڪيتري قدر بااختيار آهي ۽ ڪيتري قدر مجبور، ان جي حد مقرر ڪرڻ مشڪل آهي. جهڙي طرح قرآن حڪيم ۾ جبر ۽ قدر (مجبوري ۽ اختيار) ٻنهين جي ثبوت ۾ آيتون ملن ٿيون. اهڙي طرح مولانا رح جي ڪلام ۾ بہ ڪٿي انسان محض مجبور ٿو نظر اچي تہ ڪٿي مختار ۽ پنهنجي عملن جو ذميدار. هڪ مناجات ۾ الله تبارڪ و تعاليٰ جي قادر مطلق ۽ پنهنجي محض مجبور هجڻ جون ڪيتريون تشبيهات بيان ڪيون اٿن. فرمائن ٿا تہ اسين هڪ ساز آهيون ۽ ان جو سر تون آهين. ساز مان جيڪو سريلو آواز ٿو نڪري اهو تنهنجو ئي آواز آهي يا هينئن چئجي تہ اسان جي زندگي هڪ جبل آهي ان ۾ جيڪو اسان جو آواز ٿو معلوم ٿئي اهو درحقيقت تنهنجي ئي آواز جي گونج آهي يا هينئن سمجھجي تہ زندگيءَ جي ڪشادگي هڪ شطرنج وانگر آهي. ان تي اسين بي اختيار مهرا آهيون ۽ انهن مهرن جي هار ۽ جيت سڀ تنهنجي ئي مرضيءَ جي راند آهي. مهرن ويچارن جي ڪهڙي حقيقت آهي جو اهي راند ۾

دخل ڏين. ڪنهن ڪنهن وقت اسين پاڻ کي شينهن وانگر سمجهندا آهيون. ليڪن حقيقت ۾ اهڙائي شينهن: آهيون جيئن ڪنهن جهنڊي تي شينهن جي تصوير چاپيل هجي. هوا جي جنبش سبب جهنڊي تي ڇاپيل شينهن هيڏي هوڏي جنبش ڪندڙ حملہ آور معلوم ٿيندو آهي. ليڪن ڇا جو شينهن ۽ ڇاجو حملو، جيڪا هوا نظر ڪانہ ٿي اچي سڀ ڪجهہ ان جو ئي ڪيل آهي. يا ائين سمجهڻ گهرجي تہ تون نقاش آهين ۽ اسين نقش آهيون. نقش نقاش سان ڪهڙو جهيڳڙو يا زور آزمائي ڪري سگهندو. يا خدا تون ئي تير انداز آهين. اسين تہ ڪمان وانگر بي جان آهيون.

## وحدت اديان

قرآن پاڪ جي مطابق سڀني توحيدي دينن جو مقصد هڪ آهي. الله تعاليٰ هر توحيدي دين کي اسلام جو نالو ڏنو آهي. مختلف زمانن ۾ نبين سڳورن جون شريعتون مختلف رهيون آهن. عبادتن ۽ طريقن وغيره ۾ بہ فرق رهيو آهي، ليڪن توحيد جو عقيدو سڀني ۾ يڪسان هو. ان ڪري سڀني جو هڪ ئي نالو آهي. اسلام صرف انهيءَ دين جو نالو نہ آهي. جيڪو حضرت محمد ﷺ جن سان دنيا ۾ آيو. رسول ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن پنهنجو پاڻ کي سڀني توحيد پرست نبين جو هم نوا ٿا سمجهن. مولانا رحمة الله عليه پنهنجي ملفوظات "فيہ ما فيہ" ۾ فرمائن ٿا تہ نماز جي هڪ صورت آهي ۽ ٻي ان جي معنيٰ آهي. نماز جون صورتون مختلف نبين جي دور ۾ مختلف رهيون آهن ليڪن معنيٰ ۾ ڪو فرق نہ هو. اهوئي حال ٻين عبادتن ۽ معاملات جي طريقن جو آهي. جيڪي قومن جي حالات جي تبديليءَ سان گڏ تبديل ٿينديون رهيون آهن. سڀني نبين سڳورن کي هم مذهب ۽ برحق مڃڻ اسلام جي تعليم جي هڪ امتيازي خصوصيت آهي. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ سڀني نبين ۾ هڪ ئي نور آهي. اگرچہ صورت جي لحاظ کان چراغ مختلف آهن. مولانا رحمة الله عليه هن صداقت کي واضع ڪرڻ لاءِ ہہ مثال ٿا پيش ڪن. فرمائن ٿا تہ ڏسو انسان جون اکيون ٻہ هوندون آهن. ليڪن ٻنهين اکين جي ڏسڻ جو نور هڪ ئي هوندو آهي. ٻئي اکيون جڏهن ڪنهن هڪ شيءِ کي ڏسنديون آهن تہ ٻنهين اکين کي اها

شيءِ هڪ جهڙي ئي نظر ايندي آهي. ائين ڪونہ ٿيندو آهي تہ هڪڙي اک ڪان ڪنهن ٻي طرح ڏسي ۽ ٻيءَ کي ڪجهہ ٻيو نظر اچي.

ٻيو مثال هي آهي تہ هڪ ڪمري ۾ ڏهہ ڏيا (چراغ) ٻري رهيا هجن هر هڪ ڏيو مختلف سائيزن جو هجي ليڪن انهن ڏهن ئي ڏين جي روشني الڳ الڳ ڪري نہ ٿي سگهجي. هڪ ئي روشني آهي جنهن سان سڄو ڪمرو روشن آهي. انهن ڏين مان نڪرندڙ روشنيءَ جي شعائن کي الڳ ڪرڻ ناممڪن آهي.

توحيد جو عقيدو اصل دين آهي ۽ سيني صداقتن جو جوهر آهي.. اگر سوُ مختلف ڦل هجن انهن جو رس ڪڍي هڪ ئي ٿانو ۾ وجهڻ ڪان پوءِ انهيءَ رس کي الڳ الڳ ڪِرَ، نہ تو ٻڌائي سگهجي تہ هيءَ فلاڻي ڦل جو رس آهي ۽ هوءَ فلاڻي ڦل جو رس آهي.

مولانا رحمة الله عليہ فرمائي ٿو تہ تقسيم ۽ سڃاڻپ مادي ۽ مڪاني عالم جي شين ۾ ٿي سگهي ٿو، ليڪن عالم معانيءَ ۾ مادي ۽ مڪاني تقسيم (ورهاست) نہ ٿي ٿي سگهي. جسمن جي لحاظ سان دنيا ۾ جيڪي انسان آهن انهن جي ڳڻپ ٿي سگهي ٿي. هي چئي ٿو سگهجي تہ هن شهر ۾ هڪ لک ماڻهو رهن ٿا ۽ هن شهر ۾ ٻہ لک. ليڪن انسان جي جيڪا معنيٰ آهي ان جي ڳڻپ ٿي نہ ٿي سگهي. دين روحاني ۽ معنوي حقيقت آهي اگرچہ اهو لکن ۾ موجود هجي تہ بہ تقسيم نہ ٿو ٿي سگهي مثال مشهور آهي تہ سوُ سياڻا پر مت هڪڙي. دين جو جوهر توحيد آهي ۽ انهيءَ جو نالو اسلام آهي، جيڪو نوح عليہ السلام ۾ هجي يا ابراهيم عليہ اسلام ۾، موسيٰ عليہ السلام ۾ هجي يا عيسيٰ عليہ السلام ۾ يا رسول الله ﷺ جن ان جي تبليغ ڪن، ليڪن اصليت جي لحاظ سان هڪ ئي شيءِ آهي. فروعات جو اختلاف هڪ ٻي حيثيت ٿو رکي. جيڪڏهن سڀ امتون يا ملتون انهيءَ عقيدي جون قائل ٿي وڃن ۽ سڀ مذهب انهيءَ تعليم تي عمل ڪندڙ ٿي پون تہ مذهبن جو هڪ ٻئي سان جهيڳڙو ئي ختم ٿي سگهي ٿو. اهوئي صلح ڪل جو مشرب آهي.

مولانا رح فرمائن ٿا تہ روحاني عالم ۽ سڀ ارواح هڪ گوهر ۽ هڪ ئي وجود هئا. سج جي روشني ۽ درياهہ جي پاڻيءَ ۾ ڪاتي بہ گرهڻ ڪانهي. صورتن ۽ جسمن ۾ اچي هي وحدت جو نور الڳ الڳ ٿو نظر اچي. جهڙي طرح ڪنهن قلعي جي ديوار تي نهيل ڪنگرا سج جي روشني کي الڳ الڳ حصن ۾

تقسيم ڪري ٿا ڇڏن. اگر انسان جو روح پنهنجي اصليت ڏي سفر ڪري ته تعداد جي عالم کان وحدت جي عالم ۾ اچي وڃي.

## صورت ۽ معنيٰ

مولانا رح جن صورت ۽ معنيٰ جي پاڻ ۾ تعلق جي نسبت ڪيترن ئي قسمن جون تشبيهون ۽ مثال استعمال ڪيا اٿن مثلا کل ۽ مغز - صورت ۾ صورت جي حيثيت سان ڪا جان يا پرواز جي قوت ڪانهي ان جي معنيٰ ئي صورت جي پرن تي پرواز ٿي پيدا ڪري.

هڪ ٻيو مثال هي آهي ته معنيٰ صورت جي اندر ائين آهي. جهڙي طرح تلوار مياڻ ۾. ڪنهن صورت ۾ جيڪا معنيٰ آهي اها حقيقت جي ظاهر ٿيڻ کانسواءِ معلوم نه ٿي ٿي سگهي. ڪنهن کي ڪهڙي خبر ته مياڻ ۾ اندر تلوار ڪيتري قيمتي آهي. ٿي سگهي ٿو ته ڪاٺيءَ جي ٺهيل تلوار تي ڪنهن عمدو مياڻ چاڙهي ڇڏيو هجي. غلاف يا مياڻ کان ٻاهر نڪرڻ تي ئي تلوار جي اصليت معلوم ٿي سگهي ٿي. اگر اندران تلوار ڪاٺيءَ جي نڪتي ته اها ڪا قيمت ڪانه ٿي رکي سواءِ ٻاهر ۾ ساڙي ڇڏڻ جي. اهڙي طرح جيستائين ارواح جسمن جي اندر آهن. انهن جي قدر ۽ قيمت جو صحيح اندازو نه ٿو ٿي سگهي. موت کان بعد جسم کي مٽيءَ ۾ دفنائڻ کان پوءِ ئي روح جي قيمت معلوم ٿيندي. جيڪڏهن اندران ڪاٺيءَ جي تلوار نڪتي ته بس جهنم جي ٻاهر ۾ ٻرڻ جي ڪم ايندي.

## توحيد ۽ شرڪ

سيني دينن جي تاريخ شاهد آهي ته انسان جي لاءِ توحيد تي قائم رهڻ ۽ هر قسم جي لڪل (مخفي) يا ظاهر (جلي) شرڪ کان پاڪ رهڻ ڪيتري قدر ڏکيو آهي. هندن جي قوم ۾ رشي ۽ مني توحيد جي لطيف تصور تائين پهتا. ليڪن پنهنجي قوم کي بتن ناهڻ ۽ بتن جي پوڄا کان نجات نه ڏياري سگهيا. اهوئي حال بني اسرائيل جو آهي. گهٽي کان گهٽا اولو العزم پيغمبر هن ئي قوم ۾ پيدا ٿيا. مگر هن قوم جو حال اهو هو ته ڪجهه ڏينهن لاءِ

حضرت موسيٰ عليہ السلام روحاني يڪسوئيءَ لاءِ قوم ڪي حضرت هارون عليہ السلام جي حوالي ڪري جبل تي ويو. واپس آيو تہ ڏٺائين تہ هو سون جو هڪ ڳابو ٺاهي ان جي پوڄا ڪري رهيا آهن. مولانا رح فرمائي ٿو تہ شرڪ بتن ڪان ڪونہ پيدا ٿيندو آهي. بلڪ بت پرستيءَ جو اصل منڍ انسان جو نفس آهي. جيسين نفس شرڪ ڪان پاڪ نہ ٿئي تيسين هو مٽي ۽ پٿر جا بت نہ سهي ليڪن تصور جا بت ٺاهيندو رهندو. جيئن عرفيءَ شيخ ۽ برهمڻ ڪي بت پرست قرار ڏنو آهي فرق صرف ايترو آهي. هڪڙي جي آستين ۾ بت آهي ۽ ٻئي جي اندر ۾ بت آهي.

مولانا رح فرمائن ٿا تہ بتن جي ماءُ انسان جو نفس آهي ۽ بت ان ۾ اهڙي طرح لڪل ٿا رهن جيئن لوهہ ۽ پٿر ۾ باهہ. پٿر ۽ لوهہ مان بيشمار چڻنگون نڪري ٿيون سگهن ۽ جيڪڏهن پٿر ۽ لوهہ تي ٻاهران پاڻي بہ وهايو وڃي تہ بہ انهن ۾ اندر جيڪا باهہ جي قوت لڪل آهي اها وسامي نہ ٿي سگهي. ظاهري بتن کي جيڪڏهن ڪير نانگ سمجهي پري بہ ڀڄي پر جيڪڏهن نفس ۾ اندر شرڪ جو اڙدها نانگ موجود هجي تہ ان ڪان ڪيئن نجات حاصل ٿيندي؟ توحيد ۽ شرڪ ٻئي ذهن جون ڪيفيتون آهن. جيسين نفس جي اندر توحيد سمائجي نہ وڃي تيسين انسان شرڪ ڪان نجات نہ ٿو حاصل ڪري سگهي.

انهيءَ حقيقت جو هڪڙو ٻيو مثال هي سمجهجي تہ ظاهري بت مختلف قسم جا ٿانو آهن. جن ۾ شرڪ جو پليت پاڻي پريل آهي. ليڪن اهو پاڻي ڪٿان آيو؟ ان جو سرچشمو (منڍ) انسان جو نفس آهي. جيڪڏهن چشمو موجود رهي تہ ان مان پريل هڪ سؤ دلا بہ جيڪڏهن ڀڃي ڇڏجن تہ ڪهڙو فائدو. ظاهري بتن کي ٽوڙڻ سان ڪابہ قوم يا فرد موحد نہ ٿا ٿي سگهن.

## هيءُ جهان بہ هڪ پيٽ آهي

مولانا رح هڪ ڳالهہ بيان ڪئي آهي تہ هڪ ظالم بت پرست يهودي بادشاهہ هو. انهيءَ هڪ مؤمن عورت جي سامهون بت رکي چيو تہ ان کي سجدو ڪر، هن انڪار ڪيو تہ ظالم هن جي ٻار کي ڪسي باهہ ۾ وجهي ڇڏيو. هوءَ خوفزده ۽ ماءُ هئڻ سبب ايمان تان هٿ ڌوئڻ واري هئي تہ ٻار ٻرندڙ باهہ مان پڪاريو تہ اي امان گهبراءِ نہ مان سڙيو ۽ مئو ڪونہ آهيان.

حضرت ابراهيم عليه السلام وانگر هيءَ باهہ منهنجي لاءِ گلستان بنجي وئي آهي. ان کان پوءِ ٻار جي زبان سان تمام سهڻي طريقي سان انسانن کي سمجهايو آهي تہ انسان هڪ عالم ۾ مرندو آهي تہ ٻئي عالم ۾ پيدا ٿيندو آهي. ٻار ماءُ کي ٿو چوي تہ مان جڏهن تنهنجي پيٽ ۾ هئس تہ هڪ تنگ جاءِ تي ڇڻ تہ قيد ۾ هئس ۽ کنهن وسيع يعني کشادي عالم کان بيخبر هئس ان کري انهيءَ پيٽ واري قيدخاني کي سڀ کجهہ پئي سمجهيم ۽ ان کان ٻاهر قدم رکڻ کي موت سمجهي ڊڄندو هئس، ليکن جڏهن فطرت مون کي اتان آزادي عطا کئي تہ معلوم ٿيو تہ اهو خوف بي بنياد هو. پيدائش مون کي هڪ وسيع رنگ بہ رنگي دنيا ۾ وني آئي. هاڻي هن کشادي جهان کي جنهن ۾ زندگيءَ جا چند ڏينهن گذاريا اتو وري هڪ ماءُ جي پيٽ وانگر سمجهو. الله تبارڪ و تعاليٰ جي هن وسيع کان بہ وسيع کائنات ۾ هڪ ٻئي کان وڌيڪ کشاده ۽ خوبصورت جهان آهن ۽ هر هڪ جهان هڪ ماءُ جي پيٽ وانگر آهي. جنهن مان نکرڻ کان پوءِ ئي انسان ٻئي جهان ۾ پيدا ٿي سگهي ٿو. هن دنيا جي عالم ۾ پيدائش سان جيکو تجربو ٿيو آهي، ان جي بنياد تي هن دنيا مان نکري هڪ کشاده تر عالم ڏي وڃڻ کان خوفزده نہ هئڻ گهرجي. هن دنيا ۾ زندهہ رهڻ واري حالت ۾ بہ انسان نفس جي خواهشن کي مارڻ سان هڪ ٻي زندگي حاصل کري ٿو سگهي. جيئن حضرت عيسيٰ عليہ السلام فرمايو تہ جيسين هن زندگيءَ ۾ مري ٻيهر پيدا نہ ٿيو توهان خدا جي بادشاهت ۾ داخل نہ ٿا ٿي سگهو. "موتوا قبل ان تموتوا" (مرڻ کان اڳ مري وڃو) جي اسلامي تعليم بہ انهيءَ طرف اشارو ٿي کري.

## اصل ڏي هلڻ ۽ جنس جو جنس سان ميل

هتي مولانا روم رح زندگيءَ جي قانونن کي مثالن سان بيان ٿا فرمائن. فرمائن ٿا تہ حوض ۾ پاڻي بيٺل هوندو آهي. ليکن هوا ان کي آهستي آهستي اڏائيندي پنهنجي جنس ۾ داخل کندي رهندي آهي. ان لاءِ جو هوا ۽ پاڻيءَ ۾ هڪ مناسبت آهي. اهڙي طرح اسان جي جان آهستي آهستي هڪ ٻئي جهان ڏي پرواز کندي ٿي رهي جيکو اسان جي روح سان مناسبت رکي ٿو، جهڙي قسم جو روح هوندو آهي، اهڙي ئي قسم جي جهان ڏي ان جو ميلان هوندو آهي.

"كل شيءِ يرجع اليٰ اصلـه" (هر شيءِ پنهنجي اصل ڏي رجوع كندي آهـي)
جنهن قوم جو جنهن طرف ميلان هوندو آهي، ان جون اكيون انهيءَ نصب العين
ڏي ئي لڳل رهنديون آهن.

هر جنس كي پنهنجي ئي جنس سان ذوق حاصل ٿيندو آهي ۽ جز پنهنجي
كل سان ئي ملڻ لاءِ مائل هوندو آهي. مگر زندگيءَ جو هك اصول هي بہ آهي.
تہ كا شيءَ پنهنجي عمل سان هر جنس نہ هوندي آهي ليكن قوت سان ان ۾
اها صلاحيت هوندي آهي تہ هوءَ ٻي جنس ۾ تبديل ٿي سگهي. ماني ۽ پاڻي
پنهنجي اصلي ۽ عنصري حالت ۾ انسان جي جنس نہ هئا ليكن اهي هضم ٿيڻ
كان بعد انسان جي هم جنس بنجي ٿا وڃن. مگر اهو ذوق جيكو غير جنس ڏي
ٿئي ٿو هر حالت ۾ اعتبار جي قابل نہ هوندو. ان جو مثال هي آهي تہ شكاري
كنهن پكيءَ جي آواز جو نقل كري ڌوكو ڏئي ان كي پكڙڻ لاءِ سڏي ٿو.
ليكن جيئن ئي پكي ان شكاريءَ جي صورت ڏسي ٿو تہ ان كان پري ٿو ڀڄي.
سليم الطبع اهڙي طرح فريب كان آگاه ٿي بچي ٿا وڃن. اهڙي طرح اجايل پري
كان واريءَ جو سراب ڏسي پاڻي سمجهي ان ڏي وڌي ٿو ليكن پاڻي نہ ڏسي
واپس موٽي ٿو ۽ اصل پاڻيءَ جي ڳولا شروع ٿو كري. كنهن كنهن وقت
غريب ماڻهو كوڙا سكا ڏسي خوش ٿيندا آهن. مگر جڏهن چقمق تي پركيو
ويندو آهي تہ ذليل ٿي ويندا آهن. اخلاقي ۽ روحاني زندگيءَ ۾ بہ انهن كوڙين
مشابهتن كان بچڻ گهرجي. ڏسو كو ملمع باز توهان كي ڌوكو نہ ڏئي وڃي.

غني كشميريءَ جو چوڻ آهي تہ عادت جي خلاف كي كم كرڻ ۾
جيكڏهن كو كمال پيدا كري ۽ اندر ان جو روح منجهيل هجي اهڙي طرح
پنهنجي ولي هجڻ جو كنهن كي ڌوكو ڏئي تہ ان كي ولايت جي كرامت نہ
سمجهڻ گهرجي. آخر مردو بہ تہ پاڻي تي ترندو آهي. ناجنس جي صحبت كان
پرهيز لاءِ غني كشميري هك تشبيهہ ڏني آهي. مڇي جي لاءِ پاڻي جان
بخشيندر آهي. ليكن غير جنس هجڻ جي كري مصيبت جي وقت ان كان منهن
ڦيرائي ٿو وڃي. مڇي جڏهن ڄار ۾ ڦاسندي آهي تہ پاڻي ان كي ڇڏي اڳتي
وهي ويندو آهي.

## جبر ۽ اختيار

عام طرح صوفي جبري معلوم ٿا ٿين. ڇو تہ انهن مان اڪثر وحدت الوجود جا قائل آهن. ان ڪري زندگيءَ جي مظاهرن حادثن ۽ عملن ۾ الله تبارڪ وتعاليٰ کان سواءِ ڪنهن ذات کي عامل ۽ اثر انداز ٿيندڙ حقيقي محرڪ نہ ٿا مڃن.” لا موجود الا الله - لا موئثر في الوجود الا الله ” عارف روميءَ وٽ بہ جابجا وحدت الوجود آهي ۽ ان سان گڏ جيڪو جبر وابستہ آهي. ان جي تائيد ۾ بہ شعر ملن ٿا. پر مولانا ان سان گڏوگڏ اختيار جا بہ شدت سان قائل آهن. عقل جي دليلن کي هي نقص ٿو معلوم ٿئي. ليڪن نہ تہ قرآن حڪيم جبر ۽ اختيار کي پاڻ مدمقابل ٿو سمجهي ۽ نہ مولوي معنوي رحمة الله عليه جي نزديڪ ئي ڪو مد مقابل آهن. ”الايمان بين الجبر والاختيار“ اختيار جي ثبوت ۾ پاڻ ڪيترا دليل ڏنا اٿن ۽ ڪيترا مثال پيش ڪيا اٿن. فرمائن ٿا جڏهن ڪو مالڪ پنهنجي نوڪر جي حوالي بيلچو ڪري تہ ان جو مقصد اهو آهي تہ ان کان زمين کوٽائڻ جو ڪم ٿو گهري. اهڙي طرح انسان کي جيڪي عضوا عطا ڪيا ويا آهن، اهي زبان حال سان ڇئي رهيا آهن تہ اسين ڪن خاص ڪمن لاءِ عطا ڪيا ويا آهيون. هي عضوا عمل لاءِ خدا جو اشارو آهن ۽ انسان لاءِ نعمت ۽ برڪت جو باعث آهن. نعمت جو شڪر ڪرڻ اهو نہ آهي تہ صرف زبان سان شڪر ڇيو وڃي بلڪ جيڪا نعمت عطا ٿي آهي، ان کي صحيح استعمال ڪرڻ گهرجي. ڪنهن بہ نعمت جو صحيح استعمال نہ ڪرڻ ئي ڪفران نعمت آهي. نعمت جي صحيح استعمال ۽ هر قوت کي صحيح خرچ ڪرڻ سان ئي ان ۾ واڌارو ٿو ٿئي. شڪرن سان نعمت ۾ واڌارو ٿيڻ جي اهائي معنيٰ آهي ۽ ناشڪريءَ سان نعمت ضايع ٿي ويندي آهي.

## هوس جو درياهہ

انسان، خواهشن جو هڪ بي انتها سمنڊ آهي. حرص جا ٻانها ان ۾ ٻڏي ٿا وڃن ۽ صرف اهو ئي شخص ان ۾ تري سگهندو جنهن پنهنجي باطن کي اجاين اميدن ۽ ناپائيدار ذوقن کان خالي ڪري ڇڏيو هجي. مولانا رح فرمائن ٿا تہ درويش جو مثال ائين آهي. جيئن خالي دلو هجي جنهن جو منهن بند

هجي. درياهه ۾ کھڙو بہ طوفان اچي وڃي اهو ان ۾ ٻڏي نہ سگھندو. ان ۾ بس بي هَوسيءَ جي هوا آهي شهوتن ۽ آفتن جو ڪو بہ سمنڊ اهڙي بي هوس انسان کي ٻوڙي نہ سگهندو.

## انسان ڪامل- خدا جي اک جي پتلي

اهڙو روحاني انسان جنهن جي نگاهہ حقيقت شناس ۽ فلڪ شگاف ٿيندي آهي، دنيا دارن کي حقير ۽ بي حيثيت معلوم ٿيندو آهي. دنيادار هن کي پنهنجي معيار سان وزن ڪندا آهن ليڪن اهي اهو نہ سمجھندا آهن تہ انهن جي بصيرت انهن جي ظرف جي مظروف نہ آهي، نبي سڳورا ڪامل انسانيت جي بصيرت جون اکيون آهن. ۽ اک جي پتليءَ وانگر ننڍا نظر اچن ٿا. ليڪن انهيءَ اک جي پتليءَ ۾ ئي آسمان نظر اچي ٿا وڃن. بلڪ عارف جي نگاهہ هن جهان جي زمان ۽ مڪان ۽ زمين ۽ آسمان جي حدن کي چيري ذات ۽ صفات جو مشاهدو ٿي ڪري. نبين سڳورن جي بصيرت جي متعلق اک جي پتليءَ کان بهتر تشبيهہ نٿي ٿي سگھي. انسان جي معنيٰ ئي اک جي پتليءَ آهي. چنانچہ حضرت محي الدين ابن العربي "فصوص الحکم" ۾ فص آدم ۾ فرمائن ٿا تہ آدم کي انسان ان لاءِ چوندا آهن تہ هو خدا جي اک جي پتلي آهي. جنهن جي ذريعي الله تعاليٰ پنهنجي تجلين ۽ مخلوق جو مشاهدو ڪندو آهي.

## ماده پرست انسان

ماديت جا فلاسفر تمام علم کي محسوسات ۾ ئي محدود ٿا سمجھن. انهن جا اقوال بہ صرف محسوسات ۾ ئي قيد ٿا رهن. اهڙي قسم جي حس پرستن جي متعلق مولانا رح فرمائن ٿا انهن جو مثال ان گابي جهڙو آهي جنهن جي وات تي هڪ ڇاري وارو ڇڪو ٻڌي ڇڏيندا آهن. تہ جيئن ڳئون جي ٿڻن مان بنا وقت جي کير نہ پئي. زندگيءَ جي حقيقت جي مٺي کير کان انهن ماده پرستن کي سندن تنگ نظريءَ محروم ڪري ڇڏيو آهي. شيطان لکين ورهہ عبادت ۾ مصروف رهيو. ليڪن آدم عليہ السلام سان حسد هن کي ماده پرست بنائي ڇڏيو. هو ڪامل انسان جي ممڪنات کي نہ ڏسي سگهيو ۽ ان

جي ظاهري صورت تي قياس ڪندي ان کي صرف مٽيءَ جو پتلو سمجهيائين. آدم عليه السلام جي خاڪي صورت کان هن جي نگاهه ان معنيٰ تائين نه پهچي سگهي. انهيءَ تنگ نظريءَ هن جي منهن تي ڇڪو ٻڌي ڇڏيو ۽ هو روحانيت جي ڪير کان محروم رهيو. سڀ حس پرست انسان انهيءَ ابليس جوئي اولاد آهن.

## لفظن جو چار

انسان انسان جو شڪاري آهي مڪار انسان فريب ڏيڻ لاءِ مختلف قسم جا چار ٺاهيا آهن. هنن وٽ ڦاسڻ وارن کان خوب حساب ڪتاب وصول ڪندا آهن. مولانا رح فرمائي ٿو ته الفاظ ۽ نالا وڏا چار آهن. ڪو شخص پير ومرشد بنجي ٿو ويهي. تصوف ۽ پيري مريديءَ جا اصطلاح پيدا ٿو ڪري. بزرگن جي نالن جي وڏي لسٽ ٿو ٺاهي ۽ پاڻ به ان ۾ گڏجي ٿو وڃي. ڪو پاڻ کي مجدد ٿو سڏائي ڪو وري جراءت ڪري نبوت جي ئي دعويٰ ڪري ٿو. افسانا ٺاهي ٿو ۽ انهن کي بيان ٿو ڪري اهڙن نالن ۽ الفاظن کان سواءِ ڪجهه به ڪونهي ۽ بيوقوف ماڻهو اهڙن مڪارن جي الفاظن جي چار ۾ ڦاسي پنهنجون قيمتي عمريون ضايع ڪيو ڇڏين. عمر جي گذرڻ جو پاڻي اهڙي ريگستان ۾ جذب ٿي نه ڪنهن جي اڄ ختم ٿو ڪري ۽ نه وري زندگيءَ جي پوک کي سيراب ٿو ڪري سگهي فرمائن ٿا ته اهڙن مڪارن جا چار الفاظن سان ئي ٺهيل آهن.

## دليلن واري عقل کان وجد ڏي ترقي

قرآن حڪيم بار بار حڪمت کي وڏو خير چئي انسانن کي تاڪيد فرمايو آهي ته اهي عقل کي استعمال ڪري تفڪر ۽ تدبر کان ڪم وٺن. ڪائنات جا طريقا عقل ۾ ايندڙ آهن ۽ انهن جو مطالبو انسان کي بصيرت ۽ قدر عطا ٿو ڪري ۽ ان ۾ حق جو نائب بڻجڻ جون صلاحيتون پيدا ٿو ڪري. مولانا رح فرمائن ٿا ته عقل جو انسان سان هڪ عجيب قسم جو سرشتو آهي. پهريائين انسان حڪمت جو طالب ٿيندو آهي پوءِ ترقي ڪري هو حڪمت جو مرڪز بنجي ويندو آهي ۽ علم حاصل ڪرڻ لاءِ علم جي اسبابن کان بي نياز ٿي ويندو

آهي. هن جي حافظي جي فرهي لوح محفوظ بنجي ويندي آهي ۽ هن جو روح روح القدس کان فيضياب ٿيندو آهي. انسان جي ترقيءَ جي رفتار هيءَ آهي تہ پهريائين عقل هن جو استاد بنجي ويندو آهي. ليڪن آخر ۾ انسان استاد ۽ عقل شاگرد بنجي ويندا آهن.جو تہ وجدان جي حقيقت جي طرف سفر ڪندي هڪڙو مقام اهڙو بہ اچي ٿو وجي جتي دليلن وارو عقل ڪم نہ ٿو ڏئي. جو تہ خشڪيءَ واري سواري پاڻيءَ ۾ ڪم نہ ايندي آهي. جتي توحيد جو سمنڊ اچي ٿو وڃي اتي وجداني بصيرت دليلن واري عقل کان الڳ ٿي وڃي ٿي. عقل ڪپر تائين پهچائي انسان کي خدا حافظ ٿو چوي. جيئن جبرئيل عليہ السلام هڪ مقام تي پهچي معراج ۾ رسول ڪريم ﷺ جن کي عرض ڪيو تہ هاڻي مان توهان جو همرڪاب نہ ٿو ٿي سگهان جيڪڏهن اڳتي پرواز جي جرأت ڪندس تہ منهنجا پر سڙي ويندا.

## بهانا ڪندڙ نفس جي سزا

مولانا رحمة الله عليہ جبر جي خلاف لکندي تحت الشعوري جي نفسيات تا بيان فرمائن ۽ پنهنجي تائيد ۾هيءَ حديث نبوي ﷺ جن پيش ٿا ڪن "ان تمارضتم لدينا تمرضوا" (اي منافقو! جيڪڏهن توهان جدوجهد جي ڪوشش کان بچڻ لاءِ پاڻ کي بيمار ظاهر ڪيو تہ واقعي بيمار ٿي پوندؤ) ناشڪر ۽ بي صبر ۽ ڪاهل (سست) انسان پنهنجي ذميدارين کان منهن موڙي پنهنجو پاڻ کي مجبور ثابت ڪرڻ ٿو گهري. تحت شعوري نفسيات هزارها انسانن جو مشاهدو ڪرڻ ۽ انهن جي مرضن جي شناخت ڪرڻ کان پوءِ اهو نتيجو ظاهر ڪيو آهي تہ ڪيترن انسانن جا جسماني مرض بہ دراصل نفسياتي مرض هوندا آهن. هڪ شخص ذميواريءَ کان بچڻ ٿو گهري. ڪم همت آهي حادثن جو مردانہ وار مقابلو نہ ٿو ڪري سگهي تہ ان جو تحت الشعور ان کي لولهو لنگڙو ۽ مفلوج بنائي ٿو ڇڏي. هن پنهنجو پاڻ کي مجبور ثابت ڪرڻ ٿي گهريو تہ ان جي فطرت ان کي واقعي معذور بڻائي ڇڏيو. جيڪو ماڻهو بس ائين چوندو وتي تہ سائين مان معذور آهيان، مجبور آهيان. جيڪڏهن مان مجبور نہ هجان ها تہ ڪنهن ڪم کان منهن نہ موڙيان ها. اهو جهڙو بهانو ڪري ٿو اهڙو ئي ٿي ٿو پوي. جيڪو ماڻهو پنهنجي بااختيار هجڻ تي يقين رکندو ان جي قوتن

۾ اضافو ٿيندو رهندو آهي. ليڪن نفس جو عذر لنگ انسان کي واقعي لنگڙو بنائي ٿو سگهي

## تنگ نظر ۽ خود غرض ماڻهو جو قرآن ڪريم کي پنهنجي خيالن جو نشانو بنائڻ

بقول علامہ اقبال رحمة الله عليہ اسلام جي تاريخ ۾ سڀ کان وڌيڪ مظلوم قرآن حڪيم آهي. اهڙا ماڻهو هميشہ موجود رهيا آهن. جن جي لاءِ پنهنجا مقصد ۽ غرض ۽ پنهنجا خود ساختہ عقيدا متانهان هوندا آهن. هو پنهنجي ثبوت لاءِ قرآن شريف جون آيتون تلاش ڪندا آهن ۽ پنهنجي شيطاني طبيعت سان ان جي پنهنجي مرضيءَ مطابق تاويل ڪندا آهن. اهو سلسلو هاڻي بہ جاري آهي. هر دعويدار انهيءَ ڪوشش ۾ لڳو پيو آهي.

”خود بدلتے نہیں قرآن کو بدل دیتے ہیں“

مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ قرآن پاڪ جي حقيقت ۽ زندگيءَ جي حقيقت کان ناواقف تنگ نظر ۽ خود غرض ماڻهو قرآن پاڪ جي آيتن جو تفسير ڪرڻ ويهي ٿا رهن. پنهنجي علم کي وڏو ذخيرو ۽ پنهنجو پاڻ کي باڪمال ۽ ملاح سمجهڻ لڳندا آهن. اهڙن جو مثال انهي مک جهڙو آهي. جنهن بازن ۽ عقابن جون وصفون ٻڌيون ۽ چوڻ لڳي تہ ڇا مان کنهن کان گهٽ آهيان؟ هڪ ڪڏي ۾ گڏهہ جو پيشاب پيو هو ۽ ان ۾ هڪ پن تري رهيو هو تہ مک چوڻ لڳي تہ مون بہ درياهہ جي ٻيڙيءَ جو حال پڙهيو آهي. مون کي بہ ڪڏهن موقعو مليو تہ مان بہ کنهن وڏي درياهہ ۾ جهاز رانيءَ جو ڪمال ڏيکاريندس. اهو چئي انهيءَ پن تي سوار ٿي وئي ۽ پنهنجي سڙهہ هلائڻ لڳي. اهو پيشاب جو ڏٻو واقعي هن کي وڏو درياهہ معلوم پئي ٿيو. اها سمنڊ جي جيڪا واڪاڻ پئي ڪري. اها واقعي هن جي سمجهہ جي مطابق هئي ۽ ائين هوءَ پنهنجي ڪمال کي ظاهر ڪرڻ ۾ مست ٿي وئي. مگر حقيقت سان ان کي ڪوبہ واسطو ڪو نہ هئو.

اسان وٽ ڪوهہ جي ڏيڏر جو قصو بہ اهڙي ئي مضمون جو آهي. ڪنهن ٻوڏ ۾ درياهہ جي ڏيڏري ٽپندي اچي ڪنهن ڪوهہ ۾ ڪري ۽ ڪوهہ واري ڏيڏري

ڪان پڇيائين تہ تون جنهن پاڻيءَ مان آئي آهين. ان جو مقدار ڪيترو آهي؟ ڇا هن ڪوهہ جي چوٿائي يا اڌ جيترو هوندو؟ هن جواب ڏنو تہ تنهنجي ڪوهہ ڪان هزارين دفعا وڏيڪ پاڻيءَ مان آئي آهيان. ڪوهہ جي ڏيڏريءَ چيو تہ ڇا؟ هيءَ ڪهڙي عقل ۾ ئي نہ ايندڙ بڪواس ٿي ڪرين. دنيا جو سڀ پاڻي تہ هن ئي ڪوهہ ۾ آهي. پاڻيءَ جو هن ڪان وڏيڪ مقدار ٿي ئي نہ ٿو سگهي.

## ماديت لاءِ روح جو لازمي هجڻ

انسان جو ظاهر هڪ جسم آهي. مگر حقيقت ۾ اهو هڪ روح ئي آهي جيڪو جسم جي هر حصي ۾ وڏي حڪمت ۽ تدبر سان ڪم ڪري ٿو. اکين جي بصارت روح جي ڪري ئي آهي. مگر اکيون جيڪي سيني ظاهر شين کي ڏسي سگهن انهيءَ روح کي نہ ٿيون ڏسي سگهن جيڪو بصارت جو اصل سبب يا سر چشمو آهي. پنهنجي روح جو وجدان انسان کي سڌو سنئون بغير ڪنهن واسطي جي حاصل آهي. ليڪن محسوسات جا پرستار فلاسفر انهيءَ ڪري ان جي وجود جائي منڪر آهن. ڇو تہ هو ڪنهن حس سان محسوس نہ ٿو ڪري سگهجي. نہ ان کي ڏسي ٿو سگهجي. نہ هٿ لائي ٿو سگهجي، نہ ماپ ڪري ٿو سگهجي. نہ توري ٿو سگهجي. ان ڪري ان جو ڪو مستقل وجود ئي ڪونهي. انهن جي ويجهو عنصرن جي ترڪيب ۽ عمل ئي عضون کي وجود بخشيو آهي ۽ عضون جي وجود ۾ روح ائين آهي. جيئن ساز مان نڪرڻ وارو نغمو. جڏهن ساز ٽٽي پوندو تہ ان مان ڪو آواز نہ نڪرندو. اهڙن مادي فلاسفرن جو مثال مولانا اهو ٿا بيان ڪن تہ هڪ شخص گهوڙي تي سوار آهي. ۽ انهيءَ وهم ۾ مبتلا ٿي ويو آهي تہ منهنجو گهوڙو ڪاڏي گم ٿي ويو آهي. پري يا ويجهو ڪاٿي نظر ڪونہ ٿو اچي. حالانڪ جنهن گهوڙي کي غم شده ٿو سمجهي. ان تي پاڻ ئي سوار آهي ۽ پريشان ٿي هيڏي هوڏي ڊوڙي رهيو آهي. ماڻهن کان پڇي ٿو تہ ڪاٿي منهنجو گهوڙو تہ ڪونہ ڏٺوَ. خدا کي خبر ڪٿي آهي ۽ ڪنهن چورايو آهي؟ انسان اهڙيءَ طرح پنهنجي روح کي گمشده ۽ ناپيد ٿو سمجهي ۽ پنهنجي روح جي ذريعي ان جي گمشدگي تي دليل ٿو ڊوڙائي. هتي هڪ انگريز پروفيسر جي ڳالهہ ياد آئي تہ هو پنهنجي موٽر تي سوار ٿي پنهجي ئي گهر جي گيراج وٽ پهتو. ڪنهن فڪر ۾ محو هو ۽ اهو وسري ويس

تہ مان پنهنجي موٽر تي سوار آهيان. پري کان گيراج جو دروازو کليل ڏسي گهٻرائجي ويو تہ گيراج خالي آهي ۽ موٽر کو چور کاهي ويو. اهڙي طرح عينڪ پائيندڙ ماڻهو عينڪ لڳل هوندي انهيءَ عينڪ سان عينڪ کي تلاش کندا رهندا آهن. حد کان وڌيڪ نزديڪيءَ جي سبب انسان کي پنهنجي جان يا روح نظر نہ ٿا اچن. حالانڪ سيني محسوس ٿيندڙ شين کان بہ زياده يقيني احساس انسان کي پنهنجي روح جو ئي آهي.

ان کان پوءِ مولانا رحمة الله عليہ ٻيو مثال پاڻيءَ جي ان مڻ جو ٿا ڏين، جيکو پاڻيءَ سان ڀريل هوندو آهي. ليکن ان جا منهن وارا کنا خشڪ هوندا آهن. انسان بہ ائين جان ۽ روح سان ئي ڀريل آهي. ليکن ان جا مادي حس جا کَنَا خشڪ آهن. روح ان کي محسوس نہ ٿو ٿئي. ڇو تہ هو کنهن بہ حس جي گرفت ۾ نہ ٿو اچي. جڏهن کنهن بہ حس سان هن روح جوئي ادارڪ ٿي نہ ٿو سگهي تہ الله تبارڪ و تعاليٰ جيکو روح الارواح ۽ سڄي جهان جي جان آهي. اهو کيئن ادارڪ ۾ اچي سگهندو. الله تعاليٰ جو ادراڪ جي احاطي ۾ نہ اچڻ انهيءَ کري آهي، جو هر شيءِ پنهنجي مد مقابل يا ضد سان سڃاتي ويندي آهي. جيکڏهن اونداهي نہ هجي تہ کنهن بہ روشنيءَ يا نور جو احساس نہ ٿي سگهي ها. اهڙي طرح جيکڏهن رنج ۽ غم نہ هجن ها تہ کنهن قسم جي خوشيءَ جو احساس ئي نہ ٿئي ها. جيئن تہ الله تبارڪ و تعاليٰ جو کوبہ مدمقابل يا ضد کونهي. انهيءَ کري ان جو ادارڪ بہ نہ ٿو ٿي سگهي.

## سکون ۽ حرکت

دنيا ۾ کجهہ شيون قائم ۽ دائم معلوم ٿين ٿيون ليکن حقيقت ۾ کابہ شيءِ يا کنهن بہ شيءِ جو کو پهلو هڪ لمحي جي لاءِ بہ ساڳي حالت ۾ نہ ٿو رهي. هيءَ سامهون هڪ کرسي پئي آهي. اسين سمجهون ٿا تہ هيءَ اها ئي کرسي آهي. جيکا پنج سال اڳ اسان خريد کئي هئي. حقيقت ۾ هي ادراڪ (سمجهہ) جو هڪ ڌوکو آهي جيکو عملي زندگيءَ جي مقصدن لاءِ فطرت پيدا کيو آهي نہ تہ هن کرسيءَ جا لاتعداد ذرا هر لمحي دگرگون ٿيندا ٿا رهن. کرسي تہ هڪ هنڌ رکيل نظر اچي ٿي ليکن حقيقت ۾ هي نہ کٽڻ وارن مسلسل حرکتن جو اجتماع آهي. جيکڏهن کائنات کي ذات باري

تعاليٰ جل شانہ جي تجلي سمجهيو وڃي تہ پوءِ صوفيا ڪرام جو هي قول طبعيات جي لحاظ کان بہ درست آهي تہ تجليءَ ۾ تڪرار نہ آهي.

"ڪل يوم هو في شان" جي بہ اهائي معنيٰ آهي. حڪيم هيرا قليتوس جو قول آهي تہ ڪوبہ شخص ڪنهن بہ وهندڙ نهر ۾ ٽٻي هڻندي هڪ ئي پاڻيءَ ۾ بہ دفعا ٽٻي نہ ٿو هڻي سگهي. جنهن پاڻيءَ ۾ ٽٻي لڳائي هئائين اهو انهيءَ ئي مهل اڳتي وهي ويو هو. مولانا رح فرمائين ٿا تہ انسان جي ڪمزوريءَ جو بہ اهوئي حال آهي. عمر هڪ مسلسل شيءِ معلوم ٿي ٿئي. حالانڪ هر وقت جيئن دنيا جي هر ڪيفيت بدلجي ٿي اهڙي طرح عمر جو هڪ لمحو بہ ٻئي لمحي جي برابر نہ آهي. شين ۽ ظاهر ۾ دوام هڪ ڏوڪو آهي. جيڪو تسلسل جي ڪري پيدا ٿو ٿئي. هڪڙي ڪيفيت ايتري تيزيءَ سان ٻي ڪيفيت جي پويان اچي ٿي جو تبديليءَ جو احساس ئي ڪونہ ٿو ٿئي. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا هڪ ٻريل شيءِ کي تيزيءَ سان گول ڦيرايو تہ هڪ مسلسل دائرو ڦريل نظر ايندو. اهوئي حال انسان جي عمر جو آهي ۽ اهائي ڪيفيت دنيا ۾ هر شيءِ جي آهي. مطلب تہ ڪنهن بہ صورت ۽ ڪنهن بہ ظاهر ڏيندڙ شيءِ کي دوام ڪونهي. صورتن جو دوام سمجهہ جو فريب آهي.

## هوس جي گهٽائي روح جو موت آهي

مولانا رح فرمائن ٿا تہ انسان جون خودغرضيون ۽ غير ضروري خواهشون ڪيئن هن جي روح جي ارد گرد ليپٽبيون ٿيون وڃن ۽ ڪيئن ان جي مٿان هڪ اهڙو غلاف چاڙهي ڇڏين ٿيون ڇڏن. جيڪو هن جي روح لاءِ موت جو سبب ٿو بنجي. ان جو بهترين مثال ريشم جي ڪيڙي جو آهي. جيڪو پنهنجي وات مان پنهنجي تڪ جي تار ڪيندو پنهنجي ئي مٿان ويڙهندو ٿو وڃي. هن جي اهائي تڪ هڪ ريشمي غلاف آهي جنهن کي ڪويا چئبو آهي. آخرڪار اهو ڪيڙو انهيءَ ئي غلاف ۾ ٻوساٽجي مري ويندو آهي. اهائي حالت انسان جي آهي تہ عيش عشرت ۽ شهوتن جي ريشمي غلافن ۾ پنهنجو پاڻ کي وڪوڙيندو ٿو وڃي. جنهن جي نتيجي ۾ آخرڪار روح مرده ٿي ٿو وڃي. هن تشبيهہ ۾ خوبي اها آهي تہ ان سان عمل ۽ انهن جا نتيجا ۽ انهن جي ڪيفيت واضع ٿي وڃي ٿي. بدعملن جي سزا انسان تي ٻاهران ڪٿان کانہ ٿي اچي. بلڪ هڙا عمل

خود روح جو گهيرو ڪندا. ان لاءِ جهنم بنجي تا وڃن. نيڪ عمل پاڻ ئي پنهنجي جزا ۽ بد عمل پاڻ ئي پنهنجي سزا بنجي تا وڃن.

از مكافات عمل غافل مشو - گندم از گندم برويد جوز جو.

(شيخ سعدي رح)

## عيب بينيءَ جي نفسيات

مثنوي شريف ۾ هر جاءِ تي تحت الشعور جي نفسيات ملي ٿي، جنهن جي متعلق زماني حال ۾ گهري تحقيق ڪئي وئي آهي. هاڻي نفسيات جي ماهرن متفقه فيصلو ڪيو آهي ته جيڪڏهن توهان ڪنهن شخص کي ڏسو ته هو ڪنهن ٻئي جي عيب تي سخت غصو ٿو ڪري ۽ اهو عيب ٻين ۾ هن کي جا بجا نظر ٿو اچي ته پوءِ سمجهي وجو ته ان گناهه جي طرف ميلان خود هن جي تحت الشعور ۾ لڪل آهي. ٻين ۾ اهو عيب ڏسي خود هن کي پنهنجي ناپاڪ حقيقت آئيني ۾ نظر ٿي اچي. جيڪو شخص ٻين کي گهڻ وڏ ڳالهائي ٿو، اهو دراصل پنهنجي باطن جي ڪراهت کان مجبور ٿي ان سان ئي مٺ پيڙو ٿو ڪري. مولانا رح فرمائن ٿا ته هڪ شينهن کوهه ۾ پنهنجو عڪس ڏٺو. هن سمجهيو ته شايد ٻيو ڪو شينهن آهي جيڪو هن جو حريف آهي. غصي ۽ حسد سان هن کوهه ۾ انهيءَ پنهنجي ئي عڪس تي حملو ڪيو. ائين سمجهو ته ٻين ۾ جيڪو اوهان کي عيب يا ظلم نظر ٿو اچي. اها اوهان جي لڪل عادت آهي، جيڪا ٻين ۾ ظاهري طرح نظر ٿي اچي. اگر توهان ۾ اهو عيب يا ان ڏي ميلان نه هجي ها ته شايد ٻين ۾ به نظر نه اچي ها.

## خدا کي ڏسڻ

عام ماڻهو چوندا آهن ته خدا ڪاٿي نظر ڪونه ٿو اچي. الله تبارڪ و تعالىٰ ائين ڏسڻ ۾ اچڻ واري هستي نه آهي اهڙي قسم جي ڏسڻ لاءِ ته "لن تراني" (مون کي ڏسي نه سگهندين) هر هڪ جي لاءِ بلڪ هر نبي ۽ وليءَ لاءِ به مستقل جواب آهي. پر ڏسڻ ٻن قسمن جو ٿيندو آهي. هڪڙو اکين جي بصارت سان ۽ ٻيو وجدان ۽ چشم بصيرت سان. اصل ڏسڻ اهوئي ٻئي قسم وارو آهي

۽ انهيءَ جو امڪان هر مؤمن لاءِ هر وقت موجود آهي. اهو مؤمن جنهن جي لاءِ "فانـهُ ينظر بنور الله" (هو ڏسي ٿو الله جي نور سان) چيو ويو آهي. مولانا رحمة الله عليه فرمائي ٿو تہ جيڪي ماڻهو شڪايت ٿا ڪن تہ خدا نظر نہ ٿو اچي. اهو هنن جو پنهنجو ئي قصور آهي. ڪنهن حڪيم صوفيءَ جو قول آهي تہ "الحق محسوس والخلق معقول" (يعني حق محسوس ٿيندڙ آهي ۽ مخلوق عقل ۾ ايندڙ آهي) خدا تہ سڌو سنئون چشم بصيرت جي اڳيان پردا لڳائي ڇڏيا آهن. "عليٰ ابصارهم غشاوة" ۽ پوءِ چون ٿا تہ خدا نظر ئي ڪونہ ٿو اچي. شرح صدر (سيني کلڻ) کان پوءِ تہ هي ذري ۾ آفتاب نظر ايندو آهي.

## احوال ۽ مقامات

صوفين جي قلبن تي واردات جا ٻہ قسم آهن. هڪ کي "احوال" چوندا آهن ۽ ٻئي کي "مقامات". احوال اهي واردات آهن جن ۾ محبوب حقيقي معشوق سان گڏ ٿيندا آهن. مولانا رح انهيءَ فرق کي ڪنوار جي مثال سان واضح ٿو ڪري. فرمائن ٿا تہ ڪنوار جو جلوو تہ گهوٽ کان علاوه ٻيا بہ ڪري سگهندا آهن. ليڪن اڪيلائي صرف گهوٽ کي نصيب ٿيندي آهي. ان ڪري اهل حال صوفي تہ گهڻا ملندا ليڪن اهل مقام صوفي ڪو ڪو هوندو آهي.

## جبر جا قسم

جبر ۽ اختيار جي مشڪل مسئلي کي حل ڪرڻ جي مولانا رح هر جاءِ تي ڪوشش ڪئي آهي، اٽلي دليلن ۽ تشبيهات کان ڪم ورتن ٿا. مگر آخرڪار انهيءَ ئي نتيجي تي پهچن ٿا تہ نفس جي خاص قسم جي تجربن کان بغير نہ جبر جي حقيقت جو انڪشاف ٿي سگهندو ۽ نہ اختيار جو. فرمائن ٿا تہ جبر جي معنيٰ هر جاءِ تي اهڙي مجبوري ۽ معذوري نہ آهي، جيئن انسان غيرن يا خود پنهنجي نفس اماره کان مغلوب ۽ مجبور ٿي پوندو آهي. اهڙو جبر ناپسنديده آهي، جنهن کي انسان جي فطرت برداشت نہ ٿي ڪري سگهي. ليڪن پنهنجو پاڻ کي الله تبارڪ و تعاليٰ جي حوالي ڪرڻ ۾ جيڪا ڪيفيت پيدا ٿيندي آهي. اها الله تعاليٰ جي معيت جي سعادت انگيز ڪيفيت آهي ۽

اهو تجليءَ سان همڪنار ٿيڻ آهي. هن ڪيفيت ۾ انسان الله تعاليٰ جي علم سان بهرور ٿو ٿئي. غيب ۽ آئنده ۽ گذريل حادثا ۽ مظاهرا قلب تي منڪشف ٿي ويندا آهن. اهڙيءَ حالت ۾ اختيار ۽ جبر جي حيثيت ۽ ڪيفيت اهڙي طرح تبديل ٿي ويندي، جهڙي طرح قطرو صدف ۾ پهچي پاڻيءَ جو قطرو نہ رهندو آهي. بلڪ موتي بنجي ويندو آهي. فرمائن ٿا تہ ماني جيسين دسترخوان تي پئي آهي تہ محض بي جان شيءِ آهي ليڪن انسان جي جسم ۾ هضم ٿي روح ۾ تبديل ٿي وڃي ٿي. هي حيواني حيات جي ڪيمياگري آهي. انهيءَ مان اندازو ڪيو تہ جيڪڏهن حيواني جان ۾ هي اعجاز ۽ قوت موجود آهي تہ انهيءَ جان جانان ۾ جيڪا وجود جو مرڪز آهي ڪهڙو اعجاز ۽ قوت نہ هوندي؟ ماڻهو حيواني قوت ۽ انساني عقل جي بدولت ڪهڙيون نہ حيرت انگيز ڳالهيون ٿو ڪري. جڏهن ٿورو مٿي ٿي الله تعاليٰ جي قوت سان بهرور ٿي وڃي تہ ان جي قوت ۽ اعجاز جي ڪهڙي انتها هوندي.

## جبر ۽ اختيار

مثنوي معنويءَ ۾ مولانا رحمة الله عليه بار بار جبر ۽ اختيار جي بحث جي طرف اچن ٿا. هر دفعي نوان نوان نڪتا ظاهر ٿا ڪن ۽ بهترين مثال ۽ تشبيهات ڪان ڪم ٿا وٺن. ليڪن انهيءَ جي باوجود انهن جو هي احساس موجود ٿو رهي تہ هي مسئلو عقل جي دليلن سان حل ٿيڻ وارو نہ آهي. زندگي منطق ڪان مٿاهين هڪ حقيقت آهي. جيڪي ماڻهو سڌو سنئون زندگيءَ جي وجدان ڪان بهرور نہ آهن. انهن کي دليلن ۽ مثالن سان سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي. ليڪن هن ڪوشش ۾ ڪڏهن بہ چوڻ ۽ ٻڌڻ واري کي مڪمل تسلي نہ ٿئي ٿي. ڪنهن حد تائين عارضي تسڪين ٿئي ٿي. ليڪن وري مخالف دليلن سان شڪ پيدا ٿي ٿا پون. فرمائن ٿا تہ جبر ۽ اختيار کي واضح ڪرڻ لاءِ هڪ ٻيو مثال پيش ٿو ڪيان ۽ اهو آهي ڪنهن شخص کي رعشي جي بيماريءَ سبب بغير ارادي جي هن جو مسلسل هٿ ڏڪندو رهندو آهي ۽ هڪ ٻيو ماڻهو پنهنجي مرضي سان هٿ کي لوڏي ٿو. اگر هن بغير ڪنهن ڪم جي هٿ کي ڏڪايو آهي تہ ان جي پشيماني ٿيندي آهي تہ مون هي ڪهڙي اجائي حرڪت ڪئي. ليڪن جنهن کي رعشي جي بيماري آهي. انهي کي ڪڏهن بہ

ان حرڪت جي پيشماني ڪانـ ٿيندي آهي. پيشماني پاڻ اختيار جو ثبوت آهي. جيڪڏهن اختيار نـ هجي ها تـ پشيماني نـ ٿئي ها. پيشماني صرف بااختيار انسان کي ٿيندي آهي. رعشي جي ڪري ڏڪڻي هجي يا اختيار سان هٿ ڏڪايو وڃي. ٻنهين قسمن جون حرڪتون خدا جي مقرر ڪيل حرڪت جي قانون مطابق ٿين ٿيون. انهيءَ جي باوجود ٻنهين حرڪتن جا سبب مختلف آهن ۽ هڪڙي جو ٻئي تي مثال ڏئي نـ ٿو سگهجي. ظاهري افعال پروردگار جي قانون جي تحت آهن. ليڪن جتي انساني اختيار سان تـي حرڪت ٿئي اتـي ذميداري حرڪت ڪندڙ تي ايندي. هي چوڻ ڪان پوءِ مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تـ هي دليل عقلي طورڏنا ويا آهن. يقين ۽ وجدان ڪان محروم ڪي سمجهائڻ لاءِ هي هڪ حيلو آهي. عقلي بحث خواه ڪهڙو ئي دل ڪي لڳندڙ هجي ليڪن زندگيءَ جي وجدان جـو مقابلو نـ ڪـو ڪري سگهي. زندگيءَ جو اصلي وجدان عقل ۽ حس ڪان مٿاهون آهي. عقل جو بحث تـ سبب ۽ اثر يا علت ۽ معلول جي وچ ۾ منجهندو رهندو آهي. ليڪن وجدان علت ۽ معلول جي قانون ڪان بلڪل الڳ هڪ حيرت انگيز شيءَ آهي. دليل باطن جي انڌن لاءِ هڪ لٺ وانگر آهي. جنهن سان هو ٺڪ ٺڪ ڪندا رستو ڳولي هلندا رهن ٿا. اڪين واري ڪي لٺ جي سهاري جي ڪهڙي ضرورت.

## ارواح ۽ جسم

اڪثر صوفين جو، جن ۾ مولانا رحمة الله عليه بہ شامل آهي، هي عقيدو آهي تـ روحن جو اصلي ۽ ابدي مقام ذات باري تعاليٰ آهي روح ذات الـهيءَ ڪان الڳ ٿي جسمن ۾ اچي ويا آهن. يا هي تـ روحن پاڻ پنهنجي مناسبت سان جسمن کي اختيار ڪيو آهي. ليڪن هي سوال ٿو پيدا ٿئي تـ ارواح فراق ۽ زوال ۾ چو مبتلا ٿيا؟ روم جي سفير ۽ حضرت عمر رضي الله عنه جي درميان ڳالهہ ٻولهہ ۾ روم جي سفير حضرت عمر رضہ ڪان اهو ئي سوال ڪيو هو تـ روح جي صاف پاڻي هن مادي جي عالم جي مٽيءَ ۾ چو لڪي ويو؟ صاف جان بدن جي قيد ۾ چو بند ٿي؟ روح جو پکي هن عنصري قفس ۾ چو قيد ڪيو ويو؟ حضرت عمر رضي الله عنه جواب ڏنو تـ تو هڪ عجيب مسئلو بيان ڪيو آهي. آزاد معنيٰ کي تو حرفن ۾ قيد ڪري ڇڏيو آهي. توکي انهيءَ مان آخر

ڪو فائدو هوندو. خواه اهو فائدو توکي به چڱي طرح سان خبر نه هجي. بهرحال ڪنهن فائدي لاءِ معنيٰ کي الفاظن ۾ قيد ڪرڻ تون جائز ۽ ضروري ٿو سمجهين ته پوءِ سيني فائدن کي پيدا ڪندڙ خالق روح کي بغير مقصد يا فائدي جي هن خاڪي عالم ۾ قيد ڪيئن ڪندو؟ لاتعداد فائدا الله تعاليٰ جي سامهون هوندا. تنهنجي ڳالهائڻ لفظن جو چوغو پاتو آهي. خدا جيڪو سرچشمو آهي ڳالهائڻ جو، ان جو لفظ "ڪن" ڇو نه الفاظن جو چوغو پائي؟

## ترقيءَ جو قانون

مولانا رحمة الله عليه هن عقيدي کي بار بار دهرائن ٿا ته زندگي ۽ هستي ڪائنات ۾ هڪ قانون هي آهي ته عروج ۽ ترقي لاءِ گهڻ درجي جي آهن. ڪنهن مٿاهين وجود سان همڪنار ٿئي. سڀ موجودات ۾ درجا موجود ڪان سڀ کان هيٺائون درجو جمادات جو آهي. ان کان مٿاهون نباتات ان درجا مٿاهون حيوانات ۽ ان جي مٿان انسان آهي. پوءِ وري انسان ۾ بيشمار وٺي آهن. علم ۽ عرفان ۽ عشق جي گهٽتائي گهٽائي سبب جاهلن کان ادنيٰ اولياءَالله ۽ انبياءِ ڪرام عليه السلام تائين بيشمار درجا آهن. ليڪن رهيا ۾ اها صلاحيت ۽ استعداد موجود آهي ته هو اعليٰ جي صحبت ۾ ان جو رنگ ٿي پوي. جيئن لوهه باهه ۾ پوڻ کان پوءِ باهه جي صفت پيدا ٿو ڪري. ٻج جڏهن پاڻ کي مٽيءَ جي سپرد ٿو ڪري ته هو سرسبز ۾ تبديل ٿي ٿو پوي. نديون درياهه ۾ پهچي درياهه ٿي بنجي پونديون آهن. ماني انسان جي پيٽ ۾ وڃي زندهه ۽ باخبر بنجي ٿي وڃي يعنيٰ انسان جي جان ۽ ان جي شعور ۾ تبديل ٿي وڃي ٿي. ميڻ يا گاسليٽ وغيره باهه جي صحبت ۾ روشنيءَ ۾ تبديل ٿي وڃي ٿي. سرمو اکين ۾ وڃڻ کان پوءِ اکين جو نور بنجي ٿو پوي. مطلب ته ترقيءَ جو قانون اهو ئي آهي موجودات ۾ هر شيءَ جي لاءِ ترقيءَ جا رستا کشادا آهن ۽ ترقيءَ جو اصول به هر جاءِ هڪ جهڙو آهي. پنهنجي ذات کي ڪنهن مٿاهين هستيءَ ۾ ضم ڪري ان جو هم صفت بنجي وڃڻ.

# زبان جو فتنو

انسان کي ڳالهائڻ ۾ تمام گهڻو احتياط ڪرڻ گهرجي. انسان جي زبان کي چقمق وانگر سمجهڻ گهرجي. انسان جڏهن ڳالهائي ٿو ته ان جي وات مان هڪ چڻنگ ٿي نڪري. اجايو ٻڏل ڳالهيون بيان ڪرڻ اجايو سجايو ڳالهائڻ سان وڏا فتنا ٿا پيدا ٿين. زبان جي فتنا انگيزيءَ جو مثال هيئن سمجهڻ گهرجي ته جيئن گهپ اونداهي هجي ۽ چڻني پاسن کان ڪپهه پکڙي پئي هجي. جيڪڏهن بيپرواهيءَ سان ڪنهن ان ۾ چڻنگ اڇلائي ته هر طرف باهه لڳي ويندي. ڪيترن ظالمن ائين اجائي بڪواس سان دنيا ۾ باهه ٻاري ڇڏي آهي. فضول ڳالهيون ٻڌي لومڙي به شينهن جهڙي جرات ڪرڻ لڳندي آهي. احياءُ العلوم ۾ حضرت امام غزالي رحمة الله عليه فرمائن ٿا ته واضع هجي ته زبان جو خطرو تمام وڏو آهي ۽ انهيءَ خطري کان صرف خاموشيءَ جي ڪري محفوظ رهي ٿو سگهجي. ان ڪري شريعت خاموشيءَ کي سارهايو آهي هڪڙي اصحابي سڳوري رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کان معلوم ڪيو ته توهان جي خيال ۾ ڪهڙي شيءَ منهنجي لاءِ سڀ کان زيادهه خطرناڪ آهي. پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي زبان مبارڪ کي پڪڙي ان کي زبان جي خطري کان آگاهه ڪيو.

# جاهل کي عالم جي عملن جي انڌي تقليد نقصان پهچائيندي آهي

انساني جسمن ۽ غذائن جو پاڻ ۾ جنهن قسم جو تعلق آهي اهڙي قسم جو تعلق ڪيترن معاملن ۽ انساني ارواحن ۾ به ملي ٿو. هڪ شخص طاقتور ۽ تندرست آهي اهو هر شيءِ کي هضم ڪري ٿو سگهي. ليڪن ان جي برخلاف هڪ ضعيف ۽ بيمار جو هي حال هوندو آهي ته جيڪا غذا عام طرح صحت بخش به هوندي آهي، اها ان بيمار جي جسم ۾ پهچي ان جي بيماريءَ ۾ واڌاري جو سبب بنجندي آهي. خدا رسيده ۽ برگزيده انسان ڪنهن ڪنهن وقت اهڙيون ڳالهيون ڪري وهندا آهن جيڪي بظاهر شريعت جي خلاف معلوم ٿينديون آهن. ليڪن انهن جي روحاني قوت جو اڪسير انهن کي بي ضرر ڪري ڇڏيندو آهي. اگر ڪو عام ماڻهو انهن جي نقل ڪري ته ان کي شديد

نقصان پهچندو. عالم جو جهل بہ عقل جو رنگ اختيار ڪري وٺندو آهي. عالم جو ڪمال اهو آهي تہ هو پنهنجي جهل کان واقف هجي. ان جي برخلاف جيڪڏهن جاهل کي ڪجهہ علم بہ ڏنو وڃي تہ اهو ان کي جهالت ۾ تبديل ڪري ڇڏيندو.

## حلال ۽ حرام غذا جا جسماني ۽ روحاني اثرات

غذا جا جسم تي ٻن قسمن جا اثرات ٿين ٿا. جيڪڏهن ڪو بدبخت جسماني لحاظ کان طاقتور آهي ۽ اهڙي غذا کائي جيڪا صحت ۽ قوت ڏيندڙ هجي تہ بد بخت هجڻ جي باوجود ان کي ان غذا مان فائدو پهچندو. ليڪن انسان جي جسم جي اصليت جسم نہ آهي بلڪ روح آهي. جيڪو غذا کي انهيءَ نظر سان ڏسي ٿو تہ هي روزي حلال سان حاصل ڪيل آهي يا بي ايماني ۽ ظلم سان. حلال ۽ حرام جو انسان جي روح تي سڌو سنئون اثر ٿئي ٿو. حلال جي روزي جيڪا ايمانداري ۽ محنت سان حاصل ٿي ڪجي. انسان جي ذهن ۾ علم ۽ حڪمت جو اضافو ٿي ڪري حقيقي عشق ۽ قلب ۾ رقت پيدا ٿي ڪري ۽ حرام جي روزيءَ سان حسد، بغض ۽ جهالت ۾ اضافو ٿو اچي. غذا جا اثر روح تي حلال ۽ حرام روزي سبب اثرانداز ٿين ٿا. روزي هڪ ٻج آهي ۽ خيالَ ان جو ڦل آهن. حرام جي روزيءَ سان خراب خيالَ پيدا ٿيندا آهن. روح جو مثال هڪ ڏئي (چراغ) وانگر آهي. حلال جي روزي تہ ان ۾ تيل جو ڪم ٿي ڪري ۽ ان جي برعڪس حرام جي روزيءَ سان ان ۾ پاڻي پئجي ٿو وڃي ۽ ڏيو وسامي ٿو وڃي. جڏهن ڪنهن شخص ۾ خراب خيالَ ۽ خراب ميلان ڏسو تہ سمجهي وٺو تہ هو حرام جو لقمون ٿو کائي.

## يقين ۽ ايمان

يقين جا ڪيترائي درجا آهن. علم اليقين، عين اليقين ۽ حق اليقين. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ جيڪي ماڻهو خدا جي ذات تي پنهنجو توجہ ڄمائي وينا آهن. انهن جي ڪيفيت جي متعلق ايمان جو اصطلاح استعمال نہ ٿو ڪري سگهجي، ايمان تہ ايمان بالغيب ٿيندو آهي يا تقليدي يا

استعدلالي. هي ٽيئي ڪيفيتون ان خدا رسيده جي قرب ۽ ديدار الاهيءَ جي مقابلي ۾ ادنيٰ آهن. جنهن جي توجہ جو قبلو خاص حق جي ذات آهي. جتي حضوري آهي اتي غيب جو ڪهڙو سوال. جنهن تي يقين ڪرڻ ايمان ٿو سڏجي. فرمائن ٿا تہ جيڪڏهن ڪو شخص بادشاه جو همنشين ۽ پوشاڪ جو اهتمام ڪندڙ هجي. يعني توشہ خاني جو مهتمم هجي، اهو فقيرن وانگر ان جي دروازي تي ڇو ويهڻ لڳي، جنهن ڪي سلطان جي دست بوسي هجي، ان ڪي بادشاهن جي قدمن ۾ ڪري قدم بوسيءَ ڪري جي ڪهڙي ضرورت. قدم بوسي اگرچ تعظيم جي نشاني آهي ليڪن دست بوسيءَ جي مقابلي ۾ ادنيٰ آهي. مطلب تہ حضوري ۽ قرب تقليدي ايمان يا ايمان بالغيب جي مقابلي ۾ وڏيڪ افضل آهي.

## ڪمال ۽ جمال جو اظهار خطرناڪ آهي

مولانا رح هڪ واپاريءَ جي طوطي جو قصو بيان ڪيو آهي. ڪنهن واپاريءَ وٽ هڪ سٺو ڳالهائيندڙ طوطو هو. جڏهن اهو واپاري هندوستان وڃڻ لڳو تہ هن جي طوطي هن کي چيو تہ هندوستان ۾ هڪڙو طوطو منهنجو دوست آهي، ان کي منهنجو پيغام پهچائجان. هن پيغام ۾ طوطي پنهنجي حالت جو اظهار ڪيو ۽ چيو تہ قفس ۾ بند آهيان. ڪا ڇوٽڪاري جي راه نظر نہ ٿي اچي. واپاريءَ جڏهن هي پيغام هندستان واري طوطي کي ڏنو تہ اهو ٻڌي بيهوش ٿي ڪري پيو. واپاريءَ سمجهيو تہ ويچارو جدائيءَ جي غم جو داستان ٻڌي پنهنجي جان تان هٿ ڌوئي ويٺو. واپاريءَ کي ان جو ڏاڍو افسوس ٿيو. حقيقت ۾ انهيءَ هندوسانيءَ طوطي واپاريءَ کي طوطي جي ڇٽڪاريءَ جو هڪ رستو ٻڌايو هو. جيڪڏهن بهانو ڪري اهڙي حالت بنائين جو مالڪ توکي مردو سمجهي قفس کان ٻاهر اڇلائي تہ قفس پوءِ تون آزاد ٿي اڏامي سگهين ٿو. جيستائين مالڪ توکي جيئرو ڳالهائيندڙ سمجهي ٿو تيسين تنهنجو ڇوٽڪارو مشڪل آهي. مولانا رح فرمائن ٿا تہ جانور تہ جانور جو پيغام سمجهي ويو ليڪن واپاري ڪجهہ بہ نہ سمجهيو. هن قصي مان مولانا رح هي نتيجو ٿا وٺن ۽ ان جي تلقين ٿا ڪن تہ دوستن ۽ دشمنن ٻنهين جي آفتن کان محفوظ رهڻ ٿا گهرو تہ ان جي اها ئي ترڪيب آهي تہ ڪمال ۽ جمال جو گهڻو اظهار نہ ڪيو. جيڪڏهن توهان ٻين کي گهٽ ڏسڻ ۾ آئيو تہ توهان سڪون

جي زندگي بسر ڪري ٿا سگهو. جتي حسن ۽ هنر جي ظاهر ڪرڻ ۾ زيادتي ڪئي وئي اتي شامت ايندي. فرمائن ٿا تہ تون جيڪڏهن داڻو بنجدين تہ پکي چڳي ويندا پنهنجي مقصد جي شڪار لاءِ تون دام نہ بڻج ليڪن داڻي کي لڪاءِ. ڇوتہ ڪمال جو ظاهر ڪرڻ تہ قضا کي دعوت ڏيڻ آهي ڪو رشڪ ٿو ڪري. ڪو حسد ڪرڻ ٿو لڳي ڪو بغض ۽ دشمني ٿو ڪري. اهڙي ماڻهوءَ کي صرف دشمن ئي تنگ ڪو نہ ٿا ڪن، بلڪ دوستن جي هٿان بہ اهو پريشان ٿو ٿئي.

## پنهنجي ساراهہ جو ذوق نفس جي آفت آهي

نفس جي آفتن مان هڪ وڏي آفت ماڻهن ڪان پنهنجي ساراه ٻڌڻ جو چسڪو آهي. انهيءَ سان تڪبير ۽ غرور ٿو پيدا ٿئي. انهيءَ پرفريب ۽ ريا آميز ساراه جو مثال اهڙي لقمي لذيذ جهڙو آهي جنهن ۾ منو زهر مليل هجي. ان جو مزو تہ ظاهر آهي ليڪن ان جي جان وڃڻ واري ڪيفيت لڪل آهي. تنهنجو نفس توکي ڏوکو ٿو ڏئي ۽ چوي ٿو تہ مان انهي تعريف جو خريدار يا طلبگار نہ آهيان. هي تعريف ڪرڻ وارو تہ صرف پنهنجي غرض سان خوشامد ڪري رهيو آهي. مگر مان ان مان ڪو بہ اثر نہ ٿو وٺان. ذرا انهيءَ ڳالهہ تي غور ڪيو جيڪڏهن تعريف ڪندڙ انعام نہ ملڻ جي صورت ۾ تنهنجي خلاف ڳالهائڻ لڳي تہ توکي ان جو ڏک ٿيندو يا نہ. ساراه ڪان تون تڏهن بہ بي نياز ٿي ٿو سگهين. جڏهن تنهنجي خلاف ڳالهائڻ جو بہ تو کي اثر نہ ٿئي. ساراه حلوي وانگر مٺي ۽ مخالفت خراب ڪوڙي غذا وانگر بدمزه محسوس ٿي ٿئي، ليڪن نتيجو ٻنهين جو خراب آهي. زياده حلوه کائڻ سان بہ رت ۾ خرابي ٿئي ٿي ۽ جسم تي ڦرڙيون نڪري اينديون آهن. اهڙي طرح پنهنجي تعريف ٻڌڻ جو شوق بہ آهستي آهستي روح ۾ داخل ٿيندو ٿو وڃي ۽ انسان جي روحاني زندگيءَ کي خراب ڪري ٿو ڇڏي.

رسول ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن کي اهو پسند نہ هو تہ اصحاب ڪرام کين ايندو ڏسي تعظيماً اٿي بيهن، بلڪ رسول ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ جنهن شخص اها ڳالهہ وڻندي هجي تہ ماڻهو ان جي خدمت ۾ بيٺا رهن تہ ان جو ٺڪاڻو جهنم آهي.

# واسطي سان يا بغير واسطي جي نور حاصل ڪرڻ

مولانا رحمة الله عليه جي نزديڪ اولياءِ الله بدرجہ ڪمال الله تبارڪ وتعاليٰ جي صفتن سان اهڙي طرح متصف ٿي ٿا وڃن جيئن لوهہ باهہ ۾ پئي باهہ جي گهڻين صفتن سان متصف ٿي پوندو آهي. جيڪڏهن ڪوشخص الله تعاليٰ جلشانه جي نور جو طالب آهي تہ اهو سڌو سنئون الله تعاليٰ کان بہ نور حاصل ڪري ٿو سگهي ۽ اهڙن اوليائن کان بہ جيڪي الله تعاليٰ جي نور کان مستفيض ٿي چڪاآهن. انهيءَ نور کان فيضياب ٿيڻ جي سبب رسول ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن کي الله تبارڪ وتعاليٰ "سراج منير" فرمايو الله تعاليٰ آدم يا انسان جي جوهر ۾ اسماءُ جو علم رکي ڇڏيو. هاڻي هر انسان ان جوهر کي اجاگر ڪري معرفت جو نور حاصل ڪري ٿو سگهي. هيءَ حاصل ڪرڻ جو طريقو واسطي سان مگر ان جو اصل نور علم الـهي آهي. ان جو مثال هي آهي تہ پاڻي سڌو سنئون نديءَ مان بہ حاصل ڪري ٿو سگهجي ۽ مٽ يا دلي مان بہ جيڪو نديءَ مان ڀريو ويو آهي يا ٻيو مثال هي آهي تہ روشني سڌي سنئين سج کان بہ حاصل ٿئي ٿي ۽ چنڊ کان بہ جيڪو سج جي ئي روشنيءَ کي منعڪس ٿو ڪري. سج چنڊ کان علاوه ڪجهہ روشني ستارن کان بہ حاصل ٿيندي آهي. چنانچہ ستارن سان مسافر پنهنجو رستو معلوم ڪندا آهن. رسول اڪرم ﷺ جن پنهنجن اصحابن کي نجوم يعني ستارن سان تشبيهہ ڏني آهي. مطلب تہ انسان کي جيڪو فيض روحاني پيشوائن کان حاصل ٿو ٿئي اهو بہ فيضان الـهي ئي آهي، جنهن جو سرچشمو خود خدا آهي. هڪ ڏئي (چراغ) سان هزار ڏيا ٻري ٿا سگهن. توهان پهرئين ڏئي کان نور حاصل ڪيو يا آخري ڏئي کان. نور اهو ئي آهي جنهن جي ڪري ڏئي مان ٻيا ڏيا ٻريا آهن.

# لقموءِ لقمان

انسان جي روح ۾ حڪمت جو ذوق موجود آهي يعني هر انسان فطري طور تي لقمان آهي ليڪن حرص ۽ هوس جا لقما ان تي حڪمت جا دروازا بند ڪري ٿا ڇڏن. لقمي جي خواهش ۾ لقمان جو مضطرب (پريشان) ٿيڻ افسوس جهڙي

ڳالهہ آهي. اي انسان تون نهايت ناشڪرو ۽ بکيو آهين. تنهنجو حرص جنهن حرام لقمي کي کجور سمجهيو اهو دراصل ڪنڊو هو. جان جيڪا خدائي باغ هئي ان جي پيرن ۾ ڪنڊا چڀي ويا. انسان جي روح جو مثال ائين آهي جيئن ڪو ماڻهو اٺ تي سوار هجي ۽ انهيءَ ئي اٺ تي گلن جي ٽوڪري بہ رکيل آهي. ليڪن اٺ هلندي هلندڙ ڪنڊن تي ئي چرندو ٿو هلي. ماڻهو جيڪو پنهنجي اصليت ۾ هن ظاهري عالم کان بہ وڌيڪ وسعت ٿو رکي اهو هڪ ڪنڊي جي پٺيان پنهنجي اصليت کان روپوش ٿي ٿو وڃي.

## لذت پائيدار ۽ ناپائيدار

انسان خارجي غذائن جي مناڻ جي لذت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ۾ لڳو ٿو رهي ۽ وقتي طرح شهوتن جي مناڻ مان لطف حاصل ٿو ڪري. ان جو سبب لاعلمي آهي، ڇو تہ خارجي شين جو مناڻ تہ ناپائيدار ۽ بي اعتبار آهي. جيئن ئي اها شيءِ غائب ٿي، جسم ۽ جان مان مناڻ جو احساس بہ ختم ٿي ٿو وڃي. ليڪن اگر انسان جو روح الله تبارڪ و تعاليٰ جي عشق جي تاثير کان ئي ڪنڊ (مناڻ) بنجي وڃي تہ مناڻ ان کان ڪنهن بہ حالت ۾ جدا ٿي نہ سگهندو. جن ڪيفيتن کي انسان خارج کان طلب ڪري ۽ ان جي حاصل ڪرڻ لاءِ هر قسم جي جائز ۽ ناجائز ڪوشش ٿو ڪري ان کان بہ وڌيڪ بهتر ۽ زياده پائيدار ڪيفيتون حقيقي عشق جي سبب انسان جي روح ۾ پيدا ٿي ٿيون سگهن. ليڪن هي پائيدار روحاني لذتون ۽ انهن جي حاصل ڪرڻ جا ذريعا هن جي عقل ۾ نہ ٿا اچن. ڇو تہ هيءُ محدود عقل عام زندگيءَ ۾ صرف قول ۽ فعل لاءِ ئي بنايو ويو آهي. ان ڪري حال ۽ وجدان جون ڪيفيتون ان جي گرفت ۾ نہ ٿيون اچن ۽ دليل هن طرف رهنمائي نہ ٿا ڪري سگهن.

## تقليدي ايمان ۽ عقل استدلالي ٻنهين جي نارسائي

مولانا رحمة الله عليه اگرچہ عقل ۽ حڪمت کي خدا جي وڏي نعمت ٿا سمجهن ليڪن هو دليلن واري(استدلالي) عقل کي جنهن کي ڪٿي ڪٿي جزوي عقل بہ ٿا چون، زندگيءَ جي حقيقتن جي بنسبت يقين وارو نہ ٿا

سمجهن. مذهب جي معاملي ۾ هڪ اهو طبقو آهي جنهن کي مولانا رحمة الله عليه تقليد ڪندڙن جو گروه ٿا چون، هي ماڻهو بغير سوچڻ ۽ سمجهڻ جي پهرين جي عملن ۽ قولن جا نقل ڪندڙ آهن انهن ۾ نه ڪا بصيرت آهي ۽ نه ڪا حڪمت. ٻيو گروه اهو آهي جيڪو دليلن سان هر شيءِ جي حقيقت کي سمجهڻ ٿو گهري، هن گروه جي به حقيقت تائين پهچ نه ٿي ٿئي ڇونه دليلن واري عقل جي لاءِ زندگيءَ جو وجدان ممڪن ئي نه آهي انهن جو علم گمان تي ٻڌل هوندو آهي ۽ گمان حقيقت تائين رسائي حاصل ڪري نه سگهندو. ٿوري وهم سبب هنن جي عقيدي جي عمارت ڪري ٿي پوي. لهٰذا نه تقليد ڪندڙ جي ايمان جو اعتبار آهي ۽ نه وري دليلن جي زور تي ايمان رکندڙ جي ايمان جو ڪو اعتبار آهي.

ان الظن لا يغني من الحق شيئا- دليلن جي زور تي ايمان رکندڙ شخص جو مثال هڪ انڌي وانگر آهي. انڌو لٺ سان رستو ڳوليندو آهي ۽ پاڻ کي ٺوڪرن کان به بچائيندو آهي. لٺ هڪ ڪاٺ جي ٽنگ آهي، جنهن جي سهاري انڌو هلي ٿو.

هاڻي سوال اهو آهي ته هي انڌو به ڪنهن نه ڪنهن طرح نڪ نڪ ڪندو ٿورو رستو هلن ٿا يا نه؟ ان جو جواب مولانا رحمة الله عليه هي ٿا ڏين ته جيڪڏهن صرف انڌا ۽ انهن جون لٺيون ئي هجن ها ۽ اکين وارا موجود ئي نه هجن ها ته هي انڌا هڪ ٻئي تي ڪري ڏِڪا ڪائي مرن ها. اکين وارا انهن انڌن وارن جا معاون هوندا آهن ۽ انهن جي رهنمائي ڪندا آهن ٻين ماڻهن ۽ شين سان ٽڪرائجڻ کان انهن کي بچائن ٿا. جيڪڏهن روحاني عالم دنيا ۾ موجود نه هجن ها ته تقليد پسند تقليد ڪنهن جي ڪن ها؟ اگرچه هو محض بي تحقيق نقل ڪندڙ ۽ لڪير جا فقير آهن. ليڪن لڪير به ڪنهن مرد خدا فقير جي ئي ٺاهيل آهي. اهو ئي حال دليلن واري حڪيم جوآهي. جيڪڏهن انبياءِ ڪرام ۽ اولياءِ عظام جا الهام ۽ وجدان نه هجن ها ته حڪيم مرد جا دليل به ان کي رستو ڏيکاري سگهن ها. اڪثر حڪيم دليلن سان انهن ئي حقيقتن جي تائيد ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. جيڪي دليلن سان حاصل نه ٿيو ۽ نه ئي دليل کو اطمينان بخش ان جي متعلق ڪو يقين پيدا ڪري ٿو سگهي. دليل ڏيندڙ به جيڪو رستو هلي ٿو ته ڪنهن ڏسندڙ جي روشني ۾ ئي هلي ٿو. صرف تقليد

ڪندڙ جو معاملو بہ ائين آهي. ليڪن لٺ تہ رستي تي هلڻ لاءِ ڏني وئي هئي تہ جيئن اکين وارن جي رهنمائي ۾ هي انڌا بہ ڪجھہ هلي سگهن، ليڪن ڪجھہ انڌا اهڙا بہ آهن جيڪي اکين وارن جو شڪر گذار هجڻ جي بجاءِ انهن تي ئي لٺيون وسائڻ شروع ڪري ٿا ڏين. هي انهن دليلن تي هلڻ وارن جو حال آهي جيڪي نبين سڳورن جا منڪر ٿي ويندا آهن ۽ روحاني حقائق کي بي معنيٰ سمجهندا آهن. تقليد ڪندڙن جو بہ اهوئي حال آهي تہ اهي ڪنهن ڪنهن وقت اهل بصيرت تي لٺ هلائڻ شروع ڪندا آهن.

ماديت ۽ دهريت جو سرچشمو بہ انفس ۽ آفاق جي محدود هجڻ جو انڪار آهي. اگر ڪنهن شخص کي ان جو احساس ۽ يقين ٿي وڃي تہ انسان نفس جا ممڪنات لا محدود آهن ۽ عالم فقط هي مادي عالم نہ بلڪ خدا جي ڪائنات ۾ تخليق جي مرڪز جي اردگرد لامحدود عالم موجود آهن ۽ هر لمحي نوان نوان عالم ظاهر ٿيندا ٿا رهن. "ڪل يوم هو في شان" تہ انساني نفس جي لامحدود ممڪنات ۽ خلاق عالم جي ناقابل احاطي قدرت جو قائل ٿي وڃي. ابليس انهيءَ نظر جو مثال آهي جنهن کي آدم عليہ السلام هڪ محدود مٽيءَ جو پتلو نظر آيو ۽ هو آدم جي اصلي حقيقت کي ڏسي نہ سگهيو. مولانا رحمۃ الله عليہ فرمائن ٿا تہ فطرت جو لامحدود هجڻ تہ هن مادي عالم ۾ بہ نمايا آهي. سج کي ڏسو تہ ابتدا کان وٺي بي حساب نور ۽ گرمائش ڪائنات پکيڙڻ جي باوجود ان ۾ ڪا بہ گهٽتائي نظر نہ ٿي اچي، جيڪي ڪجھہ هو خرچ ڪري ٿو ان سان گڏوگڏ پوراٿو ٿيندو ٿو رهي. جيترو ڏئي ٿو اوترو ئي پنهنجي باطن مان حاصل ڪندو ٿو وڃي. زماني حال ۾ طبعيات جا ماهر ان جا مختلف سبب پيش ٿا ڪن تہ سج جي نور ۽ گرميءَ ۾ گهٽتائي ڇونہ ٿي ٿئي. ڪو نہ ڪو سبب شايد ان کي قابل فهم بنائي، مگر فطرت ۽ خالق فطرت جي لامحدود تخليقن ۽ موجودات جي لامحدود ممڪنات جو قائل ازروءِ وجدان ۽ ايمان هي ٿي ڇاڻي ٿو تہ خداوند ڪريم جي قدرت ۾ قوت جا اڻکٽ خزانہ آهن . اگرچہ ظاهر ۾ ان جو ظهور هڪ حساب سان ٿو ٿئي. مادي عالم ۾ سج جو مثال پيش ڪرڻ کان پوءِ مولانا رحمۃ الله عليہ هن مان جان ۽ نفس جي عالم جي متعلق هي نتيجو ٿا ڪڍن تہ جهڙي طرح سج کي فطرت کان هر طرف نئين انرجي ملندي رهي ٿي. اهڙي طرح انسان کي بہ غيب

کان نيون قوتون حاصل ٿينديون ٿيون رهن ۽ انهيءَ فيضيابي جي ڪا انتها ڪانهي. مولانا رحمة الله عليه جي نزديڪ انسان جا مقصد لامحدود آهن ڇوتہ انهن جي انتهيٰ خدا آهي "واليٰ ربک المنتهيٰ" " منزل ما ڪبرياست" ۽ زندگيءَ جو مقصد مسلسل جدوجهد ۽ پيروي آهي.

## اخلاقيات و نفسيات

مولانا رحمة الله عليہ اخلاقيات ۽ نفسيات جو هڪ اهم نڪتو ٿا بيان فرمائن تہ اڪثر صفتون اهڙيون آهن جن کي بظاهر سٺيون صفتون سمجهيو ٿو وڃي، حالانڪ انهن جي ڪيفيت بہ علم جهڙي آهي. جيڪا هڪ بي ظرف قوت آهي، ان جو مفيد يا نقصانڪار هجڻ انهيءَ مقصد تي منحصر آهي. جنهن جي لاءِ ان کي استعمال ڪيو وڃي. اهوئي اصول اخلاقيات ۾ بہ ڪارفرما آهي، مال ۽ جان جي قرباني بہ بذات خود نہ سٺي آهي نہ بري. سٺو هجڻ انهيءَ مقصد تي منحصر آهي جنهن جي حاصل ڪرڻ لاءِ هيءَ قرباني ڏني وئي آهي. فرمائن ٿا تہ رسول اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن جا مخالف ڪافر بہ تہ مال ۽ جان جي قرباني ڏيندا هئا ليڪن مقصد جي خراب هجڻ جي سبب جان فشاني ۽ زرفشانيءَ ۾ جيتري وسعت ۽ شدت ڪبي اوتري ئي انسان لاءِ تباهيءَ جو سبب ٿيندي. ڪافر ان لاءِ قربانيون ڪندا هئا. تہ جيئن نبي اڪرم ﷺ جن تي غالب اچي وڃن. ڪنهن سلطنت ۾ بادشاهہ جو هڪ غلام باغي ٿي ٿو پوي، خزاني تي قبضو ٿو ڪري ۽ ماڻهن کي پنهنجو هم خيال ۽ هم ڪار بنائڻ لاءِ سخاوت جو درياهہ ٿو وهائي ۽ انهيءَ ظلم کي پنهنجي نزديڪ عدل ٿو سمجهي، هيءَ سخاوت، هي ايثار، اخلاق جي تخريب ۽ ظلم ۾ معاون ٿي ٿا پون لهذا اخلاقي صفتن کي بہ مقصد کان الڳ ڪري نہ ڏسڻ گهرجي. مقصد جي خرابيءَ سبب انهن صفتن ۾ جيترو ڪمال پيدا ڪيو وڃي اوتروئي انساني ڀلائيءَ کي زوال ايندو.

## پنهنجي ۽ ٻين جي سڃاڻپ ڪيتري دشوار آهي

ڪنهن هڪ انسان جي لاءِ ٻيو انسان آسانيءَ سان قابل فهم نہ ٿو ٿي سگهي. اڪثر انسانن جي ظاهر ۽ باطن ۾ زمين ۽ آسمان جو فرق هوندو آهي.

شيخ سعدي رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ علم ۽ معلومات جي لحاظ کان انسان ڪهڙي پايي جو آهي ان جو اندازو تہ چند ڪلاڪن جي گفتگوءَ ۾ ٿي سگهي ٿو. ليڪن زياده ميل جول جي باوجود ورهين گذرڻ جي باوجود هڪڙي ڪي هئي جي باطن جو حال معلوم نہ ٿو ٿي سگهي. نفس جون لڪل خباثتون وڏي عرصي، تائين ظاهري نگاهن کان لڪل ٿيون رهن، ڪنهن جي تحت الشعور ۾ نفس جا ڪهڙا ميلان لڪل آهن. انهن جي باري ۾ انسان خود پنهنجو پاڻ کي ڌوکي ۾ ٿو رکي. ليڪن اهو ضروري نہ آهي شعور جي تهخاني ۾ ادنيٰ ۽ اسفل ميلان ئي لڪل هجن. ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ ظاهر ۾ ڪنهن شخص جي زندگي ويرانيءَ وانگر نظر اچي. ليڪن انهيءَ ويرانيءَ ۾ بلند جذبات جو خزانو موجود هجي جيڪو ظاهري اکين کي نظر نہ اچي. اهو معلوم ڪرڻ آسان نہ آهي تہ بدن جي ديوارجي اندر تحت الشعور جي گهراين ۾ بلند فڪر يا ميلان شريفہ جو بي بها خزانو آهي يا صرف ڪيلين، نانگن ۽ بلائن جي جاءِ آهي. نفس جي گهراين ۾ ڇا ڇا لڪل آهي ان جو صحيح علم نہ پنهنجو پاڻ کي ٿو ٿئي نہ يارن ۽ غيرن کي. پورو پورو علم تہ صرف الله تبارڪ وتعاليٰ کي ئي ٿي ٿو سگهي جنهن جي لاءِ هر لڪل بہ ظاهر آهي.

## مرشد جي دروغ جي باوجود معتقد مريدن ۾ فروغ

مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ انهن ماڻهن جي نسبت ڪهڙي راءِ قائم ڪرڻ گهرجي جيڪي لڪل ابليس جهڙي ڪنهن شخص کي امام ومجتهد ۽ ولي الله مجدد سمجهي ان جي متعلق خوش عقيدگيءَ ۾ عمر گذاري ٿا ڇڏن؟ مولانا رحمة الله عليه ان جو اهو جواب ٿا ڏين تہ ڪوڙو امام تہ آهي ئي مردود ۽ ان جي عاقبت في النار والسقر آهي ليڪن ڌوکو کاڌل مريد نجات حاصل ڪري ٿو سگهي. ان جو سبب هي آهي تہ هو باطل امام کي پنهنجي تصور ۾ سٺن اخلاقن وارو ٿو سمجهي ۽ پنهنجو پاڻ ۾ اهي خوبيون پيدا ڪرڻ جي اها ڪوشش ٿو ڪري جيڪي در حقيقت ان امام ۾ موجود آهن ئي ڪو نہ. ان جي متعلق مولانا هڪ عمدو مثال ٿا پيش ڪن تہ هڪ شخص کي اونداهي رات ۾ جڏهن قبلہ جو رخ معلوم ڪرڻ لاءِ ڪو صحيح ذريعو نہ هجي، ۽ ڪنهن هڪ طرف منهن ڪري قبلي جو رخ سمجهي نماز ادا ٿو ڪري تہ ان جي اها نماز

شريعت جي لحاظ کان باطل نہ آهي. اهوئي حال کنهن بدباطن کي قبلہ رخ بنائڻ جوآهي. مريد کان جيڪڏهن سٺا اعمال ٿيا تہ اهي ضرور ان لاءِ فائديمند ٿيندا. حالانڪ ڪوڙي مرشد کي انهن مان ڪو بہ فائدو نہ پهچندو. مريد جو ارادو نيڪ هو اگرچہ پنهنجي مرشد کي جيڪو محض جسم بي روح هو هن روحاني لحاظ کان جاندار سمجهي ورتو هو.

## زال ۽ مڙس ۾ باهمي مناسبت

زال ۽ مڙس جي موافقت جي متعلق مولانا رحمة الله عليہ جتيءَ جي جوڙي جو مثال پيش ٿا ڪن. هڪڙو مڙس پنهنجي زال کي مخاطب ٿي چوي ٿو تہ زال کي زنانين صفتن سان هم رنگ هجڻ گهرجي. تہ جيئن خانگي زندگي عمدگيءَ سان هلي سگهي. جتيءَ جا ٻئي پادر سائيز، انداز، رنگ ۽ روغن ۾ هڪ ٻئي سان موافق هجڻ گهرجن. جيڪڏهن جتيءَ جو هڪ پادر سوڙهو ۽ ٻيو ويڪرو هجي تہ ٻئي بيڪار ٿي پوندا. جيڪڏهن هڪڙو پادر ڪنهن ٻئي رنگ جو ۽ ويڪرو ۽ ٻيو پادر ڪنهن ٻئي رنگ جو ۽ سوڙهو هجي تہ ڪهڙو سمجهدار مرد اهڙي جتي پائيندو؟ اگر هڪ پير کي بہ جتيءَ مان تڪليف پهتي تہ اها تڪليف ٻئي پير ۽ سڄي جسم تي اثر ڪندي ۽ سهوليت سان هلڻ دشوار ٿي پوندو. عورتن کي هيٺاهون سمجهڻ وارا عام طرح عورت کي جتيءَ سان تشبيهہ ڏيندا آهن. جيڪا پيرن ۾ گسندي رهندي آهي ۽ مرد جڏهن گهري تہ پراڻيءَ کي ڇڏي نئين پائي ٿو سگهي. هي نامعقول انسانن جون ڳالهيون آهن. ورنہ زال سان سٺو سلوڪ ڪرڻ اسلام جي تعليم جو هڪ اهم حصو آهي ۽ رسول ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ توهان ۾ سٺو مسلمان اهو آهي، جيڪو پنهنجي گهر وارن سان سٺو آهي ۽ آخري خطبي ۾ عورتن سان سٺو سلوڪ ڪرڻ جو تاڪيد فرمايو اٿن ۽ فرمايو اٿن تہ توهان انهن جي محتاجي ۽ بي بسيءَ مان ناجائز فائدو نہ حاصل ڪيو. مولانا رحمة الله عليہ جي تشبيهہ ۾ اها خوبي آهي تہ صرف عورت ئي جتيءَ وانگر نہ آهي. بلڪ زال ۽ مڙس گڏجي جتيءَ جي جوڙي وانگر هم صفت ٿي گذارڻ سان ئي زندگيءَ جو رستو چڱي طرح گذرندو. زال ۽ مرد ۾ جيڪڏهن موافقت نہ هجي تہ پوءِ ٻنهين لاءِ علحدگي ۽ طلاق ئي مناسب آهي. مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ تڪليف ڏيڻ واري جتيءَ کان

بهتر آهي تہ ماڻهو اگهاڙي پيرين هلي. ان سان گڏ هڪ ٻي تشبيهہ بہ آهي تہ زندگي کي جيڪڏهن لڏيل اٺ وانگر سمجهو تہ پوءِ ان تي ساڄي ۽ کاٻي پاسي لڏيل ٻئي ڳوٽيون هم وزن هئڻ گهرجن. جيڪڏهن ٻنهين ڳوٽين جو وزن برابر نہ هجي تہ مال ڪسڪي اٺ تان ڪري پوندو آهي.

هتي مقدر ئيل رزق جي متعلق هڪ قصو ياد اچي ويو جيڪو لکڻ جي قابل آهي:

روايت آهي تہ هڪ شخص دانا ۽ فهم وارو هو، ليڪن پنهنجي پوري دانش جي باوجود هو مانيءَ لاءِ محتاج رهندو هو. هڪ ڏينهن بکيو ۽ حيران قافلن جي رستي تي ويٺو هو. ڏٺائين تہ لڏيل اٺن جي هڪ قطار رستي تي اچي رهي آهي. هو ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويٺو رهيو. ليڪن اٺن جي قطار ختم ئي نہ پئي ٿئي. آخري اٺ سان گڏ ماڻهو هو، ان کان پڇيائين تہ هيءَ هيڏي وڏي اٺن جي قطار کهڙي وڏي واپاريءَ جي آهي؟ هن چيو تہ مان ئي هن جو مالڪ آهيان. بکئي داناءَ چيو تہ تون تہ ڪو وڏو بخت وارو آهين! يقيناً تون وڏي عقل وارو آهين. جنهن جي زور تي تو واپار ۾ هيترو واڌارو ڪيو آهي. ذرا هي تہ ٻڌاءِ تہ هنن اٺن تي ڪهڙو مال لڏيل آهي؟ هن چيو تہ هر هڪ اٺ تي هڪ طرف ٻہ مڻ ڪڻڪ ۽ ٻئي طرف ٻہ مڻ واري. عقلمند چيو تہ هي ٻہ مڻ واري ڇو لڏي اٿئي؟ واپاريءَ چيو تہ اٺ تي وزن ٻنهين طرف برابر هئڻ گهرجي. ورنہ مال اٺ جي پٺيءَ تي نہ بيهي سگهندو ۽ ڪري پوڻ جو خطرو هوندو آهي. عقلمند چيو تہ ٻنهين طرف وزن برابر رکڻ جي ڳالهہ تہ بلڪل درست، ليڪن تو هي خواه مخواه واريءَ جو بوجهہ لڏڻ جي بجاءِ هيئن ڇو نہ ڪيئي تہ ڪڻڪ کي اڌو اڌ ڪري ٻنهين پاسي لڏي وزن برابر ڪرين ها ۽ اٺ تي وزن بہ گهٽو نہ ٿئي ها. واپاريءَ چيو تہ واهہ واهہ تو ڪهڙي نہ عقلمنديءَ جي ڳالهہ ڪئي. مون کي تہ مال لڏڻ مهل اها ڳالهہ خيال ۾ ئي نہ آئي. تون تہ ڪو وڏو عقلمند ٿو ڏسجين. يلا ٻڌاءِ تہ تو وٽ گهڻا اٺ ۽ گهڻو مال آهي؟ هن عقلمند چيو تہ مون کي تہ ٻن ڏينهن کان کائڻ لاءِ ماني ئي نہ ملي آهي. ان تي واپاريءَ چيو تہ سبحان الله! مال هڪڙي کي ڏئي ڇڏيائين ۽ عقل ٻئي کي. ادا اهڙو عقل توکي ئي مبارڪ هجي اسين احمق ئي سٺا آهيون.

شيخ سعدي رحمة الله عليه ٿو فرمائي تہ داناءَ وٽ هڪ داڻو بہ ڪونهي ۽ جنهن وٽ داڻان آهن. ان وٽ دانائي ڪانهي.

# مال انسانن جا عيب لڪايو ڇڏي

دنياوي زندگيءَ ۾ مال گهڻا عيب لڪائي ڇڏيندوآهي. دولتمند جا ڪيترائي عيب ان سان ڍڪجي ٿا وڃن. ان ڪري ئي دولت کي ڪنهن شاعر "ستار عيوب" ۽ "قاضي الحاجات" چيو آهي. جيڪي خدا جون صفتون آهن. غريب جي ڪنهن ننڍڙي عيب کي بہ ماڻهو ڪوٺي تي چاڙهيو ڇڏين. ويچارو غريب بدي گهٽ ڪندو آهي، ليڪن بدنام گهڻو هوندو آهي. جيئن مرزا غالب پنهنجي شراب پيئڻ تي هڪ رباعيءَ ۾ چيو آهي تہ اسان مفلسن جي شراب نوشي هڪ بيهوده عمل آهي جنهن مان سواءِ بدناميءَ جي ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿو ٿئي. معلوم ٿو ٿئي تہ ساقي اسان کي پيالي جي بجاءِ چاٽيءَ ۾ ٿو شراب ڏئي جنهن جي ڪري هيٺ ڪپڙا تر ٿيو وڃن ۽ مٿي ڇپ تر نہ ٿا ٿين. اهائي دامن تر ٿي وڃڻ يا بدنامي ئي اسان جي حصي ۾ آئي آهي.

مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ دنيادار کي گهڻي مال جي ضرورت گهڻو ڪري پنهنجا عيب لڪائڻ لاءِ هوندي آهي. خواهہ هو احمق جهڙي زندگي بسر ڪري يا بيحيائي ۽ بدڪاريءَ واري زندگي ليڪن عام ماڻهن جي زبان ان جي متعلق بند رهندي آهي. هن جي اسراف کي سخاوت ۽ هن جي عياشيءَ کي رنگيني چوندا آهن. اگر ڪو جرم ڪري وڃندو آهي تہ دولت جي ڪري سزا کان بچي ويندو آهي. دولت خرچ ڪري هو حاڪمن تائين پهچي ويندو آهي ۽ انهن کي پنهنجو دوست بنائيندو آهي. اهڙي شخص ۾ ڪو بہ ذاتي هنر يا ڪمال ڪو نہ هوندو آهي. جنهن جي ڪري هو جهان ۾ عزيز ٿي سگهي. نہ ان جا اخلاق ۽ تقويٰ اهڙي هوندي آهي جو ماڻهو دل سان هن جي عزت ڪن. اهڙي ماڻهوءَ وٽان جڏهن دولت هلي وڃي تہ پوءِ دنيا وارن جہ نزديڪ هن جي عزت ٻن ڪوڙين جيتري بہ نہ رهندي آهي. هن جي خوبين جا راڳ ڳائيندڙ هن جي دستر خوان تي کائيندڙ هن جا گڻ ڳائيندڙ ئي ان جي مذمت ڪرڻ لڳندا آهن.

مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ اهڙن شخصن جي لاءِ مال ائين آهي. جيئن گنجي جي مٿي تي ٽوپي. علم ڪمال جي لحاظ کان اهڙا ماڻهو گنجا هوندا آهن، انهن جي اها گنج مال سان ڍڪيل رهندي آهي ۽ هو بہ ماڻهن جي روبرو ٽوپي لاهڻ نہ چاهيندا آهن. ليڪن اها مال ۽ زر جي ٽوپي جيڪڏهن گردش

روزگار سبب لهي پوي تہ پوءِ هنن جي اصل بدڪاري ۽ جهالت جي گنج اگهاڙي ٿي پوندي آهي. اهڙن جي مقابلي ۾ جنهن شخص جا سهڻا اخلاق هن جي زندگيءَ جو حصو بنجي چڪا آهن. ان کي عيبن کي لڪائيندڙ مال جي ڪهڙي ضرورت؟ هن جون صفتون بغير دولت جي اجا بہ وڌيڪ دلڪش ٿي پونديون آهن. مولانا رحمة الله عليه هتي اجان هڪ ٻي تشبيهہ کان بہ ڪم تا وٺن ۽ فرمائن ٿا تہ سچار مرد ڏسڻ وارين اکين وانگر هوندو آهي. ڪوبہ ماڻهو اکين کي ڍڪڻ نہ چاهيندو آهي. ڇو تہ ڏسڻ جي خوبي ڪليل اکين ۾ ئي آهي.

دنيا وارن لاءِ لباس بہ عيب پوش ٿيندو آهي. ڪپڙن پاتل ڪنهن شخص جو اصل جسم نظر نہ ايندو آهي. هڪ شخص ڪنهن غلام کي وڪڻڻ لاءِ خريدارن جي روبرو پيش ٿو ڪري. جيڪڏهن هن کي معلوم آهي تہ غلام جا سڀ عضوا صحيح تندرست ۽ جسماني لحاظ کان ڪو عيب ڪونهيس تہ اهو ڪپڙا لاهي هن جو جسم بہ خريدارن کي ڏيکاري ٿو سگهي. ليڪن اگر غلام جي جسم ۾ ڪو عيب يا بيماري لڳل آهي تہ وڪڻڻ وارو خريدارن کي چوندو تہ هي غلام انتهائي شرم ۽ حياءَ وارو آهي. ان ڪري اوهان جي سامهون اگهاڙو ٿي نہ سگهندو. ڪپڙن پاتل واري حالت ۾ ئي اندازو لڳائي هن جي قيمت ٻڌايو. جيڪڏهن ڪپڙن لاهڻ جو چوندو تہ هو پٺي ويندو. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ اڪثر گدي نشين خواجگان دولت مند جو اهو ئي حال آهي. اهي سراسر عيبدار آهن ۽ مال سان عيب پوشي ڪري رهيا آهن.

پاڪيزه اخلاق رکڻ واري لاءِ مال نہ بلڪ فقر باعث فخر هوندو آهي. مالدار مال جي ذريعي جيڪا عزت حاصل ڪرڻ گهرندو آهي، ان کان هزارين دفعا زياده عزت ۽ احترام ان شخص کي حاصل ٿيندو آهي جيڪو نفس جي پاڪيزگي ۽ خلوص جي ذريعي دليلن کي پاڻ ڏي ڇڪيندوآهي. حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جڏهن فلسطين جو قبضو حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ اٺ هڪ غلام سان گڏ بيت القدس جي قريب پهتو تہ ان وقت غلام اٺ تي سوار هئو ۽ پاڻ رضي الله تعاليٰ عنه پيادل هلي رهيا هئا. جيڪا قميص پاتل هئن اها ڪنڌن وارن ٻوٽن وٽان لنگهڻ سبب ڪتان ڦاٽي بہ پئي هئي. مسلمان جيڪي سندن استقبال لاءِ آيا، انهن شرم محسوس ڪيو تہ هتان جا ماڻهو ڪين عمر رضي الله تعاليٰ عنه ڏسو، ڇا سمجهندا ۽ ڇا چوندا. ان ڪري عرض

ڪيائون تہ اي اميرالمؤمنين هتان جا ماڻهو سٺيون پوشاڪون پائيندا آهن ۽ اوهان جو لباس سٺي حالت ۾ نہ آهي. ان کي تبديل فرمايو. اسين سٺو لباس توهان لاءِ پيش ٿا ڪيون. انهيءَ تي ان سچار مرد فرمايو تہ جن جي عزت ڪپڙن سان وابستہ آهي. اهي ڀلي سٺا ڪپڙا پائن. ليڪن اسان جي عزت اسلام سان وابستہ آهي. اهو الله جي فضل سان اسان ۾ موجود آهي ۽ اهو ڪنهن ظاهري سهڻي لباس جو محتاج نہ آهي.

## بيان جي لطف جو دارومدار ٻڌڻ وارن جي ذوق تي ٻڌل آهي

مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ تعليم ۽ تلقين مان فائدي جو دارومدار ان مان فائدو حاصل ڪرڻ واري جي صلاحيت ۽ ذوق تي ٻڌل آهي ان کي هڪ وڏي تشبيهہ ۾ بيان ٿا فرمائن تہ جان کي جيڪڏهن ٿڃ يا ٻُبا تصور ڪيو تہ بيان يا سخن کي انهن ٻُبن ۾ اندر ڪير وانگر تصور ڪيو. هي ڪير ان وقت جاري ٿيندو آهي جڏهن ڪو پيئڻ ۽ چوسڻ وارو هجي. ٻڌڻ وارو جيڪڏهن حقيقت جو اڃايل ۽ معرفت جو طلبگار هجي تہ هڪ بي جان واعظ جي بيان ۾ بہ جان اچي ٿي وڃي. غير شعوري طور تي چوڻ وارو ٻڌڻ واري جي ذوق جي مطابق ٿي ڳالهہ ڪرڻ لڳندو آهي. جيڪڏهن ٻڌڻ واري جو فڪر بلند هوندو تہ چوڻ وارو بہ انهيءَ سطح تي چڙهي ويندو. بي حس زبانون بہ ٻڌڻ واري جي ذوق سان ڳالهائڻ لڳنديون آهن.

هڪڙو شخص حڪمت ۽ معرفت جون ڳالهيون ڪري رهيو آهي ۽ ٻڌڻ وارا پنهنجي پنهنجي ذوق ۽ مطلب جي سبب فيضاب ٿي رهيا آهن. ايتري ۾ ڪو شخص انهيءَ محفل ۾ اچي ٿو وڃي. جيڪو اهڙي ذوق کان بلڪل بيگانو آهي تہ ان جي اچڻ شرط عرفان جي زبان بند ٿي ويندي آهي. اسرار ۽ حڪمت خاموشيءَ جي پردي ۾ لڪي ويندا آهن. اول تہ ان جي سامهون بيان جاري ٿي نہ ٿو رهي سگهي ۽ جيڪڏهن تڪلف سان ڪجهہ چيو وڃي تہ بہ اهو مينهن جي آڏو بين وڄائڻ وارو معاملو ٿيندو. ان ڪري حضرت مسيح عليہ السلام فرمايو تہ مرن جي اڳيان موتي نہ رکندا ڪيو. مولانا رحمة الله عليہ

فرمائن ٿا تہ اسرار ۽ حڪمت ڪي گهر جي پردي دارن وانگر سمجهيو. جيئن ٺي نامحرم ايندو تہ هو پردي جي پويان لڪي وينديون ۽ جيئن ئي ڪو محرم آيو تہ هو بغير پردي جي سامهون اچي وينديون. دنيا ۾ جيڪو بہ حسن آهي اهو اڪين وارن جي لاءِ ئي آهي، ليڪن انڌن جي سامهون حسن جو اظهارڪرڻ بي معنيٰ آهي. انڌي مڙس لاءِ ڪهڙي عورت سينگار ڪندي.

## مرد ۽ عورت ۾ غالب ۽ مغلوب جو بحث

قديم زماني ڪان اهو بحث هلندو ٿو اچي تہ مرد ۽ عورت ۾ ڪير غالب ۽ ڪير مغلوب آهي. ٻنهين ۾ مساوات آهي يا هڪڙو ٻئي ڪان بهتر آهي. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ حق تعاليٰ عورت جي زينت ڪي مردن لاءِ جاذب بنايو آهي ۽ عورت ڪي مردن جي لاءِ تسڪين جو سبب بنايو آهي. "زين للناس حب الشهوات من النساءِ" "هو الذي خلقكم من نفس واحدة وجعل منها ليسكن اليها" ان جو فطري نتيجو تہ مرد عورت جي طرف ڇڪجي ٿو ۽ انهيءَ ڪشش جي ڪري پنهنجي ظاهري ۽ جسماني غلبي جي باوجود اندر ۾ مغلوب هوندو آهي. وڏا وڏا جابر فاتح ۽ زماني جا رستم عورت جي سامهون پنهنجي اقتدار ۽ حڪمرانيءَ ڪي پري رکي ڇڏيندا آهن. عورت جي دلڪشي اهڙي آهي جو رسول ڪريم ﷺ جن جهڙا عرب ۽ عجم جا فصيح، جن جي ڳالهين سان جهان وجد ۾ اچي ويندو هو پنهنجي پياري زال بيبي عائشہ صديقہ رضي الله تعاليٰ عنها کي چوندا هئا تہ اي ڳاڙهن ڳلن واري مون سان ڪجھ ڳالهاءِ "كلمني يا حميرا"

هن ڪان پوءِ هڪ ٻئي تي غلبي جي متعلق مولانا رحمة الله عليه هڪ نهايت حڪمت آموز تشبيهہ ڪان ڪم ٿا وٺن. فرمائن ٿا تہ جيئن عنصرن ۾ پاڻي باھ تي غالب ٿو نظر اچي. جتي باھ ٻرندي هجي پاڻي ان کي وسائي ٿو ڇڏي ليڪن پاڻي کي جيڪڏهن ديڳڙي ۾ وجهي ۽ ان جي هيٺان باھ ٻاري وڃي تہ پاڻي ٽهڪڻ لڳندو آهي ۽ هوا ۾ اڏامڻ لڳندو آهي. ديڳڙيءَ جي وچ ۾ اچڻ سبب پاڻي مغلوب ٿي ٿو وڃي. مرد ۽ عورت ۾ بہ غلبي جي اهائي ڪيفيت آهي. بظاهر مرد غالب ۽ عورت مغلوب ٿي نظر اچي. ليڪن اندر ۾ عورت غالب ۽ مرد مغلوب آهي. ان ڪان پوءِ هڪ حديث شريف جي سند سان ٿڪن ٿا عورتون عقلمند مردن تي غالب اچي وينديون آهن ۽ جاهل مرد عورتن

تي غلبو حاصل ڪندا آهن "انهن يغلبن العاقل ويغلبهن الجاهل" سوال هي آهي تہ عورت جو عقلمند مرد تي غالب اچڻ ۽ جاهل مرد جي آڏو مغلوب ٿيڻ ڪهڙي سبب ڪري آهي. عقلمند مرد مان اها اميد آهي تہ هو لطيف جذبات رکندڙ هوندو آهي. هن ۾ عدل بہ آهي ۽ رحم بہ ۽ هو احسان فراموش بہ نہ هوندو آهي. عورت صرف زال نہ بلڪ ماءُ ۽ ڀيڻ بہ هوندي آهي. عقلمند مرد ان ڪي ڪڏهن بہ وساري نہ سگهندو تہ هن جي ماءُ هن ڪي ڪيتري تڪليف سان ڄڻيو ۽ ڪيتري محبت ۽ قربانيءَ سان پاليو آهي. انهيءَ احساس جي سبب هو ماءُ سان هميشہ لطف ۽ ڪرم سان پيش ايندو ۽ آخر عمر تائين هڪ فرمانبردار پٽ وانگر رهندو. سٺي زال جي سامهون بہ انسان ان لاءِ تورو نرم رهي جو هو هن جي محبت سان لذت اندوز ٿو ٿئي. ٻارن جي پرورش ۽ گهر جي سار سنڀال ڪا معمولي خدمت نہ آهي. اهڙي محبت ۽ خدمت جي مجسمي جي آڏو مرداڻو غلبو ڏيکارڻ ۽ آڪڙجڻ عقلمند جو ڪم نہ آهي، اها جاهل جي ئي حرڪت ٿي سگهي ٿي جو تہ جاهل مردانگيءَ جي گهمنڊ ۾ سڀ ڪجهہ وساري ٿو ڇڏي ۽ معمولي غلطيءَ تي مارڪٽ تي آماده ٿي ٿو پوي ۽ سمجهي ٿو تہ هي هن جو حق آهي. عقلمند جو زال جي روبرو مغلوب هجڻ جي معنيٰ زن مريد هجڻ نہ آهي. بلڪ هن جي عورت هجڻ سبب ان جو احترام آهي. جنهن جي ڪري هو ان جون اهڙيون تقاضائون بہ پوريون ڪرڻ تي تيار ٿو رهي، جيڪي هن ڪي بظاهر معقول نہ ٿيون لڳن. عورت مرد جي مقابلي ۾ ڪمزور ۽ نازڪ مزاج آهي ۽ عقلمند هن سان سلوڪ ڪرڻ وقت انهيءَ حقيقت ڪي وساري نہ ٿو ڇڏي.

مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ جاهل ۾ مهرباني نرمي ۽ لطف جون جيڪي انسان وصفون آهن انهن جي گهٽتائي هوندي آهي ۽ هن تي حيوانيت غالب رهندي آهي. مطلب تہ مولانا رحمة الله عليہ جي نزديڪ مرد جو عورت تي غلبو ظاهري آهي يا هڪ حيواني صفت جو اظهار آهي. نرم جذبات رکندڙ انسان نرم جنس سان سختيءَ سان پيش اچي نہ ٿو سگهي. تهذيب واري زندگي گذاريندڙ مرد اهڙو آهي جهڙو ديڳڙيءَ ۾ پاڻي، اهو باهہ ڪي وسائي نہ ٿو بلڪ جڏهن ان جي هيٺان باهہ ٻري، خواهہ اها عورت جي جذبات جي باهہ هجي يا ڪنهن وقت ڪاوڙ جي باهہ بهرحال ٻنهي صورتن ۾ عقلمند مرد مغلوب ٿي ويندو آهي ۽ عقل ۽ تهذيب جي تقاضا بہ اهائي آهي. ان بحث جي آخري شعر

۾ عورت جي تعريف ۾ هڪ اهڙو شعر چيو آهي جو ان کان بلندتر ۽ احترام جي قابل صفت، ذهن ۾ اچي ئي نه ٿي سگهي. فرمائن ٿا ته عورت جو محبوب هجڻ جو سبب اهو آهي ته هوءَ الله جو پاڇو (ظل الله يا پرتو حق) آهي. الله تبارڪ و تعاليٰ جون صفتون مجازي اعتبار سان انسان ۾ بہ موجود آهن. الله تعاليٰ جو نائب هجڻ ڪري هو الله تعاليٰ جي صفتن کي ظاهر ڪندڙ آهي. ليڪن صفتن ۾ خلاقي (پيدا ڪندڙ) جي صفت جو مظهر (ظاهر ڪندڙ) مرد کان گهڻو وڌيڪ عورت آهي. سڀ انسان عورت جي ئي پيٽ مان ٿا پيدا ٿين. هڪ قطري کان شروع ڪري ڪامل ٻار بنجڻ تائين عورت جو ئي پيٽ ربوبيت جو محل آهي ان ڪري مولانا رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته عورت هڪ حيثيت سان مخلوق هجڻ سان گڏ ٻي حيثيت ۾ خلاق بہ آهي. حقيقي خالق تہ خدا تبارڪ و تعاليٰ ئي آهي ليڪن مجازي خالق عورت کان وڌيڪ ٻيو ڪوبہ ڪونهي. مردن دنيا ۾ وڏي ۾ وڏا ڪم ڪيا آهن ۽ علم و هنر وغيره ۾ جنهن ڪمال جو اظهار ڪيو اٿن انهن ۾ ڪوبہ اهڙو ڪم ڪونهي جيڪو عورت نہ ڪيو هجي يا آئنده ڪا عورت نہ ڪري سگهي. ليڪن هڪ ڪم اهڙو آهي، جيڪو فقط عورت ئي ڪري ٿي سگهي ۽ ڪوبہ مرد ڪنهن بہ حالت ۾ نہ ٿو ڪري سگهي. اهو ڪم آهي ٻار ڄڻڻ. جيڪو ڪائنات ۾ الله تبارڪ و تعاليٰ جي خلاقيءَ کان پوءِ سڀ کان وڏو خلاقيءَ جو ڪم آهي. مرد هر قسم جي صنعت ۾ ڪمال پيدا ڪري ٿو سگهي ليڪن هڪ قطري مان انسان بنائڻ ۽ اولياءِ، انبياءِ ۽ صالح انسانن کي وجود ۾ آڻڻ عورت جو ئي ڪم آهي ان ڪري مولانا رحمة الله عليه عورت کي الله تعاليٰ جو پاڇو ۽ خالق ٿا چون.

## وحدت حقيقي ۽ ضدن جي جنگ مجازي آهي

حڪمت ۽ تصوف جو هڪ اهم مسئلو هي آهي تہ ذات محبت جيڪا مطلق توحيد آهي اها ضدن کان متاهين يا ماوريٰ آهي. هي عالم ڪون وفساد و زمان ۽ مڪان جنهن ۾ تعينات ۽ تشخصات جي ڪثرت آهي ۽ هڪ شيءِ ٻئي جو ضد آهي ان جو ذات الهيءَ جي طرف هجڻ آسانيءَ سان سمجهہ ۾ نہ اچي سگهندو. مولانا فرمائن ٿا تہ مخالفت صرف حضرت موسيٰ ع ۽ فرعون ۾ نہ هئي، بلڪ هڪ هدايت ڪندڙ ٻئي هدايت ڪندڙ کان الڳ رستو اختيار

ڪندو آهي. اصول ۾ نہ سهي ليڪن فروع ۾ ضرور اختلاف ٿيندو آهي. چنانچہ نبين سڳورن جون شريعتون بہ هڪ جهڙيون نہ آهن. مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ هن ظاهري عالم تعينات ۾ ائين ئي ٿيندو آهي ليڪن هنن ضدن ۾ جيڪا جنگ ڏسڻ ۾ ٿي اچي اها حقيقي نہ آهي ان ڪري جو هنن ضدن جو منڍ هڪ ئي وحدت آهي ۽ جڏهن توحيد جي نسبت انسان ۾ بصيرت پيدا ٿئي ٿي تڏهن حضرت موسيٰ عہ ۽ فرعون جو اختلاف بہ توحيد جي طرف آڻڻ واري مصلحت ئي نظر ٿي اچي. عقل کي هي هڪ عجيب معاملو ته معلوم ٿئي ٿو تہ وحدت جي بي رنگيءَ مان هيءُ رنگا رنگ جو عالم ڪٿان وجود ۾ آيو ۽ پوءِ وري هيءَ ڪثرت وحدت سان برسر پيڪار نظر ٿي اچي.

مطلق وحدت کان هيٺ لهي عالم ماديءَ ۾ اسين ڏسون ٿا تہ تيل هنن ترن ۽ ٻجن مان ئي ٿو نڪري جن جي پرورش پاڻيءَ ڪئي آهي. گويا تيل اصل تہ پاڻي ئي آهي. ليڪن تيل جي صورت ۾ ٿيڻ کان پوءِ تيل ۽ پاڻي هڪ ٻئي جو ضد ٿا معلوم ٿا ٿين هنن ٻنهين جي اصليت هڪ (واحد) آهي. ليڪن ظاهري عالم ۾ ضدن جي صورت ۾ نظر ٿا اچن. اهڙي طرح ڏسو تہ ٿاريءَ ۾ اندر گل ۽ ڪنڊي ۾ ڪو بہ فرق، تميز ۽ مخالفت نہ هئي ليڪن ٿاريءَ کان ٻاهر هڪ ٻئي جو ضد بنجي ويا. نباتاتي حيات لاءِ ٻنهين جو وجود لازمي آهي ان ڪري هي ضد حقيقي نہ ٿو ٿي سگهي. حڪمت کي سمجهندڙ انهيءَ تہہ تائين پهچي ٿو وڃي تہ هيءَ جنگ ڪا حقيقي جنگ نہ آهي بلڪ حڪمت عملي آهي جنهن کي مولانا رحمة الله عليہ جنگ فروشان ٿا چون.

ڏسو دلال مَندين ۾ گراهڪ جي طرفداريءَ ۾ مال کي وڪڻڻ وارن سان وڙهندا آهن. اها هڪڙي بناوٽ يا حڪمت عملي آهي ورنہ هو مال وڪڻڻ واري جا مخالف نہ هوندا آهن. مولانا رحمة الله عليہ جو هي هڪ مسلڪ (طريقو) آهي منطقي ۽ تشبيهي دليلن ڏيڻ کان پوءِ بهرحال انهيءَ طرف ٿا اچي بيهن تہ حقيقت اهڙي طرح سمجهڻ ۽ سمجهائڻ سان هٿ نہ ايندي. بس هڪ سرسري ۽ ناڪام ڪوشش آهي. جنهن مان ڪنهن حد تائين تسلي ضرور ٿئي ٿي ليڪن حق اليقين تہ وحدت جي عالم ۾ غوطا لڳائي ئي حاصل ڪري سگهبو. جيڪو عقل ۽ حس ۾ هڪ ويرانو نظر ٿو اچي ليڪن معرفت جو خزانو انهيءَ ويراني ۾ ئي آهي.

# ٻنهي طرفن کان مردود

"خسرالدنيا والاخرة" وانگر ٻنهي طرفن کان مردود ماڻهو هن وجود جي عالم ۾ ڪهڙي طرح لڙڪيا پيا آهن. انهن جو مثال مولانا رحمة الله عليه عالمِ فلڪيات جي حوالي سان بيان ڪيو آهي. عام طور تي خيال آهي ته ڪشش ثقل (Gravitation) جو قانون تقريبا ٽي سؤ سال اڳ نيوٽن دريافت ڪيو هو. ۽ انهيءَ سبب ڪري سج چنڊ ۽ تارا وغيره آسماني فضا ۾ ڪهڙي طرح معلق ۽ گردش ۾ مصروف آهن. ليڪن اهو خيال ڪجهه قديم حڪيمن جي ذهنن ۾ پيدا ٿيو هو. اگرچه ان ڏي بعد وارن حڪيمن ڪو توجهه ڪو نه ڏنو. مولانا رحمة الله عليه ڪنهن قديم حڪيم جو نالو بيان ڪو نه ڪيو آهي. ليڪن ان جو نظريو بيان ڪري ڇڏيو اٿن ته آسمان هڪ تمام وڏي ۽ ويڪر آني (بيضي) وانگر آهي. ۽ هيءَ زمين ان ۾ اندر آني جي پيلي ٽڪيءَ وانگر آهي. ان تي ان حڪيم کان ڪنهن پڇيو ته هن احاطي ڪيل آسمان ۾ زمين ڇت تي ٻتيءَ وانگر لٽڪيل آهي پر بغير ڪنهن ٿنڀ ۽ ٽوٽيءَ جي ڪيئن لڙڪيل آهي؟ هيڏي هوڏي ڪري ڇونه تي پوي. حڪيم جواب ڏنو ته ڪشش ثقل چوطرف برابر برابر موجود آهي جيئن ته چئني طرفن کان زمين کي هڪ جيتري ڪشش ٿئي ٿي ان ڪري هوءَ ڪنهن طرف به ڪري نه ٿي سگهي. جيڪڏهن پوري آسمان کي هڪ مقناطيسي قبي وانگر قياس ڪجي ۽ زمين کي لوهه جو ٿهيل سمجهجي ته پوءِ ان جو سمجهڻ آسان آهي ته زمين آسمان جي فضا ۾ ڪيئن لٽڪيل آهي. ڪنهن ٻئي شخص ان تي اعتراض ڪيو ۽ چيو ته ڪاٿي هيءَ خاڪ جي زمين ۽ ڪاٿي آسمان. ڇه نسبت خاڪ رابه عالم پاڪ صاف ستري آسمان کي ڪهڙي ضرورت پئي جو هن خاڪدان کي پاڻ ڏي ڇڪي بلڪ ڳالهه هيئن آهي ته آسمان جو گنبذ چئني طرفن کان مسلسل ۽ هڪجهڙي حالت ۾ زمين کي پري ڪندو ٿو رهي ته جيئن هن ڏي نه وڃي سگهي. جتي آهي اتي ئي رهي ۽ تيز ۽ سخت آنڌيون ۽ هوائن جا ٿڦڙ ڪائيندي رهي.

هن دلچسپ حڪيمائي بحث (جنهن ۾ زماني حال جي طبعيات جي نظرين جي به پيش گوئي آهي) ان مان مولانا رحمة الله عليه"خسرالدنيا والاخرة" ٻنهين جهانن کان مردود انسانن جو مثال پيش ڪيو آهي.

# اهل دل کي حقير نہ سمجھو

مردان خدا دنياوي لحاظ کان بي حيثيت نظر ايندا آهن نہ کنهن زمين جا مالک نہ حکمران نہ دولتمند واپاري نہ وڏن محلن جا رهاکو نہ فخر واري لباس ۾ ملبوث. معلوم ٿو ٿئي تہ ڄڻ هي کي بي مقدر انسان آهن. نہ کنهن کي نفع پهچائي ٿا سگهن نہ نقصان. ان کري کو بہ هنن جي ڳالهہ کو نہ ٿو ٻڌي. کو بہ هنن جي نصيحت کي نہ ٿو مڃي. هنن خاکسارن کي دنيا وارا حقارت جي نظر سان ڏسندا آهن. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا هي بي قيمت ذرا نظر اچن ٿا ليکن اندر ۾ سچ آهن ظاهر ۾ ٻڪريءَ جي ڦر وانگر ٿا لڳن ليکن اندر ۾ خدائي شينهن هوندا آهن. هي الله تعاليٰ جا خاص بندا ظاهر ۾ گاهہ پٺي وانگر معلوم ٿا ٿين. ليکن انهن کي لتاڙي انهن جي مٿان لنگهڻ جي کوشش نہ کجو. هِن گاهہ پٺي ۾ لکل درياهہ ٿو وهي. جيئن ئي هنن جي بي عزت کرڻ لاءِ تو هنن جي مٿان پير رکيو، تيئن ئي ٻڏي ويندين.

# علمن جي نتيجن کي ڄاڻڻ ۾ ڏسڻ جو تفاوت

کنهن خيال يا کنهن عمل جي اندر لکل شر کي ڏسڻ لاءِ صاف قلب ۽ ضمير زندهہ جي ضرورت آهي. شر هر جاءِ تي کليل ۽ ظاهر نہ هوندو آهي ۽ اکثر کري ظاهري صورت ۾ خير نظر ايندو آهي. سقراط جو قول آهي تہ کوبہ شخص شر کي شر سمجهي، ان تي عمل نہ کندو آهي. ڇو تہ انسان جي فطرت ۾ خير جي طلب آهي، مگر عقل جي گهٽتائي يا جذبات جي فريب ۾ اچي انسان شر کي خير سمجهي وٺندو آهي ۽ غلطي کري ويهندو آهي. شر جي پيروي غلط انديشيءَ جو نتيجو آهي. مولانا فرمائن ٿا تہ گهٽ عقل واري انسان جي اک شروعات کي ڏسندي آهي. ليکن عقلمند جي اک نتيجي کي ڏسندي آهي. کيتريون شيون مزي ۾ مٺيون هونديون آهن. مگر انهن ۾ اندر زهر لکل هوندو آهي. ان کان بعد مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ کامل بصيرت کان وٺي مطلق جهل تائين انسان جي عقل جا گهٽائي طبقا آهن. سڀني ۾ زياده سمجهدار اهو انسان آهي جيکو زهر کي ڏسي پري کان سڃاڻي وٺي.

ان کان پوءِ اهو شخص آهي جيڪو ڪنهن شيءِ جي ويجهو اچي، ان جي اصليت کان واقف ٿيندو آهي. ان کان پوءِ اهو شخص آهي، جيڪو هٿ لڳائي ڏسي وائسي پوءِ سڃاڻندو آهي. ان کان پوءِ سمجهندو آهي. ان کان پوءِ اهو آهي جيڪو سنگهڻ کان پوءِ سمجهندو آهي. ان کان پوءِ اهو آهي. جيڪو وات ۾ چٻاڙڻ کان پوءِ ان کي ٺڪي ڇڏيندو آهي. ان کان پوءِ اهو شخص آهي جيڪو نڙيءَ ۾ پهچڻ کان پوءِ ان کي سمجهندو آهي. ان کان پوءِ اهو آهي جيڪو ڪائي ويندو آهي ۽ پيشاب ۽ پائخاني ۾ ان جي تڪليف محسوس ڪندو آهي ۽ جگر کي ڪپڻ وارن زخمن پيدا ٿيڻ کان پوءِ ان کي يقين ٿيندو آهي تہ جنهن شيءَ کي مون مٺو سمجهي مزي سان کاڌو هو اهو زهر هو. ڪيترا زهر تہ اهڙا هوندا آهن جيڪي آهستي آهستي جسم ۾ اثر ڏيکاريندا آهن ۽ ڪيترن ڏينهن مهينن کان پوءِ انهن جو تخريبي ڪم ظاهر ٿيندو آهي. هر قسم جون اخلاقي برائيون ۽گناهہ ائين ئي مختلف قسم جي انسانن تي مختلف قسم جو عمل ڪنديون آهن. هر قسم جو گناهہ روح جي لاءِ هڪ قسم جو زهر آهي. انهن کي سمجهڻ لاءِ بہ انسان ۾ ائين ئي تفاوت آهي جيئن مٿي سمجهايو ويو. ڪيترا گناهہ اهڙا بہ آهن جو سڄي عمر گنهگار کي ان گناهہ جي روحاني نقصان جو ڪو علم ئي نہ ٿيندو آهي. ڇو تہ ظاهري ڪوبہ نتيجو نڪرندي نظر نہ ٿو اچي. تہ هي تہ ڪو گناهہ ئي ڪونهي جي گناهہ آهي تہ بہ مان ان جي سزا کان بچي ويو آهيان. ليڪن زندگي قبر ۾ وڃڻ سان ختم تہ ڪانہ ٿي ٿئي. جيئن ڪجهہ جسماني زهرن جو اثر ڪافي عرصي کان پوءِ محسوس ٿيندو آهي. حالانڪ اهو محسوس نہ پئي ٿيو تہ بہ پنهنجو عمل پئي ڪيائين. ساڳي طرح ڪيترن گناهن جو نتيجو مرڻ کان پوءِ معلوم ٿيندو. مڪافات عمل جو قانون مرڻ کان پوءِ لاڳو رهندو. ان قانون جي گرفت مان نڪري وڃڻ يا بچي وڃڻ ناممڪن آهي.

## عملن جي نتيجن جي ظاهر ٿيڻ جو قانون

مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ سنا يا برا نتيجا پيدا ٿيڻ لاءِ دير مدار ۽ زماني جي بدلجڻ جو قانون هر جاءِ تي ڪم ٿو ڪري. ڪنهن شخص جو هي سمجهڻ تہ جهٽ پٽ هڪ اڌ ڏينهن ۾ جيئن تہ عمل جو ڪوبہ نتيجو نظر ڪو نہ آيو. ان ڪري سبب ۽ علت وغيره جو قانون غلط ٿي ويو. اها

سراسر حماقت آهي. خدا جي فطرت ۾ هر قسم جي نتيجي جي لاءِ هڪ ميعاد مقرر آهي. اهو ناممڪن آهي تہ اهو ميعاد پورو ٿيڻ کان پوءِ نتيجو ظاهر نہ ٿئي. ليڪن انسان فطرتا جلد باز آهي. "خلق من عجل" ڪاڻ ۾ پٿر ڪي لعل بڻجڻ لاءِ گهڻو وقت گهرجي. اڪثر ميويدار وڻ پنج ست سالن گذرڻ کان اڳ ڦر نہ ڏيندا آهن. ڀاڄيون آهن تہ چند مهينن ۾ تيار ٿيو وڃن. ڳاڙهي گلاب جو ٻوٽو هڪ سال کان پوءِ گل ڏيندو آهي. انهيءَ ئي قانون کي الله تبارڪ وتعالىٰ قرآن حڪيم ۾ بيان فرمايو آهي: "هوالذي خلقكم من طين ثم قضىٰ اجل مسمي عنده ثم انتم تمترون". ترجمو: خدا اهو ئي آهي جنهن توهان کي مٽيءَ مان پيدا ڪيو. پوءِ توهان جي وڌڻ لاءِ هڪ حد مقرر ڪيائين. خدا وٽ هر ڪم جو معيار ۽ معياد مقرر آهي. پوءِ بہ توهين شڪ ۾ مبتلا ٿا رهو.

(سوره انعام)

## صفتن ۾ اضافو

هڪڙو حڪيماڻو بحث هي آهي تہ مختلف شين جو تاثير ۽ انهن جون صفتون مطلقا معين (مقرر) آهن يا مقامات ۽ رابطن جي لحاظ کان انهن ۾ تبديلي ايندي رهندي آهي. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ شين جون صفتون مطلق نہ آهن بلڪ اضافي آهن جاءِ يا اضافت جي بدلجڻ سان انهن ۾ بہ تبديلي اچي ويندي آهي. هن مادي جهان ۾ بہ اهو قانون ٿو هلي. هڪ شخص لاءِ هڪ شيءِ قاتل زهر آهي ۽ ٻئي لاءِ اها ئي شيءِ دوا آهي ساڳي طرح هڪ ڳالهہ هڪ جاءِ تي ڪفر هوندي ليڪن ڪنهن ٻئي رابطي سان اها جائز ۽ روا هوندي. هڪ قسم جو فعل هڪ خاص حالت ۾ ظلم هوندو ۽ ٻئي حالت ۾ عين عدل ۽ رحم جي تقاضا هوندو. هڪ مقام تي ڪا هڪ ڳالهہ عيب سمجهي ٿي وڃي ۽ ٻيءَ جاءِ تي هنر بنجي ٿي وڃي. هن مادي جهان ۾ ڏسو ڪچا انگور آهن. انهن ۾ اندر جيڪا رس آهي، اها ڪٽي هوندي آهي. ليڪن پڪل انگور ۾ اها رس مٺي ٿي پوندي آهي. ان کان پوءِ ان مان سرڪو ناهجي تہ سٺي مزيدار شيءِ بنجي. مانيءَ سان لذيذ ٿي لڳي ۽ مٽ ۾ دير تائين بند رکجي تہ اها سخت ڪوڙي بہ ٿي پوي ۽ حرام بہ بنجي وڃي. اهڙي طرح اخلاق

۽ روحاني معاملات ۾ بہ اثر ۽ حالت جي تبديليءَ جو قانون موجود آهي. ليڪن انهيءَ تفاوت کان واقف ٿيڻ صرف ڪامل مرد جو ئي ڪم آهي.

## حيواني نفس ۽ عقل جون مختلف تقاضائون

گھڻين عورتن جو فڪر نان نفقي تائين ئي محدود هوندو آهي. گھر سنڀالڻ جا معاملا ان جي سپرد هوندا آهن انهن ڪي گھر سنڀالڻ، ٻارن جي پرورش ڪرڻ، ۽ ڪجھ ضرورت ۽ ڪجھ زينت جي شين جي تقاضا بہ جائز ۽ فطري آهي. ليڪن ڪڏهن ڪڏهن ائين ٿيندو آهي تہ عقلمند مرد حڪمت يا شعر وادب يا روحانيت ۾ محو آهي ۽ عورت ڪي هيءَ محويت سمجھ ۾ نہ ٿي اچي ۽ سمجھي بہ ڇا ڪندي ڪو ان جو داد ڏيندي ڇو تہ هن قسم جي محويت گھڻو ڪري مرد کي گھر جو سامان وغيره مهيا ڪرڻ ۾ رڪاوٽ بنجي آهي. ان ڪري گھڻا داناءَ ۽ ڪي اولياءَ ۽ ڪيترن ڪمال جي صاحبن جي گھريلو زندگي ڪجھ خوشگوار نہ گذري. عورت جي تقاضا ڪجھ ٻي ۽ مرد جو ذوق ڪجھ ٻيو.

هڪڙي محقق عالم جو گھڻو قيمتي ڪتب، خانو سڙي خاڪ بنبي ويو. هن جا دوست احباب افسوس ڪرڻ آيا ۽ پاڻ بہ ڏاڍي ڏک ۾ مبتلا ٿي ويو. ليڪن ان جي زال فرحت پئي محسوس ڪئي. ڇوي پئي تہ هي ڪتاب منهنجون سهاڳڻيون هيون. اڄ سڙي خاڪ ٿي ويا. هنن سان منهنجي مڙس جو اهڙو پيار هئو جو مون ڏي توجھ ڪرڻ جو هن وٽ ڪو لمحو بہ نہ هوندو هو. شيخ سعدي رحمتہ الله عليہ پنهنجو حال لکيو آهي تہ هو ڪجھ دوستن کي وٺي گھر آيو. کائڻ پيئڻ جو سامان گھر ۾ پورو هئو ئي ڪو نہ ۽ اچڻ سان زال کان تقاضا ڪيائين تہ منهنجي دوستن کي ڪجھ رڌي کاراءِ. هن مٽيءَ جي ديڳڙي کڻي شيخ صاحب کي هنئي. ترو ٽٽي پيو ۽ ديڳڙيءَ جا ڪنا اچي شيخ صاحب جي ڳچيءَ ۾ لڙڪيا. انهيءَ ئي حالت ۾ دوستن جي سامهون آيو. انهن پڇيو تہ هي ڇا آهي؟ جواب ڏنائين تہ هي پيغمبري سنت آهي. جنهن مون کي شاديءَ تي مجبور ڪيو ۽ هاڻي منهنجي ڳچيءَ ۾ پئي آهي. سقراط ۽ ان جي زال جا قصا ان جي سوانح حيات ۾ موجود آهن. هن جي ڪمائي ايتري هئي جو بہ مانيون ۽ بہ ڪپڙن جا جوڙا بہ مشڪل سان ميسر هوندا هئس. مگر دانائيءَ جي ڳالهين

گڏ ڪرڻ ڪان هن کي فرصت ئي ڪانہ هوندي هئي. ڪيترا ڪيترا ڏينهن گهر ڪان غائب. ڪڏهن افلاطون جي گهر ۽ ڪڏهن ڪنهن دوست جي گهر. ڪيترا ڪيترا ڏينهن ۽ راتيون خير ۽ شر جي اصليت تي بحث هلي رهيا آهن. اتي گهر ٻار ڪنهن کي ياد هئا؟ هڪ دفعي گهر واپس آيو تہ زال پري ويٺي هئي ۽ هن کي ڏسندي ئي وسڻ شروع ڪيائين ۽ هڪ بالٽي پاڻيءَ جي ڪٽي مٿان هاريائينس. اهو حال ڏسي سقراط کلڻ لڳو ۽ چيائين تہ ايتري گجگوڙ ڪان پوءِ وسڻ بہ تہ لازمي آهي. هڪ ولي الله کي ملڻ لاءِ هڪ ولي آيو ۽ ڏٺائين تہ ڪيس زال خوب گهٽ وڌ ڳالهائي رهي آهي. هو حيران ٿي ويو تہ هن اهڙي آرام خراب ڪندڙ زال کي پاڻ وٽ ڇو رکيو آهي؟ هن مان ڇوٽڪارو ڇو نہ ٿا حاصل ڪن. هن مرد خدا چيو تہ ابا تون انهيءَ راز کي نہ ٿو سمجهين. هن جي بدڪلاميءَ تي صبر ڪرڻ سان تہ مان ولي بنيو آهيان.

مولانا رحمة الله عليه هن باري ۾ فرمائين ٿا نفس ۽ عقل کي زال ۽ مڙس وانگر سمجهو. زال جي تقاضا گهڻو ڪري نان نفقو ۽ زينت جي طلب آهي. ساڳي طرح انسان جي نفس جون تقاضائون بہ اهڙي ئي قسم جون آهن. ان جي مقابلي ۾ عقلمند مرد جا تقاضا معنوي آهن. نفس ۽ عقل کي رهڻو هڪ وجود ۾ آهي. ان ڪري ڪجهہ نہ ڪجهہ ڇڪتاڻ جاري رهندي آهي. ڇا ڪيو وڃي جو نفس جا تقاضا ڪجهہ ٻيا آهن ۽ عقل جا مطالبا ڪجهہ ٻئي قسم جا. جيڪي پاڻ ۾ موافق نہ ٿا ٿين.

## مادي صورت ۾ معنويت جو اظهار

## صورت ۽ معنيٰ جو ربط

محبت هڪ معنوي حقيقت آهي. اها هڪ ذوق ۽ وجدان جي شيءِ آهي ڪا مادي شيءِ آهي، ليڪن ان جو اظهار ۽ ثبوت ظاهري عملن سان ئي ملندو آهي، جيڪي محبت جو نتيجو هوندا آهن ۽ محبت جي شاهدي ڏيندا آهن. جنهن عالم ۾ انسان زندگي گذاري ٿو، اهو صورت ۽ معنيٰ جو مرڪب عالم آهي. هتي معنيٰ صورت جو لباس پائي ڇڏيندي آهي. خدا سان محبت جيڪڏهن رڳو فڪري ۽ معنوي حيثيت ۾ هجن ها تہ پوءِ نماز روزو وغيره

عبادتن جي ضرورت ئي نہ هجي ها. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ دوست هڪ ٻئي کي تحفا ڏيندا آهن جيڪي مادي شيون هونديون آهن. حالانڪ محبت مادي نہ آهي. هڪ ٻئي کي تحفا ڏيڻ لاءِ رسول ڪريم ﷺ جن بہ تلقين ڪئي آهي ۽ فرمايو اٿن " تحابوا وتهادوا تذهب الشحناءَ" هڪ ٻئي کي تحفا ڏيو تہ جيئن محبت وڌي ۽ دشمني ختم ٿئي. پوءِ فرمائن ٿا تہ مادي شيون ۽ جسماني عمل اگرچہ محبت جا شاهد هوندا آهن. ليڪن هن ڳالهہ کي وسارڻ نہ گهرجي تہ شاهد ڪڏهن ڪوڙا هوندا آهن ۽ ڪڏهن سچا. ان ڪري مخلص دوست منافق دوستن کان ڌوڪو کائي ويندو آهي. ڪيترا ماڻهو ريا ڪارياءَ جي نماز ۽ ڏيکارڻ لاءِ روزا رکندا آهن. اهڙا اعمال ڪهڙي طرح خدا جي محبت جا شاهد عادل ٿي ٿا سگهن؟ ڪيترا ماڻهو پنهنجو پاڻ کي مست ثابت ڪرڻ گهرندا آهن. شراب هنن کي ملندو ڪونهي. پوءِ خالي لسي پي خماري واري انسان وانگر جهومڻ لڳندا آهن تہ جيئن هن جا پيالي پائي رند سمجهن تہ هي بہ مست آهي. معنيٰ ۽ صورت جو پاڻ ۾ تعلق اهڙي ئي قسم جو آهي. عام طور تي ظاهري صورت معنيٰ جي ترجماني ڪندڙ هوندي آهي ليڪن ڪاٿي ڪاٿي صورت سان ڌوڪو بہ اچي ٿو سگهي. ان ڪري عقلمند مرد کي هن باري ۾ هوشيار رهڻ گهرجي.

فرمائن ٿا تہ ڪڏهن ڪڏهن محض هڪ سبب يا رابطو بہ محبت جو مظهر هوندو آهي چاهي ڪوبہ ظاهري عمل نہ ڏسڻ ۾ اچي. جيئن قريبن ۽ عزيزن سان تعلقات بہ محبت تي دلالت ڪري ٿا سگهن قرابت داري محبت جو اثر نہ آهي. بلڪ محبت جو سبب آهي. عمل ۾ اظهار کان بغير بہ اها موجود آهي.

صورت ۽ معنيٰ جو فلسفو عارف رومي رحمة الله عليه جو خاص مضمون آهي جنهن جي وضاحت هن سوَن طريقن سان ڪئي آهي. چنانچہ هتي فرمائن ٿا تہ معنيٰ اگرچہ صورت ۾ ئي ظاهر ٿيندي آهي. ليڪن معنيٰ ۽ صورت جو تعلق عجيب ۽ غريب آهي. چو تہ صورت معنيٰ جي قريب آهي ۽ پري بہ. ان جو مثال اهو آهي تہ وڻ پاڻيءَ مان ٿو وڌي ۽ ويجهي ليڪن صورت ۽ اصليت ٻئي ڪيتري قدر نہ پري ٿيو ٿيون وڃن. پاڻيءَ جون صفتون ڪجهہ ٻيون آهن ۽ وڻ ٽارين پنن ۽ ڦل جون صفتون ڪجهہ ٻيون آهن. حالانڪ هي پاڻيءَ جون ئي تبديل ٿيل صورتون آهن. پاڻي مٽي ۽ سج جي گرمائش سان داڻو وڻ بنجي

ويندو آهي. ليڪن انهن جي اصليت تي نظر ڪيو تہ انهن ۾ ڪابہ مناسبت آهي ئي ڪانہ. ٻئي هڪ ٻئي جي ڪيترو نہ قريب آهن ۽ وري ڪيترو نہ پري آهن هر جاءِ تي صورت ۽ معنيٰ جو باهمي ربط انهيءَ قسم جو ئي آهي.

## خدا تعاليٰ شفيق پيءُ وانگر مخلوق جون گستاخيون بہ برداشت ڪندو آهي

الله تبارڪ و تعاليٰ جي اڳيان ڪهڙي هستي آهي، جيڪا بحث مباحثو يا قال ۽ قيل جي مجال ڪري سگهي. جتي ملائڪ جيڪي سراپا فرمانبرداري ۽ تسليم سان حاضر آهن. انهن بہ جڏهن آدم جي پيدائش جي تجويز ٻڌي تہ اعتراض ڪيائون ۽ الله تعاليٰ جي هن تجويز کي نامناسب قرار ڏيڻ لاءِ دليل پيش ڪيائون. چوڻ لڳا تہ اسين سڀ حمد تسبيح ۽ تهليل ۾ هر وقت مصروف آهيون. بي چون و چرا اطاعت ٿا ڪيون ۽ الله جي هر فرمان تي حڪم برداري ٿا ڪيون. اي خدا توکي هيءَ ڪهڙي ڳالهہ تجويز ۾ آئي تہ تون اهڙي مخلوق پيدا ڪرين جيڪا جهيڙو ڪندڙ هوندي. هر ڳالهہ ۾ چون چرا ڪندي، خون ريزي ڪندي ۽ خود الله تعاليٰ جي بيان جي مطابق "ظلوما جهولا" هوندي. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ الله تبارڪ و تعاليٰ پنهنجي مخلوق کي پنهنجو عيال سمجهي ڪمال محبت رحم بردباري ۽ حلم کان ڪم وٺندو آهي. جهڙي طرح پيارا ٻار پنهنجي پيءُ جي سامهون اناپ شناپ بڪندا آهن. گستاخيون ڪندا آهن. ليڪن محبت ڪرڻ وارو پيءُ انهن کي سزا نہ ڏيندو آهي. الله تعاليٰ فرشتن تي ۽ پنهنجي مخلوق تي حلم جي ڪمال جو اظهار ڪرڻ پئي گهريو. محبت ڪرڻ وارن هزارين پيءُ ۽ مائرن جي محبت خدا جي سامهون اهڙي تہ بي حقيقت آهي. جيئن سمنڊ جي مٿان ڳجي.

## سخي ۽ سائل ٻئي هڪ ٻئي جا محسن آهن

عام طرح ائين سمجهيو ويندو آهي تہ جود و ڪرم ڏيڻ وارو وٺڻ واري تي احسان ٿو ڪري. وٺڻ وارو محتاج آهي ۽ ڏيڻ وارو شاهوڪار (غني) آهي. ليڪن

حقيقت هيءَ آهي تہ ڏيڻ واري وانگر وٺڻ وارو بہ ڏيڻ واري تي احسان ٿو ڪري. جيڪڏهن محتاج جي محتاجي نہ هجي ها تہ سخيءَ جي سخاوت ڪيئن ظاهر ٿئي ها.

امير مينائي چوي ٿو تہ:

موقوف جرم پر هي کرم کا ظهور تها
بندے اگر قصور نہ کرتے قصور تها

صائب ٿو چوي تہ جهڙي طرح باغيچي ۾ غنچا صبح جي هير جي جهونڪن تي ڪلندا آهن. اهڙي طرح گداگر جو هٿ سخاوت جي قفل جي ڪنجي آهي ۽ مهاتما ٻڌ چيو تہ فقير کي خيرات ڏيو تہ پنهنجو احسان سمجهي نہ بلڪ هٿ ٻڌي ادب سان خيرات ڏيو. ڇو تہ هن توهان کي نيڪي ڪرڻ ۽ ثواب حاصل ڪرڻ جو موقعو ڏنو. اگر توهين هن تي احسان ڪندڙ آهيو تہ هو بہ توهان کان گهٽ توهان تي احسان ڪندڙ نہ آهي. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ جهڙي طرح توبهہ ڪرڻ لاءِ تائب جو هجڻ لازمي آهي. بخشش پنهنجي اظهار لاءِ مفلسن ۽ ضعيفن جي ڳولا ڪندي رهندي آهي. جهڙي طرح حسينن کي آئيني جي ضرورت ٿيندي آهي. اهڙي طرح محتاج ڪريم جي ڪم جو آئينو آهي جنهن ۾ هو پنهنجي حسن ڪردار کي ڏسي روحاني لذت ٿو حاصل ڪري سواليءَ کي جهڙڪڻ، جنهن جي متعلق خدا ۽ رسول بہ تنبيهہ فرمائي آهي. اهڙو آهي جهڙو آئيني کي پنهنجي آب ۽ تاب سان خراب ڪري ڇڏڻ.

اسلام جي تعليم ۾ ڪمال درجي جو توازن آهي هڪ طرف هي هڪ حڪم آهي تہ سواليءَ سان نرمي سان پيش اچو ۽ ٻئي طرف مسلمانن کي اها تعليم ڏني وئي آهي تہ سوال ڪرڻ کان پرهيز ڪيو. سوال ڪرڻ سنئي عادت نہ آهي. انهيءَ سان وقار ۾ خلل ٿو پيدا ٿئي. محنت سان روزي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪيو "الڪاسب حبيب الله"

## دنيا جي تمنائن سان وابستہ شادي ۽ غم ٻئي بي حقيقت آهن

دنيا ۾ هر وقت انسان ڪنهن نہ ڪنهن خوشي يا غم ۾ مبتلا هوندو آهي ليڪن جن شين سان خوش ٿيندو آهي. انهن ۾ گهڻيون اهڙيون هونديون آهن

جن جي دراصل کا حقيقت ئي ڪانہ هوندي آهي ۽ جن ڳالهين ڪان غمزده ٿيندو آهي انهن جوبہ ڪو اصل آهي ئي ڪونہ. هي صرف انسان جي نفس جا تصورات ۽ تخيلات آهن. جيڪي هن ڪي ڪنهن نہ ڪنهن خوشي يا غم ۾ گهيرو ڪيو ٿا وتن. فرمائن ٿا تہ هي نفس جا پيدا ڪيل خيال درحقيقت بي جان تصويرون آهن. جيڪڏهن ڪاٺي مڇيءَ جي تصوير ٺهيل آهي تہ ان لاءِ خشڪي يا پاڻي ٻئي برابر آهن. غمگينيءَ جي تصوير ۾ اصل غم نہ هوندو آهي ۽ خوشيءَ جي تصوير ۾ ڪابہ حقيقي مسرت ڪانہ هوندي آهي. حقيقي غم ۽ خوشي جيڪي روح جون اصل ڪيفيتون آهن. اهي انسان جي هن عام غم ۽ خوشيءَ ڪان بلڪل الڳ آهن.

## عمل جي شروعات ۽ نتيجي ۾ تفاوت

گهڻو ڪري انسان جي معمولي ڪوشش جو نتيجو ان مقصد ۽ خواهشن ڪان تمام گهڻو بهتر نڪرندو آهي. ڪوشش انسان لاءِ لازمي آهي. ليڪن نتيجي جو حال الله تعاليٰ کي ئي معلوم آهي. ائين بہ ٿيندو آهي تہ هڪ شخص ڪنهن ادنيٰ شيءِ سان ڪم ڪي شروع ڪندو آهي. ليڪن عمل جي دوران ئي ان جا بلند نتيجا بيدار ٿيندا آهن ۽ هو ڪنهن اهڙي رستي تي اچي ويندو آهي، جيڪو شروع ۾ هن جو مقصد نہ هو. ان ڪري ڪوشش ۽ نتيجو برابر نہ هوندا آهن. ان جي متعلق مولانا رحمة الله عليه ڪيترا مثال ٿو پيش ڪري. هڪ شخص تنور تان ماني خريد ڪرڻ ٿو وڃي. ليڪن تنور وارو نانبائي اهڙو تہ حسين ۽ جميل آهي. جو هو ان جي حسن ۽ جمال ۾ ئي مست ٿي ٿو پوي ۽ ماني خريد ڪرڻ ئي وسري ٿي وڃيس. هڪ ماڻهو باغ جي سير لاءِ نڪري ٿو. ليڪن مالهيءَ جو حسن ان کي باغ ڪان بہ وڌيڪ فرحت افزا ٿو محسوس ٿئي. هڪ اعرابي کوهہ مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ ڏول ٿو وجهي تہ ڏول ڪنهن يوسف کي ٿو ڇڪي اچي ۽ پاڻيءَ جي بجاءِ حسين يوسف سامهون اچي ٿو وڃي. حضرت موسيٰ عليه السلام باهہ لاءِ ٿو نڪري ۽ پيغمبري ملي ٿي وڃيس. آدم عليه السلام ڪڻڪ جو داڻو کائڻ سان جنت مان ٻاهر ڪڍيو ٿو وڃي ۽ هيءَ لغزش زمين تي لهڻ جو بهانو بڻجي ٿي وڃي ۽ وري جيئن ئي توبهہ تائب ٿو ٿئي تہ سڄو عالم ان جي اولاد سان ڀرجي ٿو وڃي ۽ هزارين پيغمبر ۽ اولياءِ ظاهر ٿا

ٿين. ٻار اسڪول وڃڻ کان نٽائي ٿو تہ ان جو پيءُ ان کي ڪجھہ لالچ ڏئي اسڪول ڏي موڪلي ٿو ۽ چوي ٿو تہ اسڪول ويندين تہ توکي ڪبوتر وٺي ڏيندس. ليڪن تعليم کان فارغ ٿيڻ بعد هو صدر مدرس يا پرنسپال بنجي ٿو وڃي. هاڻي هتي علت ۽ معلول جو فرق صاف ظاهر ٿو نظر اچي تہ سبب ڇا هئو ۽ اثر ڪهڙو پيدا ٿيو. انسان جي ڪوشش ۽ نتيجن جو بہ اهوئي حال آهي. اصل شروعات ۽ آخر ۾ حاصل ٿيندڙ مقصد ۾ ڪابہ نسبت معلوم ڪانہ ٿي ٿئي. ان بعد اسلامي تاريخ جا مثال ٿا اچن. حضرت عباس رضہ رسول ڪريم ﷺ جن سان جنگ ڪرڻ لاءِ آيا هئا، ليڪن اسلام جا پشت پناهہ بنجي ويا ۽ سندس خاندان ۾ خلافت اسلاميہ جاري ٿي وئي. ساڳي طرح حضرت عمر رضہ بہ رسول ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن سان وڙهڻ لاءِ تلوار کڻي نڪتا. ليڪن نتيجو ڇا نڪتو تہ اميرالمؤمنين ۽ اهل دين جا اڳواڻ بنجي ويا. ڪنهن بہ شخص کي اهو معلوم ڪونهي تہ جيڪا خواهش کڻي نڪتو آهيان، اها مون کي ڪاٿي پهچائيندي.

## نحو ۽ محو

گهڻا صوفي عام طور تي عام فقهي عالمن جي نسبت ۾ سٺي راءِ نہ رکندا آهن. حالانڪ ڪيترا صوفي علم فقہ ۾ بہ وڏن وڏن فقهي عالمن جي برابر هئا. خود مولانا رومي رحمة الله عليہ ڪنهن کان بہ گهٽ فقيهہ ڪونہ هئا. ليڪن فقہ گهڻو ڪري انسان جي ظاهري، مادي ۽ جسماني زندگيءَ جي متعلق بحث جو نالو آهي. قانون جو واسطو انسان جي باطن سان نہ آهي. جيڪي ماڻهو صرف فقهہ ۾ عمر گذاري ڇڏين ۽ باطني پاڪيزگي (تزڪيہ باطن) حاصل نہ ڪن انهن کان دين جو مغز رهجي ٿو وڃي. ان سلسلي ۾ فقهہ کان زياده صرف ۽ نحو وارا محض بغير مغز جي هڏين کي لوڏيندا رهندا آهن ۽ انهيءَ ۾ ئي سڄي عمر گذاري ڇڏيندا آهن. صرف ۽ نحو زبان جي صحت جو اقدار آهن ۽ زبان پاڻ مقصد کي ظاهر ڪرڻ جو اوزار آهي. گويا صرف ۽ نحو هڪ ذريعي جو ذريعو آهي. مگر جيڪو ان کي ئي مقصد بنائي ان ۾ سڄي عمر مصروف رهيو. ان پنهنجي قيمتي عمر کي اصل شڪار جي صرف پاڇي ۾ ضايع ڪري ڇڏيو. مولانا رحمة الله عليہ هڪ نحو جي عالم جو قصو لکيو

آهي تہ هو ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿيو ۽ ملاح کان پڇڻ لڳو تہ تو ڪجهہ نحو بہ پڙهي آهي، هن چيو تہ بلڪل نہ. ان تي نحو جي عالم چيو تہ تنهنجي عمر تہ ائين ئي بيڪار درياهہ ۾ ٻڏي وئي. ان کان پوءِ ٻيڙي هڪ ڪن ۾ ڦاسي پئي تہ ملاح نحو جي عالم کان پڇو تہ تو ڪجهہ ترڻ بہ سکيو آهي. هن چيو تہ بلڪل نہ. ان تي ملاح چيو تہ افسوس تنهنجي سڄي عمر ئي درياهہ ۾ ٻڏي وئي.

هن مان مولانا رحمة الله عليہ هي نتيجو ٿا ڪڍن تہ زندگيءَ جي ڪنهن اعليٰ مقصد يا خدا جي ذات ۾ محو ٿي وڃڻ نحوڪان وڌيڪ فائديمند آهي.

## عشق ۽ ڪفر

مولانا رحمة الله عليہ وٽ هي مضمون بار بار ٿو اچي تہ حقيقت عشق ئي صداقت جو چشمو آ سي. جيڪڏهن عشق موجود آهي تہ دين جي حقيقت بہ موجود آهي ۽ جيڪڏهن عشق نہ آهي تہ پوءِ دين صرف هڪ تقليد ۽ روايت آهي جنهن مان انسان جي باطن کي فيض نہ ٿو پهچي. هڪڙي شريعت اها آهي جيڪا خاص ۽ عام سيني لاءِ آهي ۽ ٻي شريعت اها آهي جيڪا خود عشق پنهنجي لاءِ ٺو ٺاهي. مولانا فرمائن ٿا تہ عشق جي هر قول ۽ فعل مان بس عشق جي ئي خوشبو ايندي آهي. عشق الاهي انسان کان جيڪي ڪجهہ ڪرائي ٿو اهو جائز ۽ اينڊڙ وقت لاءِ سٺو هوندو آهي. چاهي اهو ظاهر بين فقهي عالم کي غلط ئي معلوم ٿئي. عشق جيڪڏهن فقهہ جي متعلق ڪا ڳالهہ ٿو ڪري تہ ان جو رنگ ئي نرالو هوندو آهي. ان جي فقهہ مان بہ فقيري جي بُوءِ ايندي آهي. ان جون بظاهر شريعت کان هٽيل ڳالهيون حقيقت جي درياهہ جي گجي هوندي آهي. گجي بيڪار معلوم ٿيندي آهي. ليڪن ان جو اصل تہ درياهہ جي موج آهي. جيڪي ڪجهہ عاشق لاءِ جائز آهي، اهو غير عاشق لاءِ جائز نہ ٿو ٿي سگهي. خدا سان محبت ڪندڙ خدا جو عاشق بہ آهي ۽ محبوب بہ. غير محبوب جي وات مان گار کهڙي نہ بري لڳندي آهي. ليڪن محبوب جي وات مان گار بہ کهڙي نہ پياري لڳندي آهي. محبوب جون گاريون بہ سهرا بنجي ويندا آهن. جڏهن عارف ڪفر جي ڳالهين کي عشق جي باهہ ۾ وجهي ٿو تہ خالص ڪري ٿو ٻاهر ڪڍي. هن جو مثال ائين آهي جيئن هڪ مؤمن مرد کي ڪٽان سون جو ٺهيل بت ملي وڃي تہ اهو ان کي بت پرست لاءِ ڇڏيندو ڪونہ.

بلڪ هن کي باهہ ۾ وجهي پگهرائي ۽ سون کي کنهن سنڻي ڪم ۾ لڳائيندو جيڪو خلق خدا جي ڪم اچي.

مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ سن جهان جو مثال خزان جي موسم وانگر آهي جنهن ۾ وڻ ٻسا ٿي ويندا آهن نہ پن نہ گل نہ ڦل- هن موسم کي ڪنڊا تہ بهار جي موسم سمجهندا هوندا ڇو تہ ڪو گل ۽ ڦل آهي ئي ڪونہ جيڪو ڪنڊن کي حقارت جي نظر سان ڏسي. سڀ وڻ هڪ جهڙا ٿي پيا آهن ۽ اها بي رنگي ڪنڊن جي لاءِ خوشيءَ جو سبب بنجي وئي آهي. اهڙي طرح هن دنيا ۾ نافرمان ۽ بدڪار اهوئي ٿا ڏسن تہ سٺا ماڻهو ديندار ۽ پاڪباز سڏائن ٿا. اهي بہ اسان کان وڌيڪ سٺا نظر تہ ڪونہ ٿا اچن. يا هيئن سمجهو تہ دنيا هڪ انڌيري جاءِ آهي. ڪاري منهن وارو تہ اهوئي پسند ڪندو تہ رات ئي هجي. جنهن ۾ سهڻا ۽ ڪارا پٿر ۽ ياقوت ۾ ڪا بہ تميز نہ ٿي ڪري سگهجي. اونداهيءَ ۾ سڀ برابر آهن. جنهن کي قيامت ٿا چون. اها هن دنيا ۾ خزان کان پوءِ بهار آهي. جنهن ۾ هر ٻوٽو پنهنجي اصليت جي مطابق گل ڦل پيدا ڪندو ۽ گلن ۽ ڪنڊن جو فرق صاف ظاهر ٿي پوندو. اهڙي قيامت جو صرف اهو خواهشمند هوندو آهي. جنهن جي سيرت ۾ ڪجهہ خوبي هوندي. بدڪاريءَ جي ڪنڊن ۾ ڦاٿل انسان کي تہ پنهنجي رسوائيءَ جو ئي انديشو ٿي پوندو.

## جسم ۽ روح - گڏهہ ۽ گڏهہ سوار

انسان ۽ ان جي شهوتي نفس جو مثال ائين آهي، جيئن هڪ گڏهہ تي سوار هڪ شخص پنهنجي منزل جي طرف وڃي رهيو هجي. ليڪن گڏهہ کي تہ پنهنجي سوار جي منزل ۽ مقصد جي ڪا خبر نہ هوندي آهي. جڏهن سوار گڏهہ تي ويهڻ کان پوءِ غافل ٿي وڃي يا ننڊاڪڙيءَ جي حالت ۾ اچي وڃي تہ پوءِ گڏهہ ڪنهن ساوڪ ڏي منهن ڪري هلڻ لڳندو آهي. جڏهن سوار هوشيار ٿي پوي تہ ڏسندو آهي تہ هي ڪمبخت مون کي سڌي رستي کان هٽائي ڪاڏي ڪٺي آيو آهي. پيهر ان جو رخ موڙي سڌي رستي تي آڻيندو آهي. ليڪن وري جيئن ئي سوار غافل ٿيو تہ گڏهہ وري واپس ساوڪ ڏي منهن ڪري هلڻ لڳندو آهي پوءِ ائين پٽڪڻ جو سلسلو جاري رهندو آهي. هن گڏهہ نفس کان بہ غافل نہ ٿيڻ گهرجي. ڇو تہ هن جي فطري دلچسپي ٻئي قسم جي آهي ۽ جيڪو رستو

معلوم نہ هجي تہ محفوظ طريقو هي آهي تہ جاڏي گڏھ زور ڪري هلڻ لڳي ان جي مخالف رخ تي هلو.

## ديني زندگي آرام پسندن جو ڪم نہ آهي

مولانا رحمۃ الله عليہ فرمائن ٿا تہ خدا جي راھہ تي هلڻ آرام پسندن ۽ نازڪ مزاج ماڻهن جو ڪم نہ آهي. وڏن ۽ بلند مقصدن کي حاصل ڪرڻ لاءِ گهڻيون ئي تڪليفون برداشت ڪرڻيون پونديون آهن. ڪيترائي زخم ڪائڻا پوندا آهن. ان رستي جي مردن ۾ شجاعت، همت ۽ قوت برداشت هجڻ گهرجي. سست ماڻهو شير خدا نٿا بنجي سگهن. حضرت علي ڪرم الله وجه بلڪل درست آهي جو شير خدا ٿا سڏجن. مولانا رحمۃ الله عليہ فرمائن ٿا تہ قزوين ۾ عام رواج آهي تہ ماڻهو پنهنجي جسمن تي مختلف قسمن جون تصويرون سئيءَ سان ڪوٽرائيندا آهن ۽ ان ۾ رنگ ڀرائيندا آهن. هي ڪبودي رنگ سان ڀريل نقش پوءِ عمر ڀر چمڙيءَ تان نہ مٽجندو آهي. هڪ قزويني حجم وٽ ويو ۽ چيائين تہ منهنجو ستارو اسد آهي. ان ڪري منهنجي جسم تي شينهن جي تصوير ٺاھہ. مون کي خدا شينهن جهڙي شجاعت لاءِ پيدا ڪيو آهي ۽ هيءَ شينهن جي تصوير منهنجي باطني شجاعت جي ظاهري تصوير هوندي ۽ مان هن جي ڪري هر حال ۾ طاقتور رهندس. هي نقش منهنجي ڪلهي تي ٺاھہ. جيئن ئي حجم سئي چڀوئي، تصوير ٺاهڻ شروع ڪئي، تيئن ئي قزوينيءَ دانهون شروع ڪيون تہ اڙي ماري ڇڏيئي. ٿورو ترس. ٻڌاءِ تہ شير جي ڪهڙي عضوي کان تصوير ٺاهڻ شروع ڪئي اٿئي. هن چيو تہ پڇ کان شروع ڪئي اٿم. قزويني چيو تہ انهيءَ پڇ تہ منهنجي نڪ ۾ ساھہ آڻي ڇڏيو آهي. پڇ ٺاهڻ جي ڪا خاص ضرورت ڪانهي. ڪو ٻيو عضو ٺاھہ. حجم وري ڪنهن ٻي جاءِ کان ٺاهڻ شروع ڪيو. وري سئي چڀڻ سان قزويني رڙيون ڪيون ۽ چوڻ لڳو تہ هاڻي ڇا ٺاهڻ لڳو آهين. هن چيو تہ شينهن جو ڪن. چيائين تہ ڪن ڇڏي ڏي ان تہ منهنجو ساھہ ڪڍي ڇڏيو. پوءِ هن پيٽ ٺاهڻ شروع ڪيو. قزوينيءَ لاءِ وري بہ سور برداشت کان ٻاهر ٿي ويو. چوڻ لڳو تہ ڇڏي ڏي. انهيءَ پيٽ کي. ان تي حجم ڏندن ۾ آڱريون وجهي ويهي رهيو. چيائين تہ بغير پڇ، بنا ڪن ۽ بغير پيٽ جي تہ شينهن خدا بہ نہ بنايو. مان ڀلا ڇا ٺاهيان. ھُناڪ تہ شير

بنجڻ جي پيو ڪرين ۽ سڀئي بہ برداشت نہ پيو ڪري سگهين. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ ديني زندگيءَ ۾ بہ ڪيترن ماڻهن جو اهوئي حال آهي. آرام پسند ماڻهن جون وڏيون دعوائون اهڙيون ئي آهن. اصل شير تہ ڇا بنبا. انهن جو وجود شير جي تصوير ناهڻ لائق بہ نہ آهي. جتي خدا جي راهہ ۾ ڪا مصيبت آئي پيچ لڪائي وڃي ٿا پيچن. دين صرف زبان سان اقرار ڪرڻ ۽ عقيدن جو نالو نہ آهي. الله تبارڪ وتعاليٰ مصيبتن سان انسان جو امتحان ٿو وٺي، جيڪو ماڻهو هر هڪ سڀئي جو سور برداشت ڪري صبر کان ڪم وٺي ان جو اجر تمام وڏو هوندو آهي.

# صلاح مشوره

الله تبارڪ وتعاليٰ آنحضرت ﷺ جن کي حڪم ٿو فرمائي تہ اصحابن سڀني سان مشورو ڪندا ڪيو "وشاورهم في الامر" ۽ ٻي جاءِ تي مؤمن جي هيءَ صفت ٻڌائي وئي آهي تہ هو معاملات کي هڪ ٻئي جي صلاح مشوري سان طي ڪندا آهن. "امرهم شوريٰ بينهم" هتي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ پيغمبر صلي الله عليہ وسلم جن کي خدا تبارڪ وتعاليٰ غير معمولي عقل ۽ بصيرت عطا فرمائي هئي. انهن کي ٻين سان صلاح مشوري مان ڪهڙو فائدو ٿو پهچي سگهي؟ ان جو هڪ جواب تہ هي آهي تہ پيغمبر ﷺ جن کي ديني روحاني معاملات ۾ تہ بهرحال ٻين کان فوقيت حاصل هئي. ليڪن سڀ معاملا ديني ٿي نہ ٿا سگهن. هي ممڪن آهي تہ غير معاملات ۾ ڪنهن ٻئي تجربيڪار کي ڪا معقول ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي وڃي. ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي تہ دانشمند پير کي بہ ڪا تدبير سمجهہ ۾ نہ اچي. جنگ ۾ ڪيترا دفعا نبي اڪرم ﷺ جن پنهنجي راءِ ٻي هجڻ جي باوجود ٻين جو مشورو قبول فرمايو. هڪ حديث ۾ آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ دنياوي معاملات ۾ ممڪن آهي تہ توهان جي سمجهہ ۽ تجربو مون کان وڌيڪ هجي. منهنجي اطاعت صرف ديني معاملات ۾ آهي ۽ ٻي ڳالهہ هيءَ آهي تہ رسول ڪريم ﷺ جن جي اصل حيثيت معلم جي آهي. جيئن پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ "اني بعثت معلما" الله تبارڪ و تعاليٰ مون کي معلم بنائي مبعوث فرمايو آهي. مشورو ڪرڻ جي تلقين فرمائڻ سان امت کي اها تعليم ڏيڻ مقصد آهي تہ ڪو هڪ شخص عقل

ڪل نہ هوندو آهي. ان ڪري مشوري سان هميشہ انسان کي فائدو پهچندو آهي. خيالن جي ڏي وٺ سان هڪ مسئلي جا عام پهلو واضح ٿي پوندا آهن. ان ڪري آخري فيصلو هڪ طرف نہ هوندو آهي. اسلام هڪ جمهوري نظام جو بنياد وڌو هو جنهن ۾ ڪنهن بہ شخص کي مطلق العنان، بادشاهہ يا آمر هجڻ جو حق حاصل نہ هو. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ ماڻهن کي انهيءَ تي تعجب ٿو لڳي تہ پيغمبر جي مشوري ڪرڻ مان ڇا حاصل؟ ڪاٿي پيغمبر جي بصيرت ۽ ڪاٿي مشيرن جو محدود فهم؟ ليڪن انهيءَ نڪتي کي فراموش نہ ڪرڻ گهرجي تہ مشورو وٺڻ سان ڪنهن وڏي ماڻهوءَ جي تحقير نہ ٿي ٿئي. ان جو مثال مولانا رحمة الله عليه کي عجيب سمجهہ ۾ آيو آهي. فرمائن ٿا تہ سون کي تورڻ وقت جَوَ جو داڻو يا رتي بہ سون سان گڏ وزن ڪرڻ لاءِ هڪ ئي پلڙي ۾ يا ٻئي پلڙي ۾ رکبي آهي. ليڪن انهيءَ رفاقت سان سون ۽ جَوَ جي جوهر ۽ انهن جي قيمتن ۾ جيڪو فرق آهي اهو ئي ساڳيو قائم رهندو آهي. سون جي ڪا هتڪ ڪانہ ٿي ٿئي ۽ جَوَ کي ڪا عظمت حاصل ڪانہ ٿي ٿئي. ادنيٰ ۽ اعليٰ جي شرڪت مشاورت جو بہ اهو ئي حال آهي. ان ڪان بعد فرمائن ٿا تہ ڏسو خدا تعاليٰ روح کي جسم جو رفيق بنايو آهي. حالانڪ ٻنهين جي ماهيت ۽ قيمت ۾ بي انتها تفاوت آهي. سڄي عالم ۾ لطيف ۽ ڪثيف جو گڏ رهڻ، وجود جي تقاضا ۽ ايزدي مصلحت آهي.

## روحاني عالم ۾ خاص عقل لفظن جا محتاج نہ آهن

مولانا رحمة الله عليه هن عقيدي کي ڪيترين جاين تي ورجايو آهي تہ روحاني عالم لفظن ۽ بيان جو جهان نہ آهي. خالص عقل روحاني عالم جي شيءِ آهي. مگر هتي ماڻهن ان کي لفظن جو محتاج سمجهي ورتو آهي تہ جيڪڏهن لفظ نہ هجن تہ عقل بہ ٻڏي رهجي وڃي. هيءَ گهٽ درجي جي نفسيات آهي. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ روحانيت يا عقل جو درياهہ زبان جي ڇڪيءَ کي هلائي ٿو ڇو تہ هن مادي جهان ۾ هن ڇڪيءَ جي ضرورت آهي. ليڪن جڏهن هن ڇڪيءَ جي ضرورت نہ رهجي تڏهن بہ روحاني درياهہ

بدستور روان رهندو آهي. ان کان مولانا رحمة الله عليه دعا ٿو فرمائي ۽ اميد ٿا ڪن تہ اي الله منهنجي روح کي تون وري واپس انهيءَ مقام ڏي وٺي وڃ جتي ڪلام لفظن جو محتاج نہ هوندو آهي. اهو مقام جنهن کي مادي وجود کان گهڻو متاهون هجڻ ڪري عدم چوندا آهن ۽ حيات جاوداني (هميشہ رهڻ واري) اتي ئي آهي. اهو عالم هن مادي عالم جي مقابلي ۾ بيحد ڪشاده ۽ پر فضا آهي. اسان جي خيالن ۽ اسان جي وجود سڀني جو سرچشمو ۽ مصدر اهوئي آهي. خيالات انسان کي پريشان ان لاءِ ٿا رکن جو اهو هن تنگ وجود جي مقابلي ۾، جنهن کي عدم ٿا چون. نهايت تنگ ۽ محدود آهن، ان ڪري انساني روح کي ان سان تسلي نہ ٿي ٿئي ۽ تنزلات جو سلسلو اچا بہ هيٺ هليو ٿو وڃي. جنهن کي اسين هستي ٿا چئون. اها خيال کان گهڻو تنگ آهي. جتي محسوسات ۽ رنگ جي هستي تہ ايتري تنگ آهي جو اهل دل کي قيد وانگر محسوس ٿي ٿئي. محسوسات جي عالم ۾ مختلف قسم آهن. ان ڪري هي عالم توحيد کان گهڻو پري ٿي ويو آهي. امر "ڪن" عالم امر ۾ هڪ فعل تمام ڪشادو هو، پر عالم خلق ۾ اچي اهو ڪاف ۽ نون جو مرڪب بنجي ٿو وڃي.

## فنا ۽ بقا - تخريب ۽ تعمير

زندگي جو هي آئين آهي تہ ترقيءَ جو ڪو بہ قدم ڪاميابي ۽ ناڪاميءَ کان سواءِ نہ ٿو هلي سگهي. هڪ حالت مان ٻي حالت ۾ عبور هن جي تقاضا آهي. ماءُ جي پيٽ واري حالت کان شروع ڪري وري ان کان پوءِ ننڍڙائپ ۽ جواني ۽ وري ڪراڙپ جي طرف عبور هڪ انقلاب آهي ۽ هر انقلاب (تبديليءَ) ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪاوش هوندي آهي ۽ جيڪو هن لازمي ڪاوش کان گهٻرائي ٿو خواه هڪ فرد هجي يا هڪ قوم اهي بيڪار بنجي پوندا. انهيءَ ئي مضمون کي عارف رومي رحمة الله عليہ بار بار نئين انداز ۾ نين تشبيهات سان بيان ڪيو آهي فرمائن ٿا تہ ڪڻڪ جي داڻي کي پهريائين زمين ۾ دفن ڪيو ويندو آهي. ليڪن اهو ڪجهہ ڏينهن صبر ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي اندر مان گونچ ڪڍڻ شروع ڪندو آهي. تہ پوءِ فنا کان بقا جي طرف قدم کڻڻ شروع ٿو ڪري. ڪڻڪ جو داڻو جڏهن فصل جي صورت ۾ سؤ داڻا پيدا ٿو ڪري تہ پوءِ وري هڪ ٻي آزمائش جو مقام ٿو اچي. جڏهن ڪڻڪ کي چڪيءَ

۾ پينهي اٿو ٿو بنائجي. جيڪڏهن ڪٽڪ ۾ اسان وانگر شعور هجي ته هوءَ ان قسم جي فعل کي ظلم ۽ موت جو پيغام سمجهي. ان کان پوءِ ان اٽي مان ماني ٺاهبي آهي، جنهن کي ٻاهه تي پچايو ويندو آهي. مانيءَ جي پچي وڃڻ کان پوءِ به ترقيءَ جون منزلون اڃان رهن ٿيون. مانيءَ کي انسان پنهنجي ڏندن سان چڳي طرح چٻاڙي پيٽ جي سپرد ٿو ڪري. جتي هاضمي جو عمل شروع ٿو ٿئي. ان کان پوءِ اها ماني بدن جو حصو بنجي انساني شعور ۾ تبديل ٿي وڃي ٿي يا ائين چئجي ته ڊاٺو ان منزل تي پهچي داناءُ ٿي پيو يا لقمو لقمان بنجي ويو. جڏهن زندگيءَ جي ارتقاءَ ۾ بقا بعدالفنا جو هيءُ ٿي طريقو آهي ته پوءِ عبوري دور ۾ وقتي ڪاوش ۾ مصيبت کان گهٻرائڻ وارو انسان ڪيترو نه بصيرت کان محروم هوندو آهي. مولانا رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته هي سلسلو فنا ۽ بقا ۽ ترقيءَ جو هتي ختم ڪونه ٿو ٿئي. بلڪ هيءَ هوشمند جان جڏهن الله تبارڪ وتعالىٰ جي عشق ۾ محو ٿي وڃي ته روح جي هاريءَ کي نهايت خوش ڪرڻ وارو فصل حاصل ٿو ٿئي. هيءَ محويت شروع ۾ هڪ سڪر جي حالت ٿي معلوم ٿئي. ليڪن ان کان پوءِ هڪ عجيب قسم جو شعور بيدار ٿو ٿئي، جنهن جو فيض صرف ان الله جي عاشق تائين محدود نه رهندو آهي، بلڪ هڪ قوم ۽ جهان جي زندگيءَ ۾ صلاح ۽ فلاح پيدا ڪندو آهي. هي نبوت جو شان آهي، جنهن ۾ سڪر جي حالت نه ٿيندي آهي. بلڪ ڪمال درجي جو صحو هوندو آهي.

## عملن جو تحفو

جڏهن انسان سفر کان واپس ٿي ڪجهه عرصي کان پوءِ دوستن سان ملڻ وڃي ته ان کي ڪجهه نه ڪجهه تحفو يا سوغات پاڻ سان کڻي وڃڻ گهرجي. هٿين خالي وڃڻ ائين آهي جيئن ڪٽڪ کڻي وڃڻ کان سواءِ اٽي جي چڪي يا ڪارخاني تي وڃڻ. حشر ۾ به الله تعالىٰ پڇندو ته ڪهڙو تحفو ايمان ۽ عملن جو کڻي آيا آهيو؟ انهيءَ ڪري نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو ته دوستن کي پاڻ ۾ تحفا ڏيڻ گهرجن. ڇو ته ان مان محبت ۾ اضافو ٿو اچي. زندگيءَ ۾ ڪجهه عبادت ۽ خلق جي خدمت لاءِ ايثار ڪندا ڪيو. ته جيئن خدا جي سامهون تحفو پيش ڪرڻ جو سامان مهيا ٿي سگهي.

# لا خوف عليهم ولا هم يحزنون

قرآن ڪريم ۾ الله تبارڪ و تعاليٰ نجات حاصل ڪندڙ خدا رسيده اولياءَ الله جي هڪ صفت کي بار بار دهرايو آهي تہ هي خوف ۽ حزن کان مٿانهان هوندا آهن. نہ ڪنهن شيءِ کان ڊڄندا آهن ۽ نہ غم ۾ مبتلا ٿيندا آهن. مگر انبياءِ ڪرام عليهم السلام ۽ اولياءِ الله جي حالات مان معلوم ٿو ٿئي تہ هو هر حالت ۾ تہ خوف ۽ غم کان مٿانهان نہ رهيا. ان جو جواب هي آهي تہ انبياءَ ۽ اولياءَ بشر هوندا آهن ۽ جيستائين اهي بشري جامي ۾ هوندا آهن. بشري جبلتن کان بلڪل الڳ نہ ٿا ٿي سگهن. ها فرق هي هوندو آهي تہ جنهن قسم جو خوف عام انسانن تي طاري ٿي ويندو آهي. مثلاً مال جي ختم ٿي وڃڻ جو خوف، دنيا جي سامهون ذليل ٿيڻ جو خوف وغيره اهڙي قسم جا خوف هنن تي حاوي نہ ٿيندا آهن ۽ هي ڪيفيتون هنن جي نفس تي قابض نہ ٿينديون آهن. عام ماڻهو پنهنجي پٽ جي موت تي اهڙي طرح بيحال ٿي ويندا آهن جو سندن سڀ قوتون مفلوج ٿي پونديون آهن. خدا سان شڪايت ڪندا آهن. انهن جي اکين جي اڳيان انڌيرو ڇانئجي ويندو آهي ۽ هو محسوس ڪندا آهن تہ هاڻي زندگيءَ ۾ ڪجهہ بہ نہ رهيو آهي. اهڙي حالت اهل دل تي طاري نہ ٿيندي آهي جيڪڏهن ڪنهن خوفناڪ شيءِ کان بشري تقاضا جي ڪري سرسري خوف جي ڪيفيت پيدا ٿئي تہ لاحول ولا قوة الا بالله ۽ لا غالب الا الله جو يقين فورا ان تي غالب اچي ٿو وڃي. اهل دل جا روح دنياوارن ۽ ضعيف ايمان وارن ماڻهن وانگر مجروح نہ هوندا آهن. خوف ۽ غم انهن جي شعور جي سطح تي ڪجهہ لهرون پيدا ڪندو آهي. ليڪن دل جي گهراين کي متاثر ڪري نہ سگهندو آهي. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ جيڪڏهن توهان اهل دل کي ڪنهن دشواريءَ ۾ مبتلا ڏسو تہ اهو نہ سمجهجو تہ اهي توهان وانگر ور وڪڙ کائيندا هوندا. هي ٻئي حالتون انبياءِ ڪرام تان فورا گذري وينديون آهن. انهن جو مثال جبل وانگر آهي. جن سان سٺا ۽ خراب آواز ٽڪرائبا آهن ۽ صدائي بازگشت پيدا ٿيندي آهي. ليڪن جبلن کي انهن جي خبر بہ نہ هوندي آهي. خوف ۽ غم جو انبياءِ ڪرام جي ذات سان ٽڪرائجڻ اهڙي قسم جو آهي. روح جي گهراين ۾ انهن جي حالت "لاخوف عليهم ولا هم يحزنون" ئي رهندي آهي.

اهل الله جي حالت بہ هر وقت هڪ جهڙي نہ هوندي آهي. ڪڏهن عارضي طرح بشريت جي طرف ميلان ۾ حقيقت پرده پوش ٿي ويندي آهي ۽ ڪڏهن سيني جي وسعت ۾ زمين ۽ آسمان جون حقيقتون کلي پونديون آهن. ان جي متعلق سعدي رحمۃ الله عليہ لکيو آهي تہ ڪنهن شخص حضرت يعقوب عليہ السلام کان پڇيو تہ حضرت هي ڇا معاملو آهي جو مصر کان گهڻو پري اوهان يوسف عليہ السلام جي پيراهڻ جي خوشبو سنگهي ورتي ۽ کوهہ ۾ پيل يوسف عليہ السلام اوهان کي نظر نہ آيو؟ حضرت يعقوب عليہ السلام جواب ڏنو تہ اسان جي حالت هڪجهڙي نہ رهندي آهي ڪنهن وقت اک ڇنڀ ۾ سڀ ڪجهہ روشن ٿي ويندو آهي ۽ ڪڏهن انڌيرو. جيڪڏهن اهي بلند حالتن هميشہ قائم رهن تہ اسين بشريت جي عالم کان پاڪ ٿي وڃون مگر مشيت جي تقاضا اها نہ آهي.

## ڪمال جو گمان ترقيءَ ۾ مانع آهي

مولانا رحمۃ الله عليہ فرمائن ٿا تہ ترقيءَ جو مدار نفس جي احساس ۾ آهي. جڏهن ڪو شخص هي سمجهي تہ مون ۾ اڃا فلاڻي علم، هنر يا اخلاق جي معاملي ۾ ڪجهہ گهٽتائي آهي تہ اهو ترقيءَ جو پهريون قدم آهي ۽ جتي ڪنهن کي پنهنجي ڪمال جو گمان پيدا ٿيو اتي ان جي ترقي رڪجي ٿي وڃي بلڪ زوال شروع ٿي ٿو وڃي. زندگيءَ جو اصول يا اڳتي وڌڻ يا پوئتي هٽڻ آهي. ڪوبہ انسان ڪنهن هڪ حالت تي قائم نہ ٿو رهي سگهي. ابليس کي تڪبر ئي شيطان بنايو. آدم عليہ السلام جي مقابلي ۾ "انا خير منہ" (مان ان کان بهتر آهيان) ان جي زوال جو سبب ٿيو. انسان جو نفس هڪ فريب انگيز شيءِ آهي. ڪنهن ڪنهن وقت انسان کي ڌوڪي ۾ ٿو وجهي ڇڏي تہ بس هاڻي منهنجي تقويٰ محفوظ ٿي وئي آهي. شيطان مون کان پري ٿي ويو ۽ هاڻي ڪنهن بہ قسم جي لغزش جي گنجائش ڪانهي. ليڪن اهوئي اطمينان انسان کي خراب ٿو ڪري. جيستائين بشريت موجود آهي، بشر سان گڏ شر جو امڪان موجود آهي. ان جو مثال مولانا رحمۃ الله عليہ هي ٿا پيش ڪن تہ تلاءَ يا نهر جو پاڻي تمام گهڻو صاف ٿو نظر اچي. جيئن ئي ان جي تر ۾ ڪا جنبش ٿي تہ تر جي مٽي ۽ غلاظت سڄي پاڻيءَ کي گدلو ۽ غليظ ڪري ٿي ڇڏي. اهوئي حال انسان جو آهي. آزمائشون ۽ امتحان ۽ مخصوص قسم جون

حالتون ۽ معاملا نفس جي اڪل خباثتن کي بيدار ڪري ٿا ڇڏين ۽ اهو انسان پنهنجو پاڻ کي نهايت پاڪيزه ۽ مقدس سمجهي اهڙن افعالن ۾ ڦاسجي ٿو پوي جنهن تي ٻيا ماڻهو حيران ٿا ٿين ۽ پاڻ بہ نهايت پشيمان ٿو ٿئي. سبب اهو آهي تہ ان جي فطرت جي تحت الشعور ۾ اجا غلط رجحان ۽ شهوتون لڪل هيون، جن جو هن کي پاڻ بہ علم نہ هو. تلاءُ ۾ غلاظت موجود هئي، جيڪا امتحان جي جنبش سان سطح تي اچي وئي ۽ سڄي روح کي ميرو ڪري ڇڏيائين. نفس جي انهن لڪل ميلاڻن جي خبر وٺڻ پنهنجي لاءِ ڏاڍي ڏکي آهي، بلڪ ناممڪن آهي. مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ نهر خود پنهنجي صفائي نہ ٿي ڪري سگهي. تلوار خود پنهنجي هٿن کي نہ ٿي ڇلي سگهي. پراڻن ۽ گهرن زخمن جو علاج جراح کان ئي ڪرائبو آهي. اهڙي حالت ۾ هڪ ماهر نفسيات مرشد جي هدايت لازمي ٿي وڃي ٿي، جيڪو اندر جون لڪل چوريون پڪڙڻ جو ماهر هجي.

## ظالم ۽ فسادي ڪافر وحشي ۽ موذي جانور آهن

ڪجھ ماڻهو اعتراض ڪندا آهن تہ فلاڻي مصلح يا پيغمبر جي تبليغ، اشاعت دين ۽ ڪلمي حق جي ڪوشش ۾ هزارين انسانن جو خون وهيو. ۽ ان مان اهو غلط نتيجو ڪڍندا آهن تہ مذهب صلح آڻيندڙ نہ بلڪ فساد انگيز چيز آهي. ان جي جواب ۾ مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ انسانن جي خاطر جيڪڏهن موذي ۽ وحشي جانور جو قتل فرض آهي تہ پوءِ درندگيءَ جون صفتون رکندڙ انسان جو قتل ڇو ناجائز قرار ڏنو وڃي؟ اعليٰ جي حفاظت لاءِ ادنيٰ جي قرباني نہ صرف جائز بلڪ فرض آهي. ڪافرن کي خدا حيوانن کان بہ بدتر فرمايو آهي. "ڪالانعام بل هم اضل" هڪ جاءِ تي انهن کي شينهن کان ڇڪندڙ جهنگلي گڏهن سان تشبيهہ ڏني آهي. ڪٿي انسانيت جي ختم ٿيڻ سبب اهي قردة خاسئين يعني ذليل باندر بنجي ٿا وڃن. الله تبارڪ و تعاليٰ جي نزديڪ بدترين حيوان اهي ڪافر آهن جيڪي گونگا ۽ ٻوڙا آهن ۽ ڪجھ بہ نہ ٿا سمجهن. عقل جي گهٽتائي ڪري انسان جانورن کان بہ بدتر ٿي ٿو وڃي. ڇو تہ جانور تہ پنهنجي فطرت ۽ حيثيت جي مطابق عمل ٿو ڪري. ان ڪري نہ تہ هو غلط ڪار آهي ۽ نہ پڪڙجڻ جي لائق.

"ان شرالدواب عند الله الصم البكم الذين لا يعقلون"

(انفال)

# احمق، ۽ رياڪار مقلد جي عبادت

مولانا رحمة الله عليه هن تي نهايت افسوس ظاهر ڪيو آهي تہ ديني ۽ روحاني زندگيءَ ۾ مقلدن، نقالن ۽ رياڪارن گهڻو فساد مچائي ڇڏيو آهي. هي ماڻهو ڪجهہ آيتون ۽ ڪجهہ حديثون ياد ڪري ٿا ڇڏين. ڪجهہ بزرگن جا قول هنن ڪي ايندا آهن. فرمائن ٿا تہ ڪنهن پکيءَ جو آواز نقل ڪرڻ سان ماڻهو ان پکيءَ جي اندر ۽ ان جي فطرت کان ڪيئن ٿو واقف ٿي سگهي؟ بلبل جي ٻولي ڳالهائڻ واري کي ڪهڙي خبر تہ بلبل گل کي ڇا چئي رهي آهي ۽ ڇا محسوس ڪري رهي آهي. جيڪڏهن ڪجهہ سمجهڻ جي ڪوشش ڪري ٿو تہ ائين ئي تڪ ٿو لڳائي ۽ ديني حقائق جي باري ۾ اهڙي قسم جي تڪ باز جو اهوئي حشر ٿيندو آهي، جيڪو ان ٻوڙي جو ٿيو. جيڪو هڪ دوست جي بيمار پرسيءَ لاءِ ويو هو. هن سوچيو تہ پاڙيسريءَ جي بيمار پرسي لازمي آهي. ليڪن مان ان جي خيريت ڪيئن پڇندس؟ خدا ڪي خبر تہ هو ڇا چوي ۽ مان ڇا سمجهان ۽ ڇا جواب ڏيان. ان ڪري اندازي ۽ قياس سان هڪ گفتگو پنهنجي ذهن ۾ تيار ڪيائين. مان چوندس تہ ادا ڇا حال آهي؟ هو چوندو تہ شڪر آهي. ٺيڪ آهيان. وري مان پڇندس تہ ڪائين ڇا ٿو؟ هو چوندو تہ شربت يا ماش جي نرم دال. مان جواب ڏيندس تہ تمام سٺي شيءِ آهي. پوءِ مان پڇندومانس تہ توهان جو علاج ڪير ٿو ڪري؟ هو ڪنهن طبيب جو نالو وٺندو. مان چوندو سانس تہ ان جو قدم تمام مبارڪ آهي. اسان بہ ان ڪي آزمايو آهي. جڏهن بيمار وٽ پهتو ۽ گفتگو انهيءَ قياس مطابق شروع ٿي تہ معاملو اُلٽو ٿي پيو ۽ مريض ان سان ايترو تہ بگڙيو، جو هن جو دشمن ٿي پيو. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ ڪجهہ ماڻهن جي عبادت بہ اهڙي قسم جي ٻوڙي جي بيمار پرسيءَ وانگر هوندي آهي. هنن دين جي متعلق ڪجهہ بي بنياد قياس آرائي ڪري ڇڏي آهي. ڪوڙي عبادت ۾ جيترو زور ٿا لڳائن. نتيجو اوترو ئي ابتڙ ٿو نڪري. ٻوڙي، مريض کان خيرت پڇي، هو ڪجهہ بيماريءَ کان چڙچڙو ٿي پيو هو ۽ ڪجهہ ان عيادت ڪرڻ واري جي خلوص ۾ هن کي شڪ هو. ان

ڪري مريض بگڙي چيو تہ مران ٿو. ٻوڙي چيو خدا جو شڪر آهي. پوءِ پڇيائين ڪاڏو ڇا اٿئي؟ هن چيو تہ زهر. ٻوڙي جواب ڏنو تہ مبارڪ هجئي. ڏاڍي سٺي غذا آهي. پوءِ پڇيائين تہ علاج ڪنهن جو ٿو ڪرين؟ هن چيو تہ ملڪ الموت جو. ٻوڙي چيو تہ اهو تہ وڏو زبردست حڪيم آهي. ان جو علاج سڀني کان بهتر هوندو آهي. ڪڏهن بہ غلطي نہ ڪندو آهي. اسان بہ ان کي تنهنجي سفارش ڪنداسين. فرمائن ٿا تہ بيوقوف قسم جي ديندارن جي عبادت بہ اهڙي قسم جا الٽا نتيجا پيدا ڪندي آهي. هو سمجهندا آهن. تہ خدا راضي ٿو ٿئي. ليڪن خدا انهن کان اڳي کان وڌيڪ ناراض ٿيندو آهي.

عبادت گاهہ ڪيئن ٿي بنجي سگهي. ان جي متعلق هڪ شارح ٿو لکي تہ ڪجھہ عابد محلي جي مسجد ۾ رات جي وقت زور زور سان ذڪر ٿا ڪن ۽ اهڙا تہ زور سان نعرا ٿا هڻن جو پاڙي وارن جي ننڊ ڦٽي ٿي پوي. نہ ڪو ضعيف ۽ بيمار سمهي ٿو سگهي ۽ نہ ڪو تندرست رات جو اوجاڳي سبب ڏينهن جو ڪو ڪم ٿو ڪري سگهي. اهڙي طرح ڪو متعصب ڪنهن ٻئي مسلڪ جي مسجد ۾ اهڙو تہ زور سان آمين ٿو چوي، جو نمازين جو حضور قلب ڪاوڙ ۾ بدلجي ٿو وڃي ۽ پنهنجي آمين سان ٻين جي نماز خر ، ٿا ڪن. اهڙي قسم جون ڪيتريون ڳالهيون آهن، جن جي ڪري جاهلن جي دينداري خدا جي خلق لاءِ دل آزادي بنجي ٿي وڃي.

## جاهل جو قياس

عارف روميءَ جهڙو عقلمند فقيهہ، اجتهادي قياس جو تہ مخالف نہ ٿو ٿي سگهي. ليڪن دين جي معاملي ۾ اهڙن جاهلن جي قياس آرائين جو سخت مخالف آهي. جن جي نظر صرف هڪ جز تي هوندي آهي ۽ جيڪي دين جي روح کان ناواقف هئڻ سبب يا ذاتي مقصدن ۽ خواهشن جي ڪري قياس آرائي شروع ڪري ڏيندا آهن. فرمائن ٿا سڀ کان پهريائين اهڙي قسم جو قياس ابليس ڪيو هو. پنهنجي ۽ آدم عليہ السلام جي عنصري تفاوت جي ڪري قياس ڪرڻ لڳو تہ منهنجي اصليت باهہ جي آهي. جنن ۾ گرمي بہ آهي ۽ روشني بہ ۽ آدم عليہ السلام مٽيءَ جو پتلو آهي. جنهن ۾ نہ تہ زندگيءَ جو ڪو نور آهي نہ گرمي. ان ڪري مان ان کان هر حيثيت ۾ بهتر آهيان. هن

منطقيءَ وانگر سوچيو تہ اصل کان فرع جو قياس ڪيان. ليڪن هو هن حقيقت کان ناواقف هو تہ روحاني عالم ۾ نسب جو ڪو بہ اعتبار ڪونهي. ان ڪري جزوي علم جي قياس آرائيءَ ڪري اهڙي تہ نوڪر ڪاڏائين جو مردود ٿي پيو. مسلمانن ۾ اهڙي قسم جا قياس ڪندڙ شيطان جا پائر آهن. هو پاڻ بہ گمراهہ ۽ ٻين کي بہ گمراهہ ڪندڙ آهن. جسماني حيثيت يا نسب جو روحاني زندگيءَ ۾ ھي حال آهي جو ابوجهل جو پٽ مؤمن ٿي ٿو پوي ۽ نوح عليہ السلام جو پٽ ڪافر.

## خدا مست انسان ۽ ٻارن جي راند

ڪو مست شراب پيئندڙ جڏهن جهومندو شراب خاني مان ٻاهر نڪرندو آهي، تہ اهو رستو ٻلجي ويندو آهي. هيڏي هوڏي گپ چڪ ۾ ڪرندو مسخريءَ جو سامان بنجي ويندو آهي. هيڏي هوڏي گپ چڪ ۾ ڪرندو وتندو آهي ۽ هر احمق ان تي کلندو آهي. اهڙي طرح خدا مست انسان بہ دنيا وارن کي بي هوش ۽ پاڳل نظر ايندا آهن ۽ خلق خدا جي لاءِ کل مسخريءَ جو سامان بنجي ويندا آهن. خلق خدا جو حال بہ ٻارن جهڙو آهي. انهن جون خواهشون ۽ انهن جي پوري ڪرڻ جو سامان سڀ کيل تماشو آهي. فرمائن ٿا تہ اصلي روحاني لذتن جي مقابلي ۾ هنن جي حقيقت بہ ننڍي ٻار جي جماع ڪرڻ وانگر آهي. هنن جون لڙايون بہ ٻارن وانگر لڙائيون آهن. بي جان رانديڪن تي ويڙهہ ٿيندي آهي. ڪاٺيءَ جي گهوڙي تي سوار ٿي پنهنجو پاڻ کي شهسوار ٿا سمجهن ۽ انهيءَ ڪاٺيءَ جي گهوڙي کي براق ۽ دلدل (سينگاريل گهوڙو) ٿا سمجهن. جڏهن حقيقت کلندي تہ معلوم ٿي ويندو تہ دارا ۽ سڪندر ۽ چنگيز درحقيقت ڪاٺيءَ جي گهوڙي تي سوار هئا.

## چئن پيرن واري جانور تي چند ڪتاب

علم جي معاملي ۾ انسان ٻن قسمن جا هوندا آهن. هڪڙا اهي آهن. جيڪي علم جا راڪب آهن ۽ ٻيا علم جا مرڪب. اصل عالم اهو آهي جيڪو علم جي رستي تي سوار هجي ۽ علم جون واڳون ڪنهن سَني منزل مقصود جي طرف موڙي. ٻيا اهي آهن جن تي ڪتابي علم ۽ ڪتابن جو هڪ بار لڏيل

آهي. انهن کي علم مان ڪوبہ فائدو نہ ٿو پهچي. ڪمثل الحمار يحمل اسفارا: هي گڏهہ آهن جن تي ڪتاب لڏيل آهن.

## دوزخ جي باهہ

قرآن ڪريم ۾ آهي تہ دوزخين کي گرم پاڻي پياريو ويندو. مولانا رحمة الله عليه معنوي تفسير ۾ لقمان جو قصو ٿا لکن تہ لقمان جي آقا جو هڪ ميوه دار باغ هو، جنهن مان هن جا غلام چوريءَ ميوو ڪائي ويندا هئا ۽ تهمت لقمان تي لڳائيندا هئا، تہ هن ڪاڙو آهي. حالانڪ اهو نهايت ديانتدار ۽ مالڪ جو وفادار هو. ٻيا غلام لقمان کي ڪاري رنگ جو سمجهي حقارت جي نظر سان ڏسندا هئا. سيئي مالڪ کي اهو چوندا هئا تہ لقمان ميوو چورائي ڪائي ٿو وڃي. لقمان بہ محسوس ڪيو تہ مالڪ هن سان ڏاڍو بگڙي ويو آهي ۽ ڪيس چور ٿو سمجهي. لقمان کي الله تعاليٰ حڪمت عطا فرمائي هئي. هن مالڪ کي چيو تہ سڀني کي پيٽ ڀري گرم پاڻي پياري. ان کان پوءِ توهان جنگل جو رستو وٺو. پاڻ سوار ٿيو ۽ اسان سڀني کي خوب ڊوڙايو. ٿوري وقت ۾ سڀ الٽيون ڪرڻ لڳندا. پوءِ ڏسجو تہ ڪنهن جي پيٽ مان ڇا ٿو نڪري. مالڪ لقمان جي تجويز تي عمل ڪيو. ان ڪري سڀني کي الٽيون اچڻ لڳيون. ٻين جي الٽين ۾ ميوا نڪتا ۽ لقمان جي الٽيءَ ۾ صاف پاڻي نڪتو. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ الله تبارڪ و تعاليٰ تہ لقمان کان وڏيڪ حڪمت وارو آهي. دوزخين کي گرم پاڻي پيارڻ جي اهائي معنيٰ آهي تہ انهن سان ڪجهہ اهڙو عمل ڪيو ويندو جو انهن جي باطن جون خباثتون نڪري، انهن جي سامهون اينديون. الله تبارڪ و تعاليٰ جهنم کي عذاب لاءِ نہ بلڪ امتحان ۽ اصلاح لاءِ بنايو آهي. باهہ سان مختلف ذاتن جو امتحان ٿيندو آهي. بيڪار الڳ ٿي اصل ذات نمايان ٿي پوندي آهي. پٿرن کي بہ آتش گير مادي سان ٽوڙبو آهي. هي پٿر اهي پٿر دل انسان آهن جن کي دنيا ۾ هزار بار سمجهايو ويو. ليڪن اهي نہ سمجهيا ۽ انهن جون دليون نرم نہ ٿيون. اهي ئي آخرت ۾ جهنم جو ٻارڻ بڻبا.

# ايمان بالغيب جي فضيلت

الله تبارڪ وتعاليٰ قرآن حڪيم جي شروعات ۾ ئي مومنن جي هڪ صفت بيان فرمائي آهي ته اهي غيب تي ايمان آڻن ٿا. مولانا رحمة الله عليه ايمان بالغيب جي فضيلت ڪي هڪ مثال سان واضح ٿا ڪن. فرمائن ٿا ته بادشاهه وٽ ڪجهه مصاحب هوندا آهن ۽ ڪجهه امير وزير جيڪي ان جي دربار ۾ حاضر رهندا آهن. انهن تي بادشاهه جو رعب ۽ دٻدٻو هوندو آهي. اهي هن جي هر حڪم تي سر تسليم خم ڪندا آهن ۽ ان جي اشارن تي هلندا آهن. ليڪن ڪجهه ٻيا عهديدار هوندا آهن. سلطنت جي مختلف طرفن ۾ سرحد ۽ قلعن جي حفاظت ڪندا آهن ۽ بادشاهه جي حڪمن ڪي اکين تي رکندا آهن. حالانڪ اتي بادشاهه موجود ڪونه هوندو آهي، جيڪو فورن ان جي خلاف ورزيءَ جي سزا ڏئي سگهي. اهڙن ماڻهن جي وفاداري زيادهه پائدار هوندي آهي. قيامت ۾ ته ايمان بالغيب ڪونه هوندو. اتي ڪافر چوندا: ”ربنا ابصرنا واسمعنا وارجعنا نعمل صالحا.“ يعني: اي پروردگار اسان جون اکيون ۽ اسان جا ڪن کليا. تون اسان کي ٻيهر دنيا ۾ موڪل. ته جيئن اسين نيڪ عمل ڪيون. رسول ڪريم ﷺ جن به ايمان بالغيب کي ايمان بالشهود جي مقابلي ۾ گهڻو تعريف جي قابل قرار ڏنو آهي. بيهقيءَ جي هڪ روايت آهي ته عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان ۽ ان جي پيءُ پنهنجي ڏاڏي کان روايت ڪئي آهي ته توهان جي نزديڪ ڪهڙي مخلوق جو ايمان وڌيڪ عجيب آهي؟ اصحابن سڀني عرض ڪيو ته ملائڪن جو. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو ته هو ايمان ڇو نه آڻين. اهي ته خدا جي حضور ۾ ٿا رهن. پوءِ اصحابن سڀني عرض ڪيو ته نبين سڀني جو. رسول ڪريم ﷺ جن فرمايو ته اهي ايمان ڇو نه آڻين انهن تي وحي نازل ٿي ٿئي. ماڻهن عرض ڪيو ته پوءِ ته اسان جو. فرمايائون ته جڏهن مان توهان ۾ موجود آهيان ته پوءِ توهان جو ايمان آڻڻ ڪهڙي وڏي ڳالهه آهي. ان کان پوءِ فرمايائون ته سڀ کان عجيب ايمان جي معاملي ۾ اهي ماڻهو هوندا، جيڪي مون کان پوءِ ايندا. انهن وٽ خدا جو ڪتاب هوندو ۽ ان جي حڪمن تي ايمان آڻيندا.

# خدا جو نور، نبي ﷺ جو نور ۽

# اصحابن رضي الله عنهما جو نور

رسول ڪريم ﷺ جن پنهنجي اصحابن کي ستارن سان تشبيهه ڏني آهي. انهيءَ تشبيهه جي بنياد تي مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا ته حقيقت جو سج الله تعاليٰ آهي، جنهن جي تجلي سڌي طرح انسانن لاءِ ڏسڻ ۾ دشوار آهي، ان ڪري خدا پنهنجو نور نبين سڳورن ۾ منعڪس ڪري عام ماڻهن کي روشني پهچائي، خدا سج وانگر آهي ۽ نبي ﷺ چنڊ وانگر آهي. جيڪو سج کان نور حاصل ڪري ان کي انسانن جي اکين جي برداشت جي قابل بنائي ٿو ڇڏي. هر نبي بشر هوندو آهي. خدا جو نور ان بشريت ۾ منعڪس ٿي انسان لاءِ هدايت ٿو بڻجي. بشر کي فيض بشر جي ذريعي ئي پهچي ٿو سگهي. نبين کان گهٽ نور ستارن ۾ هوندو آهي. جيڪي سڀ گڏجي به چنڊ جيتري روشني نه ٿا ڏئي سگهن. ليڪن بهرحال ڪنهن حد تائين اونداهيءَ کي پري ڪري رات جو هلڻ وارن کي رخ ۽ وقت جي خبر ڏيندا آهن.

# شهوتن جو بندو

شهوتن جي غلامي ڪنهن انسان جي غلاميءَ کان بدتر ۽ سخت هوندي آهي. ڪنهن آقا جي غلامي ته آسان آهي. مالڪ پنهنجي فياضيءَ سان يا غلام جي خدمت سان خوش ٿي هڪ لفظ چئي ان کي آزاد ڪري ٿو سگهي. ليڪن شهوتن جي ٻانهي جي ايتري آسانيءَ سان نجات نه ٿي ٿئي. ان ڪري جو هو پاڻ عارضي ۽ فاني لذتن ۾ ڦاسي آزادي نه ٿو چاهي. هن معاملي ۾ هو لذتن جو غلام ٿي رهڻ پسند ٿو ڪري ۽ آهستي آهستي اهڙيءَ ته ڪڏ ۾ وڃي ٿو ڪري جيڪا تمام گهڻو اونهي آهي. ڪنهن ٻئي هن تي ظلم ڪونه ڪيو آهي ۽ نه ڪنهن غير جو ان تي زور آهي. هن خود پنهنجو پاڻ کي مجبور ۽ مظلوم بنايو آهي. جڏهن هو پاڻ پنهنجي مرضيءَ سان ڪريو آهي ۽ انهيءَ کوهه ۾ رهڻ به گهري ٿو ته پوءِ ان کي ڪير ٻاهر ڪڍي.

# آيتن جي تنسيخ ۽ تبديليءَ جو قانون

قرآن ڪريم ۾ آيتن جي تنسيخ لاءِ هڪ وڏي آيت آهي تہ اسين ڪنهن آيت کي منسوخ نہ ٿا ڪيون ۽ نہ ان کي انسانن جي ذهن تان ڀلايون ٿا. جيستائين ان منسوخ شده آيت کان بهتر يا ان جي مثل ان جي جاءِ تي نہ آڻيون. تبديلي ۽ ثبات ٻئي زندگيءَ جا آئين آهن. فطرت هر وقت تجديد ۾ مصروف آهي. ليڪن هيءَ تبديلي ۽ تجديد اهڙن اصولن جي تحت ٿيندي آهي، جيڪي لازوال آهن ۽ جنهن جي نسبت الله تعاليٰ لا تبديل لخلق الله ارشاد فرمايو آهي. شريعتون قومن جي معاملات ۾ نظم ۽ نسق پيدا ڪرڻ لاءِ ظاهر ٿيون آهن. جڏهن قومن جا حالات بدلجي وڃن تہ ڪجهہ پراڻا طريقا ڪارآمد هجڻ جي بجاءِ نقصانده ٿي پوندا آهن. ان ڪري الله تعاليٰ دين کي قائم ۽ برقرار رکندي شريعتن کي تبديل ڪندو ويو آهي. قرآن ڪريم ۾ آيتن جا اصلاح فطرت کي ظاهر ڪرڻ لاءِ بہ استعمال ٿيندا آهن. ڏينهن رات جي تبديلي، بادل ۽ بارش، نباتات جي پيداوار وغيره سڀ قرآن جي مطابق آيات الاهي (الله تعاليٰ جون نشانيون) آهن، جن ۾ غور ۽ فڪر ڪرڻ انهن جي طريقي ۽ حڪمت کي ڳولڻ اعليٰ درجي جي عبادت آهي. قرآن پاڪ بار بار انهيءَ مشاهدي ۽ مطالعي جي تلقين ٿو فرمائي. مولانا رحمة الله عليه بہ آيتن جي تنسيخ جي مضمون جي وضاحت فطرت جي تغيرات مان مثال ڏئي ٿا ڪن. فرمائن ٿا تہ ڏسو رات ڏينهن کي منسوخ ٿي ڪري ۽ وڏن وڏن بيدار مغز عاقلن کي بہ گهري ننڊ ۾ سمهاري خاموش بنائي ٿي ڇڏي. ان ڪري ڇيو ويندو آهي تہ فلاڻو شخص ڪاٺيءَ وانگر بيحس ستو پيو آهي. پوءِ وري سج نڪ ى ٿو تہ رات منسوخ ٿي وڃي ٿي. هيءَ تنسيخ (تبديلي) زندگيءَ جي قيام جو سبب آهي. ننڊ جي اونداهين ۾ زندگيءَ جي تجديد جو آب حيات لڪل آهي. سمهڻ کان پوءِ انسان جي جان ۽ ان جو عقل تازو ٿي پوندو آهي. ٻيو مثال هي آهي تہ نبين سڳورن کي ڪنهن ڪنهن وقت جنگ بہ ڪرڻي پوندي آهي. جنهن ۾ ڪافرن جي جان ۽ مال جي گهڻي تباهي ٿيندي آهي ۽ خود مومن شهيدن جون جانيون بہ عارضي طور منسوخ ٿي وينديون آهن. ليڪن انهن جنگين کان پوءِ اصلاح ۽ فلاح انسانيءَ جي سطح بلند ٿي ويندي آهي. بقا

۽ ترقيءَ لاءِ فنا ۽ تنسيخ جو قانون لازم ۽ مقدم آهي. مگر خدا جو تبديل نہ ٿيڻ وارو آئين منسوخ نہ ٿيندو آهي ولن تجد لسنة الله تبديلا ليڪن زندگيءَ جي مظاهر ۾ هڪ مظهر ٻئي مظهر جي تنسيخ ڪندو رهندو آهي. جنهن ڪانسواءِ نہ تہ زندگيءَ جي بقا ممڪن آهي ۽ نہ زندگيءَ جي زينت. فرد هجي يا قوم مسلسل تنسيخ ۽ تبديلي سان فروغ حاصل ڪندا آهن. بشرطيڪ زندگيءَ جي بنيادي اصولن جي خلاف ورزي نہ ڪن.

ان ڪان پوءِ وري مثال ٿا آڻين تہ ڏسو مالهي ساين شاخن کي ڪاٽيندو رهندو آهي جنهن جي ڪري وڻن کي بلندي ۽ ڦل جي اڃڻ جي صورت پيدا ٿيندي آهي. باغ مان فضول ۽ بيڪار گاهہ کي ڪڍندو آهي. تہ جيئن باغ جي زندگي وڌي. طبيب خراب ڏندن کي ڪڍي ڇڏيندو آهي تہ جيئن تڪليف دور ٿئي. انسان جي روحاني ترقي بہ مسلسل تنسيخ تي گهري. بلند مقصد قربانيءَ کان سواءِ حاصل نہ ٿيندا آهن . توهين هرروز حيوانن جي زندگي منسوخ ڪري انهن کي غذا بنائي پنهنجي جسماني زندگيءَ کي قائم رکندا آهيو. ليڪن اهو عمل اڳتي بہ جاري رهڻ گهرجي. پنهنجي ناپسنديده خيالات کي منسوخ ڪندا اڳتي وڌندا هلو. ايتريقدر جو توهان کي هميشہ رهڻ واري زندگي حاصل ٿئي. انهن لاءِ اوهين پهرين حالت کي منسوخ ڪندا هلندا رهو.

رسول ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ جنهن شخص جا ٻہ ڏينهن هڪ جهڙا گذريا اهو نقصان ۾ پئجي ويو. هڪ حالت تي بيهي رهڻ جمود ٿو پيدا ڪري ۽ جمود جمادات جي فطرت آهي. انسان جي نہ. فرمائن ٿا تہ پهرين حالت صرف تبديليءَ جي غرض سان ڪرڻ فضول آهي. تنسيخ ۽ تبديلي ڪنهن بهتريءَ لاءِ هجڻ گهرجي. ڪپڙي جي ڪاٽ ۽ ڪترڻ صرف درزيءَ لاءِ جائز آهي. ڇو تہ هو انهن ٽڪرن کي سبي عمدو لباس ناهڻ ڄاڻي ٿو. سٺو واپاري جيڪڏهن ڪجهہ وڪرو ٿو ڪري تہ منافعو حاصل ڪرڻ لاءِ هو زيادهہ رقم سان وري بهتر مال خريد ڪندو آهي. قتل جي مجرم تي الله تعاليٰ قصاص جو حڪم ڏنو آهي ۽ ان سان گڏ فرمايو اٿس تہ قصاص ۾ زندگي آهي. في القصاص حياة يا اولي الاباب. حالانڪ قصاص ۾ هڪ ماڻهوءَ جي جان کي مارڻو ٿو پوي. ليڪن خدا ان کي زندگي جو ذريعو ٿو فرمائي. ڇو تہ قاتل جي هڪ جان جي تنسيخ سان بيشمار خلق خدا جون جانيون محفوظ ٿي وينديون آهن.

---

## حصو پيو

# دلي دوست سان مشورو

مشوري ڪرڻ جو فلسفو بيان ڪندي فرمائن ٿا تہ پاڪباز ۽ حق شناس انسانن سان مشورو ڪرڻ هميشہ فائديمند هوندوآهي. جيڪڏهن آدم عليہ السلام خدا تبارڪ و تعاليٰ يا ملائڪن سان مشورو ڪري ها تہ ابليس هيءَ ترغيب ڏئي رهيو آهي. توهان جي نزديڪ هن ۾ ڪا برائي يا نافرماني تہ ڪانہ آهي؟ تہ خدا تعاليٰ يا ملائڪ ان کي تنبيھہ ڪن ها. آدم عليہ السلام صرف پنهنجي مرضيءَ تي هلي ٺوڪر کاڌي. جيڪو شخص بہ اهل خلوص وصدق سان صلاح مشورو ڪرڻ کان بغير ڪو قدم کڻندو تہ اهو ضرور ٺوڪر کائيندو. انسان ذات کي هن مان هدايت حاصل ڪرڻ گهرجي. فقط پنهنجي عقل تي ڀروسو ڪري ڪنهن ٻئي جي ڳالهہ تي وزن نہ ڏيڻ انسان کي مطلق العنان جاهل بنائي ٿو ڇڏي. فرمائين ٿا تہ جڏهن عقلمند عقلمند سان مشورو ڪندو آهي تہ عقل ۽ معاملات جي سمجهڻ ۾ اضافو ٿيندو آهي. ليڪن هوا ۽ هوس جا بندا حرص جي قيدين ۽ نفس ۾ گرفتار ٿيل ماڻهن سان مشورو ڪندا آهن تہ شيطانيت ۾ ٻيڻ پيدا ٿيندي آهي. هڪ هڪ ۽ ٻہ ٻارهن جو اصول نيڪ ۽ بد ٻنهين قسم جي عملن تي نافذ ٿئي ٿو. فرمائن ٿا تہ يار سان مشورو ڪرڻ نجات جو سبب آهي. مخلص يار تنهنجي اک آهي. پنهنجي زبان سان اهڙي مٽي ۽ ڪک پن نہ اڏايو جيڪي ان اک ۾ پئجي وڃن. مؤمن مؤمن جو آئينو هوندو آهي (المؤمن مراة المؤمن - حديث) ان کي خراب نہ ڪرڻ گهرجي. آئيني جي منهن تي اهڙيون بيهوديون ڦوڪون نہ ڏيو جو هو ڌنڌلو ٿي حقيقت نہ ڏيکاري. طبيب ۾ ڪشادگي ڪنهن هم جنس جي صحبت سان ٿيندي آهي. غير جنس (يا ناجنس) جي موجودگيءَ سان دل پريشان ٿيندي آهي. جڏهن باغ ۾ گهٽا ڪانو اچي گوڙ مچائيندا آهن تہ بلبل اتان هلي ويندي آهي، يا لڪي خاموش ٿي ويندي آهي. هن ڪان اڳ مولانا رحمة الله عليہ فرمائي چڪا آهن تہ اک ۾ هڪ وار پئجي وڃڻ سان شيون نظر نہ اينديون آهن. يا نظر اينديون آهن تہ صحيح صورت ۾ نظر نہ اينديون آهن. هاڻي وري انهيءَ تشبيھہ ڏي ٿا اچن. فرمائين ٿا تہ اک ۾ وار پئجي وڃڻ سان موتي بہ پٿر وانگر نظر ايندو

آهي، جيڪو موتيءَ جي مقابلي ۾ تمام گهٽ قيمت وارو آهي. اهڙي طرح غلط باطل ۽ بيهودا خيال بصيرت جي اکين کي دوکو ڏيڻ لڳندا آهن ۽ انسان اجايا پھ پچائڻ لڳندو آهي. انهيءَ سلسلي ۾ حضرت عمر رضي الله عنه جي زماني ۾ رمضان المبارڪ جو چنڊ ڏسڻ لاءِ ماڻهو هڪ جبل تي چڙهيا. حضرت عمر رضي الله عنه به انهن سان گڏ هو. هڪ شخص چيو: امير المؤمنين هي ڏسو چنڊ حضرت عمر جن جي نگاهه نهايت تيز ۽ صاف هئي. خوب غور سان ڏٺائون ليڪن آسمان تي چنڊ جو وجود ڪونه هو. هنن سمجهي ورتو ته هن شخص جي اک ۾ پرونءَ جو ڪو وار پئجي ويو آهي. جيڪو هن کي آسمان تي چنڊ بنجي نظر ٿو اچي. ان ڪري فرمايائون ته اکين کي ذرا چڱيءَ طرح ڌوئي صاف ڪري پوءِ ڏس. اڪيون صاف ڪري ڏٺائين ته پوءِ چوڻ لڳو ته هاڻي چنڊ نظر ڪو نه ٿو اچي. مولانا رحمة الله عليه فرمائين ٿا ته جڏهن هڪ وار سان نظر ۾ ايترو فرق ٿو اچي ته ان مان اندازو لڳايو ته بصيرت جي اک ۾ جڏهن مٽي ۽ ڪک پئجي وڃن ته پوءِ خاڪ نظر ايندو، جيڪي ماڻهو ناجائز خواهشن ۽ باطل خيالن کان پرهيز نه ٿا ڪن. انهن لاءِ ڪڏهن به حقيقت ظاهر نه ٿيندي.

## مال جي محبت - ايمان جو رهزن

فرمائين ٿا ته مال جي محبت انسان جي گلي ۾ اهڙي طرح اٽڪندي آهي، جو حقيقت جو آب حيات ان جي نڙيءَ مان هيٺ نه لهي سگهندو آهي. اقتدار ۽ مال جي محبت وڌي ته سمجهو ته شيطان بغلگير ٿيو. عام طور تي ماڻهو ائين سمجهندا آهن ته مال کي چورن ۽ ڌاڪن کان خطرو آهي. ليڪن مردان خدا جي نزديڪ مال پاڻ هڪ وڏو رهزن آهي. جيڪڏهن ڪو شخص توهان جو فالتو ۽ اخلاق کي خراب ڪندڙ مال چورائي وڃي ته سمجهو ته هڪ چور کي ٻيو چور ڪٽي ويو. هن جو هڪ مثال ٿا بيان فرمائين ته هڪ نانگن کي پڪڙڻ واري جو ڪو ماڻهو نانگ چورائي ويو. انهيءَ نانگ انهيءَ چور کي ڏنگ هنيو ۽ هو مري ويو. نانگ جي مالڪ ٻڌو ته هڪ شخص نانگ جي ڏنگ سبب مري ويو آهي، ته اهو ڏسڻ ويو ۽ سڃاڻي ورتائين ته منهنجي ئي نانگ هن شخص کي ڏنگ هنيو آهي. مان دعا پئي گهري ته مون کي نانگ جو چور ملي وڃي ته مان ان کان پنهنجو نانگ واپس وٺان. خدا جو شڪر آهي ته نه مون کي اهو نانگ

مليو ۽ نہ چور مليو. اهو نانگ تہ وڏو زهريلو هئو. جيڪڏهن مون وٽ رهي ها تہ ضرور مون کي ماري وجهي ها. انهيءَ تي مولانا رحمة الله عليه انسانن کي هن حقيقت کان روشناس ڪرائڻ ٿا گهرن تہ انسان کي پنهنجي حقيقي نفعي ۽ نقصان جو ڪو علم ڪو نہ هوندو آهي. ان ڪري اهڙين شين ۽ خواهشين لاءِ دعائون ڪندو آهي جو جيڪڏهن پوريون ٿي وڃن تہ ان جي تباهيءَ جو سبب بنجي وڃن. قرآن حڪيم ۾ فرمايل آهي تہ: عسىٰ ان تكرهوا شيئًا وهو خير لكم وعسىٰ ان تحبوا شيئًا وهو شر لكم جڏهن دعا قبول نہ ٿي ٿئي تہ خدا سان شڪايت ڪندڙ ٿي ٿا پون. سمجهن ٿا تہ تہ خدا ٻڌي ئي ڪا نہ ۽ يا اگر ٻڌي اٿس تہ اسان تي مهربان نہ آهي، جو اسان جي خواهش پوري ڪري. اهو نہ ٿا سمجهن تہ خدا تبارڪ وتعالىٰ رحم ۽ ڪرم جي سبب انهن کي نقصان ڏيندڙ تمنا کي پورو نہ ڪيو. زندگيءَ جي مصلحت کي الله تبارڪ و تعالىٰ انسان کان بهتر ٿو سمجهي. انسان جو تہ هي حال آهي جو پنهنجي خواهش جي فريب ۾ قاتل آهي.

## سلوڪ جي رستي جون منزلون

صوفي سالڪ جن منزلن کي طئي ڪندو آهي ۽ جيڪي واردات ان تي ٿيندڙ آهن انهن جو بيان مولانا رحمة الله عليه تجربي جي بنياد تي هڪ تشبيهہ سان ٿا ڪن. فرمائين ٿا تہ صوفيءَ جو علم ڪتابي نہ هوندو آهي. ان کي جو ڪجهہ حاصل هوندو آهي، اهو تزڪيۂ نفس (نفس جي پاڪيزگي) سان حاصل ٿيندو آهي. هو عرفان الهىٰ جون سڀ منزلون دل جي صفائيءَ ۽ ترقي ڪري ڪندو آهي. ظاهري علمن سان دانش حاصل ڪرڻ وارا ڪتابن ۾ معلومات کي ڳوليندا آهن ۽ پهريان عالم جيڪي قلم جا آثار ڇڏي ويا آهن. انهن کي ڏسي دانش حاصل ڪندا آهن. عالم وٽ بس اهائي معلومات هوندي آهي. ليڪن صوفي وٽ الله تعالىٰ جا قديم انوار هوندا آهن. جن جي روشنيءَ ۾ هو رستو طئي ٿو ڪري. ان جو مثال هڪ اهڙي شڪاريءَ جو آهي جيڪو هرڻ جي شڪار ۾ هرڻ جي قدمن جي نشانن تي ڪجهہ مفاصلو هلي ان جو پيڇو ڪندو آهي. ليڪن جڏهن ان جي قريب پهچندو آهي تہ ان جي بوءِ ان جي رهبري ڪندي آهي. بوءِ هو آثارن کان نظر هٽائي ڇڏيندو آهي. اسين جيڪي هن راهہ کان بيگانا آهيون، ڇا سمجهي سگهنداسين تہ قدمن جي انوارن جي

تجليءَ ۾ ڇا پيش ايندو آهي ۽ پوءِ خوشبوءِ ڪاڏي ٿي وٺي وڃي. قلم جي آثارن جي عقلمندي تائين تہ اسان جي پهچ آهي. اڳتي جي حقيقت اهي ئي سمجهن. جن هي رستو طئي ڪيو آهي. اڳتي بيان ٿا فرمائين تہ عارف جيڪو الله تعاليٰ جي تخت گاهہ تائين سير ٿو ڪري، ان جي بصيرت ڪيتري قدر حقيقت تي پهتل هوندي آهي. جتي توڪي ديوار وچ ۾ نظر ٿي اچي اتي هن کي دري ٿي نظر اچي. لوهہ جو پردو بہ هن جي لاءِ حجاب نہ آهي. تون جنهن کي محض پٿر ٿو سمجهين. الله تعاليٰ جي تجليءَ سان اهو هن کي گوهر ٿو نظر اچي.

## وحدت الوجود

مولانا رحمة الله عليہ جا حڪمت سان لبريز فڪرَ، صوفين جي وحدت الوجود ۽ قرآن حڪيم جي توحيد جي وچ ۾ گردش ڪندا ٿا نظر اچن. ڪوبہ وحدت الوجود جو قائل جيترا بہ شعر ۽ افڪار چاهي تہ مثنويءَ مان ڳولي ٿو سگهي. اهڙي طرح وحدت الشهود جي قائل ڪي بہ مولانا رحمة الله عليہ جي تائيد حاصل ٿي سگهي ٿي ۽ سڌي سادي قرآني توحيد بہ جا بجا موجود آهي. مثنويءَ جي شروعات ۾ ارواح جي عالم کي هڪ ازلي نيستان سان تشبيهہ ڏني اٿس ۽ بانسري تي جيڪي شعر چيا اٿس، انهن تي ارواح غير مخلوق پنهنجي اصل يعني ذات الهيٰ کان فراق زده ڏسڻ ۾ ٿا اچن. جيڪي وري ازلي وصال جا طالب آهن. ارواح جو ذات مطلق سان هن قسم جو تعلق منطق يا جزوي عقل جي لاءِ ناقابل فهم آهي ۽ هر تشبيهہ روح جي لاءِ ڪجهہ تسڪين سان گڏ ذهن جي لاءِ هڪ ڳجهارت بنجي ٿي وڃي. پاڻ ئي فرمائن ٿا تہ روح هڪ ئي آهي مگر اسان جي جسمن ۾ مجازي تعداد نظر ٿو اچي ۽ تشبيهات سان بہ ان کي سمجهائڻ جي ڪوشش ٿا ڪن تہ درياهہ هڪ ئي آهي ليڪن هوا جي ڪري ان ۾ لهرون پيدا ٿيون ٿين تہ درياهہ ڪيترين ئي لهرن جو مجموعو ٿو نظر اچي يا هينئن سمجهو تہ سج ۽ ان جي روشني ۾ تہ ڪا تقسيم ۽ تعداد ڪونهي. ليڪن مختلف جاين تي اهو نور واحد تقسيم ٿي ٿو وڃي. هن ڪان اڳ هڪ تشبيهہ ۾ چئي آيا آهن تہ نور ازلي جيڪو واحد آهي. ڪوٽ جي ڪنگرن ۾ ٽڪرا ٽڪرا ٿي ٿو وڃي. ڪوٽ جي ڪنگرن کي هٽايو تہ پوءِ اهو هڪ ئي سج ۽ اهو هڪ ئي هن جو نور ڦهليل ٿو ڏسجي. هن انداز جي نظرئي

مان مختلف قسم جا گمان ٿا پيدا ٿين. انسان جي انفرادي شخصيت ائين ئي رهجي ٿي وڃي، نيڪي ۽ بدي، جزا ۽ سزا مطلب ته پنهنجي افعالن جي ذميداري خطري ۾ پئجي ٿي وڃي. ليڪن مولانا رحمة الله عليه هن منطقي اضطراب کان گهبرائڻ کونه ٿا ۽ چون ٿا ته عقل کي ان سان کهڙو ڪم. هستي حقيقي وحداني به آهي ۽ نفس انساني پنهنجي ڪردار جو ذميدار به آهي.

## دنيادار مڪار جو تواضع

دنيا دار مڪار جيڪو خوشامد ۽ ڪوڙي تواضع سان پيش اچي ٿو، ان جو مثال ڪاسائيءَ جهڙو آهي. جيڪو جانور کي پيار جا هٿ گهمائيندو وڃي ٿو. هلي ۽ ان کان پوءِ ان کي ذبح ڪري، ان جي کل لاهي ٿو ڇڏي. هو تنهنجي پيرن تي ڪري ٿو. جهڙي طرح ڪاسائي جانور کي کهڻ لاءِ هن جي پيرن ڏي جهڪندو آهي ۽ پوءِ ان کي ٻڌي ڪيرائي ڇڏيندو آهي. غني ڪشميري به چوي ٿو ته ڪنهن سرڪش جي تواضع ۽ نهٺائيءَ مان ڌوڪو نه کائجانءِ. ان جو ڪِرڻ اهڙو آهي جهڙو ڪنهن باهه جو ڪنهن گهر يا سامان تي ڪرڻ.

مولانا رحمة الله عليه فرمائين ٿا ته ڪجهه ماڻهو ابليس هوندا آهن. مگر لاحول پڙهندا آهن. حالانڪ انهن جي نفس جي پيتي اهڙي هوندي آهي جو خود شيطان انهن تي لاحول پڙهي. انهن ابليسن جي روحاني صورت ڏسو ته توهان کي نانگ نظر اچن. انهن کي زهريلو نانگ سمجهو يا ڪاسائي. هي نه ڪنهن جا دوست آهن نه يار، ته اهڙن ماڻهن جي چرب زباني ۽ شيرين بانيءَ جو اهڙي مثال آهي جيڪو حضرت علي ڪرم الله وجه ڏنو آهي، ته ڪنهن چلهي جي خاڪ يا گند ڪچري جي جاءِ تي ڪڏهن ساوا سلا نڪري پوندا آهن. انهن جي عارضي ساوڪ کي گلشن ۽ گلزار نه سمجهجو.

## جنت ۽ دوزخ

فرمائن ٿا ته سيني پليتين جي مرڪز جو نالو دوزخ آهي. انسان جي اندر جيڪا پليتي موجود هجي، اها انهيءَ مرڪز جو هڪ جزو آهي. اهڙن ماڻهن جي دوزخ ۾ وڃڻ جي معنيٰ هي آهي ته جز پنهنجي مرڪز جي طرف مائل ٿي ان

سان گڏجي رهيو آهي. كل شيءِ يرجع اليٰ اصلہ انهيءَ ئي قانون جو نفاذ صالح عملن سان بہ آهي. سيني خوبين ۽ نعمتن جي مرڪز جو نالو جنت آهي. انسان ۾ جيڪا بہ خوبي ڏسڻ ۾ اچي اها جز آهي ۽ هي خوبيون انسان کي انهيءَ مرڪز ڏي وٺي ٿيون هلن جنهن کي: "خلد نسيم" چوندا آهن. حسد ۽ ڪيني کي جيڪو محاوري ۾ باهہ چئبو آهي، اهو انهيءَ ئي حقيقت جو اظهار آهي. دنيا ۽ آخرت ٻنهين جاين تي انسان جي زندگي ان جي باطني فڪر سان ٿي نهي. ان کان علاوه انسان جي اندر ۾ جيڪي ڪجهہ آهي اهو گوشت وغيره آهي، جيڪو جانورن ۾ بہ آهي. جڏهن عملن جو گل آهي تہ توکي مٽي تي يا ڪيسي جي ڪنڌ تي رکبو ۽ جيڪڏهن گندگي آهي تہ پوءِ توکي ٻاهر گندگيءَ جي ڍير تي اڇلائي ڇڏبو. (دوزخ انهيءَ گندگيءَ جي ڍير جو نالو آهي) فرمائين ٿا تہ هن دنيا ۾ بہ ڏسو تہ هڪ جهڙيون شيون هڪ ئي جاءِ تي رکيون آهن. عطار جي دوڪان تي هم جنس شيون سهڻي طريقي سان ويجهو ويجهو رکيون وينديون آهن. اهڙي طرح سٺا ۽ برا فڪر ۽ عمل جدا جدا ڪري ڇڏيا ويندا. فرمائين ٿا تہ اهڙي قسم جي تقسيم ۽ ترتيب، فڪر ۽ عمل جي جنسن کي الڳ الڳ ڪرڻ هن دنيا ۾ انهيءَ وقت ظاهر ٿيندو آهي. جڏهن ڪو نبي تبليغ ۽ تلقين شروع ڪندو آهي. نبي جي مبعوث ٿيڻ کان اڳ هن جي قوم جي فردن ۾ صالح ۽ ناصالح ۾ ڪو واضح قسم جو فرق نہ هوندو آهي. سٺا ماڻهو جيڪي غريب ۽ مظلوم آهن، انهن کي ذليل سمجهيو ويندو آهي ۽ مالدار متڪبر ظالمن کي قوم جو وڏو چيو ويندو آهي. ڪا خبر ڪانہ پوندي آهي تہ ڪنهن کي بدڪار چئجي ۽ ڪنهن کي نيڪو ڪار. ڪير فطرتا ابو جهل ۽ ابو لهب آهي ۽ ڪير اميرالمؤمنين آهي. نبين سڳورن جي ڇاڻڻ کان پوءِ هم جنس مؤمن الڳ ٿي هڪ گروهہ بنجي ويندا آهن ۽ هم جنس ڪافر الڳ ٿي هڪ گروهہ بنجي ويندا آهن ۽ هم جنس ڪافر الڳ ٿي هڪ ٻئي جا مددگار ٿي پوندا آهن. نبي جي بعثت کان اڳ ڪوبہ ڪنهن جي متعلق صحيح راءِ قائم نہ ڪري سگهندو هو ۽ نہ ڪنهن کي معلوم هو تہ منهنجو هم جنس ڪير ڪير آهي. نبين جي ڇاڻڻ ۽ ڇنڊڻ کان پوءِ ٻُهہُ الڳ ٿي ويندو آهي ۽ داڻا الڳ ڪفر جي انڌيري ۾ سچي ۽ ڪوڙي سڪي ۾ تميز نہ ٿي ٿي سگهي. فرمائين ٿا تہ مادي شين ۾ بہ تميز ڏينهن جي وقت ٿي سگهندي آهي. ورنہ رات جي

وقت تہ سڀ جانور هڪ ئي رنگ جا ٿي ويندا آهن. انڌيري رات ۾ رنگن جو فرق ڪير ٻڌائي سگهندو؟ ان ڪري الله تعالىٰ قيامت کي قيامت جو ڏينهن چيو آهي. قيامت جو رات کي نہ چيو اٿس، ڇو تہ قيامت جو مقصد ئي اهو آهي تہ هرهڪ سيرت جو اصلي رنگ نمايان ٿي پوي.

## مختلف انسانن جي لاءِ تعليم ۽ تلقين جو انداز مختلف هجڻ گهرجي

فرمائن ٿا تہ تعليم ۽ تلقين مختلف مشغلن ۽ فرضن لاءِ سامان مهيا ڪندي آهي. ليڪن جهڙي طرح دنيا ۽ دين جا ڪم مختلف آهن. ان ڪري انهن کي پوري ڪرڻ لاءِ ماڻهو بہ مختلف آهن ۽ انهن جي حال جي مناسبت سان سامان بہ مختلف. بقول حضرت مسيح عليہ السلام خنزيرن جي آڏو موتي وجهڻ سان انهن کي کهڙو فائدو. نہ هو ان جي حسن کان لذت حاصل ڪندا ۽ نہ انهن جي قيمت جي ڪا خبر اٿن. اهڙي طرح مينهن جي آڏو بين وڄائڻ يا ان جي وات ۾ بين رکڻ تہ من اها بہ وڄائي هڪ بيڪار حرڪت آهي. مولانا رحمة الله عليہ فرمائيں ٿا تہ انسانن جي تعليم ۾ انهن جو مخصوص فطرتن ۽ انهن جو ڪمال ۽ نقص جي درجن جو لحاظ نہ رکڻ نفع جي بجاءِ انهن کي نقصان پهچائيندو. سوناري جا اوزار موچيءَ جي هٿ ۾ هجن تہ ان مان ڇا فائدو؟ تلقين جا الفاظ غلط ڪنن ۾ وجهڻ اهڙو آهي جهڙو واريءَ ۾ پوک لاءِ ٻج ڇٽڻ. اهڙي طرح موچيءَ جي هٿ ۾ هاريءَ جا اوزار ڏيڻ اهڙو ئي بيڪار آهي. جهڙو ڪنهن ڪتي جي اڳيان گاهہ وجهڻ. بي محل تلقين مان جڏهن ڪنهن تعليم حاصل ڪرڻ واري کي فائدو نہ ٿو پهچي تہ اهو ان تعليم کي ئي باطل سمجهڻ تو لڳي ۽ اهو نٿو سمجهي تہ نقص هن جي استعداد ۾ آهي، پٿر کي مٽيءَ تي هٽبو تہ ڪا ڇٽڪ ڪانہ نڪرندي. البتہ لوهہ تي هٽبو تہ ان مان ڇٽنگون نڪرنديون. ڪلموا الناس عليٰ قدر عقولهم - جيستائين مناسبت جي لحاظ کان تعليم نہ ڏبي تيستائين ڪو فائديمند نتيجو ڪونہ نڪرندو. فرمائين ٿا تہ ڪي ماڻهو پنهنجي زبان تيز هلائڻ لاءِ ماڻهن تي پنهنجي علم جو رعب قائم ڪرڻ لاءِ مناظري ۽ بحث و مباحثي ۾ مشاهون رهڻ لاءِ علمي معلومات حاصل

ڪندا آهن. تقريرن ۽ تحريرن ۾ علم جو وڏو زور ڏيکاريندا آهن. ليڪن انهن جي فطرت ۾ نہ حڪمت جو ذوق هوندو آهي ۽ نہ وري معرفت جو شوق. نہ پنهنجي اصلاح جو ڪو فڪر هوندو اٿن ۽ نہ عوام جي فلاح جي ڪا غرض رکندا آهن. اهڙا ماڻهو حڪمت کي انهن بيڪار مقصدن جي لاءِ استعمال ڪرڻ ٿا گهرن. ليڪن حڪمت انهن کان زنجيرون ٽوڙائي پري ٿي ڀڄي، ۽ جيڪڏهن تو ۾ قلب جو سوز موجود هجي ۽ دل ۾ حڪمت جي پياس هجي تہ پوءِ علم تنهنجو مطيع ٿي پوندو جيئن پاليل پکي - خالي علم يعني معلومات جو مجموعو ٻي شيءِ آهي ۽ حڪمت ٻي شيءِ آهي جنهن کي الله تبارڪ و تعالیٰ خير ڪثير فرمايو آهي. حڪمت ۽ دانش انهيءَ علم کان الڳ شيءِ آهيٌ جيڪو رڳو حافظي تي بوجهہ هجي، انسان ان تي سوار نہ آهي. بلڪ هو انسان تي سوار آهي ۽ اهو گڏهہ وانگر ڪتابن سان لڏيو ٿو وتي. مولانا رحمة الله عليه فرمائين ٿا تہ اهڙو علم جيڪڏهن نہ ٻہ هجي تہ ڪو نقصان نہ آهي. اصل شيءِ سوز قلب آهي، جيڪڏهن اها موجود آهي تہ عمل انسان جو مطيع ۽ ان لاءِ مفيد ٿو بنجي وڃي. نااهل شخص علم جو جيڪو حال ڪندو آهي. ان لاءِ هڪ تمثيل ٿا بيان فرمائين تہ هڪ باز بادشاهہ وٽان اڏامي هڪ مفلس جي جهوپڙيءَ ۾ هليو ويو. اتي عورت ٻارن لاءِ ڪجهہ پچائڻ لاءِ اٽو ڇڻي رهي هئي، انهيءَ عورت باز کي پڪڙي ٻڌي ڇڏيو. ان جا پر ۽ ننهن ڪپي ڇڏيا ۽ کائڻ لاءِ ان جي اڳيان گاهہ وڌو ۽ چوڻ لڳي تہ خبر نہ آهي تہ تون ڪهڙن نااهلن وٽ هئين، جن نہ تہ تنهنجي حجامت ڪرائي ۽ نہ وري ننهن ئي لاٿا. تنهنجا پر ۽ ننهن ڪيترا نہ وڏا ٿي ويا هئا. هن عورت کي ڪهڙي خبر تہ شهباز ڇا ٿيندو آهي ۽ هي وڏا پر ۽ تيز ۽ وڏا ننهن ئي اصل ان جو امتياز هوندا آهن. فرمائين ٿا تہ جاهل کي جيڪڏهن ڪجهہ علم هٿ اچي وڃي تہ ان سان انهيءَ نادان عورت وارو سلوڪ ڪندو آهي. جاهل جي مهرباني ۽ دوستي انهيءَ قسم جي هوندي آهي. هو پنهنجي طرفان جيڪا مهرباني سمجهي ڪندو اهو دراصل ظلم هوندو.

## توحيد جي دولت جي بيقدري

جڏهن ڪنهن شخص کي جيڪو بي هنر ۽ نااهل آهي. عمده شيون ۽ گهڻو مال ورثي ۾ ملي وڃي تہ پوءِ اهو انجو ڪو قدر نہ ڪندو آهي ۽ ان جو

صحيح استعمال نہ ڄاڻندو آهي. مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ هن وقت مسلمان موحد سڏائن ٿا. ليڪن جيئن تہ توحيد هنن کي مفت ملي وئي آهي. ان ڪري ان جي قدر ۽ قيمتَ کان واقف نہ آهن، حضرت محمد رسول ﷺ جن کي بتن جي پوڄا کان ماڻهن کي نجات ڏيارڻ ۾ ڪيتري قدر جدوجهد ڪرڻي پئي، جيڪڏهن نبي ڪريم ﷺ جن جون قربانيون ۽ ڪوششون نہ هجن ها تہ هن وقت اسين بہ وڏن وانگر بت پرست ٿي هجون ها. هاڻي گهڻن مسلمانن جا اعمال اهڙي قيمتي ميراث جي بي قدري ٿا ظاهر ڪن. پنهنجي ڪمائي ڪونهي. ان ڪري توحيد جو بہ قدر ڪونهي. اڪبر بادشاهہ جي سوانح ۾ لکيل آهي تہ هڪ ڏينهن هو ڪنهن مٿاهين جاءِ تي ويهي سامهون لنگهندڙ خلقت کي ڏسي رهيو هو. هڪ شخص کي ڏٺائين تہ هو پنهنجي نهايت قيمتي شال سان پنهنجو معمولي جوتو صاف ڪري رهيو هو، بادشاهہ چيو تہ هن احمق جي هن حرڪت کي ڏسو. نورتن کان پڇيائون تہ توهان جي نزديڪ هن حماقت جو ڪهڙو سبب آهي؟ بيربل چيو هي شال هن کي هن جي پيءُ جي ورثي ۾ ملي آهي ۽ جوتو هن جي پنهنجي ڪمائيءَ مان خريد ڪيل آهي. هن احمق کي گهرائي پڇيو ويو تہ هن انهيءَ ڳالهہ جي تصديق ڪئي.

هاڻي مسلمان توحيد جي قيمتي شال سان جيڪا انهن کي مفت ورثي ۾ ملي آهي، پنهنجا ميرا جوتا ٿي صاف ٿا ڪن. انهن کي خبر نہ آهي تہ شرڪ خفي ۽ جليءَ سان هو ڪهڙي نہ بي بها شيءِ جي بي قدري ڪري رهيا آهن.

مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا اهڙي قسم جا مقلد موحد ظاهري بتن جي پوڄا کان تہ پرهيز ٿا ڪن. ليڪن جيئن تہ توحيد دل تي اثر نہ ڪيو آهي. ان ڪري باطن ۾ بت خانہ موجود آهن. ورثي ۾ حاصل ڪيل توحيد جي بدولت هنن کي هاڻي گهرجي تہ قدم اڳتي وڌائي باطن جي بتن کان بہ نجات حاصل ڪن.

## ظاهر دار ۽ پرخور صوفي

اقتدار ۽ مال جي محبت ۾ گرفتار ۽ گهڻو کائڻ وارن صوفين جي متعلق فرمائين ٿا تہ هي وضو ڪندي ۽ منهن ڌوئندي تہ نظر اچن ٿا. جيئن ٻلي پنهنجي ظاهر صفائيءَ جو گهڻو خيال رکندي آهي. هي ماڻهو ظاهر ۾ ٻليءَ وانگر آهن ۽ اندر ۾ ڪتن وانگر ايترو ٿا کائن جو پيٽ دهل وانگر ٿيو پوين.

حق جا ڪلما ۽ "هو حق" جو گهڻو زور هوندو اٿن. ليڪن باطن ۾ ذرو بہ روحانيت نہ هوندن. هڪ قصو مشهور آهي تہ اهڙن صوفين کي ڪنهن امير نياز جي دعوت ۾ سڏايو ۽ مختلف قسم جون مرغن غذائون گهڻي تعداد ۾ هنن جي سامهون رکيائين. هو کائيندا ويا. ايتري قدر جو انهن مان بہ صوفي مري ويا. انهن تي انالله پڙهي انهن جي لاشن کي هڪ طرف ڪيو ويو تہ فارغ ٿي پوءِ تدفين جو انتظام ڪبو. جڏهن بہ مري ويا تہ انهيءَ امير باقي بچيلن کان پڇو تہ اوهان ڏڌ ڪيو يا نہ؟ هنن جواب ڏنو تہ اسين اجان ڪاٽي ڏاوا آهيون جن ڏڌ ڪيو اهي هي پيا آهن.

## متوڪل نيڪوڪار جي روزيءَ جو خدا ضامن آهي

غير متوڪل ۽ ڪمزور ايمان وارا ماڻهو پنهنجي قيمتي عمر جو وڏو حصو معاش جي فڪر ۾ ضايع ڪري ڇڏيندا آهن، جائز روزيءَ لاءِ ڪوشش شرط آهي. ليڪن مومن مرد ان لاءِ پريشان ٿيڻ جي ضرورت محسوس نہ ڪندا آهن، جيڪي ماڻهو معاش جي فڪر کي بي پرواهہ ٿي خدمت خلق ۽ الله تعاليٰ جي ياد ۾ مصروف رهيا آهن، الله تعاليٰ هميشہ انهن جي جائز ضرورتن جو پورائو ڪيو آهي، ڪوبہ نبي سڳورو، ولي يا قوم جي اصلاح ڪندڙ ڪڏهن بہ سادي ماني ڪپڙي ۽ زندگي گذارڻ جي سادي سامان کان محروم ڪونہ رهيو آهي. مولانا رحمة الله عليه فرمائين ٿا تہ روح ۽ بدن جو مثال حضرت نوح عليه السلام ۽ ان جي ٻيڙيءَ جي مثل آهي. سڄو جهان ٻڏي ويو. ليڪن نوح عليه السلام ۽ ان جو ضروري سامان سندس ٻيڙيءَ ۾ موجود هو جيڪو ٻڏڻ کان بچي ويو يا هيئنئن سمجهڻ گهرجي تہ روح هڪ مقبول لشڪر جو خدائي سپهہ سالار آهي ۽ بدن ان جو خيمو آهي، ڇا اهو ٿي سگهي ٿو تہ بادشاهہ ان وفادار امير لاءِ خيمي ۾ ضروري سامان مهيا نہ ڪري، جائز ڪوشش ڪرڻ وارن ۽ خدا تي ڀروسو رکندڙن کي خدا ڪڏهن بہ محتاج ۽ بي نوا نہ ڇڏيندو آهي. الله تعاليٰ جي عشق ۾ گرفتار اهل دل کي روزيءَ جو فڪر نہ هئڻ گهرجي. حضرت مسيح عليه السلام ماڻهن کي يقين ڏياريو تہ جيڪڏهن توهين هتي هن ئي زندگيءَ ۾ عرفان ۽ نفس جي پاڪيزگي سان خدا جي بادشاهت ۾ داخل ٿيو تہ توهان جون جائز خواهشون پوريون ڪيون وينديون.

# ڪوري تقليد

جهڙي طرح قرآن ڪريم تقليد ۽ ابن ڏاڏن جي اجاين رسمن جي پرستش کان جا بجا مذمت ٿو فرمائي ساڳي طرح فارسي زبان ۾ قرآن پاڪ جي تفسير ڪرڻ وارو مولوي معنوي (حضرت مولانا روم رحمة الله عليه) بہ بغير تحقيق جي مقلدن کي حڪمت کان خالي ۽ دين جي روح کان بيگانو ٿو سمجهي. مثنويءَ ۾ سوين شعر اهڙن مقلدن جي خلاف موجود آهن. مولانا رح فرمائن ٿا تہ انڌي تقليد هر قسم جي نيڪيءَ لاءِ آفت آهي. انڌا ڌند ٻين جي پيروي ڪرڻ وارو انسان پنهنجي ڪا بہ شخصيت نہ ٿو رکي. اهو ذهني غلاميءَ ۾ مبتلا آهي جنهن سان انسان جو نفس ذليل ۽ خوار ٿي پوندو آهي. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ تقليد جو جبل بہ هڪ ڪک جي برابر اهميت نہ ٿو رکي. انبياءِ ڪرام عليهم السلام انسانن کي تقليد کان تحقيق جي طرف آڻڻ گهرندا هئا. وڪذالک ما ارسلنا من قبلک في قرية من نذير الا قال مترفوها انا وجدنا آباءَنا علي امة وانا عليٰ آثارهم مقتدون.

(ترجمو اڳي جڏهن ڪنهن بہ ڳوٺ ۾ ڪو ڊيڄارڻ وارو موڪليو ويو تہ اتان جي مالدار ماڻهن اهوئي چيو تہ اسان پنهنجي ابن ڏاڏن کي هڪ طريقي تي ڏٺو ۽ اسين تہ انهن جي ئي تقليد ڪنداسين) مولانا رحمة الله عليه فرمائين ٿا تہ هيءَ ڪوري تقليد ڪندڙ انڌا آهن. ڪيڪڏهن ڪو انڌو ٿلهو متارو تيز مزاج ۽ لٺ مار بہ هجي تڏهن بہ اهو صرف گوشت جو هڪ لوٿڙو آهي، ڪيترا دفعا مقلد بڌل ۽ پڙهيل باريڪ ڳالهيون بہ ڪرڻ لڳندا آهن. ليڪن انهن جي حقيقت کان بلڪل ٻي ٻهرا هوندا آهن. ناواقف ماڻهو ڌوڪو کائي انهن کي صاحب تحقيق سمجهڻ لڳندو آهي. ۽ هو پاڻ بہ پنهنجي بيان سان پيو مست ٿيندو آهي. ليڪن هيءَ محض نقالي آهي. انهن جو مثال انهيءَ نهر وانگر آهي، جيڪا زمينن کي سيراب ڪري ٿي ۽ ٻين کي پاڻي پياري ٿي. ليڪن پاڻ پاڻي نہ ٿي پيئي. هي ممڪن آهي تہ انهيءَ مقلد جون عارفاڻيون ڳالهيون ٻڌي ٻين جا قلب متاثر ٿين. ليڪن خود کيس ڪو بہ فائدو نہ پهچي. پاڻي نهر مان ان ڪري لنگهندو هليو ويندو آهي جو نهر کي ان جي اڃ ڪانهي يا ان جو مثال هڪ بانسريءَ وانگر آهي جنهن مان دردناڪ گانا نڪرن ٿا يا اهو ڪاروباري ڳائڻيءَ

جو قسم آهي. جيڪا معاوضو وٺي ماتم ٽي ڪرائي يا ماتم ڪري ٿي. هي هڪ پليت ڪاروبار آهي. هن ڪاروبار جا ڪرڻ وارا مرد يا عورتون گهڻو ڪري ايران ۾ هوندا آهن. ليڪن برصغير بہ انهن کان خالي نہ آهي.

مولانا رحمة الله عليه فرمائي ٿو تہ مجلسن ۾ سوز ۽ گداز سان رقت پيدا ڪرڻ وارا روحانيت جي جوهر کان بلڪل بيگانہ ۽ هڪ قسم جا نقال هوندا آهن. هي بزرگن جي آوازن جي گونج آهن. پاڻ ڪجهہ بہ نہ آهن. هن سلسلي ۾ مولانا رحمة الله عليه ڪي هڪ عجيب تشبيهہ ذهن ۾ ٿي اچي، فرمائين ٿا تہ بيل گاڏيءَ ۾ تمام گهڻو وزن رکيل آهي. ان جي ڇڪڻ جي مصيبت ويچارن ڏاندن تي آهي جيڪي ويچارا صبر ۽ خاموشيءَ سان هلي رهيا آهن. ليڪن بي جان گاڏيءَ جي ڦيٿن مان مسلسل آهہ ۽ زاريءَ جهڙا آواز اچي رهيا آهن. اهڙي طرح اصل سوز عشق الاهيءَ وارا مردان خدا تہ دم بخود خاموش آهن ۽ پويان ڇڪجي هلڻ وارا مقلد سوز ۽ گداز جا پيڪر بنجي ويا آهن. ان کان پوءِ فراخدليءَ کان ڪم وٺندي فرمائين ٿا تہ هن مقلد ۽ نقل ڪندڙ کي بہ ڪجهہ نہ ڪجهہ ملي ٿو وڃي. جيئن مرثيہ خوان کي ڪجهہ اجرت ملندي آهي. سٺين شين جو نقل ڪرڻ بہ برين ڳالهين کان بهتر آهي. ان جو امڪان آهي تہ نقل مان بہ ڪجهہ اصل جي چاشني حاصل ٿي وڃي ٿي. هي نقل ڪندڙ ۽ مقلد جيڪي ياد ڪيل الفاظ زبان مان ڪڍي ٿو. انهن مان هڪ بہ لفظ هن جي دل ۾ گهڙي وڃي تہ هو خدا رسيده ٿي پوي، مگر هن جو مثال تہ ان جي گداگر وانگر آهي، جيڪو صبح کان شام تائين قرآن ڪريم جون آيتون رستي تي هلندي پڙهي خيرات ٿو پني. پر جيڪڏهن هڪڙي آيت بہ هن جي دل ۾ گهڙي وڃي تہ جيڪر ٻنهي جهانن کان بي نياز ٿي وڃي. مگر هو تہ هڪ گڏهہ آهي، جنهن تي قرآن لڏيل آهي. هڪ تمام ڪمزور مزدور کان ڪنهن پڇيو تہ توکي ڪهڙي شيءِ اهڙو ضعيف ۽ ڪمزور بڻايو آهي؟ هن چيو تہ گهہ. ٻڌڻ واري تعجب سان پڇيو تہ گيهہ سان تہ انسان ٿلهو ٿيندو آهي، تون ڪمزور ڇو ٿيو آهين؟ هن چيو تہ گيهہ کائڻ سان ماڻهو ٿلهو ٿيندو آهي، مگر مون کي تہ گيهہ کائڻ لاءِ نصيب ئي ڪو نہ ٿو ٿئي. مان تہ گيهہ جا دٻا ڪلهن تي کڻي صرف مزدوري ڪندو آهيان ۽ اجرت ايتري ٿي ملي جو بس سڪل ماني پاڻي ۾ ٻوڙي کائيندو آهيان. اهوئي حال انهن مقلد مزدورن جو آهي. قرآن پاڪ جا

جلد ڊوڙڻ وارن گڏهن کي ان جي تعليم مان ڇا حاصل؟ مولانا رحمة الله عليه وري مثال لاءِ هڪ ڏنار جو قصو ٿا بيان ڪن. جنهن پنهنجو ڏڳو مال جي بندر سان ٻڌي ڇڏيو هو. رات جي اونداهيءَ ۾ شينهن آيو ۽ ڏڳي کي کائي ويو ۽ ڏؤ جي مستيءَ ۾ اتي ئي ڏڳي جي جاءِ تي ويهي رهيو. رات جي اونداهيءَ ۾ اهو ڏنار آيو ۽ اونداهيءَ ۾ شينهن کي پنهنجو ڏڳو سمجهي ان جي پٺيءَ تي هٿ گهمائڻ لڳو، شينهن دل ۾ چوڻ لڳو ته هي جاهل جيڪو مون سان گستاخي ۽ حجت ڪري رهيو آهي. جيڪڏهن هي مون کي ڏسي وٺي ته هن جو جيڪر هنياءُ ڦاٽي پوي، اهوئي حال انهن جاهلن جو آهي جيڪي قرآن پاڪ کي صرف طوطي وانگر پڙهندا رهن ٿا ۽ ان کي پنهنجو ڏڳو ٿا سمجهن. جيڪڏهن انهن کي معلوم ٿي وڃي ته هي خدائي شير آهي ته جيڪر هنن جون دليون ڏڪي وڃن.

لو انزلنا هذاالقرآن عليٰ جبل لرائية خاشعامتصدعا من خشية الله وتلک الامثال نضربها للناس لعلهم يتفکرون (سورة حشر)

(ترجمو: جيڪڏهن اسين قرآن پاڪ کي هڪ جبل تي نازل ڪيون ها ته ڏسو ها ته اهو خدا جي خوف کان جهڪي پوي ها ۽ ڦاٽي پوي ها ۽ هي مثال آهن جيڪي اسين ماڻهن لاءِ بيان ٿا ڪيون ته جيئن هو ڪجهه سوچين)

مولانا رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته هي ماڻهو جيڪي عيسائي، يهودي يا مسلمان ٿا سڏائين. انهن مان تحقيق جي لحاظ کان ڪير پنهنجي دين تي آهي؟ هي سڀ پنهنجي ابن ڏاڏن جا مقلد آهن. جيڪو مذهب پيءُ ماءُ جو اهوئي مذهب هنن جو. اصل دينداري اهو آهي، جنهن جو دين ۽ ايمان ذاتي تحقيق، تجربي ۽ وجدان جو نتيجو هجي، باقي سڀ مقلد آهن. هي انهيءَ حديث شريف جو مضمون آهي جنهن ۾ رسول ڪريم ﷺ جن فرمايو هر هڪ ٻار صرف انساني فطرت ۾ پيدا ٿو ٿئي. ان کان پوءِ ان جا والدين ان کي يهودي، نصراني يا مجوسي بنائي ٿا ڇڏين. گهڻو ڪري انسان جو اهو ئي حال آهي. تقليد جو مضمون جاري رکندي مولانا رحمة الله عليه هڪ ٻي دلچسپ ڳالهه ٿا ٻڌائين ته هڪ صوفي ڪنهن خانقاهه ۾ شام جي وقت پهتو ۽ پنهنجي سواري گڏهه کي گاهه داڻو وغيره کارائي ۽ پاڻي پياري احتياط سان بندر سان ٻڌي ڇڏيو. اتي جيڪي ٻيا درويش گڏ ٿيا هئا. اهي ڪي روحاني شخصيتون ته ڪونه هئا. صرف مفت خوريءَ ۾ خانقاه ۾ رهندا هئا. هر روز ته حلوا پوريون ملڻ ممڪن نه

هيون. ڪڏهن ڪڏهن فاقه به ايندا هئا. يا خشڪ مانيءَ تي گذارو ڪرڻو پوندو هو. اهڙن ۾ پلا ڪهڙو دين ۽ ايمان هوندو. رسول الله ﷺ جن سچ فرمايو آهي ته مفلسي ۽ محتاجي انسان کي ڪفر جي ويجهو وٺي ٿي اچي. رات جي مانيءَ جو محتاج جڏهن شام جو نماز لاءِ ٿو بيهي ته دل ۾ خدا جي طرف متوجهه ٿيڻ جي بجاءِ هي سوچڻ ٿو لڳي ته صبح جو منهنجا ٻچا ڇا کائيندا؟ حضرت بابا فريد شڪر گنج جو هڪ قول مشهور آهي، ته اسلام جا ارڪان پنج نه بلڪ ڇهه آهن ۽ ڇهون رڪن ماني آهي. هي ڇهون رڪن اهڙو ته ضروري آهي جو جيڪڏهن هي نه هجي ته باقي پنج رڪن به متزلزل ٿي پون ٿا.

مولانا رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته هي سڏائڻ وارا درويش محتاجيءَ جي سبب ايمان ۽ بلند اخلاقن کان ڪمزور هئا. مولانا تنبيهه ڪندي فرمائين ٿا ته اي مالدار شخص جنهن جو پيٽ ڀريل آهي. اهڙن ضعيف ايمان وارن تي ٺوڪون نه ڪر، محتاجيءَ هنن جو هي حال ڪري ڇڏيو آهي. اهڙا ماڻهو پيٽ پالڻ لاءِ ناجائز ڳالهيون ڪري ويندا آهن، ليڪن شريعت جي لحاظ سان اضطرار ۾حرام ۽ مردار به مباح ٿي پوندو آهي. انهن درويشن کي ڪافي عرصي کان پيٽ ڀري کاڌو نه مليو هو. طمع جيڪا اخلاق کي خراب ڪرڻ واري آهي. انهيءَ هنن کي اهو سمجهايو ته هن مسافر صوفيءَ جو گڏهه وڪڻي ان مان اڄ رات زوردار دعوت ڪجي ۽ قواليءَ جي اهڙي محفل ڪجي جو مزو اچي وڃي. ائين ڪري دسترخوان تي سٺا سٺا طعام رکي مسافر صوفيءَ جي به سٺي آئوڀڳت ڪيائون. پاڻ به خوب کاڌائون ۽ هن صوفيءَ کي به خوب کارايائون. ان کان پوءِ سماع شروع ٿيو. ان ۾ هڪ قوال جنهن کي هن سڄي دعوت جي حال جي خبر هئي. تنهن کي اها شرارت ذهن ۾ آئي جو تصوف جي رنگ ۾ "گڏهه هليو ويو، گڏهه هليو ويو" جا الفاظ نهايت جوش ۽ مستيءَ ۾ ڳائڻ لڳو. مسافر صوفيءَ ان کي هڪ معنوي اشارو سمجهيو ۽ خيال ڪيائين ته ان جي معنيٰ جسماني ۽ حيواني هستي کان پري ٿيڻ آهي. چنانچ هو به مستيءَ ۾ اچي سڄي رات انهن سان شريڪ ٿي اهوئي ڳائيندو رهيو. ۽ وجد ڪندو رهيو. صبح ٿيڻ وارو هو ته فقيرن جو هي ٽولو هلڻ لڳو. مسافر صوفيءَ سوچيو ته هاڻ مان به پنهنجو سفر شروع ڪيان. بندر وٽ آيو ته ڏنائين ته هن جو گڏهه آهي ئي ڪو نه. سوچيائين ته شايد خانقاه جو خادم ڪولي پاڻي پيارڻ ويو هوندو. ليڪن جڏهن سڄي

حقيقت معلوم ٿيس تہ منهن مٿو پٽڻ لڳو ۽ افسوس سان چوڻ لڳو تہ هنن پيٽي گڏهن جي تقليد انهن وانگر "گڏهہ هليو ويو" جي رٽ لڳائي ۽ انهيءَ تقليد، مون کي کٽان جو بہ نہ ڇڏيو. کيترا ذڪر اذڪار جي رٽ لڳائڻ وارا اهڙي طرح رٽ لڳائين ٿا. جنهن مان ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿو ٿئي. الٽو پنهنجي سواري جو گڏهہ بہ غائب.

مولانا رحمة الله عليه هن قصي ۾ پهريائين انهن بکين صوفين جو ذڪر ڪري فرمائين ٿا تہ هي محتاج ضرورت جي وقت مردار کائڻ وارا آهن. انهن ويچارن کي زياده ڪجهہ نہ چئو، انهن بکين فقيرن کي جيڪي صوفي ٿا سڏائين ۽ اسان وٽ گهڻو ڪري ملا اهڙي قسم جا هوندا آهن. سڻن کاڌن جو حرص ان ڪري هوندو اٿن جو سٺا طعام ڪڏهن ملندا اٿن، وري جڏهن ملندا اٿن تہ گهڻو کائي ويندا آهن. مولانا فرمائين ٿا تہ اصل صوفي تہ هزارن ۾ ڪو هڪ هوندو آهي. باقي سڀ گهڻو کائڻ وارا ملا آهن ۽ کائڻ لاءِ صوفي بنجي وينا آهن. مولانا رحمة الله عليه هن قصي کي گهڻو طويل ڪيو آهي. مطلب هي آهي تہ فقيرن بکيو هجڻ جي ڪري محفل مڪاريءَ سان لڳائي ۽ هي صوفي مسافر محض تقليد سماع ۾ شريڪ ٿي مار کائي ويو. سماع ۽ قواليءَ جي محفل ۾ عجيب ۽ غريب ڪيفيتون ڏسڻ ۾ ايندیون آهن. هڪ محفل ۾ قوال هي غزل ڳائڻ شروع ڪيو. جيڪو صوفيانہ معارف سان لبريز آهي. "گلاب اندر" ۽ " رباب اندر" جي رديف قافيہ ۾ نهايت حڪمیانہ ۽ وجد آفرين معارف بيان ڪيا ويا آهن. ذات الهيٰ جو سمنڊ لامتناهي ڪهڙي طرح انسان جي روح ۾ اچي ٿو وڃي ان کي حيرت انگيز انداز سان هن مصرع ۾ ادا ڪيو آهي.

"اين طرفہ تماشابين دريا بہ حباب اندر"

هڪ صاحب جيڪو قواليءَ جي محفل ۾ شريڪ ۽ فارسي زبان کان ناواقف هو. "دريا بہ حباب اندر" کي "دريا مين بها بندر" ٻڌڻ ۽ سمجهڻ لڳو ۽ غالبا پنهنجي هستيءَ جي پستيءَ کي بندر سان مشابہ سمجهي، جيڪو آخر وحدت جي درياهہ ۾ وهي ويو. هن کي شديد وجد ۽ حال آيو ۽ زور شور سان "دريا مين بها بندر" دهرائيندو "هو حق" ڪندو رهيو. هي حرڪتون ضبط نفس جي گهٽتائي ۽ اعصابي ڪمزوريءَ کان پيدا ٿينديون آهن. جيڪڏهن عشق الاهي جو نتيجو هجن ها تہ ڪنهن اصحابي ۾ نظر

اڇن ها. اصل اسلام ۾ هنن ڳالهين جو ڪو نالو نشان نظر ڪو نہ ٿو اچي. هي عجمي قومن جي طبيعتن جو ڪرشمو آهن. مولانا رحمة الله عليہ هن مضمون ڪي جاري رکندي هي سوال ٿا ڪن تہ انهيءَ صوفيءَ تقليد ۾ هن قسم جي مار ڇو کاڌي. هي ايتريقدر بيوقوف ڇو بنيو؟ ان جو جواب اهو ٿا ڏين تہ مرغن دعوت جي طمع ان جي اکين تي پردو وجهي ڇڏيو. هڪ دعوت جو مزو ۽ وري سماع جو لطف۔

تر لقمو ۽ دلڪش نغمو ٻنهين گڏجي هن کي غافل ڪري ڇڏيو. فرمائن ٿا تہ طمع اهڙي تہ بري بلا آهي جيڪا آئيني وانگر صاف قلب جيڪو هر شي جي اصليت کي منعڪس ٿو ڪري اگر ان تي بہ طمع غالب اچي تہ اهو بہ منافق ٿي پوي، جنهن مان ڪجھہ غرض هجي ان جي صورت کي عمدو ڏيکاري ۽ جنهن مان ڪجھہ حاصل نہ ٿئي، ان کي بدصورت بنائي ڇڏي. اهڙي طرح جيڪڏهن تارازيءَ ۾ لالچ پيدا ٿي پوي تہ ڪڏهن بہ صحيح نہ توري، روشن ضمير ۾ عقل ۽ عدل جو ظهور ٿيندو آهي ۽ اهو حقيقت جو آئينو بنجي ويندو آهي. اهڙي طرح عقل هڪ تارازي آهي. ليڪن هي بہ غرضمنديءَ سبب خير ۽ شر کي صحيح نہ ٿي توري.

## نبي دليل بہ آهي دلال بہ

انبياءَ ڪرام عليهم السلام جي متعلق مولانا فرمائي ٿو تہ هر نبي دليل يعني رهبر بہ هوندو آهي ۽ دلال بہ. ليڪن فرق هي آهي تہ دنيا داري ۾ رهبر ۽ معلم معاوضو گهرندو آهن ۽ نبي ڪنهن انسان کان ان خدمت جو معاوضو يا اجرت نہ گهرندو آهي "يا قوم لا اسئلڪم مالا ان اجري الا علي الله" ۽ نبي ﷺ جي دلالي بہ الڳ قسم جي آهي. دلال خريد ڪرڻ واري کان بہ دلالي جي اجرت طلب ڪندو آهي ۽ وڪڻڻ واري کان بہ. مگر نبي ﷺ جيڪو نجات جي دلالي ٿو ڪري. اهو ٻنهين طرفن جي اجرت فقط وڪڻڻ واري يعني حق تعاليٰ کان وٺندو آهي. ليڪن نبي ﷺ خدا کان بہ کهڙي مزدوري طلب ڪندو آهي. حور ۽ محلات نہ بلڪ ديدار الاهي جو طالب هوندو آهي.

# خيالات جو زندگيءَ تي اثر

فرمائن ٿا تہ انسان جا خيالات ان جي زندگيءَ جي انداز کي متعين ٿا ڪن. تن ۽ من ٻنهين جي صحت ۽ تندرستيءَ جو دارومدار خيالات تي آهي. غم وارن خيالن سان انسان ميڻ وانگر ڳرندو ويندو آهي، ۽ سٺن خيالن سان روح ۽ جسم ٻئي تر ۽ تازا رهندا آهن. ان ڪري خيالن کي صالح بنائڻ جي ضرورت آهي. زندگيءَ جا حالات ڪهڙا ئي خراب هجن. ليڪن سٺا ۽ صالح خيال انهن جي تخريبي عمل کي فنا ڪري ٿا ڇڏين، فڪر صالح اهڙي تہ سعادت جي ڪيميا آهي جيڪا خراب احوالن کي بدلائي دل کي خوش ڪندڙ بنائي ٿي سگهي جيئن رسول ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ مؤمن کي سٺن ۽ برن هر قسم جي خيالن مان نفعو پهچندو آهي. حالات خراب هجن تہ صبر ڪندو آهي. جنهن جو ثمر روحاني لحاظ کان شيرين آهي ۽ جيڪڏهن نعمت حاصل ٿئي تہ شڪر ڪندو آهي. جنهن کان روح کي شادماني ٿيندي آهي ۽ نعمت ۾ اضافو ٿيندوآهي. اهڙا مردان خدا موجود آهن جو نانگ انهن جي آڏو سر تسليم خم ڪندو آهي. هن چيو تہ محبت جو جادو حيوانن تي بہ هلندو آهي. مون هن جي دل ۾ محبت وڌي تہ هو بہ مون سان محبت ڪرڻ لڳو، جيڪڏهن هو مون سان خوفزده هجي ها تہ ضرور مون کي ڏنگ هڻي ها. پاڪيزه ۽ محبت ڀريل خيالات ٻين تي بہ اثر ڪري انهن جي طبيعتن ۾ اهوئي عمل ڪن ٿا. جيڪڏهن توهان ٻين کان محبت جي خواهش ٿا ڪيو تہ صرف محبت جو مطالبو نہ ڪريو بلڪ انهن سان خود محبت ڪريو، سچي محبت اثر ڪرڻ کان بغير نہ ٿي رهي سگهي. خيالن کي ڪيميا سان تشبيهہ ڏيڻ محض شاعري نہ آهي، بلڪ بدتر خيالن کي بہ ڪندن بنائڻ سٺن خيالن جوئي نتيجو آهي.

# سٺا گمان (حسن ظن) ۽ برا گمان

فرمائن ٿا تہ انسانن جي متعلق بہ سٺن گمانن کان ڪم وٺڻ گهرجي، ماڻهن ۾ ڪجهہ سٺيون ۽ ڪجهہ برين صفتن جي ملاوٽ هوندي آهي. هڪ ماڻهوءَ کي نانگ ٿو سمجهي. ليڪن ٻئي جي نظر ۾ اهوئي محبوب هوندو آهي. ڳالهہ هيءَ آهي تہ هڪ ماڻهو ان جي خوبي، ٿو ڏسي ۽ ٻيو ماڻهو ان جو

عيب ٿو ڏسي، ڪنهن ماڻهو کي توهين ڪافر سمجهندؤ تہ اهو ڪافر ٿي معلوم ٿيندو ۽ جيڪڏهن مؤمن سمجهوَ تہ مؤمن نظر ايندو. سبب اهو آهي تہ سيرت ۾ ڪو شخص نہ بلڪل سفيد آهي ۽ نہ بلڪل ڪارو بلڪ ان ڳڻن وانگر آهي. جنهن جي چمڙي ڪجهہ سفيد هوندي آهي ۽ ڪجهہ ڪاري- صرف ڪاراڻ کي ڏسڻ وارو ان کي ڪاري چوندو ۽ سفيديءَ تي نظر رکڻ وارو ان کي سفيد ٿي چوندو. ٻين جي خوبين تي نظر رکو تہ ان جو نتيجو بہ توهان لاءِ سٺو هوندو ۽ ٻين لاءِ بہ عارف جي نگاهہ هنر کي ڏسندي آهي ۽ حاسد جي نگاهہ عيب کي ڏسندي آهي. ٻين جي متعلق پنهنجي دل ۾ سٺا خيال رکو ان سان توهان جي دل بہ پاڪ رهندي ۽ ٻئي تي بہ ان جو سٺو اثر ٿيندو. جنهن کي سٺو سمجهندؤ تہ اهو ڪوشش ڪندو تہ سٺو بنيو رهي، تہ جيئن توهان جو خيال ان جي متعلق نيڪ رهي ان مان برن جو بہ سڌارو ٿي ٿو وڃي.

# ڪوشش هر حال ۾ نفع بخش ٿيندي آهي

مثنويءَ ۾ هر قسم جي جائز ڪوشش جي تلقين گهڻين جاين تي ڪئي ويئي اهي. مولانا رحمة الله عليه ڪوشش جا ايتريقدر تہ قائل آهن جو بغير ڪنهن مصرف جي ڪوشش کي بہ سُستي ۽ تن آسانيءَ تي ترجيع ٿا ڏين. ان لاءِ تہ ڪوشش چاهي ڪهڙي قسم جي بہ هجي جسماني ۽ ذهني قوت کي ضايع ٿيڻ نہ ٿي ڏئي، ڪنهن پرائي شهر ۾ رستي ڀليل مسافر بہ جيڪو ڪيترين ئي گهٽين ۽ بازارين ۾ گهمندو ڦرندو وتندوآهي ان غلط يا اجائي هلڻ ۾ بہ شهر جي اهڙن حصن کان واقف ٿي ويندو آهي جاڏي هو ڪڏهن بہ پنهنجي ڪنهن غرض سان نہ وڃي ها. ان ڪري مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ اجائي ڪوشش بہ سستيءَ کان بهتر آهي. فرمائن ٿا تہ ڪاهل ماڻهو ڪيترا دفعا چوندا آهن تہ فلاڻي شخص کي بغير ڪوشش جي ڪٿان خزانو ملي ويو. ڪاش جو مون کي بہ ملي وڃي يا اسين بہ خدا کان دعا ٿا گهرون تہ بغير هٿ پير هلائڻ جي اسان کي بہ ڪجهہ عطا فرمائي ڇڏي. هي سڀ اجايون ڳالهيون آهن، بخت تي نہ مگر محنت سخت تي زندگيءَ جو دارو مدار آهي. ان جو ڪجهہ نہ ڪجهہ اثر ملڻ لازمي آهي ۽ جيڪڏهن خدا پنهنجي فضل سان ڪجهہ عطا

ڪري ڇڏي تہ ان جي عنايت. عام اصول هي آهي تہ محنت سان ڪجهہ حاصل ڪيو خزانو صرف بخت سان حاصل نہ ٿيندو آهي، بلڪ محنت سان بہ دولت جمع ٿي سگهي ٿي.

## اگر مگر

ڪاهل انسانن جون تمنائون ۽ پشيمانيون بي معنيٰ هونديون آهن، انهن جي طبيعت ۾ اگر مگر گهڻي هوندي آهي، اگر مان ڪنهن امير جي گهر ۾ پيدا ٿيان ها تہ سخاوت جا هي هي ڪم ڪيان ها ۽ هينئن هينئن لطف حاصل ڪيان ها، اگر حالات درست ٿي وڃن تہ مان بہ جيڪر ڪجهہ ڪري ڏيکاريان. اگر اسباب حاصل ٿي وڃن تہ مان جيڪر قوم جي وڏي خدمت ڪيان. مولانا رحمة الله عليہ ٻڌائي ٿو تہ رسول الله ﷺ جن بہ اهڙي قسم جي اگر مگر ۽ تذبذب کي منافق جي نشاني ٻڌائي آهي. مومن فرض شناس ٿي هر حالت ۾ اطمينان سان ڪم ڪندو آهي، ۽ نيڪي ڪرڻ لاءِ شرطن جو طلبگار نہ هوندو آهي. منافق کي جڏهن موت ايندو تہ چوندو تہ اي رب اگر تون مون کي مهلت ڏين تہ مان خير خيراتون ڏيان ۽ نيڪ بنجي وڃان " لولا اخرتني اليٰ اجل قريب فاصدق واکن من الصالحين" هي اگر مگر ڪرڻ وارا بهانا ڳوليندا وتندا آهن. انهيءَ اگر مگر تي مولانا رحمة الله عليہ هڪ حڪايت لکي آهي تہ هڪ پرديسيءَ کي رهائش لاءِ جلد ڪنهن گهر جي ضرورت هئي. ان جي هڪ دوست چيو اچ توکي هڪ ڪشادو گهر ڏيکاريان جيڪو خالي آهي ۽ توکي آسانيءَ سان ملي ويندو. اهو دوست ان کي هڪ ڪنڊر ۾ وٺي ويو ڪا پراڻي حويلي هئي جيڪا ڪري پئي هئي، هي اگر مگر وارو دوست چوڻ لڳو ڏس ڪهڙي نہ عجيب جاءِ آهي. اگر هن ۾ ڇت هجي ها تہ تون جيڪر عيال سميت هن ۾ آرام سان رهي سگهين ها، گهر وارن کان علاوه هن ۾ مهمانن جي بہ گنجائش هئي، اهو ٻڌي گهر تلاش ڪرڻ واري چيو تہ جيڪي ڪجهہ تون چوين ٿو اهو بلڪل درست آهي. مشڪل هي آهي تہ تنهنجي هن اگر مگر ۾ ويهڻ جي بہ ڪا جاءِ ڪانهي.

## دل کي کوٽ ۽ سچ پرکڻ جي ڪسوٽي بڻايو

فرمائين ٿا ته انسانن جي خير جي طلب ڪرڻ جو به اهوئي حال آهي، جيڪو انهن جي دولت طلب ڪرڻ جو آهي. هر شخص پوڙهو ۽ جوان، ننڍو وڏو سڀ سون جا طالب آهن. ليڪن سون جي ڪوڙي ۽ سچي هجڻ جي ڪنهن کي خبر نه آهي. اهڙي طرح هر شخص خير يا ڀلائي جو طلبگار آهي. بقول سقراط جي ته "ڪو شخص فطرتا شر جو طلبگار نه هوندو آهي، خير جي طلب ڪرڻ انسان جي فطرت آهي. ليڪن عقل جي گهٽتائي سبب شر کي خير سمجهي ان جي پيروي ڪرڻ ٿو لڳي." ليڪن خير ۽ شرّ ۾ فرق نه ڪري سگهڻ سبب ڏوڪن ۾ زندگي بسر ڪري ٿو ڇڏي. هڪ ادنيٰ قسم جي ذات تي ملمع ڏسي ٿو ۽ ان جي چمڪ دمڪ جي ڪري ان کي دولت ٿو سمجهي، دانا انسان اهي آهن جن جي دل ۾ خير ۽ شر کي پرکڻ جي ڪسوٽي هوندي آهي. عقلمند مرد اهوئي آهي جيڪو سون کي سڃاڻڻ واري سوناري وانگر خير ۽ شر کي سمجهڻ وارو سونارو هجي.

## احمق خود پنهنجا دشمن آهن

عام طرح هيئن بيان ڪيو ويندو آهي ته ڪافر ۽ احمق ماڻهو نبين سڳورن، ولين ۽ صالحن جا دشمن ٿي پوندا آهن. مولانا رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته هي بيان جو طريقو غلط انديشيءَ جو نتيجو آهي. دشمن ته ان کي چئبو آهي. جيڪو نقصان ۽ عذاب جو سبب بڻجي. هي احمق ماڻهو دراصل پنهنجا دشمن هوندا آهن. هي چوڻ صحيح نه ٿيندو ته چمڙو سج سان دشمني ٿو رکي، پيغمبر عليه السلام جي جوهر جو شعاع پٿر ۽ مٽيءَ کي به اڪسير بنائي ٿو سگهي، پر جيڪڏهن سنگدل انسان پنهنجي قلبن تي غلاف چاڙهي پنهنجي طرف ان ڪيميا جي نور کي اچڻ کان روڪن ٿا ته ان مان اڪسير جو ڇا ٿو بگڙي؟ هي پاڻ کي محروم رکي پٿر جا پٿر ئي رهجي ٿا وڃن ۽ جهنم جو ٻارڻ بڻجي ٿا وڃن. "وقودها الناس والحجارة اعدت للكافرين" انهن جو مثال ائين آهي جيئن هڪ غلام پنهنجي آقا جو دشمن ٿي پوندو آهي. آقا جو ڪجهه

بگاڙي تہ نہ ٿو سگھي ان ڪري خود ڪشي ڪري سمجھندو آهي تہ هي آقا ڪان بدلو آهي تہ ان جو هڪ غلام ان جي هٿن مان نڪري ويو.

اهڙي طرح جيڪڏهن بيمار طبيب جو دشمن ٿي پوي تہ ان جي ئي بيماريءَ ۾ واڌارو ايندو آهي، طبيب جو ڇا بگڙندو؟ لوح محفوظ وانگر مردان خدا جا روح بہ محفوظ آهن. ڪافر جيڪي انهن تي ڏڪ تا هڻن اهي ڏڪ خود پاڻ کي ئي تا نقصان پهچائن .نيا جي طلبگار ۽ ظالمن جا حملا مردان خدا تي ائين آهن جيئن ڪو آواز جبل سان ٽڪرائجي پڙاڏو بنجي ويو ان جو جبل تي ڪو بہ اثر ڪو نہ ٿيندو.

# نور جا پردا

قرآن حڪيم جي سورة نور ۾ ذات باري تعاليٰ کي زمين ۽ آسمان جي نور سان تشبيهہ ڏني ويئي آهي. ليڪن مخلوقات ۾ انهيءَ نور جو ظهور ڪجهہ واسطن ۽ ذريعن سان ٿو ٿئي. ان جو مثال هي آهي تہ هڪ طاق آهي. انهيءَ طاق ۾ هڪ ڏيو رکيو ويو آهي ۽ ڏيو هڪ شيشي جي قنديل ۾ آهي ۽ اها قنديل ايتري قدر شفاف آهي ڄڻ تہ موتيءَ وانگر چمڪندڙ هڪ تارو آهي. انهيءَ ڏئي ۾ جيڪو تيل آهي اهو تيل هڪ اهڙي زيتون جي وڻ جو آهي جيڪو نہ شرقي آهي نہ غربي، ان نور جي ظاهر ٿيڻ جا ڪيترا درجا آهن. ان ڪري ان مثال جي آخر ۾ نور عليٰ نور چيو ويو آهي.

مسلمان حڪيمن جنهن تعليم کي اشراق جو فلسفو چيو آهي. اِن لاءِ سند هن آيت ڪريمہ مان حاصل ڪئي ويئي آهي ۽ ان جي تفسير ۽ تشريح ۾ فڪرن ۽ خيالن جي هڪ تمام وڏي عمارت تعمير ٿي آهي. جنهن جي پٿر ۽ مٽيءَ ۾ گھڻوڪجهہ حڪيم فلاطينوس جو فلسفو بہ شامل آهي جيڪو اسڪندريہ جو رهڻ وارو هو. مسلمان ان کي ٻيو افلاطون بہ چوندا آهن. ذات، ڪان تنزلات ۽ الاهي نور جي شعائن جا ڪجهہ درجا انهي حڪيم ڪان حاصل ڪيا ويا آهن. مثلا لاهوت و جبروت و ملڪوت ۽ خطيره قدس جا مقامات تصوف ۽ اشراقي فلسفي ۾ تسليم ٿيلن ۾ داخل ٿي ويا آهن. مولانا رحمة الله عليه مثنوي ۾ انهيءَ تعليم جي مطابق ڪجهہ شعر چيا آهن ۽ فرمائن ٿا تہ حق جو نور ست سؤ پردن ۾ آهي. پهرئين پردي تي قرب جي ڪري ايتريقدر

نور جي تجلي آهي جو اهو پردو ئي معلوم نٿو ٿئي. ان کان پوءِ هر هڪ پردي ۾ روشني گهٽ ٿيندي ٿي وڃي، تنزلات ۾ هر هڪ متاهين درجي ۾ نور کي حاصل ڪرڻ جو استعداد هيٺئين درجي جي مقابلي ۾ زياده آهي. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ باهہ جي مثال سان ان کي سمجهو. لوه يا سون تيز کان تيز باهہ ۾ وڌو ويندو آهي تہ نقصان جي بجاءِ ان جو اصلاح ٿي ويندو آهي. ليڪن ياڃين وغيره کي پچائڻ لاءِ هلڪي باهہ تي رکندا آهن ۽ ديڳڙي باهہ جي شعلن ۽ ياڃي وغيره جي وچ ۾ رڪاوٽ هوندي آهي. فرمائين ٿا تہ ميوا، ياڃين ۽ اناج جا فصل جيڪي زمينن ۾ پچندا آهن اهي سج جي ان هلڪي گرمائش سان پچندا آهن جيڪا آسمان جي تمام پري واري مفاصلي کان زمين تي ايندي آهي. سڌو سنئون باهہ جي شعلن ۾ تہ اهي پچي ڪو نہ سگهندا. مولانا رحمة الله عليه جي نزديڪ اهڙا مردان خدا دنيا ۾ اڳ بہ گذريا آهن ۽ هاڻي بہ موجود آهن جيڪي حقيقي هستيءَ جي سج جي نور ۽ نار کي بغير ڪنهن واسطي جي بـراه راست برداشت ڪري ٿا سگهن. اها باهہ رت لاءِ آب حيات هوندي آهي ۽ اهي انهيءَ سان بقا ۽ جنت حاصل ڪندا آهن. فرمائن ٿا تہ هي ڳالهيون هرهڪ جي فهم ۾ نہ اچي سگهنديون. مثالن ۽ تشبيهن سان حقيقت ظاهر نہ ٿيندي. جنهن جا پير ڦڏا هجن ان لاءِ جتي بہ ڦڏي ئي ٺاهڻي پوندي آهي. ان ڪري عام ماڻهن کي الٽا سڌا مثال ڏئي سمجهائڻو ٿو پوي. روحاني حقائق جي ملڪيت جي لحاظ کان عام ماڻهو بلڪل محتاج گداگرن وانگر آهن. گداگر دروازي يا ڏيڍيءَ تائين تہ اچي ٿو سگهي ليڪن گهر ۾ اندر داخل نٿو ٿي سگهي.

## جوهر ۽ عرض

مولانا رحمة الله عليه مثنويءَ ۾ جا بجا دقيق قسم جا فلسفيانہ بحث بہ ڪيا آهن ليڪن پنهنجي مطلب کي مثالن ۽ تشبيهات سان عام فهم بنائڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس، جوهر ۽ عرض جو بہ هڪ فلسفيانہ بحث آهي، ارسطوءَ وٽ جوهر جي تعريف اها آهي تہ هو پنهنجي ذات سان قائم هجي ۽ عرض جي تعريف هيءَ آهي تہ اُن جو مستقل وجود ڪنهن جوهر کان سواءِ ناممڪن هجي، ان ڪري هي عرض ڪنهن جوهر جو ئي عرض هوندو آهي.

مثلا گل هڪ جوهر آهي ۽ رنگ ۽ خوشبوءِ هن جا اعراض آهن. مسلمانن هن فلسفيانہ بحث کي دينيات ۾ داخل ڪري ڇڏيو آهي ۽ ديني عقيدن جي باري ۾ جوهر ۽ عرض جي فرق تي متڪلمانہ بحث شروع ڪري ڇڏيا. دين ۾ هي بحث هينئن داخل ٿيو تہ اعمال عرض آهن يا جوهر. جيڪڏهن هنن کي عرض چئجي تہ هي مشڪل پيش ٿو اچي تہ عرض تہ اڻٽيون وڃڻيون ۽ فاني صفتون آهن ۽ بهر حال فنا ٿيڻ واريون صفتون آهن. ليڪن اعمال ڪيئن فنا ٿي سگهن ٿا، انهن کي تہ آخرت ۾ توريو ويندو آهي ۽ رنگ ۽ خوشبوءِ جهڙن اعراضن کي تہ ڪير بہ توري نہ ٿو سگهي. اعمال جيڪڏهن اعراض آهن تہ اهي ڪيئن ترندا؟ ان جي جواب ۾ ڪجهہ متڪلمين چيو تہ الله تعاليٰ پنهنجي قدرت سان قيامت جي ڏينهن عملن ۾ وزن پيدا ڪندو، جنهن جي ڪري هو جوهر وانگر بنجي ويندا ۽ تري سگهندا.

مولانا رحمة الله عليہ هن بحث کي هينئن ٿو شروع فرمائي تہ بيشڪ نماز روزو ۽ ٻيون عبادتون اعراض آهن ۽ اعراض جو حادث هجڻ بہ درست آهي، ۽ اهو بہ صحيح آهي تہ اعراض ٻن لمحن ۾ بہ هڪ جهڙا نہ ٿا رهي سگهن. ليڪن مولانا رحمة الله عليہ فرمائين ٿا تہ اعراض ۾ هيءَ صلاحيت موجود آهي تہ هو جوهر جي صفتن کي بدلائي ڇڏن. انسان جو روح هڪ جوهر آهي ان ۾ جيڪڏهن ڪو مرض پيدا ٿئي تہ عبادتن ۽ صالح عملن سان ان ۾ تبديلي ٿي سگهي ٿي ۽ روح جو مرض ختم ٿي سگهي ٿو. ان کان بعد وڏيڪ مثالن سان وضاحت ٿا ڪن تہ نڪاح خواني ڪا ڏيگهہ ۽ ويڪر رکڻ واري ۽ وزن واري شيءِ يا جوهر تہ نہ آهي. ليڪن ان مان جيڪو اولاد ٿو ٿئي اهو جوهر آهي. وري فرمائين ٿا تہ توهان کي جيڪي تعميرون نظر ٿيون اچن انهن جي جوهر هجڻ ۾ تہ توهان کي ڪو شڪ نہ آهي. ليڪن هر تعمير ٻهريائين ڪنهن انجنيئر جي ذهن ۾ هڪ تصور هو، جيڪو خيال جي حيثيت ۾ هڪ افسانو هو ليڪن اهوئي افسانو بعد ۾ ڪاشيانو بنجي ويو. انجنيئر جو خيال عرض هو جيڪو تعمير ۾ تبديل ٿي جوهر بنجي ويو. فرمائن ٿا تہ ڪائنات بہ خدا تعاليٰ جي دل ۾ ازل ۾ هڪ فڪر هئي. جنهن کي عرض چئي ٿو سگهجي. ليڪن ظهور ڪان پوءِ اها شين ۾ تبديل ٿي ويئي. سچو جهان ٻهريائين فڪر جي حيثيت ۾ عرض ئي هئو. ان ڪري انسان لاءِ قرآن ڪريم ۾ ارشاد آهي تہ

"هل اتيٰ علي الانسان حين من الدهر لم يكن شيئا مذكورا" ڇا انسان جي حقيقت هڪ وقت بالڪل لاشيءَ نہ هئي. يعنيٰ اڃان هو قابل ذڪر جوهر نہ بنيو هو. آخر ۾ فيصلو هي ٿيا ڪن تہ جوهر ۽ عرض جو تعلق ڪُڪڙ ۽ بيدي وارو معاملو آهي. بيدي مان ڪڪڙ پيدا ٿيندي آهي، ۽ ڪڪڙ مان وري بيدا نڪرندا آهن. اهڙي طرح جوهر مان اعراض پيدا ٿيندا آهن. مگر وري اعراض تبديل ٿي جوهر بہ بنجي ويندا آهن. جيئن مٿي مثالن سان واضح ڪيو ويو آهي.

## صورت ۽ سيرت - جسم ۽ روح

فرمائن ٿا تہ صورت پرستي ۽ ماده پرستيءَ انسانن کي غلط انديشي ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو آهي. ڪنهن جي سيرت تي نظر گهٽ وجهندا آهن، صورت تي زياده. زال جي ڳولا لاءِ بہ صورتن جي تحقيق ڪندا وتندا آهن. حالانڪ آخر واسطو سيرت سان پوندو آهي. خوبصورت جيڪڏهن بدخصلت هجي تہ ان جي قيمت هڪ جَوَ جي برابر بہ نہ آهي، صورت سادي هجي ۽ سيرت دلپذير هجي تہ اهڙي انسان جي پيرن تي مٿو رکڻ گهرجي. احمق ماڻهو دلي جي ٻاهرين نقش ۽ خوبصورتي کي ڏسندا آهن. ليڪن انهيءَ جو خيال نہ ڪندا آهن تہ دلي ۾ پاڻي کهڙي قسم جو آهي. جسم و روح، صورت ۽ معنيٰ صدق ۽ گوهر، وانگر آهن. ليڪن هر هڪ سپ ۾ موتي نہ هوندو آهي. مادي پرست انسان هي نہ سوچيندو آهي تہ هڪ جبل جيڪو هيڏي وڏي حيثيت جو ٿو نظر اچي ليڪن هڪ ننڍي لعل جي برابر قيمت نہ ٿو رکي. پنهنجي جسم کي ڏسو هٿ پير ٻانهون ۽ ٽنگون اک جي مقابلي ۾ سوَ دفعا وڏيڪ ڳرا آهن. ليڪن انهن سڀني جي مقابلي ۾ توهان پنهنجي ٻن اکين کي زياده قيمتي سمجهندا آهيو. اهڙي طرح انسانن ۾ هڪڙو انسان لکن جي مقابلي ۾ زياده وقعت ٿو رکي. انسان ۾ جيڪو عقل آهي ان جي مقابلي ۾ ان جو جسم محض هڪ اوزار جي حيثيت ٿو رکي. ليڪن انسان پنهنجي عقل جو ايترو فڪر نہ ٿو ڪري جيترو پنهنجي جسم جو. جسم جي تندرستي ۽ ان جي آرائش ۽ زيبائش جو هن کي تمام گهڻو خيال آهي، مگر جيڪو ان جو اصل جوهر آهي، ان کان غافل آهي، جسم کي سليمان عليه السلام ۽ عقل کي ڪيل سمجهي ورتو اٿس. مطلب تہ گهڻا ماڻهو الٽي کوپڙيءَ وارا آهن عقل الـٰهي سان ڪائنات قائم آهي ۽ ان ۾ نظر

۽ ضبط موجود آهي اهڙي طرح انسان جي زندگيءَ ۾ به جيڪي تعميري ڪم آهن. اهي سڀ عقل جا ئي ڪارناما آهن لڪين انسان پنهنجي غير محدود قوتن کي نه سڃاتو ان ڪري ئي هو مادي فطرت جي حادثن جي سامهون سجدو ڪرڻ وارو بڻجي پيو آهي. جهڙ، طوفان ۽ وڄ جي ڪڙڪن کان ڊڄڻ وارو بڻجي ويو آهي. بصيرت نه هئڻ سبب هو جانورن کان به ڪريل جمادات وانگر بي نور ۽ بي شعور ٿي پيو آهي. هي مادي عالم باطني عالم جو هڪ پاڇو آهي. ليڪن تو هن پاڇي کي شخص سمجهي ورتو ۽ اصل شخص کي پاڇو. ان جو سبب اهو آهي ته ظاهري حواسن کي ڪثيف شيءِ اصلي ٿي معلوم ٿئي ۽ لطافت حس جي احاطي ۾ نه ٿي اچي. باهه کي ڏسو ته اها خاڪ جي مقابلي ۾ زياده لطيف عنصر آهي. ليڪن جيستائين ڪنهن ٺوس جسم سان ان جو رابطو نه ٿئي نظر نه ٿي اچي. باهه حرارت جي حيثيت ۾ هر شيءِ ۾ لڪل آهي. ليڪن جڏهن ظاهر ٿيندي آهي ته ڪنهن ڪثيف مادي شيءِ ۾ ظهور ڪندي آهي. هن لڪل آتش ۾ اها قوت آهي جيڪا هزارها ظاهر اوزارن ۾ نه آهي. چند ذرن جي لڪل حرارت ظاهر ٿي ايٽم بم بڻجي ٿي وڃي. جيڪا جبلن کي ريزا ريزا ڪري ٿي سگهي ۽ زمين جا پرخچا اڏائي ٿي سگهي. انهيءَ مان فطرت جي لڪل قوتن جو اندازو ڪيو، جيڪو ظاهر حواسن کي محسوس نه ٿو ٿئي. انهن سڀني قوتن ۾ سڀني کان وڏي قوت انسان جي نفس جي قوت آهي. خاص ڪري انهي حالت ۾ جڏهن انسان جو نفس پنهنجي اصليت يعني رباني نفس جي ويجهو ٿي وڃي ۽ نفس عرفان رب بڻجي وڃي ”من عرف نفسہ فقد عرف ربہ“.

## نفعي ۽ نقصان جي اضافيت

فرمائن ٿا ته جيڪڏهن ڪو شخص هي سوال ڪري ته هن حيات ۽ ڪائنات ۽ هن هستيءَ جي ناهڻ ۾ ڪو فائدو به آهي ته فورا انهيءَ سوال ڪندڙ کان پڇو ته ٻڌاءِ ته تنهنجي هن سوال ڪرڻ ۾ به ڪجهه فائدو آهي يا نه؟ اگر هي سوال بغير فائدي جي آهي ته پوءِ تنهنجو پڇڻ ئي بيڪار آهي ۽ اسان جي جواب ڏيڻ جي ڪوشش اجائي آهي. ان تي اهو شخص مجبور ٿي چوندو ته منهنجو سوال ته بغير فائدي جي نه آهي. توهين ان کي چئو ته معلوم ٿيو ته هستي پوري جي پوري ته بي فائدي نه آهي، ڇو ته تنهنجو سوال به هن هستي

مان ئي اپريو آهي. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ دنيا ۾ فائدا اضافي هوندا آهن. هڪ شيءِ هڪ حالت ۾ هڪ شخص لاءِ مفيد هوندي آهي ۽ ٻي حالت ۾ غير مفيد.

ڳئون ۽ گڏهہ کي منائيءَ جو کھڙو قدر ۽ کھڙي گھرج ٿي سگھي ٿي؟

هر هڪ جان جو عذاب الڳ آهي هڪڙي جي غذا ٻئي لاءِ مرض جو سبب آهي، جيڪڏهن هڪ غذا هڪ جي ڪم جي نہ آهي تہ ان لاءِ اهو چوڻ حماقت آهي تہ هي ڪنهن ڪم جي ئي نہ آهي خدا تعاليٰ ڪا بہ شيءِ عبث (بيڪار) پيدا نہ ڪئي آهي محض پنهنجي محدود ۽ شخصي زاويہ نگاهہ سان هستيءَ جي انهن حصن کي بيڪار چوڻ جيڪي تنهنجي گھرج ۾ نہ آهن تنگ نظري آهي، صوفياءِ ڪرام جي تمثيلي ڳالهين ۾ هڪ هيءَ ڳالهہ بہ مشهور آهي تہ حضرت موسيٰ عليه السلام کي ڪرڙيءَ کان گھڻي نفرت هئي، جڏهن ڪين الله تعاليٰ سان ڳالهائڻ جو موقعو مليو تہ انهن خدا کان پڇيو تہ اي خالق ذوالجلال تو اسان کي جيڪو پيدا ڪيو ان جو مقصد تہ ظاهر آهي، ليڪن هيءَ ڪرڙيءَ جهڙي مڪروه شيءِ تو ڇو ٺاهي؟ الله تعاليٰ جواب ڏنو تہ ڪرڙي بہ مون کان اهو ئي سوال پڇندي آهي تہ اسان کي تہ تو درست ٺاهيو. ليڪن هي انسان ۽ انهن ۾ خصوصاً موسيٰ عليه السلام جهڙي قسم کي تو ڇو ٺاهيو جيڪي مون کان نفرت ٿا ڪن ۽ هر وقت آزار ٿا ڏين؟ ڪائنات ۾ جيڪڏهن پکين پکڻن ۽ حشرات الارض کي شعور هجي تہ انهن مان هر هڪ پنهنجو پاڻ کي وجود جو مرڪز ۽ زندگيءَ جو مقصد سمجھي ۽ ٻين جي پيدائش انهن کي بغير فائدي جي نظر اچي.

## خدا جو رابطو مخلوق سان ناقابل فهم هجڻ جي باوجود حقيقي آهي

جزوي عقل جي احاطي جي اندر رهندڙ محض مادي ۽ مڪاني رابطن کي مد نظر رکڻ وارا ڪوتاهہ نظر پڇن ٿا تہ الله تبارڪ وتعاليٰ جيڪو زمان ۽ مڪان کان مٿاهون آهي ان جو هن زماني ۽ مڪاني ڪائنات سان تعلق سمجھہ ۾ نہ ٿو اچي، انهيءَ شڪ ۾ الجھي هو اهڙي خدا جو ئي انڪار ٿا ڪن. جيڪو

نہ محسوسات جي احاطي ۾ ئو اچي ۽ نہ وري منطق جي گرفت ۾ - مولانا رحمة الله عليہ هن جو هڪ سڌو ۽ سادو جواب ڏين ٿا ڏين تہ خود تنهجي جان تنهنجي جسم ۾ موجود آهي، جان يا ان سان وابستہ نفس ۽ روح ڪي ڏسو، انهن ۾ ۽ بدن جي صفتن ۾ ڪا بہ هڪجهڙائي نہ آهي، جسم مڪاني ۽ مادي آهي مگر نفس ڪي ڪير ٿو مڪاني چئي سگهي؟ ان جي باوجود ٻنهين جو تعلق ڪيتري قدر گهرو آهي، اهڙي طرح اک هڪ مادي شيءِ آهي ليڪن بصارت مادي نہ آهي، انهن ٻنهين ۾ گهرو تعلق آهي. ليڪن ڇا ڪنهن مادي منطق سان هيءَ ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي سگهي ٿي؟ هي تعلق هڪ واقعي امر آهي اگرچہ عقل جي چون ۽ چران ان جي سمجهڻ کان عاجز آهي. مگر حقيقت جو انڪار تہ نہ ٿو ڪري سگهجي، اهڙي طرح الله تبارڪ وتعاليٰ جيڪو روح الا رواح ۽ جان جانان آهي. مخلوقات سان ان جو رابطو نہ زماني آهي نہ مڪاني ۽ نہ حسي،ليڪن نهايت گهرو رابطو آهي. جيڪو نہ حلول سان سمجهہ ۾ ٿو اچي نہ اتحاد سان ۽ نہ وري مانع ۽ مصنوع جي خارجي تعلق سان هيءَ جزوي جان جڏهن خدا يعني ڪلي جان کان متاثر ٿئي ٿي تہ ان ڪي عقل جوهر ٿو هٿ اچي. انساني روح الــهي روح کان اهڙي طرح ٿو حاملہ ٿئي. جيئن بي بي مريم ڪلمة الله سان حاملہ ٿي هئي. محسوسات ۾ گرفتار صورت پرست انسان خدا تبارڪ وتعاليٰ جي ذات ۽ صفات تي بہ حملا ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيا. مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ مسيح مان هتي مطلب اهو مسيح نہ آهي جيڪو ڪنهن وقت هن زمين تي هلندو ڦرندو هو. هتي مسيح مان مطلب اهو روح آهي جيڪو ڇا ۽ ڪيئن کان آزاد ٿي روحاني عالم ۽ الوهيت کان فيضياب ٿو ٿئي،اهڙي قسم جي خدا رسيده روح کان هڪ جهان فيض حاصل ڪري ٿو سگهي.

## جسماني خواهشن جي بلند ديوار مانع آب حيات آهي

انسان جي مادي زندگي ۽ ان جون جسماني خواهشون خدا رسيده ٿيڻ جي رستي ۾ سڪندري ديوار وانگر رڪاوٽ بنجي ٿيون وڃن، روح ۾ خدا طلبيءَ جي هڪ فطري پياس موجود آهي. ليڪن جسماني خواهشن جو هجوم ۽

ڪوڙين ۽ اجاين تمنائن جو ڏوڪو ان کي آب حيات کان محروم ڪري ڇڏي. مولانا رحمة الله عليه هن حقيقت کي هڪ مثال سان دلنشين ڪيو بنائن. فرمائن ٿا تہ هڪ نهر جي ڪناري هڪ وڏي ديوار هئي ۽ انهي پٽ تي هڪ ماڻهو ويٺو هئو. جيڪو اُڃ جي حالت ۾ سخت پريشان هو. انهيءَ ديوار جي ويجهو ڪو بہ رستو نہ هو. جتان داخل ٿي هو پاڻي پي سگهي، هو بنا پاڻيءَ جي مڇيءَ وانگر تڙپي ٿو. ليڪن پاڻي تائين پهچڻ جي ڪابہ ترڪيب ڪانہ ٿي اچيس. اوچتو هن انهيءَ ديوار مان هڪ سِرَ پٽي نديءَ ۾ اڇلائي. پاڻيءَ ۾ آواز پيدا ٿيو ۽ ڪجهہ لهرون پيدا ٿيون تہ ان مان هن کي ڪجهہ لطف آيو، اجايل کي صرف پاڻيءَ جو آواز بہ سٺو لڳندو آهي. هن سوچيو تہ پٽ مان سرون پٽيندو ئي پاڻيءَ ۾ اڇلائيندو تہ وڃان. پاڻي نہ تہ ملي تہ ان جي آواز مان ئي لطف حاصل ڪجي ۽ ٻيو فائدو اهو ٿيندو تہ ديوار آهستي آهستي هيٺ ٿي ويندي ۽ اهڙي طرح آئون پاڻيءَ تائين پهچي ويندس مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ جسماني ۽ دنياوي خواهشن جي ديوار جو بہ اهوئي حال آهي انسان پاڻ هن کي خواهشن مٿان خواهشون ڪندي بلند ڪيو آهي، جيئن جيئن اها بلند ٿي ٿئي هن کي آب حيات کان پري ٿي ڪري، روحانيت جي نهر تي پهچڻ ۽ ان مان اڃ کي ختم ڪرڻ جي بس اهائي ترڪيب آهي تہ هڪ ڪري برين خواهشن جو سرون پٽيندا وڃو. ٻهريائين تہ سرن اڇلائڻ سان پاڻيءَ جو آواز ۽ ان جي موج مان لطف حاصل ڪيو پوءِ ديوار جي پوري ڪرڻ کان پوءِ آب حيات مان پنهنجي پياس پوري ڪيو. جنهن جو پيئڻ فانيءَ کي باقي ڪري ٿو ڇڏي. آخر ۾ فرمائن تہ خدا جي سامهون سجدا ڪرڻ خواهشن جي ديوار کي پٽي ڦٽي ڪرڻ آهي. ان ڪري الله تعالىٰ فرمائي ٿو "وسجد واقترب" سجدو ڪندا وڃو ۽ منهنجي قريب ٿيندا وڃو.

## ڪثافت ظاهر آهي ۽ لطافت لڪل آهي

مثنويءَ ۾ بار بار هي مضمون آندو ويو آهي تہ انسان جي اخلاقي ۽ روحاني خرابين جو سرچشمو ان جي محسوسات پرستي آهي ۽ محسوسات جو هي حال آهي تہ ڪثيف کي ڏسڻ آسان آهي، ۽ لطيف نگاهن کان لڪل ٿو رهي. گويا ڪثيف تہ حاضر ۽ موجود آهي ۽ لطيف غيب ٿي آهي، جسم حقيقي

معلوم ٿو ٿئي مگر روح جي هستيءَ تي انسان شڪ ۾ مبتلا رهندو آهي، قرآن حڪيم ڪهڙو نہ بهتر فرمايو آهي تہ پاڪ ۽ خبيث هر قدر ۽ هر مرتبي جا نہ ٿا ٿي سگهن، خواه دنيا ۾ خبائث جي ڪثرت توکي عجيب معلوم ٿئي ٿي.

"ولو اعجبک کثرة الخبيث" مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ هن مادي عالم ۾ ئي لطيف ۽ ڪثيف جو تماشو ڏسو، مٽي ڪثيف آهي ۽ هوا ان جي مقابلي ۾ لطيف آهي، هوا جڏهن مٽيءَ کي اڏائيندي آهي تہ مٽي سيني کي نظر ايندي آهي، پر هوا ڪنهن کي بہ نظر نہ ايندي آهي، حالانڪ اندوڪار هجي يا تيز هوا جي سبب طوفان وغيره ليڪن هي ڪرشما سڀ هوا جا ئي آهن. اهڙي طرح دنيا ۾ جيڪي ڪجهہ توکي نظر ٿو اچي اها ڪل آهي ۽ ان جي اندر جيڪا معنيٰ يا مغز آهي اهو نگاهن کان لڪل آهي. ان کان پوءِ فرمائين ٿا تہ ان مان جيڪڏهن ڪو هي نتيجو ڪڍي تہ حواس ۽ محسوسات بيڪار آهن، ۽ بيڪار دنيا ۾ ڪجهہ ڪونهي. خدا جي خلقت ۾ ڪا بہ شيءِ بيڪار ڪانهي، ليڪن هستيءَ ۾ مرتبا ۽ درجا آهن ادنيٰ جيڪڏهن اعليٰ کان فيضياب ۽ هدايت آفتہ نہ ٿئي تہ اهو نقصان ۾ رهندو آهي، محسوسات ۽ جسماني زندگيءَ کي هڪ گهوڙو سمجهو ۽ نور حق کي سوار- جيڪڏهن سنو سوار گهوڙي تي سواري ڪري تہ گهوڙو چال بہ سٺي هلندو آهي. ۽ رستو بہ نہ ڀٽڪندو آهي، سورة نور ۾ الله تعاليٰ جيڪو نور اعليٰ نور فرمايو آهي تہ ان جي اهائي معنيٰ آهي تہ حس بہ هڪ درجي جو نور آهي جيڪو انسان کي علم لاءِ عطا ٿيو آهي، تہ جيئن مادي عالم ۾ ڏسي وائسي هلي ليڪن اگر ان تي حق جو نور نہ هجي تہ محسوسات جو علم هادي هجڻ جي بجاءِ گمراه ڪندڙ بہ ٿي ٿو سگهي، نور حق هن حس جي گهوڙي تي سوار هئڻ گهرجي تہ جيئن زندگي نور اعليٰ نور ٿي پوي.

ان کان پوءِ نور حس ۽ نور حق جو مقابلو ڪندي فرمائن ٿا تہ نور حس مادي ڏي ڇڪي ٿو جيڪو هڪ ادنيٰ عالم آهي ۽ نور حق بلند تر ڏي رهنمائي ٿو ڪري نور حق جي وسعت ۽ نور حس جي تنگي ۾ اهائي نسبت آهي جيڪا درياه ۽ شبنم ۾ آهي، نور حق ظاهر ۾ نہ آهي اهو نسبتن لڪل آهي ان ڪري ان کي آثار ۽ اقوال روح پرور کان حاصل ڪرڻو پوندو آهي.

نور حس حالانڪ نور حق جي مقابلي ۾ غليظ ۽ ڪثيف آهي. ليڪن اهو بہ خود اک کي نظر نہ ايندو آهي، طبعي حڪيم چون ٿا تہ ڪا بہ اک روشنيءَ

ڪي روشنيءَ جي حيثيت سان نہ ٿي ڏسي سگهي، روشني انهيءَ وقت ڏسڻ جي قابل ٿيندي آهي. جڏهن اها ڪنهن ڪثيف شيءَ سان ٽڪرائجي واپس اک جي طرف ايندي آهي، جيڪڏهن ڪثيف شيون نہ هجن ها تہ ڪو بہ شخص مادي نور ڪي بہ نہ ڏسي سگهي ها .

لطافت بے کثافت جلوه پيدا کر نهين سکتي (غالب)

مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ جڏهن ڪثيف هجڻ جي باوجود نور حس ايتريقدر لڪل آهي تہ پوءِ ان ڪان بہ مٿاهون نور اجان بہ وڌيڪ ظاهري نگاهہ ڪان لڪل آهي.

هستيءَ ۾ جيڪي قوتون ڪم ڪري رهيون آهن وجود جي درجن ۾ خواه اهي ادنيٰ هجن يا اعليٰ سيني جو اهوئي حال آهي تہ انهن جا مظاهر تہ محسوس ٿين ٿا. ليڪن اهي پاڻ يا تہ عقل ڪي نظر ٿا اچن يا روحاني عرفان انهن ڪان آشنا هوندو آهي.

ڪائنات جي مظاهر جو مثال ائين آهي تہ مٽي ڪک پن بيوس حالت ۾ هوا سان اڏامي رهيا آهن. هستيءَ جي صفحي تي تحريرون تہ نظر اچن ٿيون ۽ قلم بہ لکڻ ۾ مصروف نظر ٿو اچي. ليڪن جيڪو هٿ قلم ڪي هلائي رهيو آهي. اهو نظر نٿو اچي. زندگيءَ جي حادثن جا گهوڙا ڊوڙي رهيا آهن. ليڪن سوار نظر ڪان لڪل آهي تير نظر اچن ٿا ليڪن جن ڪمانن مان نڪرن ٿا اهي نگاهن ڪان لڪل آهي.

# ارتقا

عارف رومي رحمة الله عليہ ارتقائي صوفي آهي مگر سندن ارتقا جا نظريا محض طبيعياتي ۽ حياتياتي نظرين وانگر نہ آهن. هن جي نزديڪ سڀ هستيون خدا جي طرف ڪان اچن ٿيون ۽ وري واپس خدا جي طرف وڃي رهيون آهن، انهيءَ رجعت الي الله ۾ روح درجي بدرجي بلند ٿيندا ٿا وڃن. سفر جو آغاز بہ ذات الهي آهي ۽ منزل مقصود بہ خدائي آهي "وان اليٰ ربک المنتهيٰ" زندگي جي هر درجي ۾ مضبوط تر هجڻ جا طريقا موجود آهن جيستائين هڪڙي درجي ۾ مضبوطي پيدا نہ ٿئي تيستائين مٿاهين درجي ڏي هلڻ جي ڪوشش ناڪام ٿيندي آهي. ليڪن اعليٰ تر مقام ۾ پختگي حاصل ٿيڻ

ڪانپوءِ وري هينيائين درجي ۾ زوال نہ ٿيندو آهي، زندگيءَ اڳتي وڌي رهي آهي. ان جو مثال هي ٿا ڏين تہ ڪٽڪ ماني بنجي وڃڻ کان پوءِ ان کي واپس ڪٽڪ جي سنگن ۾ تبديل نہ ٿو ڪري سگهجي. انگور جڏهن ڪچا هوندا آهن تہ انهن کي غوره چوندا آهن. فرمائن ٿا تہ جڏهن اهي انگور پچي وڃن تہ پوءِ فطرتاً اهو محال آهي تہ هو واپس غوره بنجي وڃن. ڪو بہ پڪل ميوو پهرين حالت ۾ نہ ٿو اچي سگهي. جيڪڏهن توهان پستيءَ کان بچڻ ٿا چاهيو تہ پوءِ پهريائين پنهنجي موجوده حالت ۾ پختگي پيدا ڪيو. هڪ صوفيءَ ان باري ۾ هڪ ٻي عمده تشبيهہ ڏني آهي. فرمائي ٿو تہ کير جيستائين کير جي حالت ۾ آهي تہ کير آهي. پر اهو پاڻي ملائڻ سان وڏيڪ ڇڊو ٿي پوندو. انسان جا روحانيءَ احوال بہ کير وانگر آهن. دنياداريءَ جو پاڻي ان ۾ آسانيءَ سان ملي ويندو آهي ليڪن جڏهن کير ولوڙي مکڻ ڪڍي ونجي تہ پوءِ مکڻ جي چاٽي کي پاڻيءَ ڪجھہ نہ ٿو ڪري سگهي. بلڪ پاڻيءَ ۾ ٻڏل مکڻ تازو رهندو آهي. پهريائين روحاني زندگيءَ جو مکڻ ڪڍي ونجي ان کان پوءِ انسان خواهشن کان بي خطر ٿي ويندو آهي.

## صحبت، علم ۽ عبادت ٻنهين کان زياده اثرائتي آهي

سيرت ۽ ڪردار کي ٺاهڻ ۽ روحاني ترقي جو هڪ نهايت با اثر طريقو پاڻ کان مٿاهين درجي جي انسان جي صحبت آهي، نہ تہ صرف ڪتابن جو مطالعو نہ انسان کي عالم باعمل بنائي ٿو سگهي ۽ نہ وري واعظن جو واعظ- ڪيترا دفعا عمر ڀر جي ظاهري عبادت عادت جي ڪري خواه اها رياءَ کان پاڪ بہ هجي، اهو نتيجو نہ ٿي پيدا ڪري سگهي جيڪا ڪنهن اهل دل (ولي الله) جي صحبت ۾ هڪ لمحو رهڻ سان پيدا ٿي ٿئي.

يک زمانہ در حضور اولياءَ - بهتر از صد طاعت بي ريا

مولانا رح فرمائن ٿا تہ صحبت هڪ تمام وڏو اثرائتو عمل آهي. صالح جي صحبت انسان کي صالح ۽ طالح جي صحبت ان کي بدبخت بنائي ٿي ڇڏي، جيڪڏهن زندگيءَ کي صاف سٿرو ۽ ترقي پذير بنائڻ ٿا گهرو تہ پاڪيزه

سيرت وارن انسانن جي صحبت مان فيض حاصل ڪيو. ڏسندا نه آهيو ته ماني انسان جو جز بنجڻ ڪان پوءِ انسان بنجي ويندي آهي. بي جان شيءِ ۾ به جان پئجي ٿي وڃي. هڪ مردار گڏهه به جيڪڏهن لوڻ جي کاڻ ۾ دٻجي وڃي ته ڪجهه عرصي ڪان پوءِ اهو به سراپا لوڻ بنجي ٿو وڃي.

## خدا ۽ بندي جو فرق اصلي ۽ دائمي آهي

دنيا جي ڪجهه مذهبن ۾ هي عقيدو آهي ته الله تبارڪ و تعاليٰ لهي انسان جي جسم جو قالب اختيار ڪري "اوتار" بنجي ويندو آهي ۽ ماڻهو "گيان" حاصل ڪرڻ ڪان پوءِ خدا بنجي ويندو آهي، هندو مت ۾ هي عقيدا موجود آهن، ۽ عيسويت به حضرت مسيح عليه السلام کي عين خدا يا خدا جو اوتار سمجهندي آهي. ليڪن اسلام انهن باطل عقيدن جي ترديد ٿو ڪري، اسلام جي عقيدي جو لب لباب هي هڪ جملو آهي جيڪو حضرت محي الدين ابن العربي شيخ اڪبر رحمة الله عليه جي قلم سان لکيو ويو آهي، حالانڪ عام طور تي کين شدت سان وحدت الوجود جو قائل سمجهيو ويندو آهي، اهي فرمائين ٿا ته "الرب رب وان تنزل والعبد عبد وان ترقي" يعني رب موجودات ۾ تنزل ڪانپوءِ به رب ئي رهندو آهي ۽ بندو چاهي ڪيتري به ترقي ڪري پر اهو بندو ئي رهندو آهي. بلند پايي جي عارفن تي ڪنهن ڪنهن وقت اهڙي حالت طاري ٿي ويندي آهي، جو انهن جي انفرادي هستي الوهيت جي تجليءَ ۾ گم ٿي ويندي آهي، انهيءَ وقت اهي خالق ۽ مخلوق ۾ تميز نه ڪري سگهندا آهن، وڏن وڏن اڪابر صوفين ڪان انهيءَ وقت ۾ اهڙا الفاظ نڪري ويندا آهن، جو جيڪڏهن انهن جي مستقل حيثيت شمار ڪئي وڃي ته ماڻهو انهن کي خدا سمجهڻ لڳن، چناچه ڪوتاهه نظر وارن اهڙن ئي احوالن جي بنياد تي ڪرشن يا مسيح عليه السلام کي عين خدا سمجهي ورتو ۽ گمراهه ٿي پيا، "سبحاني ما اعظم شاني" يا "نيست اندر جبه ام الا خدا" چوڻ وارا انهيءَ وقت هڪ فرد جي حيثيت ۾ بشر طور موجود ئي نه هوندا آهن، يا ائين چئجي ته انهيءَ مقام "فنا" تي موجود هجڻ جي باوجود لامتناهي تجليءَ ۾ گم ٿي ان جو هجڻ يا نه

هجڻ برابر هوندو آهي، عارف رومي رحمة الله عليه جي ڪلام ۾ ڪثرت سان اهڙا شعر ملن ٿا جيڪي وحدت تي دلالت ٿا ڪن. ليڪن هو صحو جي حالت ۾ هميشه اسلامي ۽ قرآني توحيد تي واپس اچي ويندا آهن. هو ارواحن جي خدا اندر نابود ٿي وڃڻ جا قائل نہ آهن ۽ نہ ئي ڪنهن برگزيده ۽ خدا رسيده روح کي عين خدا بڻجڻ جا معتقد آهن. چنانچہ هن مثال مان سندن مسلڪ واضع ٿي ٿو پوي. فرمائن ٿا تہ لوهہ باهہ ۾ پوڻ سبب بظاهر باهہ جو هم رنگ ۽ هم صفت ٿي ويندو آهي. انهيءَ وقت ان ۾ شعور هجي ۽ هو"انا النار" (يعني آءُ باهہ آهيان) پڪاري تہ الزام جي قابل نہ ٿيندو. ماڻهو بشر جي حيثيت ۾ تہ مسجودِ ملائڪ انسان انهيءَ حالت ۾ هوندو آهي، جڏهن هو تخلقو باخلاق الله جي مشق ڪندو الله تعاليٰ جي صفتن جو آئينہ دار بنجي ويندو آهي. جڏهن ڪائنات جون قوتون ان جي سامهون سر تسليم خم ڪنديون آهن تہ اهو سجدو انسان کي نہ بلڪ خدا کي هوندو آهي.

هاڻي باهہ ۽ لوهہ جو مثال ڏيڻ ڪان پوءِ فرمائن ٿا تہ هن معاملي ۾ خاموش رهڻ ئي بهتر آهي، ليڪن ڇا ڪجي تشبيهہ ۽ مثالن ڪان سواءِ ڪو رستو ئي ڪونهي، ان ڪري تشبيهہ ۽ تشبيهہ ڏيڻ واري تي نہ ڪلو. هيءَ بيان جي بيچارگي آهي تشبيهہ ڏيڻ واري جو قصور نہ آهي.

## انسان جو نفس پنهنجي باطن ۾ وڏي درياهہ سان مليل آهي

انسان جي دل هڪ حوض وانگر آهي. جيڪا اندران هڪ وسيع درياهہ سان مليل آهي. انسان جو پنهنجو علم ۽ عمل جون قوتون محدود آهن پر جيڪڏهن دل جي حوض جو اندريون رستو کليل هجي جيڪو وڏي درياهہ سان مليل آهي. تہ فيض عرفان بہ بي حساب حاصل ٿي ٿو سگهي. جيڪڏهن محدود حوض جو تعلق لامحدود درياهہ سان ڪٽجي وڃي يا بند ٿي وڃي تہ پوءِ بند پاڻي جلد خرچ ٿي ويندو، اڏامي ويندو يا ان ۾ بدبو پيدا ٿي پوندي.

# انسان سيني قسم جي حيوانن جو جنگل آهي ليڪن ملڪوتي صفتون بہ هن ۾ لڪل آهن

موجوده دور جي حياتيات جا ماهر انهيءَ نتيجي تي پهتا آهن تہ انسان تہ هڪ پاسي، پر عام ماڻهو بہ حيوانن ۾ بہ پنهنجون خصلتون منتقل ڪري ٿو سگهي ۽ ڏيڻ ۽ گڏهن کي بہ عجيب ۽ غريب ڪرتب سيکاري ٿو ڇڏي، گهوڙن کي پنهنجي مقصدن لاءِ تربيت ٿو ڪري تہ اهي بہ انهن ڪمن تي لڳي ٿا وڃن، رڇ کي ڪيڏڻ ۽ نچڻ سيکاري ٿو ڇڏي جيڪو هن جي فطرت ۾ ڪونهي، ڪتن کي محافظت ڪرڻ ۽ شڪار ڪرڻ ٿو سيکاري ۽ ٻڪرن کي سلام ڪرڻ ٿو سيکاري، جڏهن انسان جانور کي سندن فطرت جي خلاف اهڙا اهڙا ڪم ٿو سيکاري ۽ انهن کان مختلف قسم جا ڪم ٿو وٺي تہ پوءِ پلا انسان انسان سان چا نٿو ڪري سگهي. آخر ۾ فرمائن ٿا تہ ڪتو بہ توڪا ڪجھ سکي وني ٿو تہ چا تون ڪتن کان بہ پري آهين جو عارفن کان ڪجھ انهن جا ڪمالات نہ ٿو سکي سگهين؟ اي جانورن کان بہ ڪريل انسان عارفن کان روحاني جواهر چوري ڪر، تون وڏو مالدار ٿي ويندين ليڪن انهن جي دولت گهٽ نہ ٿيندي.

# قيمتي مال جي حفاظت

انساني زندگيءَ ۾ جنهن بہ قسم جو مال ۽ دولت هجي اهو محفوظ نہ آهي، جان ۽ مال جي لاءِ ڪجھ فطري آفتون آهن ۽ ڪجھ انسان جي طرف کان آهن، ان ڪري انسان کي هر وقت هر طرف کان هوشيار رهڻ جي ضرورت آهي، ليڪن هر طرف کان هوشيار ۽ خبردار رهڻ انسان جي وس جي ڳالهہ نہ آهي، هڪ طرف توجہ ٿو ڪري تہ ٻئي طرف کان غافل ٿي ٿو پوي، فطري ۽ انساني چور تہ هر طرف کان خبردار آهن، ڏسندا رهندا آهن تہ هي شخص ڪهڙي طرف کان غافل آهي انهيءَ طرف کان شيءِ اڏائي وٺندا آهن، نفس اماره جنهن کي ابليس بہ چيو ٿو وڃي سٺن اخلاقن جو چور آهي، جيئن ئي انسان ڪنهن فڪر ۾ مشغول ٿيو تيئن ئي هن ڪا نہ ڪا اخلاقي خوبي ڪسي ورتي جنهن کان انسان بي خوف ٿيندو آهي. انهيءَ ئي طرف کان هو شڪار ٿي ويندو آهي، جيئن تہ هر طرف کان هوشيار رهڻ ناممڪن آهي ان ڪري عقلمندي اها آهي تہ

جنهن شيءِ کي زياده قيمتي سمجهجي ان کان غلفت نہ ڪجي، ان کي اهڙي طرح قبضي ۾ رکي جو چور جي اوستائين پهچ نہ ٿي سگهي ۽ جيڪڏهن چور کي ڪنهن وقت گهر ۾ گهڙڻ جو موقعو ملي وڃي تہ صرف گهٽ قيمت واري شيءِ کڻي هليو وڃي. واپاري جڏهن مال سان ڀريل ٻيڙيءَ ۾ سوار هوندو آهي ۽ ٻيڙي ڪنهن طوفان وغيره ۾ ڦاسي پوندي آهي ۽ ٻڏڻ جو خطرو ٿيندو آهي تہ ان کي بچائڻ جو هڪڙو رستو اهو بہ هوندو آهي تہ ٻيڙيءَ جي بار کي هلڪو ڪيو وڃي. اهڙي صورت ۾ سوداگر پنهنجي گهٽ قيمت واري مال جون ڳنڙيون درياهہ ۾ اڇلائڻ شروع ڪندو آهي ۽ صرف قيمتي مال زر ۽ جواهر وغيره کي سنڀاليندو آهي، جيڪڏهن زندگيءَ ۾ ڪا اهڙي صورت پيش اچي وڃي جو جان و مال ۽ ايمان سڀ خطري ۾ پئجي ويا آهن ۽ سڀني کي بچائڻ محال آهي تہ پوءِ عقلمنديءَ جي تقاضا هيءَ آهي تہ سامان جي پرواهہ نہ ڪري ۽ جان کي بچائڻ جو فڪر ڪري. جان آهي تہ جهان آهي ۽ جان آهي تہ سامان وري بہ مهيا ٿي ٿو سگهي، ليڪن جيڪڏهن ايمان کي بچائڻ جي لاءِ جان ۽ مال ٻنهي جي قرباني ڏيڻي پوي تہ ان کان ڪيٻائي نہ ڇو تہ ايمان جي قيمت هن آني جاني ۽ ناني مال ۽ جان کان ڪيترا درجا وڌيڪ قيمتي آهي، ايمان سان هميشہ رهڻ واري جان ۽ دائمي نعمتون حاصل ٿي ٿيون سگهن، جهڙي طرح ٻڏڻ وقت ٻيڙيءَ مان ڪنهن قيمتي لال بچائي ورتو ۽ پوءِ ڪنهن تختي تي تري ڪناري تي پهچي ويو تہ انهيءَ قيمتي لال مان هو ٻيهر قيمتي سامان مهيا ڪري ٿو سگهي.

## محبت

عشق جي متعلق مولانا ڪثرت سان والهانہ ۽ حڪيمانہ اشعار چيا آهن، ان کي هر مرض جي دوا قرار ڏنو اٿس خواهہ اهو مرض اخلاقي هجي يا جسماني مولانا رحمة الله عليہ انهن صوفين ۽ مردان خدا مان آهن جن جي نزديڪ محبت ئي اصل دين آهي. جنهن جي مقابلي ۾ سڀ طريقا ۽ شريعتون ثانوي حيثيت ٿيون رکن ۽ انهن جي اصل ڪسوٽي بہ محبت ئي آهي جيڪو عمل جو طريقو محبت جي معيار کي ڪرو معلوم نہ ٿئي اهو اهل دل جي طريقت ۾ رد ٿيڻ جي قابل آهي خواہ مفتي ڪجهہ بہ فتوائون ڏيندا وتن.

جيڪڏهن ظاهر ۽ باطن ۾ ڪجھ ٽڪراءُ معلوم ٿئي ته باطن کي ظاهر تي ترجيح ڏبي، مولانا رحمة الله عليه محبت کي مصدر حيات ۽ مقصد حيات سمجهن ٿا، هي منزل به آهي ۽ منزل جو طريقو به - محبت ئي هڪ اهڙو اڪسير آهي. جيڪو ڪندن بنائڻ سان گڏ هر مرض جي دوا به ڪري ٿي سگهي، دين ۾ ظاهري عالم عقيدن جا ڏاڳا سڌا ڪرڻ ۽ لڙائي جهڳڙن ۾ مصروف ٿا رهن ان جو سبب اهوئي آهي ته هو محبت جي لذت کان ناآشنا آهن، ڪيترا اڪابر صوفي اهڙا گذريا جيڪي مريدن کي نه ته ڪنهن خاص علم جي تلقين ڪندا هئا نه ڪشف ۽ ڪرامتن جا رستا ٻڌائيندا هئا نه وري عبادت جي ڪنهن خاص طريقي تي زور ڏيندا هئا، هر هڪ طالب کي هو هڪ ئي تعليم ڏيندا هئا ته خدا ۽ ان جي بندن سان محبت ڪيو انهيءَ ۾ ترقي ڪندؤ ته ٻنهي جهانن جي سعادت حاصل ڪندؤ. مولانا رحمة الله عليه به انهيءَ عقيدي کي يقين ۽ جوش سان ٿا بيان ڪن، محبت اها شيءِ آهي جيڪا زندگيءَ جي ڪوڙاڻ کي مناڻ ۾ بدلائي ڇڏيندي آهي، محبت ئي غم جي دوا ۽ مرض لاءِ شفا آهي. محبت ڪنڊن کي گلاب ۽ سرڪي کي شراب بنائي ٿي سگهي، محبت جي راهه ۾ ڦاهيءَ تي چڙهڻ وارو محسوس ڪندو آهي ته عزت جي تخت تي بلند ٿي رهيو آهيان. محبت جو وزن به ڏاڍو دل کي وڻندو آهي، محبت قيد خاني کي گلستان بنائي ڇڏيندي آهي، ۽ بغير محبت جي گلستان به آتش دان ڏسڻ ۾ ايندو آهي، باهه کي نور ۾ ۽ ديو کي حور ۾ بدلائي ڇڏڻ به محبت جو ڪم آهي، محبت جي طلسم سان گمراهه ڪرڻ وارا هادي بنجي ويندا آهن. غم خوشيءَ ۾ تبديل ٿي ويندو آهي، محبت اها شيءِ آهي جو شينهن پنهنجي حيوانيت کي وساري مسڪين ۽ عاجز معلوم ٿيڻ لڳندو آهي، محبت غصي کي رحمت ۾ بدلائي ٿي سگهي جنهن گهر ۾ محبت هجي اهو گهر روشن ٿي پوندو آهي، شاهه کي به بندو بنائڻ ۽ محمود کي اياز جو غلام ڪرڻ محبت جو ئي ڪرشمو آهي، جيڪو شخص زندگيءَ کان بيزار ۽ بي جان نظر اچي ان کي محبت جو اڪسير پياريو پوءِ ڏسو ته ڪيئن نه ان ۾ جان پئجي ٿي وڃي، جنهن پنهنجي دل ۾ خدا ۽ خلق جي محبت کي ترقي ڏني انهيءَ سڀ ڪجھ حاصل ڪري ورتو.

# عقل ۽ عشق

انسان جي زندگيءَ ۾ ٻه سرمايه آهن هڪ عقل ٻيو عشق ڪنهن به دين جي صداقت يا فلسفه زندگيءَ جي ڪسوٽي ٻه اهائي آهي ته ان ۾ هنن ٻنهي جو ڇا مقام آهي، دين اهوئي سچو آهي جيڪو خدا جي خلق کي عيال الله سمجهي اهڙي محبت کي عالمگير بنائڻ تو چاهي ٻيو سچائيءَ جو معيار هي آهي ته ڪيستائين ڪا تعليم عقل کي خالص بنائڻ ۽ ان کي ترقي ڏيڻ جي تلقين ٿي ڪري، عارف رومي رحمة الله عليه جي نزديڪ به دين ۽ ايمان جو جوهر اهي ٻئي آهن، هزارين شعرن ۾ عشق ۽ محبت جي وضاحت ۽ تلقين ڪئي اٿن ۽ جزوي عقل کي ڪليءَ سان وابسته ڪرڻ جو سبق به مختلف طريقن سان دهرايو اٿن، عشق ۽ عقل جو پاڻ ۾ تعلق ڪهڙي قسم جو آهي هي هڪ نهايت لطيف مضمون آهي مگر مولانا رحمة الله عليه وٽ هن جو لب لباب هي آهي ته عشق ۽ عقل هڪ ئي حقيقت جا ٻه پهلو آهن ۽ انهن جو پاڻ ۾ رابطو هن قسم جو آهي ته محبت سان صحيح سمجهه پيدا ٿيندي آهي ۽ عقل جذهن جذبات جو غلام ۽ نفس اماره جو محڪوم نه هجي ته اهو عشق جي طرف رهبري ٿو ڪري، حقيقي علم بغير اثر جي نه ٿو ٿي سگهي ۽ اهو اثر جنهن کي محبت ٿا چون ڪائنات جي معرفت ۽ زندگيءَ جي عرفان جو به سرچشمو آهي، ماڻهن جنهن محبت کي انڌي چيو آهي، اها هڪ محدود شيءِ آهي، پختگيءَ کان پوءِ اها هڪ چنڊ وانگر روشن ٿي پوي ٿي، ناقص محبت ۽ ناقص سمجهه محبت ۽ صحيح سمجهه کي بدنام ڪري ڇڏيو آهي، ناقص محبت جامد ۽ فاني شين تي ڪرندي ۽ انهن سان وابسته رهندي آهي، فاني شيون حقيقي حسن جو عارضي عڪس پيدا ڪن ٿيون جهڙي طرح اُس ديوار تي ٿوري دير لاءِ پوندي آهي، ظاهري شين تي ازلي حسن جي تجلي بجليءَ جي چمڪ وانگر آهي. جنهن جي روشني هڪ لمحي لاءِ هوندي آهي. جسم ۽ جان ته گڏهه ۾ به آهن ۽ ڪيترا جانور ته انسان کان به تمام گهڻي قوت وارا هوندا آهن بدن صرف جان جو هٿيار آهي ڪارگر ته عقل آهي، بدن ۾ جيڪڏهن ڪو فطري يا حادثاتي نقص هجي مثلا جيڪڏهن ڪو شخص لولهو، لنگڙو، ڪاڻو يا انڌو هجي ته اهو ناقابل علاج هوندو آهي، ليڪن عقل جي نقص جو علاج ٿي تو سگهي

بشرطيڪ طبيب حاذق هجي، تشخيص ۽ علاج صحيح هجي ۽ حماقت جي مرض ۾ مبتلا شخص خود علاج ڪرائڻ لاءِ تيار هجي. جسم جي نقص واري کي ڪو لعنتي ڪو نہ چوندو آهي، ڇو تہ اهو نقص ان جو اختياري نہ آهي ليڪن احمق تي لعن طن ضرور ٿيندي آهي ان لاءِ تہ هو علاج جي قابل بيماريءَ جي علاج ڪرائڻ کان نٽائي ٿو، جسم جي نقص واري ماڻهوءَ تي انسان رحم ڪائيندا آهن ليڪن عقل جي نقص کي معافيءَ جي قابل نہ سمجهندا آهن. الله تعاليٰ فرمائي ٿو "ليس علي الاعميٰ حرج" فقط بي عقلن کي خدا تعاليٰ انڌو، ٻوڙو، گونگو ۽ جانورن کان بہ ڪريل قرار ڏنو آهي.

هر فرعون صفت ۽ جهڳڙالو ڪافر جو ڪفر عقل جي نقص جي سبب آهي.

ٻيهر برق جي تشبيهہ ڏي ٿا اچن، برق جي متعلق قرآن ڪريم فرمائي ٿو "يڪاد البرق يخطف ابصارهم" يعني قريب آهي تہ بجلي انهن ڪافرن جي نگاهن کي ختم ڪري ڇڏي، ان جي مقابلي ۾ مؤمن انهيءَ نور حقيقيءَ سان منور ٿيڻ ٿو چاهي جنهن کي سورة نور ۾ "لاشرقية ولا غربية" چيو ويو آهي، جيڪو نور زمين ۽ آسمان جي سج ۽ چنڊ جي نور وانگر مڪاني ۽ فاني نہ آهي، محبت حقيقي زندگيءَ سان هجڻ گهرجي، جنهن جو مصدر ۽ مرڪز خدا تبارڪ و تعاليٰ جي ذات ئي آهي، يعني اهڙو عقل ۽ اهڙو عشق جيڪو حادثن جي تڦرن سان تبديل نہ ٿئي ۽ جيڪو لا تبديل لخلق الله جو مصداق هجي، انهيءَ کي خدا دين قيم قرار ڏنو آهي، ذالک دين القيمه"

برق جي متعلق وري مولانا رحمة الله عليه هڪ شاعراڻي انداز کان ڪم ورتو آهي، پڇن ٿا تہ هي بجليءَ جي چمڪ ڪنهن تي آهي؟ بجلي ان شخص تي چمڪي ٿي يا ڪلي ٿي جيڪو هن کي هڪ مستقل نور ٿو سمجهي انسان هن جي روشنيءَ ۾ بہ قدم هلي ٿو تہ وري اونداهي ٿي وڃي ٿي بي عقل ماڻهو بي اصل شين کي ثابت ۽ قائم سمجهي انهن مان فائدو حاصل ڪرڻ جي بيڪار ڪوشش ٿو ڪري ان جو مثال اهڙو آهي، جيئن ڪو بيوقوف درياهہ جي مٿان گجيءَ کي پائدار زمين سمجهي ان تي پنهنجو گهوڙو ڊوڙائڻ شروع ڪري. گهوڙو ۽ سوار ٿوري دير ۾ نابود ٿي ويندا. يا ڪو ماڻهو بجليءَ جي چمڪاٽ ۾ خط پڙهڻ جي ڪوشش ڪري، عقلمند مرد حقيقتن تي نظر رکي پنهنجي زندگيءَ جو بنياد رکندو آهي، ۽ بيوقوف ادراڪ جي فريب ۾ مبتلا ٿي

ناپائيدار شين کي چمبڙي انهن مان نفعو حاصل ڪرڻ جي توقع رکندو آهي. اهڙي قسم جا ڏوڪا حرص ۽ حوس جي پيداوار هوندا آهن. جيڪي انسان کي آخرڪار دنيا ۽ آخرت جي نقصان ۾ وجهندا آهن. عقل جيڪڏهن خالص هجي ته ان جي فطرت عاقبت بيني آهي ان کي هر ڪم جو نتيجو پهريائين معلوم ٿي ويندو آهي. ليڪن عقل جذبات جو غلام ٿي حرص ۽ هوس ۾ انڌو ٿي پوندو آهي. نفس امارو عقل جو ويري آهي. نفس جي غالب ٿيڻ ڪانپوءِ عقل پنهنجي خاصيت وڃائي ويهندو آهي. نفس اماره جي گهرجن کي پوري ڪرڻ سان اهو عقل نه رهندو آهي، بلڪ نفس بنجي ويندو آهي.

## خدا سراپا خير ۽ خير طلب آهي ليڪن زندگيءَ لاءِ شر جو پهلو به لازمي آهي

دين ۽ دانش ٻنهين لاءِ هڪ اهم مسئلو شر جو وجود آهي. خاص ڪري انهيءَ دين لاءِ ان جو حل نهايت ضروري آهي. جيڪو خدا تبارڪ وتعاليٰ کي رحيم ۽ ڪريم سراپا رحمت ۽ قادر مطلق سمجهڻ ايمان جو اهم حصو قرار ٿو ڏئي. جيڪڏهن خدا تعاليٰ ۾ قدرت مطلقه به آهي ۽ هو سراپا رحمت به آهي. پوءِ دنيا ۾ شر ڪٿان آيو؟ توحيدي مذهبن هن معاملي تي ڪيترائي سبب ڄاڻائي حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، هتي انهيءَ بحث جي گنجائش ڪانهي فقط عارف رومي رحمة الله عليه جو هڪڙو دليل پيش ٿو ڪجي، فرمائن ٿا ته الله تبارڪ و تعاليٰ جو اصل مقصد هي آهي ته انسانن ۾ خير جو احساس پيدا ٿئي. ليڪن هن عالم امڪان ۾ ڪنهن به صفت جو شعور ان جي ضد کان سواءِ پيدا نه ٿي سگهندو جيڪڏهن ڏينهن ۽ رات جي تبديلي نه هجي ها صرف ڏينهن ئي ڏينهن هجي ها ته ڪنهن شخص کي نه ته روشنيءَ جو قدر هجي ها ۽ نه ان جو احساس ٿئي ها. فرمائن ٿا ته الله تعاليٰ خارجي ۽ انساني فطرتن ۾ ۽ افراد يا قومن جي حالتن ۾ تبديلي ان لاءِ ڪندو ٿو رهي ته جيئن انهن کي مصيبت جي مقابلي ۾ راحت جو احساس ٿئي ۽ اهي شڪر گذار ٿين انهيءَ ڪري منحوست ۽ سعادت وغيره جو اچڻ ۽ وڃڻ ايزدي مشيئت کان خالي نه آهي.

ان کان بعد فرمائن ٿا تہ خير ۽ شر، رحمت ۽ زحمت، راحت ڪلفت زندگيءَ جا ٻہ پر آهن. زندگي انهن ٻنهين پرن سان ئي پرواز ڪري ٿي سگهي، هڪڙي پر سان ڪوبہ پکي اڏامي نہ ٿو سگهي، ان ڪري هي اعتراض يا شڪايت ڪرڻ تہ الله تعاليٰ خير سان گڏ شر ڪي ڇو پيدا فرمايو نهايت نامعقول قسم جي ڳالهہ آهي. اهڙي طرح انساني زندگيءَ ۾ رڪاوٽون ۽ مزاحمتون ئي انساني قوت جي بقا ۽ ترقيءَ جو لازمي سبب آهن، جيڪو شخص اهو ٿو پڇي تہ شر ڇو آهي اهو حقيقت ۾ اهو ٿو پڇي تہ زندگي ڇو آهي، ڇو تہ زندگي، صد کان سواءِ ٿي ئي نہ ٿي سگهي ۽ خير جو وجود شر کان سواءِ تصور ۾ ئي نہ ٿو اچي سگهي.

## خدا ۽ نبين جي سڃاڻپ

قرآن ڪريم ۾ آيت جو لفظ ٻن معنائن سان آهي، هڪ آيت جي معنيٰ تہ قرآن ڪريم جي عبارت جو هڪ حصو آهي ۽ آيت جي ٻي معنيٰ نشاني آهي، قرآن ڪريم جون آيتون انهن ٻنهين معنائن ۾ آيتون آهن. انفس ۽ آفاق ۾ جيڪي بہ ڪجهہ آهي. قرآن پاڪ جي لحاظ سان خدا تبارڪ وتعاليٰ جي خبر ڏيندڙ نشانيون آهن. رات ۽ ڏينهن جي تبديلي آسمان جي اوچائي، زمين جي وسعت، ڪائنات جو حسن، نباتات جو وڌڻ ۽ ويجهڻ، فطرت جا تبديل نہ ٿيڻ وارا قانون، تاريخي واقعات، زندگي ۽ ڪائنات وغيره خالق ڪائنات جل شانہ جي نشانين سان ڀريل آهن، ڪجهہ آيتون يا نشانيون خدا تعاليٰ جي طرف رهبري ٿيون ڪن ۽ ڪجهہ نشانيون بندگان حق، انبياءِ جي سيرتن جي متعلق آهن تہ جيڪڏهن توکي ڪهڙو شخص هنن صفتن وارو نظر اچي تہ ان کي هدايت يافتہ ۽ هادي سمجهو. جنهن جي پيروي توکي زندگيءَ جي سيني وڏن مقصدن جي حاصل ڪرڻ ۾ مددگار ٿيندي، مولانا رحمة الله عليه مثال جي طور تي لکن ٿا تہ فرض ڪيو تہ هڪ شخص خواب ۾ ڪنهن نوراني صورت واري بزرگ کي ڏسي جيڪو هن کي مخاطب ٿي يقين سان چوي تہ جيڪڏهن تون پنهنجون سڀ مرادون حاصل ڪرڻ ٿو گهرين تہ مان هڪ شخص جون ڪجهہ نشانيون ٻڌايان ٿو جيڪو تو وٽ ايندو ان کان پوءِ هو هڪ هڪ ڪري ان جون نشانيون ٻڌائي ٿو مثال جي طور تي تہ هو سوار هوندو توسان تمام سٺي نموني ڳالهائيندو ۽ هن خواب جي سچي هجڻ جي هڪ نشاني اها هوندي تہ جيڪڏهن تون صبوح جو اٿڻ کان پوءِ ڪنهن

ڪي ٻڌائڻ چاهيندي تہ تنهنجي زبان بند ٿي ويندي جيئن حضرت زڪريا عليہ السلام کي حصرت يحييٰ جي پيدائش جي خوشخبري ڏيندي الله تبارڪ وتعاليٰ هڪ نشاني هيءَ ٻڌائي هئي تہ هو ٽن ڏينهن تائين ڳالهائي نہ سگهندو ۽ فرض ڪيو تہ ان کان علاوه اهو بزرگ خواب ۾ توکي ٻيون بہ ڪجهہ نشانيون ٻڌائي تہ جيئن توکي پنهنجي مراد پوري ڪندڙ مهربان جي سڃاڻپ ۾ ڪا غلطي نہ لڳي ۽ ان جي ملاقات کان پوءِ تون اهي مرادون حاصل ڪري وٺندين جن جي لاءِ تو عمر جو هڪ حصو جاڳي راتيون گذاريون آهن ۽ لا تعداد ڳوڙها وهايا اٿئي. هاڻي تون صبوح ٿيڻ شرط هر طرف بازارين ۾ ۽ مسافر خانن ۾ ان کي ڳولڻ نڪرندين، ماڻهو پڇندا تہ سائين ڪنهن کي پيا ڳوليو؟ تون هر سوار مرد کي گهوري پيو ڏسندين ۽ هر ڪو سوار توکي چوندو تہ ادا مون کي ڇو پيو ائين گهوري ڏسين؟ تون چوندين تہ معاف ڪجو منهنجو هڪ سوار دوست اچڻ وارو آهي. مان ان جي تلاش ۾ آهيان ۽ ايتري ۾ اهو خواب ۾ ٻڌايل نشانين وارو دوست سوار اچي پهچندو، تون هن سان ياڪر پائي ملي شوق سان بيهوش ٿي ويندين، ٻين کي کهڙي خبر تہ توکي ڇا ٿيو آهي جو هڪڙي سوار سان ملندي ئي هوش و حواس وڃائي ويٺو آهين.

اهڙي طرح الله تعاليٰ پنهنجي ڪتاب ۾ نبين سڳورن جون گهڻيون ئي نشانيون ٿو ٻڌائي تہ انهن جو ڪلام هن قسم جو هوندو آهي ۽ هنن جي سيرت هن قسم جي هوندي آهي، عام ماڻهو انهن سان هئڙو سلوڪ ڪندا آهن. ۽ ڪي خاص سمجهدار انهن جا گريده ٿي پوندا آهن ۽ اهي زندگيءَ جي هر معاملي ۾ انقلاب جا طلبگار هوندا آهن اهي خير ۽ شر جي معيار کي بدلائي ڇڏيندا آهن وغيره وغيره. انهن بيان ڪيل نشانين جي رهبريءَ سان جڏهن ڪو شخص نبين کي سڃاڻي وٺندو آهي تہ ان جي والهانہ عقيدت جو بہ اهوئي حال ٿيندو آهي، اهو ڪنهن معجزي ۽ ڪرامت کي ڏسي ايمان نہ تو آڻي بلڪ هن لاءِ مبارڪ چهرو ۽ آواز پيغمبري ئي وڏو معجزو آهي. اهڙيءَ طرح الله تبارڪ وتعاليٰ پنهنجون بہ نشانيون ڪتاب ۾ ٻڌايون آهن. انهن نشانين سان خدا کي ڳولي لهڻ وارا بہ وعدي مطابق پنهنجي زندگيءَ جو مقصد حاصل ڪري ٿا وٺن، دانائي بہ مؤمن جي گم ٿيل ڏاچي آهي، اهو ان جي نشانين کي چڱيءَ طرح ڄاڻي ۽ سڃاڻي ٿو جتي ملي وڃي اهو هن جو مال آهي.

# حڪمت مؤمن جو گم ٿيل مال آهي

نبي ڪريم ﷺ جن جو هي ارشاد ته "الحڪمته ضالـة المؤمـن" يعني "حڪمت مؤمن جو گم ٿيل مال آهي" هي جملو عارف رومي رحمة الله عليه کي هڪ حڪيمانه شرح تي مجبور ٿو ڪري ۽ ان جي وضاحت ۾ تمام باريڪ نڪتا بيان فرمايا اٿن، دين عين حڪمت آهي، جيڪو شخص سچي دل سان حڪمت جو طالب آهي اهو دين جو ئي طالب آهي، مولانا رحمة الله عليه جو عقيدو هي آهي ته انسان جو روح پيدائش کان اڳ ئي خدا تعاليٰ سان آشنا ٿي چڪو آهي ان ڪري جيڪڏهن دنيا جا حادثات، جسماني ضرورتون ۽ خواهشون هن کي حقيقت جي طلب ۾ گمراهه نه ڪن ۽ حق هن کي روبرو نظر اچي ته اهو ضرور ان کي سڃاڻي وٺي. عين اهڙي طرح جيئن مالڪ پنهنجي گم ٿيل ڏاچيءَ کي سڃاڻي ٿو سگهي، انسان جي زندگين جو قافلو اڳتي هلڻ لاءِ انن تي سامان لڏي رهيو آهي، هر مالڪ پنهنجي اٺ ۽ سامان سان گڏ آهي. ليڪن جنهن جو اٺ گم ٿي ويو آهي. اهو پريشان آهي. هيڏي هوڏي ڊوڙي رهيو آهي، قافلو پري ٿيندو ٿو وڃي ۽ رات جي اونداهي به اچڻ واري آهي. هن جو سامان اتي ئي زمين تي پيو آهي. اٺ گم آهي ۽ تون ان جي تلاش ۾ هيڏي هوڏي حيران ۽ پريشان لنگهڻ وارن ماڻهن کان پڇين ٿو ته ڪنهن منهنجو اٺ ڏٺو آهي. جيڪو صبوح جو سوير ڪلي ۽ ڪاڏي آواره ٿي ويو آهي، ادا منهنجو اٺ تمام قيمتي آهي. جيڪڏهن ڪو هن جو نشان يا پتو ٻڌائي ته جيڪر مان ان کي هيترا هيترا درهم انعام ڏيان. هيڏي هوڏي لوفر ۽ لفنگن جو هن کي ديوانن وانگر هوش مان نڪتل ڏٺو ته انهن مسخريون شروع ڪيون ته، "ها اسان هڪڙو ڳاڙهو اٺ هيڏي چراگاهه جي طرف ويندي ڏٺو آهي ان جي پٺيان هن طرف پيچ ته ملي ويندءِ". ٻيو وري چرچا ڪندي چوڻ لڳو ته ها اهو اٺ نه جنهن جا ڪن ڪٽيل هئا، هڪ ٻيو وري چوڻ لڳو ته اهو اٺ ته نه آهي جنهن جي ڳچيءَ تي نقش ۽ نگار نهيل آهن. هڪ ٻيو وري چوڻ لڳو ته اهو ڪاٺو اٺ ته نه آهي جنهن کي مون اتر طرف ويندي ڏٺو هو. مطلب ته ڪو مسخريءَ ۾ ۽ ڪو انعام جي لالچ ۾ طرح طرح جون نشانيون ٿو بيان ڪري، ان ڪان پوءِ مولانا رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته حڪمت ۽ معرفت الهيءَ جي گم ٿيل ڏاچي

"ضالـة المؤمن" جو بہ اهوئي حال آهي، انسانن جي فطرت حق جي طلبگار آهي ۽ روح انسانيءَ کي پنهنجي اصلي ۽ خالص حالت ۾ حقيقت جي سڃاڻپ بہ آهي ليڪن غرض جي بندن، احمقن ۽ مسخرن انسان کي پريشان ڪري ڇڏيو آهي، فلسفي ان جي هڪ طريقي سان ٿو شرح ڪري ۽ متڪلم ان تي جرح ۽ قدح ٿو ڪري مطلب تہ هر ڪو حق جي رستي جو پتو اهڙي انداز سان ٿو ڏئي ڇڻ تہ هو بخوبي انهيءَ رستي ڪان واقف آهي، ان ڪان پوءِ مولانا رحمة الله عليه فراخدليءَ ڪان ڪم وٺندي فرمائن ٿا تہ انهن مختلف فلسفن ۽ مذهبن جي متعلق هي چوڻ درست نہ آهي تہ هي جيڪي ڪجهہ چون ٿا اهو سراسر غلط آهي، ڪو بہ فلسفيانہ مذهب هجي يا دين يا ڪو فرقو ان ۾ غلط سان گڏ ڪجهہ سچ بہ مليل آهي، جيڪڏهن ان ۾ سچ جو ڪو پهلو نہ هجي تہ انساني فطرت محض غلط يا سراسر غلط کي ڪڏهن بہ قبول نہ ڪندي، هر فرقي کي مڃڻ وارو معتقد گروهہ ان ڪري ملي ٿو وڃي جو، ان جي باطل ۾ ڪجهہ حق جي ملاوٽ هوندي آهي، ان جو مثال مولانا رحمة الله عليه هي ٿا ڏين تہ عام طور تي ڪوڙا سڪا اهي هوندا آهن جن ۾ سون ۽ چانديءَ ۾ ڪجهہ ٽامون مليل هوندو آهي، سون ۽ چانديءَ جي ملاوٽ سان ماڻهو ڌوڪو کائي ماڻهو انهن کي قبول ڪرڻ ۾ عذر نہ ٿا ڪن، ڪوڙا سڪا سچن سڪن جي بدولت هلندا آهن، جيڪڏهن دنيا ۾ سچ جو عام رواج نہ هجي تہ ڪنهن ڪوڙ ڳالهائڻ واري کي ڪوڙ مان ڪو بہ فائدو نہ ملي، هو ڪوڙ تہ ان لاءِ ٿو ڳالهائي تہ ٻيا ماڻهو سچ سمجهي ان تي اعتبار ڪن. ڪٽڪ جي وجود جي ڪري ڪٽڪ جهڙا جَوَ وڪڻڻ وارن جو فريب هلي ٿو وڃي، ان ڪري هي ڪڏهن بہ نہ چوڻ گهرجي تہ دين سواءِ اسان جي دين جي بلڪل غلط آهن، انهن دينن جيڪو ماڻهن کي پنهنجو عقيدتمند ۽ گرويده بنائي ڇڏيو آهي اهو ان ڪري آهي جو انهن ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ سچ جي بوءِ آهي. مولانا جي سوانح ۾ هڪڙي جهڳڙالو ۽ حڪمت ڪان خالي مُلي جي هڪ ڳالهہ آهي تہ هو اهو ٻڌي تہ مولانا رحمة الله عليه ڪافرانہ ۽ ملحدانہ ڳالهيون ٿو ڪري ان وٽ مناظري لاءِ آيو. مناظري جا چڪر گهران ئي سوچي پوءِ آيو. پهريون سوال ئي هو تہ پڇندس تہ توهان ٻاهتر فرقن مان ڪهڙي فرقي مان آهيو. پوءِ جنهن بہ فرقي جو نالو ورتائين تہ پوءِ ان مان ڪجهہ منجهائڻ وارا سوال پڇندس، هن ايندي شرط اهو سوال پڇو جنهنجو

اهڙو تہ جواب مليس جو هو ٻيا سوال ئي وساري ويٺو. مولانا جواب ڏنو تہ سيني ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ صداقت آهي ليڪن غلو انهن کي خراب ڪري رکيو آهي، هن چيو تہ ان جو صاف مطلب اهو ٿيو تہ توهان ملحد آهيو، مولانا رحمة الله عليہ مسڪرائي جواب ڏنو تہ مان ان سان بہ متفق آهيان، هاڻي ملي جي سيڻي گم ٿي ويئي، ۽ مناظرو شروع ٿيڻ کان اڳ ئي ختم ٿي ويو. اڄڪلهہ بہ اسلام ۾ نوان نوان فرقا پيدا ٿي رهيا آهن ڪنهن جو پيشوا مُجدديت جي دعويٰ ٿو ڪري ڪو مهدي مسعود ۽ مسيح موعود ٿو بنجي ۽ ڪو مزاج شناس رسول آهي ۽ ڪو مزاج شناس خدا سيني پنهنجي اردگرد ٿوري گهڻي تعداد جون ٽوليون جمع ڪيون آهن انهن کي جيڪا بہ ڪاميابي ٿي آهي. ان جو سبب اهو آهي جيڪو عارف رومي رحمة الله عليہ بيان ڪيو آهي.

## زندگيءَ ۾ خير ۽ شر جي ملاوٽ جو سبب

ان کان بعد مولانا رح وري انهيءَ سوال جي طرف ٿو موٽي تہ خدا جيڪو سراپا حق آهي انهيءَ باطل کي ڇو پيدا فرمايو ۽ فطرت جي خلقيندڙ جيڪو سراسر خير آهي. انهي شر کي ڇو گوارا ڪيو؟ ان جو جواب مولانا اهو ٿو ڏئي تہ مطلق خير تہ محض مجبور مخلوق ۾ ئي ٿي ٿو سگهي. ليڪن خدا تعالىٰ جيڪڏهن انسان کي هڪ حد تائين اختيار بہ ڏنو تہ پوءِ اختيار سان گڏ آزاديءَ جي غلط استعمال جو رستو بہ لازمي آهي، ان کان علاوه هيءَ دنيا ارواحن لاءِ سيرت کي ڻاهڻ جو هڪ ڪارخانو بہ آهي، سيني کي مؤمن ڪري پيدا ڪرڻ خدا جي لاءِ ڪو ڏکيو نہ هو. ليڪن قرآن ڪريم فرمائي ٿو تہ خدا جي مرضي زبردستي مؤمن پيدا ڪرڻ نہ آهي، هن کي اهڙا مؤمن گهرجن جيڪي خير ۽ شر ۾ تميز ڪن ۽ حق ۽ باطل جي مقابلي ۾ حق جو ساٿ ڏين اگر سڀ جي هستيءَ ۾ خوبيون ئي خوبيون هجن ها ۽ هر هستيءَ ۾ فطري طرح سان مڪمل صداقت رکي وڃي ها تہ پوءِ چڱن ۽ برن ۾ ڪو بہ فرق نہ رهي ها. سڀ جا سڀ بغير امتحان جي سٺا هجن ها. شر ۽ باطل روح جي لاءِ ورزش ۽ امتحان جو سامان آهن، هاڻي جيڪي روح هن امتحان ۾ ڪامياب ٿيندا اهي ئي انهيءَ درجي تي پهچندا جتي آدم مسجود ملائڪ بنجي ٿو وڃي، انسان کان علاوه سڀ هستيون مجبور آهن پنهنجي پنهنجي فطري تقاضائن کان وار برابر هيڏي هوڏي نہ ٿي

ٿيون سگهن، حتاڪ ملاڪن جو بہ اهوئي حال آهي، خدا تعاليٰ انهن کي محض اطاعت لاءِ ئي پيدا فرمايو آهي، "سبح لله ما في السمٰوات وما في الارض" يعني جيڪي ڪجھ زمينن ۽ آسمانن ۾ آهي اهو زبان حال ان رب جي تسبيح ۾ مشغول آهي، مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ جيڪڏهن دنيا ۾ خير ۽ خوبيءَ کان سواءِ ٻيو ڪجھ نہ هجي تہ پوءِ اهو امتحان گاھ بنجي نہ ٿي سگهي ۽ ان جي برعڪس جيڪڏهن هستي ۾ سراسر باطل ئي هجي تہ بہ حق جي سڃاڻڻ ۽ حق جي لاءِ ڪوشش ڪرڻ جي ان ۾ قطعا گنجائش ئي نہ هجي، خير ۽ شر ۽ حق ۽ باطل جي ملاوٽ سان ئي انسانن جو امتحان هلي رهيو آهي هن امتحان ۾ ڪامياب انسان آهستي آهستي الله تعاليٰ جي اخلاقن سان متصف ٿيندو ٿو وڃي. جهڙيءَ طرح الله تبارڪ وتعاليٰ آزاد ۽ سراسر خير جي مصدر آهي. ساڳي طرح انسان اختيار ۽ آزاديءَ سان خير جو سرچشمو بنجي ٿو سگهي، اصل تقويٰ اها آهي جو سيني اسباب ۽ محرڪات جي موجودگيءَ ۾ بہ محفوظ رهي.

هن ڪي سمجهائڻ لاءِ مولانا هڪ حڪيماڻي فڪر ڏي موڙن ٿا. جيڪو خارجي فطرت سان ٿو تعلق رکي، فرمائن ٿا تہ خارجي فطرت ۾ حالتن جي تبديليءَ جو مشاهدو ڪيو. هتي موسمون بدلجنديون رهنديون آهن، ڪڏهن گرمي آهي ڪڏهن سردي، ڪڏهن بهار آ، تہ ڪڏهن خزان ۽ ڪڏهن تہ وري بادل ۽ بارشون. فطرت جي هنن حالتن ۾ گونا گون، اختلاف ۽ فرق آهي، انهيءَ مادي فطرت کي هيئن سمجهو تہ اها خدا جي خزانن جي چور آهي ۽ چور کان چورايل مال برآمد ڪرڻ لاءِ تجربيڪار پوليس آفيسر مختلف ترڪيبون ڪندو آهي، ڪڏهن مهربانيءَ سان پيش ايندو آهي تہ ڪڏهن قهر سان ڪڏهن چاپلوسي ڪندو آهي ۽ ڪڏهن وري ڌوھ کي نہ مڃڻ واري مجرم کي الٽو لٽڪائيندو آهي، ائين بهار جي موسم کي پوليس آفيسر سمجهو ۽ ان جي قهر کي خزان جي موسم سمجهو، زمين جي اندر ۽ ٻاهر جيڪي ڪجھ نڪري ٿو اهو انهن ئي موسمن جي تبديليءَ جي سبب ٿو نڪري، طبعيات جا ماهر ٿا چون تہ اصل ۾ ڪوئلو ۽ لعل هڪ ئي شيءِ آهي، ليڪن هزارين سال زمين ۾ دفن رهڻ ڪري ڪوئلو لعل بنجي ٿو وڃي جيڪڏهن خزان نہ هجي تہ مسلسل بهار جي موسم بہ نہ رهي سگهي، مطلب تہ هستي خواه مادي هجي يا روحاني ان جي ممڪنات ۽ مضمرات کي ظاهر ڪرڻ لاءِ هر قسم جي تبديلين ۽

امتحانن جي ضرورت آهي، کنهن تبديليءَ کي ناگوار سمجهي فطرت ۽ فطرت جي خالق جي شڪايت ڪرڻ عرفان جي نہ هجڻ جو نتيجو آهي، تبديلين سان ئي حياتيءَ جا ممڪنات ظاهر ٿا ٿين.

مولانا رحمة الله عليہ جن فرمائن ٿا تہ انسان جي هستي جو بہ اهوئي حال آهي، سرد ۽ گرم زماني جي تجربن کان سواءِ ان جي زندگيءَ جا ممڪنات لڪل ٿا رهن، اگر توهان هي تسليم ڪيو تہ ارواح جي ترقي امتحان کان سواءِ نہ ٿي ٿئي تہ پوءِ هي لازمي آهي تہ فطرت جو خالق، انسان کي بک ۽ خوف، مال ۽ جان جي نقصان سان آزمائي. جيڪڏهن هن سيرت جو سون خالص هوندو تہ پوءِ هيءَ امتحانن جي باهہ ان کي نقصان پهچائڻ جي بدران ڪندن بنائي ڇڏيندي، جيڪڏهن ڪک پن هوندا تہ سڙي خاڪ ٿي ويندا، مصيبتون بزدل انسان لاءِ تباهيءَ جو سبب هونديون آهن، ليڪن بلند همت انسان جي همت ۾ اڃا بہ وڌيڪ اضافو ايندو آهي ۽ هستيءَ ۾ انهن جا درجا بلند ٿي ويندا آهن، هتي انهيءَ آيت شريف جي طرف اشارو آهي "ولنبلونكم بشيءٍ من الخوف والجوع و نقص من الاموال والانفس والثمرات و بشر الصابرين الذين اذا اصابتهم مصيبة قالوا انا لله وانا اليه راجعون" "البتہ اسان توهان کي ڪجهہ خوف، بک مال جان ۽ پيداوار جي نقصانن سان آزمائيندا سين (اي پيغمبر) صبر ڪرڻ وارن کي خدا جي رضامندي ۽ مراد حاصل ٿيڻ جي خوشخبري ڏيو جن تي جڏهن بہ مصيبت اچي ٿي تہ چوندا آهن تہ اسين تہ الله جائي آهيون ۽ انهيءَ ڏانهن ئي موٽي وڃڻو آهي" (سوره بقره)

زندگيءَ ۾ جيڪڏهن حق ۽ باطل يا نيڪ ۽ بد جي ملاوٽ نہ هجي ها تہ پوءِ هي امتحان ۽ آزمائشون ڪٿان ٿين ها؟ الله تعاليٰ چاهي ٿو تہ انسان پنهنجي اندر ۾ ئي حق ۽ باطل جي پرکڻ جي ڪسوٽي پيدا ڪري.

## من عرف ربہ فقد كَلَ لسانہ

مولانا جن کي هر صاحب عرفان ۽ وجدان وانگر زبان ۽ بيان جي نارسائيءَ جو اعتراف آهي، عقل جو وجدان تہ اهڙي نادر شيءِ آهي جيڪا خضر عليہ جي مقابلي ۾ موسيٰ جي لاءِ بہ پهرئين مرحلي ۾ سمجهہ ۾ نہ آئي تہ پوءِ ٻين جي سمجهہ ۾ ڪيئن ايندي.

زمين جي هيٺان سرنگون کوٽي ريلون هلائڻ ، ميلن تائين زمين ۾ جبلن کي کوٽي پيٽرول ڪڍڻ، وڏن شهرن جي رستن کي کوٽي ڪٽي ٽيليفون يا ڪيبل، ڪٽي پاڻيءَ جا نل، ڪٽي گيس جا پائيپ وڌا ويندا آهن، مطلب ته سائنس جيتري به ترقي ٿي ڪري اها زمين جو ئي سينو ٿي چيري، هاڻي مادي ذرن جو سينو چيري ايٽم بم ۽ هائڊروجن بم ان لاءِ ٺاهيا ٿا وڃن ته جيئن دنيا جي مادي وسيلن تي قبضو ڄمائڻ لاءِ جنگ ۾ فتح جو ذريعو بنجن، ليڪن سوچيو ته خاڪ کي هن طرح چاڪ ڪرڻ سان ڪوبه اخلاقي يا روحاني مقصد حاصل ڪونه ٿو ٿئي، ها معاش جا ذريعا وڌي ٿا وڃن ۽ اهائي ڳالهه مولانا رحمة الله عليه جن به ڪن ٿا ته ڪُئي کي ضرورت جيترو ڏر ڪوٽي ان ۾ اندر رزق جي چوري يا ذخيره اندوزيءَ جو عقل ڏنو ويو آهي ۽ جن انسانن جا عقل انهيءَ کان مٿي پرواز نه ٿا ڪن انهن کي به ڪئن وانگر ئي تصور ڪيو، ليڪن جن بلند همت انسانن جا عقل انهيءَ کان مٿاهان ٿي حڪمت ۽ دانائيءَ جا طالب ٿا ٿين ته اهي موسوي عقل تائين پهچي ٿا وڃن، الله تبارڪ و تعاليٰ وٽ به طلب ۽ پهچ جو قانون آهي.

## گهُرجن جي شدت ۽ ترقيءَ جو نظريو

موجوده دور ۾ ترقيءَ جو نظريو پيش ڪرڻ وارا گهڻا داناءَ هي چوندا آهن ته سڀ حيوانات ننڍن ننڍن ڪيڙن ماڪوڙن مان ترقي ڪري مختلف شڪليون ۽ عضوا پيدا ڪيا آهن، ڊارون جي نزديڪ هيءَ ترقي اتفاقي هئي ليڪن ان جي مخالف راءِ رکڻ وارا چون ٿا ته جاندارن لاءِ مختلف ماحولن ۾ زنده رهڻ لاءِ مختلف قسم جون ضرورتون پيدا ٿيون ۽ انهن حاجتن انهن جي عضون ۾ تبديلي پيدا ڪئي، زندگي هر جاءِ تي ترقيءَ جي طلبگار آهي، هن ۾ تبديليءَ بغير ڪنهن مقصد جي پيدا نه ٿي ٿئي، جنهن شيءِ جي طلب ۽ حاجت شدت ٿي اختيار ڪري، فطرت ان جي مناسبت سان حيوانن جي عضون واري وجود ۾ تبديلي پيدا ٿي ڪري، زندگيءَ جي ذوق ۾ تخليقي قوت موجود آهي.

عارف رومي رحمة الله عليه ارتقائي فلسفي آهن ۽ پنهنجي نظرئي کي مختلف طريقن سان پيش ٿا ڪن، فرمائن ٿا ته الله تعاليٰ به زمين ۽ آسمان ۾ جيڪي ڪجهه پيدا فرمايو آهي. اهو ڪنهن ضرورت لاءِ ڪيو اٿس. جيئن هڪ

انگريزي محاوري جو ترجمو آهي تہ ضرورت ايجاد جي ماءُ آهي. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ اهوئي قانون ساري هستيءَ ۾ تو ملي ۽ انهيءَ مان اهو نتيجو ٿا ڪڍن تہ زندگيءَ جي مرحلن ۾ جيڪڏهن اڃا بہ وڌيڪ ترقي ڪرڻ گهرو ٿا تہ اڃا بہ وڏيون حاجتون پيدا ڪريو جيڪي صرف معاش جي فڪر لاءِ نہ هجن، ڇو تہ هيءَ حاجت تہ هڪ ڪئي ۾ بہ موجود آهي.

فرمائن ٿا تہ زمين ۾ اندر اهڙي بہ مخلوق آهي جن کي اکيون آهن ئي ڪونہ، انکري انهن جي محدود حاجت بغير ڏسڻ جي ئي پوري ٿي وينـدي آهـي، اهـي ڪڏهن ڪڏهن رزق جي مجبوريءَ سبب زمين جي سطح تي بہ اچي ويندا آهن.

جيڪڏهن هن زمين ۾ رهڻ وارن بغير ڏسڻ وارن جاندارن ۾ فضـا جي ڪشادگيءَ ۽ روشنيءَ جي ضرورت پيدا ٿي وڃي تہ ترقي ڪندي ڪندي انهن ۾ پر ۽ وار نڪري اچن ۽ هي فرشتن وانگر آسمانن تائين پرواز ڪري سگهن.

## فڪر ۽ شعور

موجوده دور جي اڪابر فلاسفرن ۽ نفسيات جي ماهرن ۾ حڪيم آمريڪي وليم جيمز بلند پائي جو مفڪر ۽ محقق ٿو شمار ٿئي، علم النفس ۾ هن جون تصنيفون بلند پايہ جون آهن، برطانوي علم النفس جي نظرئي جي خلاف هن شعور ۽ فڪر کي هڪ اهڙي گڏيل ۽ وهندڙ شيءِ سان تشبيهه ڏني آهي، جيڪا مسلسل نہ ٽٽڻ واري موج در موج وهندي ٿي رهي، مختلف نفسي ڪيفيتون احساس ۽ فڪر جي عنصرن جا مرڪبات نہ ٿيون ٿين، هڪ ترندڙ شيءِ جي تصور سان هن ڪيترائي نفسياتي نتيجا ڪڍيا آهن. جيڪي عنصرن ۽ ان جي ترڪيب مان اخذ نہ ٿي ٿي سگهيا، هن معاملي ۾ عارف رومي رحمة الله عليه وليم جيمز جو بہ اڳواڻ آهي ۽ انساني شعور جو تصور هن وٽ بہ هڪ گڏيل ۽ وهندڙ شيءِ آهي، ان ڪان بعد فرمائين ٿا تہ وهندڙ فڪر ڪو خالص فڪر جو وهڪرو نہ آهي هن ۾ هر قسم جا خراب ڪک ۽ پن بہ ترندا ٿا اچن، شعور جي ڪنهن ڪيفيت کي بيٺل سمجهڻ وارا هن جي متعلق ڏوڪي ۾ آهن، ڪنهن وقت ڪا ندي خاموشيءَ سان وهندي آهي ان ڪري ڏسڻ واري کي بيٺل نظر ايندي آهي، مگر ان جي رواني‌ءَ جو ثبوت اهو آهي تہ اڳيان ڪک وهي اڳتي هلي رهيا آهن ۽ پيا ڪک پويان اچي رهيا آهن، اهڙي طرح هر لمحي نئي فڪر جي آمد ثابت ٿي ڪري تہ شعور جو وهڪرو ساڪن نہ آهي بلڪ وهي رهيو آهي.

ان کان پوءِ عام نفسياتي نظرئي کان روحانيت جي طرف ٿا اچن تہ کي خيال جيکي شعور جي وهڪري سان ترندا ٿا اچن. اهي غيب جي طرف کان اشارا هوندا آهن.ان جو مثال هي آهي تہ هڪ ندي جيڪا ڪنهن باغ جي وچ مان ٿي اچي ان ۾ ڪجھ ميون ۽ سبزين جا پن وهندا اچن تہ اهي خبر ٿا ڏين تہ هي ڪنهن ويران ميدان مان نہ پر ڪنهن سرسبز ۽ شاداب باغ مان اچي رهي آهي، هاڻي جيڪڏهن توکي انهن ميون کائڻ جو شوق پيدا ٿئي جن جا پن وهندا ٿا اچن تہ توکي گهرجي تہ نهر جي ڪناري ان طرف هل جنهن طرف کان هي ساوا پن اچي رهيا آهن، انهيءَ طرح ان باغ تائين تو پهچي ويندين ۽ اهوئي حال ڪجھ فڪرن جو آهي جن جي متعلق انسان محسوس ٿو ڪري.

فرمائن ٿا تہ عارفن جي شعور ۾ هن آب حيات جي رواني ڪثرت سان هوندي آهي، ان ڪري جيڪڏهن ڪو غمگين ڪندڙ فڪر شعور ۾ اچي وڃي تہ اهو جلدي گذري ويندو آهي، ۽ انهن جي روح ۾ دير تائين بيهي نہ سگهندوآهي.

## نبي سڳورا عوام ڪي نادان ٻارن وانگر تعليم ڏيندا آهن ۽ انهن جي گهٽ عقل مطابق انهن سان گفتگو ڪندا آهن

فرمائن ٿا تہ انبياءِ ۽ اولياءِ بہ دليلن کان ڪم وٺندا آهن ماڻهن سان بحث مباحثو بہ ڪندا آهن. اگرچہ سهڻي طريقي سان بحث ڪندا آهن، مخاطب کي هارائڻ يا ذليل ڪرڻ مقصد نہ هوندو اٿن، جيئن عام طرح مناظره ڪرڻ وارن جو قاعدو هوندو آهي. روحانيت ۾ عقلي دليل روحاني تجربي جي مقابلي ۾ ضعيف هوندو آهي ليڪن انهيءَ ضعف جي باوجود ان کان ڪم وٺي، عام ماڻهن کي سمجهائڻ بہ ضروري آهي فرمائن ٿا تہ دليل مان رهنمائي اهڙي واٽهڙوءَ لاءِ هوندي آهي جنهن جي متعلق هر وقت بيابان ۾ رستو گم ڪرڻ جو خدشو هوندو آهي، جيڪو شخص منزل تي پهتل ۽ واصل بحق آهي ان جي لاءِ تہ بس ان جي پنهنجي بصيرت ڪافي آهي، ليڪن عام ماڻهن سان عارف پنهنجي مقام کان هيٺ تي ڳالهائيندا آهن، ان کي سمجهائڻ لاءِ ان جي ئي سطح تي لهي اچڻ لازمي آهي جيئن هڪ پيءُ جيڪو خود فصيح البيان شخص

آهي ۽ الفاظن جو صحيح استعمال بہ ڄاڻي ٿو. ليڪن هڪ ٻن سالن جي ٻار سان ڳالهائڻ وقت ان وانگر ئي ٻاتائي ڳالهائيندو آهي، هو سمجهندو آهي تہ هي صحيح ٻولي نہ آهي مگر ابتدائي عمر ۾ ٻار سان ائين ڳالهائڻ ئي صحيح سمجهيو ويندو آهي، الف ب شروع ڪرائڻ وقت ٻار کي استاد ٻڌائيندو آهي تہ الف خالي حالانڪ الف ۾ ڪجهہ آهي مگر هن جي منزل تي ٻار کي صرف نقطن جي تعليم ڏيڻي آهي ان ڪري الف کي خالي ٿو چوي، نبين سڳورن جي تعليم جو اندازو بہ بلڪل ائين ئي آهي، هو عوام جي لاءِ اهڙي بيان جو طريقو اختيار ٿا ڪن جيڪو حڪمت ۽ عرفان جا صاحب ٻاراڻو ٿا سمجهن ليڪن الله تعاليٰ جي طرفان نبين سڳورن کي اهوئي حڪم آهي تہ ماڻهن سان انهن جي عقل جي مطابق ئي ڳالهايو، روحاني حقيقتن جي معاملي ۾ تہ گهڻا ماڻهو ٻار ئي آهن. لهذا اڪثريت جي لاءِ هاڻي بہ اهوئي ڳالهائڻ جو طريقو مناسب آهي، حڪيمن ۽ عارفن کي جيڪڏهن اهو ئي پنهنجي فهم جي مناسب معلوم نہ ٿئي تہ ان تي اعتراض نہ ڪرڻ گهرجي.

احياءُ العلوم ۾ امام غزالي رحمة الله عليہ جن هڪ حديث بيان ڪئي آهي. جنهن جو مطلب آهي تہ اسان پيغمبرن کي حڪم آهي تہ ماڻهن سان انهن جي مرتبي جي مطابق انهن سان ڪلام ڪيون. عقل ۽ اخلاق جي گهٽتائي ۾ انسان جانورن کان بہ هيٺ ڪري پوندو آهي ۽ گناهہ کي بار بار ڪرڻ سان قلب ڪارو ٿو ٿي پوي. الله تبارڪ وتعاليٰ جيڪو اخلاقي پستيءَ ۾ ڪريل انسان کي جانورن کان بہ بدتر فرمايو آهي ان جو ثبوت هر انسان کي مشاهدي سان ملي ٿو سگهي، هر هڪ حيوان کي پنهنجي فطري خواهشن ۽ ضرورتن کي پنهنجي مقرر ٿيل حدن اندر ٿو پورو ڪري، کائڻ پيئڻ، جنسي طريقو وغيره سڀني جا طريقا مقرر آهن ڪو بہ حيوان غلط غذا کي وات ۾ نہ وجهندو ۽ ٻين جذبن جو بہ اهوئي حال آهي، مگر حضرت انسان ئي آهي جيڪو هر غير فطري طريقي ڏي شدت سان مائل آهي ۽ غير فطري زندگيءَ جي عادت سان اها انهن لاءِ ٻي فطرت بنجي ٿي وڃي، مولانا رحمة الله عليہ جن فرمائن ٿا تہ گڏهہ کي انسان بي عقل سمجهندو آهي ليڪن گناهن ۾ مبتلا ٿيل انسان گڏهہ کان بہ وڌيڪ بي عقل آهي، گڏهہ جيڪڏهن ڪنهن ڌٻڻ ۾ ڦاسي پوندو آهي يا گپ ۾ ڪري پوندوآهي تہ اتي پاڻ کي بچائڻ لاءِ بهرحال حرڪت ڪندو رهندو آهي،ايتري تائين جو خشڪ زمين تي اچي وڃي، ڪڏهن بہ اها نہ ڪندو آهي تہ

انهيءَ گپ يا ڏيڻ ۾ آرام سان ويهي رهي. ليڪن انسان جڏهن بداخلاقين جي ڏيڻ ۾ ڦاسندو آهي تہ ان ۾ ئي مستقل زندگيءَ تو گذاري ۽ وڏيڪ هي تہ ابليساڻي طبيعت واريون تاويلون ڪندڙ اهڙا بہ آهن جو انهن کي جيڪڏهن سمجهائجي تہ ادا هن غلاقت واري زندگيءَ کان توبهہ ڪري سڌي رستي تي اچ تہ چوندو تہ مان ڇان ڪريان هيءَ تہ هڪ اضطراري حرڪت آهي، مجبوري ۽ معذوريءَ ۾ تہ رب سائين حرام کي بہ حلال ڪيو آهي. اسان جي هن حالت کي گناهہ نہ سمجهو اهڙي طرح ڪڏهن اضطراري ۾ پناهہ ٿو وٺي تہ ڪڏهن پنهنجي بدعملن کي تقدير جي ذمي ٿو سمجهي. هاڻي ٻڌايو تہ هي گڏهہ کان ڪريل ٿيو يا نہ جيڪو ڪوشش سان گپ مان ٻاهر نڪري خشڪ زمين تي اچي ٿو وڃي.

ڪڏهن خدا کي رحيم ۽ ڪريم چئي ڪڏهن قضا ۽ قدر جي مجبوري جو عقيدو پيش ڪري ڪڏهن اضطرار جي حالت ٻڌائي پنهنجو پاڻ کي خدا جي گرفت ۽ عملن جي پاداش کان محفوظ ٿو سمجهي. مگر اهو نہ ٿو سمجهي تہ هنن اجاين عذرن هن کي اجان بہ وڏيڪ گمراهيءَ ۾ گرفتار ڪيو آهي. اهڙي طرح ڪوڙن اطمينانن سان گنهگاريءَ کي جاري رکڻ جو هڪ وڏو سبب اهو بہ هوندو آهي تہ گنهگار چوندو آهي تہ ادا رب سائين وڏو ڪريم آهي مون هيترا گناهہ ڪيا آهن. ليڪن هن پنهنجو ڪرم ڪيو اجان تائين پڪڙيو ڪونہ آهيان، انشاءَ الله آئنده بہ مون لاءِ هن جو اهو ڪرم جاري رهندو. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ حضرت شعيب عليہ السلام جي زماني ۾ هڪ شخص هو جيڪو اهڙي قسم جي نفس جي فريب ۾ مبتلا هو ۽ حضرت شعيب عليہ السلام کي چوڻ لڳو تہ مون تمام گهڻا گناهہ ڪيا آهن. ليڪن خدا مون کي ڪو نہ پڪڙيو. هي هن ڪريم جو شان آهي ان تي الله تعالىٰ حضرت شعيب السلام کي وحي ڪيو تہ هن نالائق کي جيڪو نفس جي فريب ۾ ڦاسجي ويو آهي چؤ تہ عمل جي نتيجي کان نہ ڪوئي دنيا ۾ ٿو بچي سگهي ۽ نہ وري آخرت ۾. هر هڪ عمل پنهنجو اثر ضرور پيدا ڪندو آهي ليڪن بصيرت جي ـذن کي ڏسڻ ۾ نہ ايندو آهي، چنانچہ حضرت شعيب السلام رب جو حڪم ان کي ٻڌائيندي چيو تہ اي سڌو رستو ڇڏي خطرن سان ڀريل بيابانن ڏي رخ ڪرڻ وارا تون پنهنجي حالت کي بلڪل الٽو پيو ٿو سمجهين. تون ڇٽل نہ آهين. بلڪ سڄو زنجيرن ۾ جڪڙيل آهين. مگر اهي زنجيرون ۽ طوق توکي نظر ئي

نہ ٿا اچن، عملن جو نتيجو خداتعاليٰ صرف آخرت تي ئي ڪونہ ڇڏيو آهي.
انسان جي اصليت هي جسم نہ آهي بلڪ روح ۽ قلب آهن جن تي ڪاراڻ ديڳ جي تري وانگر ٿي چڪي آهي ۽ تنهنجي دل تي ايتري گهڻي تعداد ۾ گناهن جي مر چڙهي ويئي آهي جو ان تي هاڻي حقيقت جو عڪس ئي نہ ٿو اچي، "ڪلا بل ران عليٰ قلوبهم ما ڪانوا يڪسبون" هرگز نہ بلڪ انهن گناهن جيڪي هو ڪن ٿا انهن جي دلين تي زنگ چاڙهي ڇڏيو آهي. (سوره تطفيف). حضرت ابو هريره رضي الله تعاليٰ عنه جن کان روايت آهي تہ رسول ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ مؤمن جڏهن گناهہ ٿو ڪري تہ ان جو دل تي هڪ ڪارو داغ ٿو ٿئي جيڪو توبہ ۽ استغفار ڪرڻ سان صاف ٿو ٿي وڃي. ليڪن جيڪڏهن گناه ڪندو ئي رهي تہ هي ڪارو داغ وڌندو ٿو وڃي ۽ هن سڄي قلب تي زنگ چاڙهي ٿو ڇڏي.

ان کان بعد ديڳ جي ڪارنهن جي مثال ڪي وسعت ڏيندي مولانا رحمة الله عليہ جن فرمائين ٿا تہ جيڪڏهن بلڪل نئين سفيد ديڳ چمڪندڙ هجي تہ ان تي ٿورڙي دونهين جي ڪارنهن بہ بلڪل نمايان نظر اچي ويندي. ليڪن اها ديڳ جنهن جي تري تي ڪارنهن جي تهن تي تهہ ڄمي چڪا آهن. ان تي دونهين جو ڪو خاص اثر نہ ايندو. اهوئي حال انسان جي گنهگاريءَ جو آهي جو جڏهن ڪنهن شريف انسان کان لغزش ٿيندي آهي تہ گناهن جو ذري جيترو ڪارو داغ بہ ان ڪي پنهنجي دل جي آئيني تي نظر اچڻ لڳي ويندو آهي، ۽ هو ان کان پريشان ۽ پيشمان ٿي پوندو آهي. ليڪن جيڪڏهن توبہ ڪري باز نہ آيو ۽ گناهن تي گناهہ ڪندو ويو تہ پوءِ اها گناهن جي گهڻائي جي ڪارنهن نہ تہ هن ڪي پريشان ۽ پيشمان ڪندي ۽ نہ وري توبہ ۽ استغفار جي طرف ايندو. هاڻي هو هڪ زنگ چڙهيل آئينو ۽ بلڪل ڪاري ديڳ جي مثال ٿي پوندو.

انهيءَ مضمون ڪي اجان بہ وڌيڪ واضع ڪرڻ لاءِ مولانا رحمة الله عليہ جن ڪي هڪ ٻي تشبيهہ بہ اچي ٿي، فرمائن ٿا تہ هڪ شخص حبشي هو ۽ ڪم لوهارڪو ڪندو هو ان ڪري باهہ جي ٻنيءَ جي دونهين جو ڪو بہ نشان ان جي منهن تي نظر نہ ٿي آيو. ليڪن گوري رنگ وارو ڪو صاف سٿرو انسان جيڪڏهن لوهارڪو ڪم ڪندو تہ فوراً دونهين جا داغ ان جي منهن تي نظر اچي ويندا.

گناهن ۾ نئون گرفتار ٿيل تہ فورا توبہ ڪرڻ لڳندو آهي. ليڪن گناهن ڪي بار بار ڪرڻ واري جي بصيرت جي اکين تي مٽي پئجي ويندي آهي، هڪ

سفيد ڪاغذ سمجهو. انسان جو اعمال نامون ڪنهن مادي دفتر تي تہ ڪو نہ ٿو لکيو وڃي جيڪي ڪجھ لکيو ٿو وڃي اهو قلب تي ئي لکيو ٿو وڃي، فرمائن ٿا تہ سفيد ڪاغذ تي ڪجھ لکبو تہ صاف پڙهڻ ۾ ايندو پر جيڪڏهن لکيل تي وري وري پيو لکبو تہ نہ پهرين لکيل پڙهڻ ۾ ايندو ۽ نہ بعد وارو لکيل. بلڪل ٻنهين جو مطلب ئي ختم ٿي ويندو. وري جيڪڏهن ٽيون ۽ چوٿون دفعو وري وري هڪ ئي ڪاغذ تي پيو لکبو تہ لکيل الفاظ هڪ ٻئي کي ڪاٽيندا ويندا ۽ پڙهڻ وارو ڪجھ بہ نہ پڙهي سگهندو. ساڳي طرح گنهگاريءَ جو بہ اهوئي حال آهي. اعمال نامي تي ٿورن گناهن جي لکت محسوس ٿيندي ليڪن گناهگار جي بار بار لکت خود گنگهار مرد جي لاءِ بي معنيٰ ۽ بي مقصد ٿي پوندي. هاڻي هو گناهہ جو ڪو مطلب ئي نہ ٿو سمجهي ان ڪري خيال ڪندو آهي تہ مان نيڪ ڪري رهيو آهيان ڪو گناهہ ڪونہ ٿو ڪيان. انهيءَ فريب ۾ قاتل گنهگار پڇڻ لڳو تہ آخر مون کي ڪيئن معلوم ٿئي تہ منهنجو اندر ڪارو ٿي ويو آهي ۽ اها قلب جي ڪارنهن بذات خود وڏي سزا آهي. جيڪا ٻاهران نہ پر عمل جي اندران پيدا ٿيندي آهي؟ ان تي حضرت شعيب عليہ السلام کي خدا جي طرفان القا ٿيو تہ هن کي چئو تہ خدا ستار ۽ پرده پوش تنهنجي بدعملن کي سيني تي کولڻ نہ ٿو چاهي. ليڪن روحاني محروميءَ جي هڪڙي نشاني خود تنهنجي هدايت لاءِ ٿو ٻڌايانءِ تہ جڏهن گنهگاري دل جي رڳ رڳ ۾ گهر ڪري ويندي آهي. تہ ان جو هڪ لازمي نتيجو اهو نڪرندو آهي تہ اهڙي شخص کان عبادت جو ذوق کسجي ويندو آهي. ماڻهن جي ڏيکارڻ لاءِ تہ رياڪاريءَ جي نماز پڙهي وٺندو آهيان. ليڪن اها نماز بغير حضور جي صرف عضون جي ورزش هوندي آهي. روزا بہ رکي ٿو ليڪن جيئن تہ اصل مقصد يعني تقويٰ ان سان گڏ نہ آهي ان ڪري سواءِ بک ۽ اڃ مرڻ جي ڪجھ بہ حاصل نہ ٿو ٿئيس. زڪوات بہ ڏئي ٿو ليڪن طبيعت تي زور ڏئي. اهڙي طرح بظاهر ان جا نيڪ عمل بہ ظاهر اچن پر سني نيت کان خالي هجڻ سبب بغير مغز جي صرف کلون هونديون آهن. ۽ اهو شخص "حبطت اعمالهم" وارن ۾ شامل هوندو آهي. روحاني زندگي تہ قلب جي ذوق ۽ شوق سان وابستہ هوندي آهي ۽ گنهگار انسان کي ان اصل ذوق کان محروم ڪري ڇڏيندو آهي. عملن جي صورت تہ موجود هوندي آهي. ليڪن بغير معنيٰ جي

اهڙو شخص عملن جون ڪلون پوکي ان مان وڻ اپائي سگهندو؟ ٻج ۾ مغز نہ هجي تہ اهو سٺي زمين ۾ بہ مردي وانگر دفن ٿي رهندو ۽ ڪڏهن خير جي جزا جو ڪو ثمر يا گل پيدا نہ ڪري سگهندو.

## اقتدار پسند گمراهہ ۽ گمراهہ ڪندڙ رهبر

مولانا رحمة الله عليہ جن هڪ مثال بيان ڪيو آهي تہ هڪ اٺ جي ڏگهي مهار زمين تي پئي هئي، هڪ ڪئي ان جي هڪ پاسي کي پنهنجي وات ۾جهلي هلڻ لڳو تہ هن جي پٺيان اٺ بہ هلڻ لڳو ان تي ڪئي ۾ وڏائي پيدا ٿي ۽ سوچڻ لڳو تہ مان ڪيڏو نہ وڏو رهبر آهيان جو اٺ بہ منهنجي پويان پيو هلي، اٺ سمجهي ورتو تہ هن کي پنهنجي متعلق ڌوکو ٿيو آهي. ليڪن خاموشيءَ سان هن جي پويان هلندو رهيو، اڳيان هڪ وڏي پاڻي جي ندي آئي، ڪئو اتي رڪجي پيو ان تي اٺ چيو تہ جناب شتربان صاحب رڪجي ڇو ويا؟ توهان منهنجا بہ رهنما آهيو اڳيان اڳيان هلو گهٻرائجي ڇو ويا آهيو؟ ڪئي چيو تہ پاڻي تمام وڏو آهي ڪاٿي مان ٻڏي نہ وڃان، اٺ چيو تہ ترس مان ان ۾ پير وجهي ڏسان تہ پاڻي ڪيترو آهي، اٺ پنهنجي ٽنگ پاڻي ۾ وجهي چيو تہ سائين گهٻرايو نہ پاڻي صرف گوڏي جيترو آهي، ٻڏڻ جو ڪوبہ خطرو نہ آهي، ان تي ڪئي چيو تہ گوڏن تائين تہ تنهنجي لاءِ آهي مون جهڙي کي سؤ گز سمجهڻ گهرجي، اٺ چيو هاڻي توکي پنهنجي حقيقت معلوم ٿي وئي ڏاڍي بهادري ۽ رهبري جا دعويٰ ڪري رهيا هئا. ڪئي چيو تہ منهنجي توبہ اڳتي اهڙي گستاخي وري ڪنهن وڏي جي سامهون نہ ڪندس، اٺ ان کي معاف ڪندي ان جي مٿان رحم ڪائي پنهنجي پٺيءَ تي وهاريو ۽ چيائين تہ تو جهڙن سوين رهبرن کي ۽ امامن کي مان پنهنجي پٺيءَ تي ڪٽي پار ڪري ٿو سگهان. اهڙي قسم جي پيشوايان دين ۽ رهبريءَ جي مدعن کي مولانا تنبيهہ ٿا ڪن تہ بصيرت ۽ اخلاق ۾ گهٽ هجڻ جي باوجود رهبريءَ جي ڪوشش نہ ڪيو.

فرمائن ٿا تہ هي رهبريءَ جا شوقين مڙس معلم ملت- ڪڏهن معلم عالم ۽ ڪڏهن مجدد وقت ۽ ڪڏهن قوم جا نجات ڏياريندڙ هجڻ جي دعويٰ ڪندا آهن. انهن ۾ گهڻن کي هي مرض اقتدار حاصل ڪرڻ جي شوق ۾ لڳي ويندو آهي، اقتدار جو ذوق ۽ شهرت جو شوق زهر وانگر انهنجي قلبن ۾ گهڙي ويندو

آهي، گهڻ ئي کي مرد خدا اهڙا هوندا آهن جن کي سروري زيبا ۽ اقتدار بدمست نہ ڪري سگهندو آهي. اهڙن برگزيده انسانن جي دلين ۾ شروع کان ئي انهيءَ زهر جو ترياق موجود هوندوآهي، ڪنهن مفڪر جو قول آهي تہ اقتدار هميشہ قلب جي فساد جو باعث بنبو آهي ۽ مطلق اقتدار تہ مطلق فساد آهي، جتي اهڙي امر مطلق سان ڪنهن اختلاف ڪيو اتي دشمني شروع ٿي ويئي ڇو تہ هن دماغ ۾ تہ انا الحق ۽ انا الموجود ولاغيري "يعني مان ئي آهيان ۽ ٻيو ڪير نہ آهي" جو ڏونڪو وڄندو رهندو آهي، اهڙو رهبر راءِ ۾ اختلاف کي برداشت ڪرڻ ۽ ٻين جي راءِ کي انصاف سان يا ٿڌي دل سان سوچڻ جي صلاحيت ئي وڃائي ويهندو آهي، اختلاف ڪرڻ واري جي خلاف هو سوچيندو آهي، تہ شايد هي منهنجي ليڊريءَ کي نہ ٿو مڃي ۽ معلوم ٿو ٿئي تہ منهنجي جاءِ تي هي پاڻ ليڊر بنجڻ ٿو چاهي ان ڪري هن جي هينئر ئي گوش مالي ڪرڻ گهرجي، هڪ گهڻ ۽ ڪريل سيرت جو مالڪ رهبر بنجي وڏائي ۽ هٺ ۾ ڦونڊجي ويندو آهي ۽ نفساني خواهشون غرور پيدا ڪنديون آهن ۽ پوءِ هيءَ عادت بنجي ويندي آهي، خدا هن اقتدار طلبيءَ ۽ وڏ ماٽپائيءَ کان بچائي جنهن جي ڪري ابليس بہ پيغمبر جهڙو لهجو پيدا ڪندو آهي.

## سڄي روءِ زمين مسجد آهي روحانيت هيٺاهين کي مٿاهون بنائيندي آهي

مردان خدا جي روحاني پاڪيزگيءَ جي ڪري ڪهڙيءَ طرح گهڻ قيمت واري هستي بہ حق جي نور سان منور ٿي سگهي ٿي، ان جو مثال مولانا رحمة الله عليہ حضرت بيبي عائشہ صديقہ رضي الله تعاليٰ عنها جي بيان ڪيل حديث سان پيش ٿا ڪن. جنهن ۾ رسول ڪريم ﷺ جن امت محمديہ جي فضيلت ۾ هڪ امتياز رکڻ واري خصوصيت هيءَ بيان فرمائي تہ الله تبارڪ و تعاليٰ منهنجي ۽ منهنجي امت جي لاءِ سڄي روءِ زمين کي مسجد بنائي ڇڏيو آهي، جتي سڪل زمين موجود هجي تہ مسلمان نماز پڙهي ٿو سگهي. هن کي عبادت لاءِ ڪنهن خاص ڪليسا وغيره جي ضرورت نہ آهي، جعلت لنا ڪلها مسجدا - عام طرح ماڻهو مٽيءَ کي گهڻ ۽ ناپاڪ سمجهندا آهن ۽ هڪ

محاورو بہ مشهور آهي تہ: چہ نسبت خاک را بہ عالم پاک - ليکن مٽيءَ کي پاک بنائڻ دين محمديءَ لاءِ ئي مخصوص هئو. مسلمان کي عبادت لاءِ نہ بتن جي ضرورت نہ دهل ۽ ساز جي حاجت ۽ نہ ئي کنهن ٻي اهڙي شيءِ جي ضرورت آهي. اسلام جي هيءَ تعليم هن حقيقت کي ظاهر ٿي ڪري تہ دين ۽ دنيا ۾ ڪا پار نہ ڪرڻ جهڙي خليج وچ ۾ ڪانهي، هن زندگيءَ ۽ دنياکي دين بنائڻ جو نالو اسلام آهي، دنيا ۾ ڪابہ شيءِ بذات خود نہ ڪريل آهي ۽ نہ پليت صحيح استعمال سان هر شيءِ ۽ هر ڪم جو مرتبو بلند ٿي ٿو سگهي، سڄي روءِ زمين کي مسجد چوڻ سان زندگيءَ جي نسبت اسلام جو سچو مقصد سمجهہ ۾ اچي ٿو وڃي. مولانا رحمة الله عليه جن پنهنجي شعرن ۾ ٻڌائن ٿا تہ هڪ ڏينهن حضرت بي بي عائشه صديقه رضي الله عنه جن نبي ڪريم ﷺ جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ ڇا اوهان مجمي ۾ يا اڪيلائيءَ ۾ جتي بہ موقعو ملي نماز ادا ڪري وٺندا آهيو ۽ ناپاڪ گهرن ۾ بہ نماز پڙهڻ کان ڪو آر محسوس نہ ڪندا آهيو. حالانڪ اوهان کي خبر آهي تہ ننڍا ٻار اهڙن گهرن کي غلاظت سان ناپاڪ ڪري ڇڏيندا آهن ۽ ڪا بہ جاءِ نماز جي قابل نہ ڇڏيندا آهن. اُن کان علاوه مصلو هجي يا نہ هجي توهان نماز لاءِ اتي ويهندا آهيو. ان جي جواب ۾ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ الله تعاليٰ پنهنجي برگزيده انسانن لاءِ پليت کي بہ پاڪ ڪري ڇڏيندو آهي، "خاڪ کي پنهنجي نظر سان ڪيميا بنائڻ وارا پلا خاڪ کي پاڪ ڇو نہ ٿا ڪري سگهن."

ڪبير داس اعليٰ درجي جو موحد هئو ۽ بت پرستن ۾ توحيد جي تبليغ ڪندو هو انهيءَ جي ڏيءَ دلو ڪٽي کوهہ تي پاڻي ڀرڻ وئي هڪڙو برهمڻ بہ پنهنجو دلو ڪٽي کوهہ تي پهتو ۽ انهيءَ ڇوڪريءَ کي چيائين تہ منهنجو دلو بہ پر ان کان پوءِ پڇيائينس تہ تون ڪهڙي ذات جي آهين؟ هن چيو تہ مان ڪبير جولاهيءَ جي ڌيءَ آهيان، اهو ٻڌي برهمڻ پنهنجو منهن مٿو پٽڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو تہ منهنجو دلو تہ پليت ٿي پيو ۽ ڇوڪريءَ کي دڙڪا ڏيڻ لڳو، ايتري ۾ ڪبير داس اچي ويو ۽ چيائين تہ هيءَ زمين جنهن ۾ هي کوهہ آهي ان تي هر قسم جي غلاظت بہ آهي ۽ مردار جانور بہ پيا آهن اهڙي زمين جي کوهہ جو پاڻي تہ پاڪ هجي ۽ جولاهي جي ڌيءَ جو پريل ڏول ناپاڪ - حيف آهي تنهنجي انهيءَ برهمنيت ۽ روحانيت تي! هن زمين کي جهڙي طرح مالڪ پاڪ ڪيو

آهي. اهڙي طرح اسان کي بہ پاڪ ڪيو اٿس، مولانا رحمة الله عليہ ڪجهہ جاين تي مڪار نفس کي سوفسطائي چيو آهي، هي سوفسطائي اهي ماڻهو هئا جيڪي يونان ۾ معلمن جو ڪم ڪندا هئا. هي ماڻهو زماني جي لحاظ کان سقراط، افلاطون ۽ ارسطو جا هم عصر هئا ۽ هنن ٽنهين دانائن جو طريقو هنن سوفسطائي معلمن جي خلاف عقلي جهاد ڪرڻ هو سو فسطائين جو اهو عقيدو هئو تہ مطلق صداقت ڪا شيءِ ڪانهي ۽ حواسن کان علاوه ٻيو ڪو بہ علم حاصل ڪرڻ جو ذريعو ڪونهي ۽ اخلاقن ۾ خير ۽ شر جي بابت هر شخص پنهنجو پاڻ ئي معيار آهي. جنهن بہ فڪر ۽ عمل کان فائدو پهچي اهو ان لاءِ خير آهي ۽ جيڪڏهن ڪنهن ٻئي کي ان مان نقصان پهچي تہ اهائي ڳالهہ هن لاءِ شر آهي، هي ماڻهو ارتيابي يا متشڪڪين هئا. ڪنهن بہ ڳالهہ تي هنن جو يقين ۽ ايمان ڪو نہ هئو، اميرن جي ٻارن کان وڏيون رقمون حاصل ڪري انهن کي مناظري جو فن سيکاريندا هئا. ۽ منطقي هٽ ٺوڪين طريقن سان اڇي کي ڪارو ۽ ڪاري کي اڇو ثابت ڪرڻ ۾ انهن کي ڪمال حاصل هئو. هو شاگردن کي چوندا هئا تہ وڪالت ۽ سياست ۾ سچ کي سچ چوڻ ضروري نہ آهي فقط پنهنجي مقصد کي ثابت ڪرڻ جي ضرورت آهي، جيئن تہ هي ماڻهو ڪنهن بہ حق ۽ حقيقت جا قائل ئي ڪو نہ هئا ان ڪري مشاهدا ۽ تجربا يا معقولات بہ انهن جي لاءِ يقين ڏياريندڙ نہ هئا. هر هڪ ڪليل حقيقت لاءِ ڪو نہ ڪو اعتراض گهڙي وٺندا هئا. ان ڪري مولانا رحمة الله عليہ فرمائي ٿو تہ هي سوفسطائيت مڪار نفس جوئي ڪرشمو آهي، ملامت جي قابل عقل شريف نہ بلڪ مڪار نفس آهي جيڪو عقل کي بہ حيلا ناهڻ وارو بنائڻ جي ڪوشش ۾ لڳو ٿو رهي. جيڪڏهن ڪو شخص ايمانداريءَ سان سچائيءَ معلوم ڪرڻ لاءِ بحث ڪري تہ پوءِ عقل ۾ ايندڙ دليل ان جي ڪم ۾ اچي سگهن ٿا پر جيڪڏهن نفس پنهنجي ڪريل خواهشن جي ڪري نہ مڃڻ جو پهريائين ئي فيصلو ڪري ڇڏي. اتي حجت ۽ دليل مان ڪهڙو فائدو؟ نفس جو تہ هي حال آهي تہ پنچائت جو فيصلو اکين تي پرنيسارو ساڳي جاءِ تي رهندو. اهڙي مڪار نفس جو هڪ ئي علاج آهي اهو آهي سرڪش کي سزا.

جيڪڏهن سو فسطائي ڪو معجزو بہ ڏسي جيڪو هن مادي آب و گل ۾ گرفتار ٿيل کي بہ عاجز ڪري وجهي تہ ٿوري دير لاءِ تہ مڃيندو ليڪن وري

ڪجهه دير ڪان پوءِ چوندو تہ هي محض خيال يا نظر جو ڌوکو هئو جيڪڏهن واقعي ڪا مستقل حقيقت هجي ها تہ مادي شين وانگر قائم ۽ دائم رهي ها، هي تہ ائين ئي منهنجي وهم ۾ اچي ويئي، هـذا سحر مبين.

نيـم حڪيـم سائنسدانن جو بہ اڄ ڪالهہ اهو حال آهي، بي شمار روحـاني مظاهر ۽ واقعات انهن جي سامهون پيش ٿا ڪجن. ليڪن انهن جي بي يقينيءَ ۾ ڪوبہ فرق ڪونہ ٿو اچي، بڏي ۽ ڏسي نٽائي ٿا وڃن تہ هي نفسي ڌوڪا ٿا معلوم ٿين ۽ حقيقي نہ آهن. جيڪڏهن حقيقي هجن ها تہ اسان جي طبيعياتي قوانين جي احاطي ۾ اچن ها، گويا هن محدود احاطي ڪان ٻاهر ٻي ڪا حقيقت ئي ڪانهي، صم بڪم عمي فهم لا يرجعون. نفس واقعي مولانـا رحمـة الله عليـه جي بقـول سوفسطائي آهي جتي پنهنجو غرض ۽ پنهنجو ميلان هجي اتي تہ صرف هڪ واقعي ڪي ئي قطعي ثبوت ٿو سمجهي ۽ جتي ڪا خواهش يا ميلان نہ هجي اتي جبل جيڏا ثبوت بہ بيڪار ٿا سمجهيا وڃن. فاعتربوا يا اولواالابصار

# خير الامور او سطها - ليڪن وسط هر شخص لاءِ الڳ آهي

نيڪيءَ جي متعلق ارسطوءِ جي اخلاقي تعليـم ۾ هڪ اهـم نُـڪتو هي آهي تہ نيڪي وسطي ۾ رهڻ يعني وچولي درجي ۾ رهڻ جو نالو آهي، افـراط و تفريط يعني گهٽائي ۽ گهڻتائيءَ ڪان بچڻ ۽ هر معاملي ۾ وچون رستو هلڻ ئي نيڪي آهي "خير الامور اوسطها" ڪي ڪجهہ ماڻهن حديث چيو آهي. ليڪن ڪنهن اعتبار جي قابل سند سان ان جو ثبوت نہ ٿو ملي اگرچہ هن جو مفهوم اسلام جي تعليم جي مطابق ئي آهي، ارسطوءَ جي هن نظرئي سان بعض دانائن اختلاف ڪيو آهي تہ هر جاءِ تي اهو اصول درست نہ آهي، ان ڪان عـلاوه ڪهڙي ڪم ۾ وچ ڇا آهي اهو هر فرد لاءِ الڳ آهي، مولانا رحمـة الله عليـه جن جو بہ اهوئي خيال آهي تہ وچ ڪي اختيار ڪرڻ هڪ عـام نظريو آهي. ليڪن ڪنهن شخص لاءِ وچ ڇا آهي ان جو فيصلو ان جي حالت ۽ ان جي بصيرت تـي ڇڏڻو پوندو. اٺ جي لاءِ جيڪو پاڻي گوڏن تائين ٿو اچي اهو ڪئي لا ٻوڙيندڙ درياهہ آهي، جنهن جي بڪ ڇٺن مانين جيتري آهي ان لاءِ تہ ٻہ يا ٽي مـانيون ڪائڻ وچ

يا اعتدال آهي، عبادت ۾ بہ جيڪڏهن ڪو شخص ڏهہ رڪعتون پڙهڻ سان گهٻراهٽ ٿو محسوس ڪري تہ ان کي چئبو تہ تون پنج رڪعتون ئي پڙهي ڇڏ، هڪ ٻيو عابد جيڪو پنج سئو رڪعتون پڙهڻ سان بہ نہ ٿو ٿڪجي ان جي لاءِ تہ پنج رڪعتون وچ يا اعتدال نہ ٿيون ٿي سگهن، هڪ شخص پنهنجي وطن کان ڪعبتہ الله شريف تائين پيادو سفر ڪري ٿو سگهي ۽ ٻئي شخص کي پنهنجي گهر کان مسجد تائين اچڻ ۾ ڪوفت ٿي ٿئي، هڪ شخص جان جي بازي لڳائڻ لاءِ بہ تيار ٿو رهي ۽ ٻيو شخص ڪنهن کي هڪ ماني کارائيندي بہ ان جي جان ٿي نڪري، هنن کي جڏهن وچ وني هلڻ جي تعليم ڏبي تہ سيني لاءِ مختلف ٿيندي، ان ڪري وچ جي اصول کي ڪنهن داناءَ مرد يا مربي مرشد جي هدايت مطابق عمل ڪرڻو پوندو يا جيڪڏهن ڪو شخص خود بصيرت جو صاحب آهي تہ ان جي پنهنجي بصيرت تي ڇڏڻو پوندو، ان ڪري ئي نبي اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي تہ توهان صوم و الصواة ۽ عبادت جي ڪثرت ۾ منهنجو نقل نہ ڪندا ڪيو، منهنجي ظرف ۽ توهان جي ظرف ۾ وڏو فرق آهي.

## هر هڪ دعويٰ دليل جي محتاج نہ آهي

مولانا رحمة الله عليه هڪ نهايت دانائيءَ جو نُڪتو ٿا بيان فرمائين تہ هر دعويٰ دليل جي محتاج نہ هوندي آهي، ڪيتريون دعوائون اهڙيون بہ هونديون آهن جن لاءِ ڪنهن بہ قسم جي دليل جي ضرورت نہ پوندي آهي، ڇو تہ هو بذات خود پنهنجو دليل هونديون آهن ۽ پنهنجي خارجي حالت ۾ ڪنهن بہ دليل جون محتاج نہ هونديون آهن، اهڙيون دعوائن جي متعلق هي عام مثال مشهور آهي تہ آفتاب آمد دليل آفتاب - يعني سج جيڪڏهن ڪنهن ڏسڻ واري کي چئي تہ ڏس مان اڀريو آهيان تہ ڏسڻ وارو انهيءَ دعويٰ جو ڪوبہ دليل طلب نہ ڪندو. هتي دعويٰ ۽ دليل ۾ ڪو فرق نہ رهيو هاڻي مولانا رحمة الله عليه ان جي وضاحت لاءِ ڪجهہ تشبيهات ٿا استعمال ڪن، پوءِ انهن مان نتيجا ٿا ڪڍن، جيڪڏهن ماءُ يا پيءُ رات جو انڌيري ۾ پنهنجي ٻار جي پاسي ۾ ستا پيا هجن ۽ ٻار رات جو ننڊ مان سجاڳ ٿي اونداهيءَ ۾ گهٻرائي ۽ روئي تہ فورا ماءُ يا پيءُ چوندا تہ پٽ گهٻراءِ نہ سمهي پوءُ ڏس مان تنهنجي ويجهو تہ آهيان ٻار جيئن تہ والدين جي آواز کي سڃاڻي ٿو ۽ انهن جو آواز ڏيڻ ۽ ٻار جو

ٻڌڻ ئي دليل آهي. ان ڪري ٻار ڪي ان آواز تي يا تسلي ڏيڻ تي ڪو بہ شڪ نہ هوندو آهي، ان ڪري تہ نہ هو قريب هجڻ جو دليل گهرندو آهي ۽ نہ رشتي داريءَ جو بس ٿورڙي آواز سان ئي ان ڪي تسلي ٿي ويندي آهي، ٻيو مثال ونو تہ هڪ شخص عربي زبان ۾ ڳالهائيندي هيءَ دعويٰ ٿو ڪري تہ مان عربي زبان ڄاڻان ٿو تہ ان جو دليل خود ان جي دعويٰ ۾ ئي لڪل آهي، ڪو شخص ڪاتب جو ڪم ڪجهہ اجرت تي ڪرڻ ٿو گهري ان لاءِ هو هڪ نهايت سٺن اکرن ۾ خط ٿو لکي تہ مون کي ڪتابت جو ڪو ڪم ڏنو وڃي. آءُ سٺو ڪاتب آهيان تہ ان جو اهو خط هڪ ئي وقت ۾ دعويٰ بہ آهي ۽ دليل بہ. اهڙي خط کان پوءِ ڪوبہ ماڻهو ان جي ڪاتب هجڻ جو دليل طلب نہ ڪندو. هاڻي مولانا رحمة الله عليہ فرمائي ٿو تہ خدا جا پهتل ٻانها نبي سڳورا ۽ ولي الله جا دعويٰ اهڙن قسمن جا هوندا آهن جيئن ماءُ جو آواز رات جي اونداهيءَ ۾ ٻار لاءِ دليل جو محتاج نہ هوندو آهي اهڙي طرح جنهن شخص ۾ صداقت جو ذوق مرده ۽ ان جو روح ڪفر ۽ فسق و فجور ۾ قاتل نہ هوندو آهي. اهو ولي يا نبيءَ کا ڪرامتون يا معجزا طلب نہ ڪندو، نبيءَ جو ديدار ئي حق جي طلبگار لاءِ معجزو هوندو آهي، نبي ڪريم ﷺ جن جي پاڪ زندگيءَ جو مطالعو ڪري ڏسو اوهان کي اصحابن ڪرامن مان ڪوبہ اهڙو نہ ملندو جيڪو معجزا ڏسي ايمان وارو ٿيو هجي. معجزي جي امڪان جو انڪار ڪوبہ داناءُ نہ ٿو ڪري ليڪن معجزن جي ظاهر ٿيڻ نہ تہ ابو جهل ۽ ابو لهب کي مؤمن بنايو ۽ نہ وري ڪو حق جو طالب انهن جي تقاضا ڪندو آهي مطلب تہ معجزا نہ ڪافر جي ڪم ٿا اچن ۽ نہ مؤمن جي - ڪافر جي لاءِ پيغمبر جو ڪلام صرف دعويٰ بغير دليل جي هوندو آهي ليڪن جنهن کي بصيرت ۽ خالص عقل الله تعاليٰ عطا فرمائي اهو انهيءَ آواز کي ئي معنيٰ سان پريل ٿو سمجهي ۽ ان کان علاوه ڪنهن بہ دليل جو خواهشمند نہ ٿو ٿئي.

دانائي مرد مؤمن جو گم ٿيل مال آهي، جيئن هن حڪمت ۽ دانائيءَ جي ڳالهہ ٻڌي فوراً ان کي پنهنجو سمجهي قبول ڪيو. ڪنهن اڄايل کي ڇئجي تہ هيڏي اڃ هن دلي ۾ پاڻي آهي اچي پيءُ تہ ڪنهن بہ وڏي منطقيءَ کان اوهان نہ ٻڌو هوندو تہ پهريائين دليل ڏي تہ برابر دلي ۾ پاڻي آهي تہ پوءِ اچي پيئندس ورنہ هتي وينو اڃ مرندس.

جيڪڏهن ٻار کي ماءُ کير پيارڻ لاءِ سڏي ته ڪو ٻار ماءُ کان ماءُ هجڻ جو يا کير جي کير هجڻ جو منطقي دليل گهرندو آهي؟ ايمان جي طلب ۽ دانائي جيڪا جن انسانن جي ڪيفيت آهي انهن جا روح حق کي سڃاڻن ٿا جتي سچائي نظر اچي اهي انهيءَ ڏي بي تاب ٿي چنبڙن ٿا. الله تبارڪ و تعاليٰ به پيءُ ماءُ کان گهٽ شفقت وارو نه آهي، جيئن ٻار جي آواز تي هو اڌ رات جو به فوراً جواب ڏيندا آهن، ته جيئن هن کي تسلي ٿئي، خدا تعاليٰ به ساڳي طرح پنهنجي عيال جي قريب ۽ انهن جومحافظ ۽ محب آهي.

واذا سالک عبادي عني، فاني قريب اجيب دعوة الداع اذا دعانِ - يعني جڏهن منهنجا ٻانها توکان پڇن ته انهن کي ٻڌاءِ ته مان انهن جي قريب ٿي هوندو آهيان جڏهن به هو مون کي سڏن ته مان انهن کي جواب ڏيندو آهيان.

## قصن ۽ افسانن جي حڪمت آموزي

مولانا رحمة الله عليه جن مثنويءَ ۾ گهڻا قصا لکيا آهن. جيڪي واقعات جي لحاظ کان يقين ۾ اچڻ وارا نه آهن، جبر ۽ اختيار جي بحث ۾ وڏا اهم دليل جانورن جي زبان ۾ بيان ڪيا ويا آهن، مثلا گدڙ ۽ لومڙي هي چيو ۽ شينهن هي جواب ڏنو، مولانا جا جانور به وڏا منطقي ۽ داناءَ ٿا معلوم ٿين، اوليائن جي متعلق به ڪيترا اهڙا قصا بيان ڪيل آهن جيڪي بلڪل بي بنياد آهن هاڻي جيڪڏهن ڪو شخص اهو وساري ڇڏي ته عارف رومي رحمة الله عليه مولوي معنوي آهي ۽ ان جو مقصد قصا بيان ڪرڻ يا تاريخي واقعا بيان ڪرڻ نه آهي بلڪ جيڪڏهن طوطو ۽ مينا ۽ جهرڪيءَ جي ڪهاڻي به هجي ته هو ان مان اهم روحاني ۽ اخلاقي سبق ٿو اخذ ڪري ته اهو مثنويءَ کي محض افسانن جو مجموعو سمجهي پري رکي ڇڏي. مگر مولانا رحمة الله عليه جو مقصد حقيقت ۾ نه شاعري آهي ۽ نه قصا بيان ڪرڻ بلڪ هو حڪمت جي موتين کي نهايت معمولي سيپين مان ڪڍن ٿا. عوام جي دل خوش ڪرڻ لاءِ سندن قصن ۾ گهڻو ڪري جاڏي ڪاڏي ٻهه پکڙيل ٿو نظر اچي ليڪن تلاش ڪرڻ وارن کي انهيءَ ٻهه مان اهڙا داڻا ٿا ملن جيڪي داناءَ مرد جي لاءِ دانائيءَ جو سرمايو ۽ عارف لاءِ روح جي غذا آهن.

هڪ قصي ۾ پاڻ يحييٰ جي ماءُ ۽ حضرت بي بي مريم عليه السلام جي هڪ گفتگو لکي آهي، هن کي تاريخي واقعو سمجهي ڪنهن اعتراض ڪيو ۽ چيو ته هيءَ ساري ڳالهه بي بنياد آهي ڇو ته زماني جي فرق ڪري هنن ٻنهين جي ملاقات ته ٿي ئي نه ٿي سگهي، ڇڳو ٿيو جو ڪنهن هي اعتراض ڪيو ڇو ته ان جي جواب ۾ ئي مولانا رحمة الله عليه کي مثنويءَ جي سچي تعليمي انداز جي وضاحت ڪرڻي پئي ۽ فرمايائون ته ديني ۽ اخلاقي تعليم لاءِ جيڪي قصا بيان ڪيا ويندا آهن، اهي تاريخي حيثيت سان بيان نه ڪبا آهن، جيڪو باطني اکين جو انڌو هن حقيقت کي نه ٿو سمجهي اهو قرآن ڪريم کي به "هذا اساطير الاولين" چئي عرفان کان بيگانو ٿي ٿو وڃي، مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا جڏهن مون يحييٰ جي ماءُ ۽ حضرت مريم جي ڳالهه ٻولهه لکي ته احمقن چيو ته هن قصي کي مثنويءَ مان ڪڍي ڇڏيو ڇو ته هي تاريخي لحاظ کان ناممڪن آهي، هن جو هڪڙو جواب ته هي آهي ته روحاني عالم ۾ زمان ۽ مڪان جي دوري جي باوجود ارواحن جي گفتگو ٿي سگهي ٿي. هيءَ ذرا گهري ڳالهه آهي ۽ عوام جي فهم ۾ نه ايندي، پر فرض ڪيو ته هيءَ ڳالهه ٻولهه نه ظاهري عالم ۾ ٿي ۽ نه وري عالم ارواح ۾ ٿي، توکي انهيءَ قصي سان ڪهڙو مطلب؟ اي بيوقوف انسان! مان ته ڪا معنيٰ بيان ڪرڻ ٿو چاهيان ۽ قصي کي ائين بهانو ٿو بنايان ۽ تون وري قصي جي تفصيل کي چمبڙي ٿو پوين. ڪنهن ڪتاب ۾ جانورن جي زبان سان جيڪي ڪجهه بيان ٿيو آهي ان کي داناءُ ۽ عوام سڀ مزي سان پڙهن ۽ ان مان انساني زندگيءَ جي متعلق دانائيءَ جون ڳالهيون سکن ٿا. جيڪڏهن تون انهيءَ ڪتاب کي فرضي ۽ من گهڙت سمجهي توجهه جي قابل ئي نه سمجهين ته تون پاڻ عقل جي ڳالهين کان پري رهجي ويندين، قصو ته هڪ پيماني وانگر هوندو آهي، جنهن سان داڻا ماپيا ويندا آهن. خريدار جو مطلب داڻن سان هوندو آهي، پيماني سان نه. ته هي پيمانو ڪنهن جو ناهيل آهي مٽيءَ جو آهي يا ڪاٺيءَ جو پر جيڪڏهن چانديءَ جو آهي ته ان ۾ ڪو ڪوٽ مليل ته ڪونهي، حڪمت آموز افسانن کي انهيءَ طريقي سان ڏسڻ احمقن جو ئي ڪم آهي، ڪو به داناءُ مرد ڪنهن افساني کي تاريخي حيثيت سان بيان نه ڪندو آهي، افسانو ته ان جي لاءِ بس هڪ دانائي جو پيمانو آهي. فرضي قصن ۾ به نهايت بلند حقيقتون بيان ٿي سگهن ٿيون،

جيڪي سڪندر ۽ دارا جي تاريخي ڳالهين ۾ به نه ملي سگهن. شمع ۽ پروانو گل ۽ بلبل جا افسانہ شاعرن هزار طريقين سان بيان ڪيا آهن، حالانڪ نہ ئي پرواني جي جان ڏيڻ ۾ ڪوبہ مجاهدانہ ايثار آهي ۽ نہ ويچاري بلبل ڪي عشق جي رمزن ڪان آشنائي آهي، ليڪن عشق جا هزارين باريڪ نڪتا هنن جي فرضي عشق ۾ بيان ٿي چڪا آهن.

## روحاني عالم جي نسبت تشبيهہ ۽ مثال لازمي بہ آهي ۽ جاهلن لاءِ گمراهيءَ جو سبب بہ

ديني ۽ اخلاقي تعليم ۾ انبياءَ، اولياءَ، داناءَ ۽ مصلح انسان گهڻو ڪري تشبيهہ ۽ تمثيل ڪان ڪم ورتو آهي، ان جو هڪ سبب اهو بہ آهي تہ هيءُ طريقو منطقي دليلن جي مقابلي ۾ زياده اثرائتو ۽ دلپذير هوندو آهي، مگر هن ۾ مشڪل اهو درپيش هوندو آهي تہ ڪريل ذهني سطح جا انسان جن جي دنيا ۾ هميشہ ڪثرت رهي آهي ۽ رهندي اچي تشبيهہ ۽ تمثيل ڪي ئي چنبڙي پوندا آهن ۽ ان ڪي ئي اصل حقيقت سمجهي حقيقت ڪان پري رهجي ويندا آهن. جنت ۽ دوزخ جا مثال مختلف مذهبن ماڻهن جي طبيعتن جي اختلاف جي لحاظ مختلف بيان ڪيا آهن، اسڪنڊينيويا، سويڊن ۽ ناروي ۾ عيسوي مذهب ڪان اڳ هڪ مذهب هئو انهيءَ ۾ جنت جو تصور اهو هو تہ ان ۾ وڏا شڪار گاهہ آهن، ۽ ڪمرن ۾ اندر مسلسل سگريون ٻري رهيون آهن، پر ڪجهہ نبين سڄورن ڪي گرم علائقن ۾ ماڻهن ڪي تعليم ڏيڻي پيئي، آخرت جي اصل ڪيفيت تہ هن عالم ۾ نہ ڪير ڪنهن ڪي ٻڌائي سگهيو آهي ۽ نہ سمجهائي سگهيو آهي. ايتري ڳالهہ يقيني آهي تہ زندگي جسماني موت ڪان پوءِ ختم نہ ڪانہ ٿي ٿئي ۽ دنيا ۾ جنهن بہ جيڪي عمل ڪيا آهن انهن جا نتيجا ۽ اثرات آخرت ۾ خاص صورتون اختيار ڪندا جيڪي اتان جي زندگيءَ جي سطح جي موافق آهن، هاڻي جڏهن گرم ملڪ جو باشندو ٿو پڇي تہ مون ڪي هميشہ واري راحت جو ڪو نقشو ٻڌايو تہ ان ڪي هن ڪان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو مثال ڏجي تہ سمجهہ تہ اهو هڪ باغ آهي جنهن ۾ لذيذ ميوي دار وڻ موجود آهن ۽ باغ ۾ اندر هر جاءِ تي نهرون ۽ چشما آهن، پاڪ ۽ ظاهري ۽ باطني حسن سان آراستہ عورتون ۽ مردن جون

محفلون آهن جتي سلامتي ئي سلامتي آهي ڪنهن به قسم جي لغويات ۽ ڪنهن به قسم جو شر ڪونهي ۽ سزا جو تصور باهه جي شدت سان لڳايو ٿو وڃي جنهن ڪان گرم علائقي جي باشندي جي جان هتي به بيزار ۽ خوفزده آهي. عارف رومي رحمة الله عليه هزارها شعرن ۾ هزارين طريقن سان هن طرف توجهه ڪرايو آهي ته عالم معنيٰ ڪي عالم صورت سان قياس نه ڪيو ۽ روحاني حقائق، مادي ۽ زماني و مڪاني نه آهن، انهن حقائقن جو اندازو انهيءَ ئي شخص ڪي ٿي سگهي ٿو جنهن جي لاءِ هي عين اليقين يا حق اليقين بنجي ويون هجن، هڪڙي عارف مرد ڪريل ذهن جي مومنن ڪان تنگ اچي چئي ڏنو ته هنن ماڻهن ته جنت ڪي چڪلو ۽ جهنم ڪي ڪالو لوهار جي بٺي سمجهي ڇڏيو آهي.

تشبيهه ۽ تمثيل، افسانو ۽ حقيقت، صورت ۽ معنيٰ جو مضمون جاري رکندي مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا ته هي گهٽ عقل وارا ماڻهو انهن ٻارن وانگر آهن جو جڏهن انهن ڪي نحو پڙهائجي ٿو ته زيد قد ضرب عمروا ته هو مولوي صاحب ڪان پڇن ٿا ته عمرو ڪهڙو ڏوهه ڪيو هو جو زيد هن ڪي ماريو؟ استاد چئي ٿو ته مان صرف اعراب سيکارڻ لاءِ هڪ مثال ٿو ڏيان ليڪن شاگرد جيڪڏهن احمق ۽ جهڳڙالو آهي ته چئي ٿو ته نه پهريائين مون ڪي اهو ٻڌاءِ ته زيد عمرو ڪي ڪهڙي ڏوهه جي ڪري ماريو. آخر تنگ اچي انهيءَ بيوقوف شاگرد ڪي راضي ڪرڻ لاءِ معلم چئي ٿو ته عمرو اصل ۾ عمر هئو، انهيءَ عمر هڪ واو چورائي پاڻ سان لڳايو جنهن جو هن ڪي حق ڪونه هئو ان ڪري مار کاڌائين، مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا ته ٿيڏي عقل واري ڪي راضي ڪرڻ لاءِ ٿيڏي ڳالهه ڪرڻي پوندي آهي، جيئن ته ٿيڏي پير لاءِ ٿيڏي جتي ٺهرائڻي پوندي آهي. قاعدي جو سڌو جوتو ان ڪي پاريو ان ڪي تنگ ڪندو ۽ ڪائيندو ديني تعليم ۾ به گهڻا قصا گهڙڻا پوندا آهن، جنهن مان ڪنهن اهم معاملي جي تلقين مقصد هوندي آهي، عوام به ٻارن وانگر آهي، انهن سان به دروغ مصلحت آميز سان ئي ڪم هلندو، حضرت محي الدين ابن العربي رح جن به هڪ جاءِ تي لکيو آهي ته شريعت ۾ عوام جي خاطر دروغ مصلحت آميز ڪان ڪم ورتو ٿو پوي ان لاءِ ئي طبيعت افسانن ڪي پسند ڪندي آهي، جيڪڏهن ان جي سامهون خالص معرفت جي ڳالهه ڪجي ته ان ڪي سمجهه ۾ نه ايندي ۽ اهو ان ڪي اعتبار جوڳو به نه سمجهندو.

جنهن شخص جي اندر جون اکيون درست ٿي وينديون آهن ۽ عقل جي ڏندن وانگر ان جي سچائيءَ جا ڏند بہ نڪري ايندا آهن، اهوئي خالص روحاني غذا کي هضم ڪري سگهندو، پوءِ ان سان حقيقت کي ظاهر ڪرڻ لاءِ دروغ مصلحت کان ڪم وٺڻ جي ضرورت رهندي آهي، ان کان پوءِ افسانا بازي هڪ طرح جي معرفت جي امانت ۾ خيانت معلوم ٿيندي آهي. نوشيروان جي زماني جو هڪ قصو فردوسيءَ شاهنامي ۾ گهڻي تفصيل سان لکيو آهي تہ حڪيم بردز نوشيروان کي عرض ڪيو تہ مون هندستان جي ڪتابن ۾ ڪاٿي پڙهيو آهي تہ اتي هڪ جبل ۾ هڪڙي ٻوٽي آهي جنهن جو تاثير هي آهي تہ جيڪڏهن مردي کي بہ لڳائجي تہ زنده ٿي پوندو. نوشيروان چيو تہ وڃ وڃي ان کي ڳولي اچ، بردز مهاراجہ قنوج وٽ آيو ۽ نوشيروان جو خط ان کي ڏنائين جنهن ۾انهيءَ ٻوٽيءَ جي حاصل ڪرڻ جي خواهش لکيل هئي، مهارجہ پنڊتن جي هڪ جماعت هن سان گڏي ڏني، گهڻن جوڳين ۽ پنڊتن سان جبلن ۾ گردش ڪندي ان جو پتو پڇيائين مگر ڪو بہ ان کان واقف نہ هئو هاڻي مايوس ٿي واپس وڃڻ جي نوبت آئي تہ ڪنهن چيو تہ هڪ تمام وڏو رشي آهي هلو تہ ان وٽ هلون. امڪان آهي تہ انهيءَ کي ٻوٽي بابت خبر هجي چناچہ هي حڪيم وٽ پهتو. ان چيو تہ حڪيم صاحب توهان کي سمجهڻ ۾ غلطي لڳي آهي. هيءَ ڪا نباتاتي ٻوٽي ناهي، هن ٻوٽي مان مراد گيان يا معرفت آهي، جنهن کي اها حاصل ٿي وڃي ان کي ابدي زندگي حاصل ٿي ويندي آهي. هن چيو تہ هڪڙي ڪتاب ۾ هي علم موجود آهي ۽ اهو ڪتاب هڪ راجہ جي ڪتب خاني ۾ آهي. اهو ان کي راز جي پردي ۾ رکندو آهي ۽ ڪنهن کي ڏيکاريندو ناهي. حڪيم بردز ان راجہ وٽ پهتو ۽ ڪتاب حاصل ڪرڻ جي درخواست ڪئي مگر راجہ صرف انهيءَ ڳالهہ تي راضي ٿيو تہ اسان جي روبرو ان ڪتاب کي پڙهو ليڪن نقل ڪرڻ يا ڪنهن ٻئي کي ڏيکارڻ جي اجازت نہ آهي، حڪيم بردز حافظي جو تيز هئو انهيءَ اهو ڪتاب ٿورو ٿورو پڙهي ياد ڪري روتو ۽ اهڙي طرح پورو ڪتاب نوشيروان تائين پهچايائين. نوشيروان چيو تہ واقعي هي ڪتاب عقل جي مُردن کي زنده ڪرڻ وارو آهي ۽ ان جو ترجمو فارسي زبان ۾ ڪرايائين ۽ بعد ۾ خليفي مامون ان کي عربيءَ ۾ ترجمو ڪرايو ۽ نصر ابن احمد سامانيءَ انهيءَ عربي نسخي کي وري فارسي ۾ ترجمو ڪرايو، مولانا

رومي رحمة الله عليه هن قصي کي پنهنجي مخصوص انداز سان مثنويءَ ۾ درج ڪيو آهي، ته آخرڪار قاصد شاهه هڪ گيان يوگيءَ وٽ پهتو ۽ درخواست ڪئي ته مون کي انهيءَ وڻ جو پتو ڏيو ته جيئن ناڪام خالي هٿين شاهي دربار ۾ واپس نه وڃان، شيخ عارف هن جي ڳالهه ٻڌي ڪليو فرمايائين ته اي سادا انسان هي زمين ۾ پيدا ٿيڻ وارو وڻ نه آهي. بلڪ معرفت جو وڻ آهي اهو تمام بلند ۽ ڪشادو آهي ۽ منهنجي هن تشبيهه کي به نه چنبڙجانءِ هن حيات بخش شيءَ کي ڪو وڻ ٿو چوي، ڪو سج ٿو چوي، ڪو سمنڊ ٿو چوي، ڪو رحمت جو ڪڪر ٿو چوي. ليڪن ڪو به مثال هن تي پوري طرح بيهي نه ٿو. تشبيهن ۽ تمثيلن تي نه وڃ بس ايترو سمجهه ته زندگيءَ جي بقا هن جي ڪمترين آثارن ۾ آهي، ان جا اثر به هزارها آهن ته نالا به بيشمار.

## ذات ۽ صفات

مسلمان ۾ خدا جا نوانوي نالا شمار ڪيا ويندا آهن، ليڪن خدا جي ذات ۽ صفات لامتناهيه جي سمنڊ بي پايان جي مقابلي ۾ هي چند قطرا آهن. جيڪي انسان جي ظرف جي مطابق انهن جو تعارف ڪرايو ويو آهي جن صفتن سان انسان جو واسطو ٿي سگهي ٿو اهي بيان ڪيون ويون آهن ورنه خدا جي ذات ۽ صفات جو گهيرو لفظن ۾ ڪيئن ٿو ٿي سگهي.

محمد بهي تيرا، جبريل بهي تيرا، قرآن بهي تيرا
مگر يہ حرف شيرين ترجمان تيرا هے کہ ميرا

خدا کي مختلف مذهبن مختلف نالن سان ياد ڪيو آهي، عيسائي ان کي آسماني پيءُ ٿا چون. ڪجهه هندو رشين هن کي ماءُ به چيو آهي. مسلمان هن کي عام گفتگو ۾ رحمان و رحيم ۽ رب چوندا آهن. مهاتما ٻڌ هن جي متعلق خاموش آهي ۽ ان کي ڪنهن نالي سان ياد ڪرڻ کي حقيقت کان هيٺ لهي اچڻ ٿو سمجهي، موجوده دور جا فلاسفر مثلا برنارڊ شا ۽ برگسان ۽ علامه اقبال هن کي اخلاقي ۽ ارتقائي قوت ۽ ميلاپ ٿا چون، مولانا رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته هي سڀ سچ ٿا چون مگر جڏهن هڪ نالي يا روپ کي چنبڙي ٿا پون ته پوءِ انهن جو به اهوئي حال ٿو ٿئي جيڪو معرفت کي وڻ سمجهي بيابانن ۽ جبلن

۾ ان کي ڳولڻ لاءِ حڪيم جو ٿيو ۽ هڪ اصطلاح کي ٺي دين سمجهي ٻين اصلاح وارن سان جهڳڙو شروع ڪري ٿا ڏين. اهڙن گهٽ سمجهہ وارن کي سمجهائڻ لاءِ هي چوڻ گهرجي تہ ڏسو زيد هڪ شخص جو نالو آهي. ان جو پٽ ان کي پيءُ چئي سڏ ڪندو ليڪن ان جي پيءُ انهيءَ ئي زيد کي پٽ چئي سڏ ڪندو، ٽيون شخص ان کي چاچو ٿو چوي ۽ چوٿون ماما ڪري ٿو سڏ ڪري، خدا تعاليٰ جو بہ اهوئي معاملو آهي، مختلف حالتن ۾ مختلف فردن جون نسبتون ان سان مختلف هونديون آهن ۽ هر نسبت سان هڪ نالو آهي جيڪو درست آهي. خدا جي ذات ۽ صفتون هجن يا ٻيا روحاني حقائق ۽ وجداني تجربا ۽ حالتون، لفظن ۾ انهن جو بيان ڪرڻ ائين آهي. جيئن مغز جي مٿان چڙهيل کل هوندي آهي، معرفت جي طرف هلڻ چاهيو تا تہ پهريائين نالي ۽ روپ کان انهن صفتن جي حقيقت کي سمجهو جن جي لاءِ ڪجهہ نالا ۽ صفتون وغيره استعمال ڪيون ويون آهن. جڏهن هن فن ۾ پختہ ٿي ويندؤ تہ هي صفتون انهيءَ ذات جي طرف رهنمائي ڪنديون جنهن کان هي صفتون ظاهر ٿيون ٿين، ذات ۾ غوطا لڳائيندؤ تہ وحدت جي مقام تي پهچندؤ، جتي شر بہ خير جو ذريعو ٿي خير جي هر رنگ نظر اچڻ لڳندو آهي، اتي پهچي نالن ۽ تشبيهن جا سڀ جهڳڙا ختم ٿي ٿا وڃن، جيڪڏهن نالن جي جهڳڙي ۾ الجهي پئو تہ ٻوءِ کلن تي وڙهندا رهو.

## نفس ۽ بدن

انسان جي صورت ۽ جوڙ جڪ جسماني آهي. ليڪن ان جي اصليت روحاني آهي. آسمان ۾ تارن، چنڊ، سج، ۽ ڪتين وغيره جي گردش جو حساب لڳائڻ وارو، ڪائنات جي حقيقت تي غور ڪرڻ وارو، خود پنهنجي ئي جسم جي اصليت ۽ ان جي طريقي ۽ نظام کي جاچڻ ۽ ان کي هلائڻ وارو، لازمان ۽ لامڪان جي معقولات ۽ تصورات کي پنهنجي ئي هڪ نفس جي ڪنڊ ۾ جڳهہ ڏيڻ وارو، فطرت ۽ خالق فطرت جي ذات صفات کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ وارو صرف ٻن والن جو هڪ مادي جسم ۽ خاڪ جي ذرن جو محض مرڪب تہ نہ ٿو ٿي سگهي. جسم سان وابستگي هن کي ڏوکي ۾ وجهي ٿي

ڇڏي تہ مان بس صرف هي جسم ئي آهيان ڇئن عنصر جي هڪ اتفاقي ترڪيب سان مان ظاهر ٿي پيو آهيان ۽ انهيءَ ۾ خلل يا خرابي پيدا ٿيڻ سان مان ختم ٿي ويندس ۽ منهنجي ذات وري انهن ئي ڇئن عنصرن ۾ منتشر ٿي ويندي، هي سڀ "ماده پرست" انهيءَ ئي ڌوڪي ۾ مبتلا آهن، هي ڌوڪو سڀ کان پهريائين ابليس کاڌو جنهن آدم عليه السلام کي بس صرف خاڪ جو پتلو سمجهو فرشتن تي بہ آدم ع جي حقيقت ان وقت کلي جڏهن الله تبارڪ وتعالي انهيءَ علم کي انهن تي شڪار ڪيو.

حقيقت هيءَ آهي تہ انسان هڪ ئي وقت ۾ ٻنهين جهانن ۾ ٿو زندگي بسر ڪري هڪ جهان مادي آهي تہ ٻيو روحاني جيڪو زمان ۽ مڪان کان تمام مٿانهون آهي، شايد ئي ڪو بدبخت ۽ بي ضمير انسان اهڙو هجي جنهن جي دل ۾ ڪڏهن نہ ڪڏهن روحاني زندگيءَ جي لهر نہ پيدا ٿي هجي، چورن، ڌاڙيلن ۽ قاتلن جي نفس کي بہ همدرديءَ سان جاچبو آهي تہ انهن جي اندر ۾ بہ ڪنهن نہ ڪنهن اخلاقي فضيلت جي اظهار جي طرف توجہ نظر ايندي جيڪا حالتن جي خرابيءَ سبب ظاهر عملي صورت اختيار نہ ڪري سگهي هجي. مولانا رحمة الله عليه جن ڪي هن سلسلي ۾ عجيب قسم جو مثال سمجهہ ۾ آيو آهي. فرمائن ٿا تہ بدڪ جي آني کي جيڪڏهن آري ويٺل ڪڪڙ جي هيٺان رکجي تہ انهيءَ مان بدڪ جو ٻچو نڪرندو، ان جو فطري ميلان پاڻيءَ ۾ ترڻ جي هوندو حالانڪ جنهن مرغيءَ هن کي آني مان ڦوڙي دائيءَ جو ڪم ڪيو اها خشڪيءَ جو پکي آهي ۽ پاڻي کان گهبرائيندي آهي، مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ اهڙي طرح انسان هن خاڪي يا مادي جهان ۾ ڄمي ٿو ليڪن ان جي اصل فطرت روحانيت جي سمنڊ بي پايان ڏي ميلان ٿي رکي، بدڪ جو ٻچو تہ وڏو ٿي هي ڌوڪو ڪونہ کائيندو آهي تہ مان مرغيءَ جو ٻچو آهيان لهذا مون کي پاڻيءَ ڏي نہ وڃڻ گهرجي، ليڪن مان مادي جهان ۾ جسمانيت جي دائيءَ جي ذريعي پيدا ٿيڻ وارو انسان گهڻو ڪري پنهنجي حقيقت ۽ اصليت کي وساري پنهنجو پاڻ کي هن مادي جهان جو يعني خشڪيءَ جو پکي سمجهڻ لڳندو آهي. ۽ روحانيت جي درياهہ ڏي ويندي جهجهڪندو آهي، حقيقت ۾ انسان انهيءَ پکيءَ وانگر

آهي، جيڪو خشڪي ۽ تري ٻنهين ۾ رهي ٿو سگهي. جيئن بدڪ ڪڏهن زمين تي هلندي آهي تہ ڪڏهن پاڻيءَ ۾ ترندي آهي.

ولقد كرمنا بني آدم وحملناهم في البر والبحر هن آيت سڳوريءَ جي مولانا رحمة الله عليه وٽ صوفيانہ تفسير اهائي آهي جيڪا مٿي بيان ٿي، ملائڪن ڪي جسماني عالم سان ڪو واسطو ڪونهي ۽ ڪيترا جانور سمنڊ ۾ رهي نہ ٿا سگهن. مگر انسان بحر ۽ بر بلڪ هوا ۾ بہ سفر ڪري ٿو سگهي، ان کان علاوه روحاني عالم جو بحر بيڪران بہ هن لاءِ ئي موجود آهي.

---

## حصو ٽيون

# سڄو عالم کائڻ وارو ۽ کاڄندڙ آهي

مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا ته هي عالم جنهن ۾ اسين زندگي گذاري رهيا آهيون. ان ۾ هر هستي کائڻ واري به آهي ۽ کيس به کاڌو ٿو وڃي. فرمائن ٿا مون هن عالم ۾ هر هڪ ذري کي غذا حاصل ڪرڻ لاءِ وات کوليندي ڏٺو آهي ۽ هر هڪ جاندار جو عضوو پنهنجو پنهنجو خاص طريقو ٿو رکي ۽ غذا جو طالب آهي، غذا جي نوعيت الڳ الڳ آهي مگر اهي شيون ذري ذري ۾ موجود آهن، ۽ جيڪي کاڄڻ کان مٿانها ٿي ويا آهن. اهي مقبول خوش بخت هن عالم کان مٿانها ٿي ويا آهن. جيڪڏهن توکي روحاني غذا گهرجي ته ڪنهن روحاني پيشوا جي زحمت رک توکي چا ٿو ملي سگهي جيسين ان غذا لاءِ تو پاڻ ۾ قبول ڪرڻ جي استعداد پيدا نه ڪئي آهي، اهڙي بخشش خاص الله تعاليٰ جي عنايت آهي، تون به درخواست ڪر ته توفيق جي مطابق ملي ويندئي.

سڀ ڪجهه ڇئي وڃڻ کان پوءِ وري فرمائن ٿا ته هي قانون جسمانيت جي عالم جو آهي. ابدي حقائق هن جي ماتحت نٿا اچن، ان ڪري الله تعاليٰ فرمائي ٿو: والباقيات الصلحت: حڪيم ۽ ڪريم مرد اهو آهي جيڪو انهن باقيات جي آب حيات کي پي پاڻ به باقي ٿي وڃي. "ڪل شيءِ هالڪ الا وجهه" اهڙو شخص وجه ۾ داخل ٿي بقا حاصل ٿو ڪري. معنيٰ جي به نڙي آهي، جان جي به نڙي آهي، بدن جي هر هڪ عضوي جي نڙي آهي، نفس جي به نڙي آهي، عقل ۽ دل جي به نڙي آهي، هن معاملي ۾ احتيات ڪرڻ گهرجي ته هنن سيني نڙين کي انهن جي مناسب غذا ملندي رهي، جهڙي طرح خراب غذا سان جسم خراب ٿيندو آهي. اهڙي طرح نفس، عقل ۽ دل به غير مناسب غذائن سان بدهاضمي جو شڪار ٿي پنهنجي صحت خراب ٿا ڪن ۽ پنهنجو ڪم پورو ڪري نٿا سگهن، ڪن ماڻهن کي خاص ڪري عورتن کي مٽي کائڻ جو چسڪو پئجي ويندو آهي، ان ڪري انهن جا منهن پيلا ۽ بيمار ٿي پوندا آهن، فرمائن ٿا عمر جي هڪ حصي کان ٻئي حصي ۾ داخل ٿيڻ سان جيئن انسان کي غذا جي تبديليءَ جي ضرورت هوندي آهي اهوئي حال هن جي عقلي ۽ روحاني زندگيءَ جو آهي. عقلي ۽ روحاني ترقيءَ جي هر درجي ۾ غذا به بدلجڻ

گهرجي ٻار جي لاءِ ماءُ جو کير لازم آهي. ليڪن آخرڪار ڇڏائڻو پوندو آهي. ٻار ان وقت سخت پريشان ٿي پوندو آهي ليڪن ماءُ يا دائيءَ کي زبردستي ڇڏائڻو پوندو آهي ته جيئن ماءُ جو کير ڇڏڻ کان پوءِ ٻي انتها ڪائڻ پيئڻ جون نعمتون هضم ڪري سگهي، جڏهن ٻار پيٽ ۾ هوندو آهي تہ ان جي غذا رت هوندو آهي، ان جي پيدائش هن جي خون خواريءَ کان ڇڏائي شير خواري بنائيندي آهي. تڇ ڇڏائڻ کان پوءِ هو گوشت ڀاڄيون وغيره کائڻ لڳندو آهي ان کان پوءِ کائڻ پيئڻ جي وقت کان پوءِ جڏهن ان کي عقل ۽ حڪمت (دانائيءَ) جو چسڪو لڳندو آهي تہ پوءِ هو لقمي کي ڇڏڻ سان لقمان بنجي پوندو آهي.

فرمائن ٿا تہ انسان هن جسماني ۽ حيواني شهوتن جي عالم کي روحاني عالم واسطي ڇڏڻ لاءِ تيار نہ آهي، هن کي خبر نہ آهي تہ هي نئين زندگي هن کي خدا جي کهڙي نہ ڪشادي ۽ خوشگوار ڪائنات ڏي وٺي ٿي وڃي. ماءُ جي پيٽ ۾ جڏهن ٻار صرف رت جي غذا تي هڪ تنگ جاءِ ۾ هوندو آهي ان کي جيڪڏهن ڪير چوي تہ هتان نڪر ۽ ٻاهر جي دنيا ۾ رزق بہ عمدا ۽ مختلف قسم جا آهن خوبصورت ۽ ڪشاده نظارا بہ آهن تہ هن کي ڪڏهن بہ يقين نہ ايندو بس هو پنهنجي غذا کي جان پرورش ۽ پنهنجي رهڻ واري جاءِ کي سڄو جهان ٿو سمجهي اهڙي طرح عام ماڻهو بہ جسماني عالم مان نڪري روحاني عالم ۾ پيدا ٿيڻ کان گهبرائن ٿا ۽ سمجهن ٿا تہ بس هي ئي جهان سڀ ڪجهہ آهي، هي هتي مان نڪري ويو تہ اڳتي ڪجهہ بہ ڪونهي. هي سڀ ڳالهيون پيٽ جي اندر ٻار کي يقين جي قابل نہ معلوم ٿين ها ڇو تہ هن جي وهم ۽ گمان ۾ بہ نہ ٿي اچي سگهيون. ان ڪري هو ضرور ڪافر ۽ منڪر ۽ ڪڏهن بہ پيدا ٿيڻ تي پنهنجي خوشيءَ سان تيار نہ ٿئي ها. مگر قدرت هن کي زبردستي ڪشادي دنيا ۾ آڻي ٿي پنهنجي مرضيءَ سان تہ هو ڪڏهن بہ نڪرڻ لاءِ تيار نہ ٿئي ها.

## نفس جون لهرون

گهڻا صوفياءِ ڪرام پنهنجو تجربو بيان ڪندا آهن تہ هر شخص بلڪ هر جامد شيءِ مان خاص قسم جون لهرون يا شعاع نڪرن ٿا هر شخص جي چوڌاري انهن لهرن يا شعاعن جو هڪ جهمگهٽو هوندو آهي. جنهن کي حساس

نفس محسوس ڪندا آهن گھٽو ڪري اهڙا ماڻهو جنهن جي حس خاص طريقي سان تيز نہ هوندو آهي. اهي بہ ڪنهن ڏارئي شخص کي ڏسندي ئي يا تہ ڪجھ ڪشش محسوس ڪندا آهن يا نفرت. عام نفسيات بہ ان جي سمجھائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. مگر هي نفسيات اهل دل جي تجربن کي نہ ٿي پهچي سگھي. مولانا رحمة الله عليہ بہ هڪ جاءِ تي انهن لهرن يا موجن جو ذڪر ڪيو آهي. شين يا ماڻهن جي اسين جيڪا بوءِ محسوس ڪندا آهيون اهي بہ موجون يا لهرون هونديون آهن. جيڪي اسان جي خاڪ جي اندروني سطح سان ٽڪرائجن ٿيون تہ اسان کي سٺي يا خراب محسوس ٿئي ٿي. هڪ حساس اهل دل ڪڏهن ڪنهن شخص سان ملندو آهي تہ هن جي شعاعن يا لهرن مان هن جي سيرت کي سڃاڻي وٺندو آهي. جهڙي طرح بوءِ سان شيون سڃاڻبيون آهن. ليڪن خدا جي پرده پوش صفت مردان خدا ۾ بہ موجود هوندي آهي. ان ڪري هو هر شخص تي ان جي سيرت جو عيبدار پهلو ظاهر نہ ڪندا آهن ۽ بيان نہ ڪندا آهن تہ جيئن ان شخص جي دل آزاري نہ ٿئي ڇو تہ دل آزاري گھٽو ڪري نفس جي اصلاح ۾ رڪاوٽ ٿيندي آهي. مولانا رحمة الله عليہ جن فرمائن ٿا تہ هر وقت هر انسان مان هي موجون يا لهرون بوءِ بنجي نڪرنديون رهنديون آهن خواهہ هو جاڳندو هجي يا ستل هجي، چاهي ڳالهائيندو هجي يا خاموش رهي. غرور، حرص ۽ هوس جي بوءِ ڳالهائڻ شرط وات مان نڪرندي آهي ۽ ٻڌڻ وارو ان جي خلاف ئي دعويٰ ڪندو هجي تہ مان تہ بلڪل عاجز ۽ خاڪسار آهيان ۽ مون کي ڪنهن بہ قسم جي لالچ ڪانهي. هن جو مثال مولانا رحمة الله عليہ جن هي ٿا ڏين تہ جيڪڏهن ڪو شخص بصر ۽ ثوم کائي زور شور سان قسم کڻي انهيءَ جو انڪار ڪري هن جي بيان کي ڪير سچ سمجھندو ڇوجو هن جي وات مان ايندڙ بوءِ هن کي ظاهر ڪري رهي آهي. بد سيرت انسان جون دعائون بہ انهيءَ بد بوءِ جي ڪري رد ٿي وينديون آهن. باري، الله تعاليٰ جي بارگاه ۾ تہ صرف پاڪيزگي پسند آهي.

## دعا جي توفيق

جڏهن ڪو شخص سچي دل ۽ عاجزي نيازيءَ سان دعا گھري ٿو تہ هي دعا جي توفيق ۽ دل ۾ نرمي بہ الله تعاليٰ جي طرف کان ئي هوندي آهي، فرمائن ٿا تہ اهڙي دعا جي متعلق سبب ۽ اثر جو هي قانون نہ آهي تہ دعا ڪبي

تہ پوءِ خدا ٻڌندو بلڪ ائين سمجھڻ گھرجي تہ خدا ان جي قلب کي مائل ڏسي ان کي دعا جي توفيق ڏني. هتي اثر پهريائين آهي ۽ دعا بعد ۾ يا ائين چئجي تہ هڪ وقت سبب ۽ اثر همڪنار آهن هن حقيقت کي مولانا رحمة الله عليہ هڪ قصي ۾ بيان فرمايو آهي تہ هڪ شخص صبح و شام الله الله ڪندو تہ رهي ۽ انهي انتظار ۾ آهي تہ الله تعاليٰ جي طرفان لبيڪ جو آواز ايندو تہ مان موجود آهيان ۽ ٻڌان ٿو پيو ليڪن اهڙو ڪو بہ آواز ٻڌڻ ۾ نہ آيو تہ شيطان ان جي دل ۾ وسوسو وڌو تہ شام صبح الله الله ٿو ڪرين جيڪڏهن هو ٻڌي ها ۽ قبول ڪري ها تہ توکي جواب ڏئي ها. اهڙي بي فائدي ذڪر لاءِ ڇو ٿو وقت ضايع ڪرين؟ انهيءَ تي حضرت خضر عليہ السلام هن کان خواب ۾ اچي پڇيو تہ تون دل جو شڪستو ڇو ٿيو آهين؟ هن چيو تہ خدا ڪو جواب ئي ڪو نہ ٿو ڏئي انهيءَ ڪري منهنجي دعا ڪهڙي ڪم جي. خضر عليہ السلام فرمايو تہ مون کي الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ هن ٻانهي کي چؤ تہ تنهنجو مون کي ياد ڪرڻ ئي منهنجي لبيڪ آهي، تنهنجي دعا ۾ هي نياز ۽ سوز اسان جو ئي پيدا ڪيل آهي.

## پنهنجي روح کي حيوان سمجھڻ

انسان جو روح "امر ربي" آهي. ان جي فطرت ۾خدا جي پنهنجي فطرت جو پاڇو آهي. "فطرة الله التي فطر الناس عليها" خدا هن روح کي صفتن جي تڪميل ۽ ذات جي ترقي لاءِ هن جهان جي امتحان گاه ۾ موڪليو آهي. هتي هو مادي جسم ۽ مادي عالم سان وابستہ ٿي ويو آهي، انسان پنهنجي اصل حقيقت کي وساري پنهنجو پاڻ کي صرف هڪ ترقياتي حيوان ٿو سمجھي جنهن کي گھٽو ڪري کائڻ پيئڻ ۽ نسل پيدا ڪرڻ جوئي مطلب آهي. مولانا رحمة الله عليہ جن فرمائن ٿا تہ توهان ائين سمجھيو تہ توهان جبرئيل عليہ السلام کي پنهنجي گھر ۾ اندر هڪ ٿنيي سان ٻڌي ڇڏيو آهي ڇڻ تہ هو بہ ڳئون وغيره وانگر هڪ جانور آهي. هن جا وار ۽ پر پٽي ڇڏيا اٿو. جنهن ڪري هو پرواز کان محروم ٿي ويو آهي. هاڻي بس هن کي هڪ گوشت خور جانور سمجھي ان جي اڳيان ٻڪل ڇيلو ٿي رکيو ڪڏهن هن کي گاه ڪائيندڙ جانور سمجھي چراگاه جي طرف يا سڪل گاه جي ڍير جي طرف وني ٿي آئيو تہ وٺ هي گاه کاءُ - تون

روح جي غذا کان ناواقف آهين. ان ڪري ان کي بکيو ٿو مارين. روح جي غذا تہ ذڪر ۽ دل جي جهڪڻ (قنوت) جي ذريعي خدا جو ديدار آهي.

جبرئل عليہ السلام کي پنهنجي اندر ٻڌڻ سان اسان کي ڪبير جو هڪڙو لطيفو ياد آيو. ڪبير خدا مست موحد هو ۽ هندن جي نيچ ذاتين ۾ توحيد ۽ مساوات انسانيءَ جي تبليغ ڏيندو هو. شرعي عبادت جون ظاهري عادتون ان جي زندگيءَ ۾ نظر نہ ايندڀون هيون. ان ڪري انهيءَ موحد کان جهڙي طرح پنڊت بيزار هئا. ساڳي طرح اسان جا فقط ظاهر تي نظر رکڻ وارا مولوي بہ ان کي ملحد ۽ ڪافر سمجهندا هئا. ڪڏهن ڪو مولوي صاحب اُن جي خبر وٺڻ ان جي گهر بہ هليو ويندو هو. هڪ ڏينهن ڪبير پنهنجي دريءَ مان ڏٺو تہ هڪڙو مولوي صاحب ڪاوڙ ۾ اچي رهيو هو تہ جيئن مون ڪافر تي لعنت ملامت ڪري. هن جي پاڙي ۾ ڪجهہ شودن مرون پاليا هئا. ڪبير ڪنهن کي چيو تہ هڪ مرونءَ کي منهنجي دروازي تي بہ آڻي ٻڌو. مولوي صاحب جڏهن ڪبير جي در تي پهتا تہ ڏٺئون تہ واقعي هي ملعون آهي. هن جي در تي تہ هڪ مرون ٻڌو پيو آهي. فوراً چيائين تہ اي بد بخت! تون ڪٿان جو مسلمان ۽ ولي آهين. دروازي جي ٻاهران تہ مرون ٻڌي ڇڏيو اٿئي. ڪبير چيو تہ مولوي صاحب مرون کي دروازي جي ٻاهران ٻڌي ڇڏڻ انهي کان سٺو آهي تہ هو انسان جي اندر ۾ گهريلو ۽ پالتو جانور ٿي رهي. خبر ناهي تہ هيءَ صوفيانہ چوٽ مولوي صاحب کي سمجهہ ۾ آئي يا نہ بهرحال هو گهٽ وڌ ڳالهائيندو هليو ويو. شاهہ عبدالعزيز محدث دهلوي جي هڪ شاگرد شاهہ صاحب کان بار بار پڇيو تہ ڪبير هندو هو يا مسلمان؟ ليڪن پاڻ هي جواب ڏيندا رهيا تہ ڪبير موحد هو.

## اي خاڪي ٻانها زمين کان صبر جو سبق سک

زماني جا اهڙا حادثا جن کان بچڻ ممڪن نہ آهي، انهن جي متعلق عقلمند انسان جو عمل صبر ئي ٿي سگهي ٿو. طوفان، ڪوڻ، هوائون، سج جي گرمي، ٻوڏيون وغيره انهن جي متعلق انسان هزار هيلا هلائي پوءِ بہ بچي نہ ٿو سگهي. مولانا رحمة الله عليہ انسان جي تلقين لاءِ هن مان هڪ عجيب نڪتو پيدا ڪيو آهي. فرمائن ٿا تہ ڏسو هي توهان جا مادي ۽ جسماني حادثا آهن.

اسان جي زمين انهن سيني کي صبر سان برداشت ٿي ڪري. اي انسان تون به ته آخر اهڙي جسماني حيثيت ۾ هن زمين جو هڪ جز آهين. انهيءَ ڌرتيءَ ماتا جو اولاد آهين. تون انهن حادثن جي متعلق هن کان سبق حاصل نه ٿو ڪرين؟ انهن سيني حادثن جي باوجود زمين، هن جي پيداوار ۽ ان تي زنده رهڻ وارا حيوان سڀ ڪجهه برداشت ڪرڻ جي باوجود به موجود آهن. زمين جي صبر ان ڪي ۽ ان جي تعلق رکندڙن کي برباد ته ڪونه ڪري ڇڏيو ۽ ڪيترا حادثا اهڙا آهن. جن کي تون آسماني آفتون ٿو سمجهين. ليڪن زمين انهن مان تازگي حاصل ٿي ڪري. اي زمين جا حصا! تون به هن جي صبر ۽ ان جي اجر متعلق سبق حاصل ڪر.

## خاڪ جي پستيءَ مان آسمانن جي مٿاهين

عارف رومي رحمة الله عليه جن جو نظريه حيات جنهن کي پاڻ هر هنڌ مختلف تشريحن ۽ تشبيهن سان بيان ڪيو آهي ۽ هڪ رنگ جي مضمون کي هزارين مثالن سان ٻڌي ڇڏيو آهي. ان جو لب لباب هي آهي ته انساني روح مادي عالم جي پيداوار نه آهي هن کي مٿاهين عالم مان مادي زندگيءَ جي پستيءَ ۾ ان لاءِ موڪليو ويو آهي ته الله تعاليٰ ڏي رجوع ٿيڻ جي ڏکي ۽ مسلسل ڪوشش سان هو پنهنجي ممڪنات حيات کي متحقق ڪري سگهي. الله تعاليٰ جي زبان سان فرمائن ٿا ته ڏسو "خلقنا کم من تراب" ته مون توکي مٽيءَ مان پيدا ڪيو، هن کي تون پنهنجي هستيءَ جي پستي نه سمجهه، تنهنجي سامهون مادي فطرت جا مثال به موجود آهن جيئن ٻج کي مٽيءَ ۾ اندر پوکبو آهي. ليڪن وڌڻ ويجهڻ جو ذوق ۽ ترقيءَ جو شوق ان کي هڪ ميويدار وڻ بڻائي ٿو ڇڏي، ته ڇا تون هڪ ٻج جي داڻي کان گهٽ حيثيت ٿو رکين؟ جو پنهنجو پاڻ کي فقط خاڪ جو پتلو سمجهي ورتو اٿئي جيڪو خاڪ مان نڪري وري به خاڪ ٿي ويندو. تو کي ته هن خاڪ مان اپري ڪائنات جي طاقتن جو سردار بڻجڻو آهي. زندگيءَ جي ڪنهن مرحلي ۾ عارضي ۽ ظاهري پستي ان ڳالهه جو ثبوت نه آهي ته بس هاڻي اها پست جي پست ئي رهندي ذوق ٿو چوي:

ديکهے چهوٹوں کو هے الله بڑائي ديتا
آسمان آنکهه کي پتلي مين هے ديکهائي ديتا

فرمائن ٿا تہ پاڻيءَ کي ڏسو آسمان کان وسي ٿو ليڪن پيهر مٽي چڙهي رحمت جو ڪڪر ٿو بنجي. اهو ئي حال هر ميوي جو آهي تہ هن جو ٻج زمين ۾ دفن ٿي وري مٿاهون ميويدار وڻ ٿو بنجي. سڀ نعمتون مٿاهين جهان کان هيٺاهين جهان ۾ نازل ٿيون ٿين. ليڪن هر نزول وري بلنديءَ جو سبب ٿو بنجي. پاڻي، خاڪ، ٻوٽا ۽ ٻيون بي جان شيون آهن. ليڪن زندگيءَ جي ڪيميا سان اهي زندگيءَ ۾ تبديل ٿي ٿيون وڃن ۽ انسان جو جز ۽ جان بنجي انسان بنجي ٿيو وڃن.

## ڏک مان بصيرت ۽ سٺي سيرت ٿي پيدا ٿئي

زندگيءَ ۾ جڏهن انسان تي رنج ۽ غم طاري ٿيندو آهي، تہ اهو هڪ طريقي سان پستي محسوس ڪندو آهي. ليڪن جيڪڏهن درد، غم ۽ رنج والم نہ هجن ها تہ انسان هن مادي زندگي ۾ مست ٿي وڃن ها ۽ نہ ڪڏهن پنهنجي روح جي گهراين ۾ غوطا هڻن ها ۽ نہ هن ۾ ٻين لاءِ ڪو درد ۽ احساس پيدا ٿئي ها ۽ نہ وري صبر ڪرڻ سان نفس جي تڪميل جي مشق ٿئي ها. جن ماڻهن کي زندگي گذارڻ جا مادي وسيلا ڪشادا ۽ دنياوي ڪاميابين سان هميشهہ خوشي رهندي آهي انهن ماڻهن جو شعور وچولي درجي جو ۽ زندگيءَ جي اسرارن کان بيگانا هوندا آهن. محرومين ۽ ناڪامين سان دل کي چوٽ ٿي لڳي جيڪا بصيرت کي بيدار ٿي ڪري. چوٽون ڪاڌل دليون گهڻيون بصيرت ۽ عليم ٿي پونديون آهن ۽ زندگيءَ جي درجن ۾ انهن جي قيمت وڌي ويندي آهي . علامہ اقبال جو شعر آهي تہ:

تو بچا کے رکھ اسے، تيرا آئينہ ہے وہ آئينہ

جو شکستہ ہو تو عزيز تر ہے نگاہ آئينہ ساز مين

مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ غم جي پستي بہ انسان کي بلند ڪرڻ جو هڪ لازمي ذريعو آهي.

زندگي بحر آلام مين، ڈوب کر ابھرتي ہے

غم هڪ خزانو آهي ۽ رنج محنت ۽ جفاڪشيءَ جي اندر زندگيءَ جي جواهرن جي کاڻ آهي. ليڪن ٻارن کي اها ڳالهہ ڪير سمجهائي گهڻو ڪري انسان عقل جي لحاظ کان نا بالغ ئي آهن.

# محبت جا ڪرشما

ڪوڙاڻ ڪي مٺاڻ ۾ هيڻائيءَ ڪي مٿاهين بڻائڻ عشق جو ئي ڪم آهي. زندگي جي ڪيميا جو اهو ئي هڪ تجربو ڪيل نسخو آهي. فرمائن ٿا تہ ڏسو معشوق جو رکو ڳالهائڻ بہ ڪهڙو نہ مٺو پيو لڳندو آهي. داغ جي هڪ شعر جو ترجمو:

تـو ڪـي تـي اچـي پيـار تـي ڪـاوڙ،

مون ڪي تنهنجي ڪاوڙ بہ پياري پئي لڳي.

گهر ۾ جيڪڏهن سٺي زال هجي تہ بيابان ۾ جهوپڙي بہ شاهي محلات کان بهتر ٿي پوندي آهي. گهر ۾ ٻارن ٻچن جي پرورش جي لاءِ مڙس ۽ زال چلهہ گرم ڪرڻ لاءِ جهنگ ۾ ڪاٺيون ڪنڊا گڏ ڪرڻ ۾ بہ خوش رهندا آهن. هڪ مزدور ڇيلهہ تي ڳرو بار کڻي ٿو تہ جيئن مزدوري وٺي گهر وڃي ٿو تہ هڪ دلبر جي دل خوش ڪري سگهي. لوهار پنهنجي جسم تي ڪارنهن جا داغ برداشت ٿو ڪري تہ جيئن گهر جي حور لاءِ زندگيءَ جو سامان مهيا ڪري سگهي. هڪ دڪاندار گوڏا ڪوڙي صبح کان شام تائين دڪان ۾ ويٺو ٿو رهي تہ جيئن گهر ۾ پنهنجي محبوب لاءِ ضرورت ۽ زيبائش جو سامان مهيا ڪري سگهي. هي سڀ عشق جا ڪرشما آهن. هي سڀ ڪوششون، مادي آهن ۽ انهن کي توهان هيٺئين جهان ۾ شمار ڪري ٿا سگهو ليڪن عشق جي ڪري هي سڀ ڪوششون بلند ٿي روحاني عالم جو جز بڻجي ويون آهن. ڇو تہ محبت ڪا مادي شيءِ نہ آهي. اهو مٿانهين عالم جو فيضان آهي. مال ۽ اسباب سڀ جماد ۽ مرده شيون آهن ليڪن انهن سڀني جي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪنهن زنده هستيءِ لاءِ هوندي آهي. هاڻي جيڪڏهن عشق جو مقصود ڪنهن نہ ڪنهن قسم جي زندگيءَ ۾ آهي تہ پوءِ عشق ڪي اهڙي هستيءَ سان ڇو نہ ٿو لڳائين جيڪا سراپا زنده ۽ زندگي بخشيندڙ آهي؟ مال متاع هجي يا انساني محبوب، جسماني حيثيت ۾ مرده آهن يا مرده ٿيڻ وارا آهن. اصل محبت فاني جسم جي محبت نہ آهي، محبت ڪي هميشہ رهڻ واري زندگيءَ سان لڳايو جيڪا سيئي پائدار محبتن جي جامع آهي. انسان جي انسان سان محبت تہ گهٽو ڪري زوال ۾ اچڻ واري شيءِ آهي. جيڪڏهن ظاهري حسن لازوال نہ آهي تہ پوءِ ظاهري عشق ڪيئن دائمي ۽ باقي رهي ٿو سگهي؟ حق کان سواءِ جيڪڏهن

ٻين محبوبن ۾ وفا هجي ها ۽ انسان جي محبت پائدار هجي ها ته پوءِ ماءُ پيءُ سان تنهنجي محبت ۾ ڪڏهن به فرق نه اچي ها. ليڪن وڏي عمر ۾ والدين سان محبت ڪيڏي نه سرسري رهجي ويندي آهي. انساني زندگي ۾ اڪثر محبت بي رخي يا نفرت ۾ بدلجي ويندي آهي ۽ ڪنهن ڪنهن وقت نفرت بدلجي محبت ٿي پوندي آهي. ٻار اسڪول وڃڻ کان گهٻرائيندو آهي، سبق کان بيزار هوندو آهي ۽ استاد کي ايترو ته ظالم سمجهندو آهي جو ان جي مرڻ جون دعائون ڪندو آهي ۽ چوندو آهي ته مري نه ٿو ته ڪم از ڪم بيمار ئي ٿي پوي ته موڪل ملي سگهي، ليڪن ٿوري عمر وڏي ٿي ته ماءُ جي ڪير سان محبت نه رهي ۽ علم جي چسڪي اسڪول ۽ استاد سان محبت پيدا ڪري ڇڏي.

دنيا ۾ ڪا به هستي پنهنجو ذاتي حسن ڪانه ٿي رکي جتي به حسن نظر ٿو اچي اهو ازلي حسن جو پاڇو آهي. حسين شيون يا هستيون اهي آهن جن تي هميشه رهڻ واري سچ (الله تعاليٰ) جا شعاع پئجي رهيا آهن. جن هن تي سون جو تهه چاڙهيو آهي، جيئن شعاع هٽيو تيئن ان شيءِ جو عارضي حسن غائب ٿي ويو.

## منافق ۽ مڪار ديندار جو مثال

مولانا رحمة الله عليه هڪ ڳنوار ۽ شهريءَ جي ميزباني ۽ مهماني جو هڪ عجيب سبق آموز قصو لکيو آهي ته هڪ ڳنوار مڪار پيڻوءَ هڪ شهر ۾ پهچي ڪنهن رئيس سان سڃاڻپ پيدا ڪئي ۽ مصنوعي محبت سان هن کي پنهنجو دوست بنائي ڇڏيائين. هر سال هن وٽ نازل ٿي ويندو هو ۽ مهينن جا مهينا جن وٽ رهي مزيدار کاڌا کائيندو هو ۽ هن جي خدمت مان خوب مزا وٺندو هو ۽ هن سلسلي کي جاري رکڻ جي لاءِ هو هر دفعي انهيءَ رئيس کي چوندو هو ته ڪڏهن اسان جي ڳوٺ به اچو ۽ اتان جي ته آب هوا شهر کان وڌيڪ صاف هوندي آهي. فضابه تمام وڻندڙ هر طرف ساوڪ ئي ساوڪ گل وگلزار ۽ ميوي دار وڻن جي ڪثرت آهي. مهرباني ڪري پنهنجي ٻارن کي به وٺي اچو ۽ گهمي ڦري وڃو پر هو رئيس گهٽن ڪمن وارو شخص هجڻ سان گڏ ڪنهن عهدي تي به هئو ۽ گهٽي موڪل ملڻ هن لاءِ مشڪل هئي ان ڪري ٽال مٽول ڪري هو چوندو هو ته هن سال ته مشڪل آهي البته ايندڙ سال ڪوشش

ڪندس ۽ تنهنجي دعوت قبول ڪري تنهنجي ڳوٺ هلندس. آخر هڪڙي سال انهيءَ رئيس جي ٻارن پنهنجي پيءُ کي تنگ ڪرڻ شروع ڪيو تہ اسان کي ٻهراڙيءَ ۾ گهمائڻ وٺي هلو تہ جيئن اسين اتي کليل ميدان ۾ راند ڪيڏون ۽ تازا ميوا کائون. آخرڪار اهو رئيس ضروري سامان کڻي ٻارن کي ساڻ ڪري انهيءَ ڳوٺ ڏي روانو ٿيو. جيڪو شهر کان تمام گهڻو پري هئو جنهن جي ڪري هن رئيس کي ٻارن سوڌو پهچڻ ۾ ڪافي وقت لڳو ۽ تڪليف بہ بيحد ٿي آخر پڇا ڳاڇا ڪندو جڏهن انهيءَ ڳوٺ ۾ پهتو تہ ڳنوار پري کان هنن کي ايندو ڏسي پنهنجي گهر جو دروازو اندران بند ڪري لڪي ويو. ڪيتري دير دوازي کي ڪڙڪائڻ ۽ آواز ڏيڻ جي باوجود گهر مان ڪو بہ جواب نہ آيو. جنهن جي ڪري رئيس صاحب جو پورو خاندان سڄي رات ٻاهر ميدان تي آسمان هيٺان گذارڻ تي مجبور ٿي پيو آخر هن ڳنوار دوست ٻاهر نڪري منهن ڏيکاريو. جنهن تي هن کي ڏسي رئيس اڳتي وڌي هن سان ڀاڪر پائي ملڻ لڳو. ليڪن هو ڳنوار بلڪل بيخبر بنجي هن کان پڇڻ لڳو تہ تون ڪير آهين؟ مان تہ توکي ڪو نہ ٿو سڃاڻان. هن چيو تہ اڙي ادا تو کي ڇا ٿي ويو آهي. تنهنجي يادگيري ختم تہ نہ ٿي وئي آهي تون ڪيترن سالن کان مون وٽ شهر ۾ ايندو رهندو آهين. ڇا اهي سڀ ڳالهيون تو وساري ڇڏيون ۽ هاڻي تون مون کي سڃاڻين بہ ڪونہ ٿو؟ هن چيو تہ ڳالهہ اها آهي تہ مان هاڻي ياد الاهيءَ ۾ بلڪل بيخود ٿي ويو آهيان ۽ حالت اها ٿي وئي آهي جو دنيا ۽ دنيادارن کان منهنجو توجہ بلڪل هٽي ويو آهي. جنهن تي رئيس چيو تہ چڱو تنهنجي حالت جيڪا آهي سان رهي ليڪن مون کي ڪنهن جاءِ ۾ ويهار. جنهن ۾ ڇت هجي. اسين سڀ هتي ڏاڍا پريشان ميدان ۾ ٻن راتين کان آسمان هيٺان وياٺا آهيون، جتي رات جو مينهن ۽ ڏينهن جو نٽهڻ اس آهي. جنهن تي هن چيو تہ ها منهنجي باغ ۾ هڪڙي ڪوٺڙي خالي آهي. جنهن ۾ مالهي رهندو آهي ۽ رات جو تير ڪمان کڻي گدڙن ۽ لومڙين وغيره جهڙن جانورن کان پهرو ڏيندو آهي. هن رئيس چيو تہ اها مالهيءَ جي خدمت مان ڪندس تون منهنجي ٻارن کي رات جي آرام جي لاءِ اها ڪوٺڙي ڏي ۽ مان رات جو جاڳي پهرو ڏيندس.جيئن ئي ڪو جانور باغ ۾ آيو فوراً ان کي تير جو نشانو بنائيندس. رات اونداهي هئي.

جنهن ڪري گڏھ ۽ لومڙ ۾ شناخت ڪرڻ مشڪل هئي هڪ جانور باغ ۾ آواره ڦرندي محسوس ٿيو. رئيس فورا تير ڇڪي ان طرف هلايو ۽ ان کي ماري وڌائين مرندڙ جانور جي دانهن تي باغ جو مالڪ جاڳي پيو ۽ رئيس کان پڇيائين تہ ڪهڙن جانور کي هن اونداهيءَ ۾ تير جو نشانو بنايو اٿئي؟ هن چيو تہ شايد ڪا ڪمبخت لومڙي هوندي. ان تي هن چيو اڙي ظالم تو تہ منهنجي گڏھ کي ماري وڌو. رئيس جيڪو هن جي بيوفائيءَ ۽ حرامزادگيءَ جي ڪري پريو ويٺو هو انهيءَ هڪدم چيو تہ اڙي مڪار ۽ دغاباز تون چوين پيو تہ ياد الاهيءَ ۾ غرق هئڻ سبب اهڙي تہ حيرت جي مقام تي پهچي ويو آهيان جو پنهنجي پرائي کي سڃاڻي بہ نٿو سگهان. ليڪن هينئر ههڙي گهپ اونداهي ۾ صرف آواز تي تو پنهنجي گڏھ کي ڪيئن سڃاڻي ورتو. ليڪن جنهن وٽ تو هيترا دفعا شهر ۾ اچي هن جون مهمانيون ڪاڌيون ان کي ڪو نہ ٿو سڃاڻين.

مطلب تہ هن ڳالھ مان ڪجھ مڪار ديندار جي ڪوڙي دينداريءَ جو نقشو پيش ڪيو ويو آهي تہ جڏهن هنن کي سندن زندگيءَ جي فرائضن کي پوري ڪرڻ جو چئبو تہ چوندا آهن تہ اسان کي عبادت ۽ ذڪر کان فرصت ئي ڪانهي. ڪيئن خدمت خلق ڏي توجہ ڏيون؟ مولانا رحمة الله عليہ جن فرمائين ٿا تہ هر اهڙي دين جي دعويدار ۽ صوفيءَ کي مڪار ۽ حيلا ناهڻ وارو سمجهو جيڪو پنهنجا مقرر فرض ۽ ذميواريون پوريون نہ ٿو ڪري بلڪ زهد ۽ عبادت جي پردي ۾ خلق جي خدمت کان غلفت ٿو ڪري. جتي هن جو پنهنجو غرض هجي اتي هي ڪوڙو خدا جو ديوانو هشار نظر ايندو آهي. پنهنجي غرض کي پورو ڪرڻ جو ڪو بہ موقعو نہ ڇڏيندو آهي. اقتدار پرستي ۽ مال جي محبت ۾ هن جي نظر تيز هوندي آهي. شهري رئيس جڏهن هن مڪار ڀهراڙيءَ واري کي اڳتي وڌي سلام ڪري ملڻ ٿو چاهي تہ هو جواب ۾ ٿو چوي آءُ توکي سڃاڻا ئي ڪونہ ٿو تہ تون ڪير آهين؟ مون کي بيخوديءَ ۾ ڪا خبر نہ آهي مان توکي ڪيئن سڃاڻا آخر ڪار جڏهن پنهنجي گڏھ کي ٽپ اونداهيءَ ۾ صرف ان جي آواز سان سڃاڻي ورتائين تہ رئيس هڪدم هن تي پنهنجي ڪاوڙ ڪيندي چيو تہ اي مڪار! ۽ دغا باز.

## خدا جو فيض تہ عام آهي ليڪن فيض کي قبول ڪرڻ استعداد جي مطابق آهي

فرمائن ٿا تہ خدا جو فيض تہ هر حالت ۾ ۽ هر جاءِ تي موجود آهي. خدا تعاليٰ فرمائي ٿو تہ منهنجي رحمت هر شيءِ کي حاصل آهي. ليڪن انهيءَ قرب مان نتيجا هر ڪنهن کي پنهنجي استعداد جي مطابق ملندا آهن. انبياءَ ڪرام ۽ اولياءَ ۾ هي قرب وحي ۽ عشق ٿو پيدا ڪري ليڪن جنهن ۾قبول ڪرڻ جي استعداد ئي ڪانهي انهيءَ کي هن قرب مان ڇا حاصل؟ سج جو نور هر جاءِ تي پوي ٿو ليڪن ان مان ڪاٿي ڪوئلو ٿو بنجي ڪاٿي سون ڪاٿي لعل ڪاٿي هن قرب مان ذات سون ٿيو پوي تہ ڪٿي وڻ جي پرورش پيئي ٿئي ساين شاخن ۾ هي قرب ميوا ٿو پيدا ڪري ۽ سڪل ڪاٺين کي وڏيڪ سڪائي باهہ جو ٻارڻ ٿو بنائي.

## دينداريءَ ۾ اجائي ٻڌاڪ مان محرومي ٿي پيدا ٿئي

فرمائن ٿا تہ دين ۽ اخلاق جي متعلق ماڻهو اجايون ٻٽاڪون گهڻيون هڻندا آهن ۽ انهيءَ رياڪاري ۽ اجاين ٻٽاڪن مان محروميءَ ۾ اضافو ٿو ٿئي. ان جو مثال هن طرح آهي تہ هڪ گدڙ رنگ جي مَٽَ مان ٽپي هٽي نڪتو تہ پنهنجو پاڻ کي سٺي رنگ وارو ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ٻين گدڙن کي وڃي چوڻ لڳو تہ هاڻي مان توهان مان نہ آهيان هاڻي آءُ مور بنجي ويو آهيان. ٻيا گدڙ ڪاٿي ٿا هن کي مڃن ان ڪري سيني گڏجي هن تي ٺٺوليون ڪيون. هڪ ٻئي شخص جو مثال بيان ڪيو اٿن تہ اهو هڪ مسڪين گداگر هو پر دوستن ۾ ويهي ائين ٺي ٻٽاڪ هڻندو هو تہ اڄ مون عمدو پُلاءُ، قورمو ۽ ڪباب کاڌا آهن. اصل ۾ واقعو هي هو تہ هڪ دنبي جي چربيءَ جي ڪل هن کي ملي وئي هئي، انهيءَ چربيءَ سان وات ۽ مڇون وغيره تر ڪري ٻاهر نڪرندو هو. جيڪوملندو هو تہ ان کي چوندو هو تہ اڄ ڏاڍو مزيدار چربيءَ جو گوشت کاڌو اٿم. اميرن کي بہ

وڃي اهوئي ڇوندو هو. ڀلا سوچيو تہ انهيءَ اجائي ٻناڪ مان ڪم بخت کي ڇا ٿي مليو؟ سراسر نقصان ئي نقصان. اها اجائي ٻناڪ هن کي بکيو مارينديءَ هئي. جيڪڏهن سچ ڳالهائي ها تہ ادا اڄ تہ گهر ۾ کائڻ پيئڻ لاءِ ڪجهہ بہ ڪونہ هو ۽ مان بک کان بيحال آهيان تہ اهو ٻڌي ڪونہ ڪو دوست، امير يا ڪو ڏاريو ماڻهو هن کي ڪجهہ نہ ڪجهہ کارائي ئي ڇڏي ها پر هو انهيءَ اجائي ٻناڪ جي ڪري بکيو مرندو هو. اهوئي حال دينداران جو آهي متقين جهڙا ظاهري طريقا ڪندا آهن. ليڪن اندر ڪجهہ بہ ڪونهين. انهيءَ ڪري خدا کان بہ انهن کي ڪجهہ نہ ٿو ملي پر جيڪڏهن عاجزي ۽ نيازي سان سچ ڳالهائن ها تہ منهنجو نيڪ عملن جوکيسو خالي آهي يا الله تون ئي ڪريم آهين هن خالي کيسي ۾ ڪجهہ عطا ڪر تہ ضرور هن کي ڪجهہ نہ ڪجهہ ملي وڃي ها. ليڪن ڪوڙي ديندار خود پاڻ کي محروم بنائي رکيو يا تہ پنهنجي متعلق سچ ڳالهائجي پر جيڪڏهن سچ ڳالهائڻ جي همٿ نہ آهي تہ پوءِ خاموش ئي رهجي. ٻنهي حالتن ۾ الله تعاليٰ رحم فرمائيندو آهي.

## بصيرت جا صاحب منافق کي آواز مان ئي سڃاڻي وٺندا آهن

فرمائي ٿو تہ انسان کي الله تعاليٰ بصيرت عطا فرمائي هجي تہ اهو تمام جلدي منافق کي سڃاڻي وٺندو آهي ڇاهي هو بظاهر کهڙو بہ شاندار جسم ۽ رعب دار انسان ڏسڻ ۾ ايندو هجي. "واذا رايتهم تعجبک اجسامهم وان يقولوا تسمع لقولهم" (اي نبي ﷺ جڏهن توهان هنن کي ڏسو تہ هنن جا جسم توهان کي پسند ايندا تہ اهي ڳالهائيندا تہ توهان کي ڪل ايندي) مگر نبي صلي الله عليہ وسلم جن کي نہ انهن جي ظاهري صورت ڌوکي ۾ ٿي وجهي سگهي نہ وري انهن جي منافقاڻي گفتگو - اهل دل منافق کي ائين سڃاڻيندا آهن جيئن توهان انهيءَ دلي کي آواز مان سڃاڻي وٺندا آهيو جنهن ۾ ڏار پيل هجي. ڀڳل دلي ۽ صحيح ثابت دلي جي آواز مان هر عقلمند خريدار کي ان جو فرق معلوم ٿي ويندو آهي. ساڳي طرح هڪ مخلص ۽ منافق جي گفتگو ۽ آواز ۾ بہ فرق هوندو آهي. جيڪو دل جي ڪنن ۽ بصيرت سان فورن معلوم ٿي ويندو آهي.

## شهوتن سان عقل تي پردو پئجي ويندو آهي

انسان کي جسماني ۽ حيواني شهوتون پنهنجي شدت جي وقت ڪيتري قدر انڌو ۽ بي عقل بنائي ڇڏين ٿيون ڇڏن. ان جو مثال بيان فرمائن ٿا تہ هڪ ٻڪر ڪنهن پهاڙ تي اطمينان سان چري رهيو هو ان جي جو قضا آئي تہ سامهون واري هڪ ٻي پهاڙيءَ تي ان جي نظر هڪ ٻي ٻڪريءَ تي وڃي پئي. جنسي بک (شهوت) ان تي پوت وانگر سوار ٿي وئي ۽ ان ڪمبخت اهو اندازو نہ ڪيو تہ هنن ٻنهي پهاڙين جي وچ ۾ ٻہ سؤ والن جي هڪ اونهي کڏ آهي. بس هن جي عقل تي پڙدو اچي ويو ۽ سمجهڻ لڳو تہ هڪ منٽ ۾ ٽپو ڏئي وڃي ٿو ٻڪريءَ تي سوار ٿيان. ٽپو ڏيڻ شرط کڏ ۾ ڪري پيو، هڏ گڏ هڪ ٿي ويس ۽ اتي شڪارين پڪڙي پيچي ڇڏيس. اقتدار يا مال جي هوس هجي يا جنسي مستي، اهڙي طرح انسان جي عقل تي پردو وجهي ڇڏيندي آهي ۽ اهو اهڙي حرڪت ڪري وجهندو آهي جا هن کي ذلت جي اونهي کڏ ۾ ڪيرائي ڇڏيندي آهي. انهي ٻڪر متعلق لکن ٿا تہ شڪاري جهنگلي ٻہ شڪار کي اهڙي فريب سان پڪڙيندا آهن. عام حالت ۾ هو چالاڪ، چست ۽ دشمن شناس هوندو آهي ليڪن شهوت جي ڌوڪي ۾ ڦاسي احمق ٿي پوندو آهي ۽ تمام آسانيءَ سان پڪڙجي پوندوآهي. انسان جو بہ اهوئي حال آهي. شهوتن جو شيطان بہ هن کي اهڙي طرح پڪڙيندو ۽ جڪڙيندو آهي. وڏا وڏا ڏڱهين مڇن کي وٺي هلڻ وارا رستم جيڪي انهيءَ گمان ۾ هوندا آهن تہ انهن کي ڪير بہ لوڏي نٿو سگهي انهن کي پنهنجي شهوت ئي لوڏي ڇڏيندي آهي.

## فرعون ۽ موسيٰ جو قصو هر نفس ۾ دهرايو ويندو آهي

عارف رومي رحمة الله عليه افسانن تي افسانا بيان ڪندو ٿو وڃي. ليڪن جيئن هن ڪان اڳ واضع انداز ۾ فرمائي چڪو آهي تہ انسانن جي تاريخي حيثيت يا واقعات جي هجڻ سان هنن کي ڪو غرض ڪونهي، هنن وٽ افسانو هڪ بهانو آهي ڪنهن معنيٰ جي ظاهر ڪرڻ جو يا ڪنهن سبق جي

تلقين ڪرڻ جو. موسىٰ عليه السلام ۽ فرعون جو قصو بيان ڪرڻ کان پوءِ فرمائن ٿا تہ اي پڙهڻ وارا توسمجهين ٿو تہ مان توکي اهو واضع ڪرڻ ٿو گهران تہ موسىٰ ۽ فرعون جي تاريخي حيثيت ٻي شيءِ آهي. اصل ڳالهہ تہ فرعونيت انساني نفس جي هڪ صفت آهي جيڪا تو ۾ موجود آهي ۽ هي سڀ تنهنجا ئي احوال آهن مگر تو هي قصو ٻڌي ڪري ان کي فرعون ڏي ئي تو منسوب ڪري ڇڏين، فرعون جو خوفناڪ نانگ تو ۾ ئي موجود آهي. ليڪن تنهنجي تحت الشعور ۾ قيد آهي ۽ جڏهن بہ موقعو هٿ آيو تہ اتان نڪري تنهنجي ڏنگڻ لاءِ تيار ٿو رهي. جيڪڏهن مان توکي ئي مخاطب ٿي تنهنجي فرعونيت جو نقشو ناهيان ها تہ توکي ڏاڍو خراب لڳي ها ۽ سمجهين ها تہ هن جو توسان ڪو تعلق نہ آهي، ان لاءِ ٻين جا افسانا بيان ٿو ڪريان تہ جيئن تون ٻڌين. تون تہ چوندين تہ آءُ فرعون هرگز نہ آهيان. ليڪن انهيءَ ڏوڪي ۾ نہ اڃ تون بغير سامان جي فرعون آهين. ان ڪري توکي ان جي ظاهر ڪرڻ جو موقعو نہ ٿو ملي. جيڪي ڪجهہ فرعون وٽ هئو، اهو جيڪڏهن تو وٽ هجي تہ پوءِ ڏس تو ڪيئن نہ ٻيوفرعون ٿو بنجين جيسين سامان ڪونهي تيسين مجبور آهين.

ليڪن منهنجي انهيءَ چوڻ تي تہ تو وٽ فرعون لڪل آهي ۽ موقعي جي تلاش ۾ آهي، انهيءَ غلط خيال ۾ نہ اچي وڃجاءِ تہ تنهنجي روح ۾ اصل گناهہ جو ئي ميلان آهي ورنہ عيسائين جي انهي غلط عقيدي جو شڪار ٿي ويندين تہ هر انسان جو بار فطرتي گنهگار ٿي پيدا ٿيندوآهي تو ۾ جيڪڏهن فرعون موجود آهي تہ موسىٰ عليه السلام ان جي قريب ئي شعور جي لڪل خاني ۾ موجود آهي. خدا تعالىٰ جلشانہ هنن ٻنهي جذبن کي تنهنجي سامهون رکي توکي اختيار ڏنو آهي تہ جنهن کي چاهين ان کي اختيار ڪر ۽ ان کي اختيار ڪرڻ جا نتيجا بہ ٻڌائي ڇڏيا آهن. موسىٰ عليه السلام "يدبيضا" يا صاف قلب ۾ جيڪو نور هئو اهو ئي نور هر انسان جي لاءِ فائدو حاصل ڪرڻ جي قابل آهي. ڏيا يا بتيون تہ الڳ الڳ آهن. ليڪن نور اهوئي هڪڙو آهي. جيڪڏهن ڏين ۽ فانوسن تي نظر ڄمائي ويهندين تہ دوئي ۽ ڪثرت تعداد ۾ گرفتار ٿي ويندين وحدت تنهنجي نگاهن کان لڪي ويندي.

هڪ صوفي، مذهب جي معاملي ۾ ڪنهن ملا يا فقيہ جي مقابلي ۾ زياده فراغ دل ۽ روادار ٿيندو آهي. هي ان لاءِ ڪونہ ٿيندو آهي تہ دين جي

اصول جي باري ۾ هو ڪا غفلت يا بي پرواهي ڪندو آهي، بلڪ هو هر شخص جي مجبورين کي سمجهندو آهي، جيتري قدر انسان سببن ۽ علتن کي وڏيڪ سمجهندو آهي اوتري قدر انسانن جي، سيرتن جي متعلق ان ۾ رواداري پيدا ٿي ويندي آهي ۽ هو باطن جي مقابلي ۾ ظاهر کي ۽ ظاهر جي حيثيت کي ٻئي درجي تي تصور ڪندو آهي. انسان جي عملن جي بدران انهن جي نيتن تي هن جي نظر هوندي آهي. عارف روميءَ جي رواداريءَ جي متعلق سندن سوانح حيات ۾ ڪيتريون روايتون ملن ٿيون. انهيءَ ڪري مسلمانن کان علاوه عيسائي ۽ يهودي به سندن حد درجي جو احترام ڪندا هئا. البته مناظرن کي پسند ڪندڙ ملا انهن کان ضرور بدظن هئا.

پاڻ فرمائن ٿا حقيقت ته هڪ ئي آهي جنهن جي طلبگار انسان جي فطرت آهي. ليڪن مسلمان يا يهودي يا عيسائيءَ جي گهر ۾ پيدا ٿيڻ ته انسان جي اختيار ۾ نه آهي انسان جنهن ماحول ۾ ۽ جنهن گهر ۾ پيدا ٿو ٿئي ان جي ئي طريقي کي اختيار ٿو ڪري. لکن ۽ ڪروڙن ۾ ڪو هڪڙو اهڙو هوندو آهي. جيڪو انهن اثرن يا ورثي ۾ مليل جماعتي فڪرڪان هٽي سوچڻ جي صلاحيت رکندو هجي. مخلص هجڻ جي باوجود به گهڻون ڪري عيسائي عيسائي ئي رهندو آهي ۽ يهودي به يهودي ئي رهندو آهي بلڪ مسلمانن جي جنهن به فرقي ۾ ڪوئي پيدا ٿيو هجي. اهو ذهين ۽ عقلمند هجڻ جي باوجود به احمقانه عقيدن جي تائيد ۾ به پنهنجي ذهانت خرچ ٿو ڪري. هڪ لحاظ کان پنهنجي پيدائش جي ڪري هر انسان جادوءَ وانگر قاتل هوندو آهي ۽ هي جادو پوري عمر ان تي اثر انداز ٿو رهي. مرزا غالب جو قول آهي ته هر شخص رسمن ۽ انهن جي قيد جي نشي ۾ ٿو رهي ۽ رسمون ۽ قيد صرف عملي نه بلڪ فڪري به آهن ان ڪري مولانا رومي رحمة الله عليه ملتن ۽ مذهبن جي متعلق رواداريءَ کان ڪم وٺندي فرمائن ٿا ته مؤمن، گبر ۽ يهودي ۾ نظريي جوئي فرق هوندوآهي. ڏسڻ سڀ هڪ ئي شيءَ کي ٿا چاهن ليڪن نگاه جي اختلاف جي ڪري اها شيءَ هر ڪنهن کي مختلف ٿي نظراچي ان جي مثال لاءِ هو هي قصو ٿا بيان فرمائن ته ڪو شخص هندستان مان هڪ هاٿي ايران يا روم ڏي ڪاهي آيو جتي ڪڏهن به ڪنهن شخص اهڙو جانور ڪونه ڏٺو هو، ۽ انهي کي گهپ اونڌهي گهر ۾ ٻڌي ڇڏيو جڏهن ماڻهن کي خبر پئي ته هو هڪ هڪ

ڪري شوق سان انهيءَ گهر ۾ داخل ٿيا. اونداهيءَ ۾ ڪجهه به نظر نه پيو اچي ان ڪري هٿ لائي ان جي حقيقت پيا معلوم ڪن. جنهن جي هٿ ۾ سونڊ آئي انهيءَ چيو ته اهو هڪ لڙڪندڙ نيسارو آهي. ڪنهن جو ڪن ڪي هٿ لڳو ته اهو انهيءَ حيوان کي هڪ وڏو پکي سمجهڻ لڳو. ڪنهن جو هٿ ٽنگ کي لڳو ته اهو پوري يقين سان چوڻ لڳو ته هاٿي هڪ چمڙي جو ٿنڀو آهي. ڪو هن جي پٺيءَ تي چڙهي ويو اهو اتان ئي زور سان چوڻ لڳو ته هيءُ هڪ هموار تخت آهي. ان گهر مان ٻاهر نڪرڻ بعد هر هڪ ماڻهوءَ اهوئي ٻڌائي پيو جيڪو هن صرف هڪ حصي کي هٿ لائي محسوس ڪيو هو ۽ ان جي خلاف چوڻ واري جي پوري زور شور سان مخالفت پيو ڪري، ڇو ته هر هڪ کي اهو يقين هئو ته جيڪي ڪجهه هو ڇئي رهيو آهي بس اهوئي سچ آهي. حق جي طلب ۾ به انسان ائين ڏوڪو کائي ٿو وڃي جو هڪڙي حصي کي ڪلئي حقيقت سمجهي ان تي ضد ڪري ويهي ٿو رهي جنهن پنهنجي نظر جي دائري سان ڪنهن بئي حصي کي ڏٺو ۽ هڪ محدود تجربو ڪيائين ته بس ان تي ئي لڙڻ لاءِ تيار ٿي ٿو وڃي. هن ڳالهه کي وري ڪن ماڻهن هاٿيءَ جي متعلق انڌن جي ويڙهه چيو آهي. مولانا رحمة الله عليه رواداريءَ ڪان ڪم وٺندي ماڻهن کي انڌو ته ڪو نه ٿو چئي ليڪن هاٿيءَ کي اونداهيءَ ۾ ٿو بيان فرمائي ڇو ته پاڻ عيسائين، يهودي ۽ ن کي انڌا چوڻ نه ٿا چاهن ۽ اختلاف ۽ نظرئي سان جيڪي مخالفتون ٿيون پيدا ٿين ان ۾ ته مؤمن کي به عيسائي ۽ يهودين سان گڏ ڪيو اٿس ڇو ته مؤمن چوائڻ وارا به ته گهڻون ڪري پنهنجي نظرئي ۾ قيد يا تقليد ڪندڙ ئي آهن انهن ۾ ڪيترا آهن جن تحقيق ڪري عقيدن کي اختيار ڪيو آهي؟

فرمائن ٿا ته انهيءَ انڌيري ۾ ڪنهن هڪ جي هٿ ۾ به ڏيو هجي ها ته پوءِ انهن جو پاڻ ۾ اختلاف پيدا نه ٿئي ها اهڙا انسان دنيا ۾ ڪي ڪي آهن جن جي هٿ ۾ تحقيق جي شمع آهي.

ان ڪانپوءِ ارشاد ٿا فرمائن ته عام جزوي عقل آهي جيڪو حواسن جي ئي مواد مان قياس ٿو ڪري لهذا اهڙي محسوس کي به جسماني حيات ئي سمجهڻ گهرجي. مادي پرست دانائن جو به اهوئي حال آهي جو جنهن شيءِ کي ڇهي نه سگهجي يا ماپ ۽ تور نه ڪري سگهجي ان جي وجود کان ئي انڪار ڪري ٿا ڇڏن.

هاڻي مولانا رحمة الله عليه جو ذهن درياهہ ڏي تو منتقل ٿئي، فرمائن ٿا تہ حقيقت جي سمنڊ مان حواسن کي تہ فقط جهاڳ ٿي نظر اچي ٿي ۽ جهاڳ جي ڪثرت ڪري هنن کي اصل صاف پاڻي نظر ئي نہ ٿو اچي. انهيءَ جهاڳ ۾ ماڻهو پنهنجي پنهنجي عقيدن ۽ زندگيءَ جون ٻيڙيون لاهي ٿا وجن ۽ نتيجو اهو ٿو ٿئي جو ٻيڙيون پاڻ ۾ ٽڪرائجڻ ٿيون لڳن.

## دين ۽ مذهبن ۾ اختلاف جو سبب

مولانا رحمة الله عليه جن جو خيال آهي تہ مذهبن ۾ اختلاف ٻن سببن جي ڪري پيدا ٿيندو آهي. هڪڙو سبب تہ اهو آهي. جيڪو مٿي بيان ٿيو تہ حقيقت جو صرف هڪ پاسو نظر ٿو اچي. انهيءَ حصي کي ئي ڪل حقيقت سمجهي ملتون ۽ مذهب ان تي قائم ٿي ويا آهن. هاڻي هڪڙو ٻيو سبب بہ بيان ٿا ڪن اهو اهو آهي تہ ازلي حقيقت کي بيان ڪرڻ لاءِ انسان وٽ زبان آهي ئي ڪانہ. هتي محسوسات ٿا ڪم ۾ اچن ۽ نہ معقولات، ان ڪري مجبور ٿي مثالن ۽ تشبيهن کان ڪم وٺڻو ٿو پوي. مگر هن طريقي سان مصيبت اها ٿي ٿئي جو ننڍڙي سمجهہ وارا انسان بس انهيءَ مثال يا تشبيهہ کي ئي چنبڙي ٿا پون ۽ انهن جو ذهن انهيءَ طرف پرواز ڪري ئي نہ ٿو تہ ڪهڙي حقيقت لاءِ هيءَ تشبيهہ يا مثال استعمال ڪيو ويو آهي. حضرت مسيح عليہ السلام الله تعاليٰ کي پيءُ چيو تہ يارن سچ پچ ان کي انساني پيءُ سمجهي حضرت مسيح کي ان جو اڪيلو پٽ بنائي ڇڏيو. ڪنهن حقيقت کي سمنڊ سان تشبيح ڏني تہ هاڻي سڀ هستيون ٻي حقيقت ٿي صرف هڪ لهر بنجي ويون.

خير ۽ شر، ڪمال جي ڪوشش، آدم ۽ ابليس سڀ هڪ ٻي پرواهہ حقيقي وحدت جي درياهہ جي لهرن ۾ ملي ويا. هاڻي سڀ انسان ڪکن پنن وانگر وحدت جي درياهہ ۾ جيڪو پنهنجي بي پرواهيءَ سان وهي رهيو آهي ان ۾ هيڏي هوڏي ٿيلها ۽ ٿقر ڪائيندڙ ٿا وتن. اشراقي حڪمت ۾ جنهن جو منڍگهڻو ڪري حڪيم فلاطينوس اسڪندري آهي، ان ۾ ذات حقيقيءَ کي هڪ سج سان تشبيهہ ڏني وئي آهي ۽ انهيءَ تشبيهہ سان تنزلات جو سچو فلسفو تعمير ڪيو ويو. دين هجن يا فلسفن جا مذهب جيڪڏهن غور سان ڏسو تہ ان مان هر هڪ ڪنهن نہ ڪنهن تشبيح کي اصل سمجهي ان مان ئي نتيجا ڪڍڻ

ٿو شروع ڪري. هن سلسلي ۾ عارف رومي رحمة الله عليه جن جي بصيرت لاجواب آهي، هو پاڻ تشبيهات جا بادشاهه آهن. ليڪن تشبيهه کي تشبيهه ئي ٿا سمجهن ۽ پڙهڻ وارن کي مسلسل خبردار ٿا ڪن ته هن تشبيهه کي حقيقت سمجهي گمراهه نه ٿي وڃجانءِ قرآن پاڪ فرمائي ٿو ته جنت جو مثال ائين آهي. جيئن هڪ باغ هجي جنهن ۾ نهرون وهنديون هجن. ليڪن چند دانائن ۽صوفين ڪانسواءِ باقي سيني مسلمانن سچ پچ هن کي باغ ئي سمجهي ورتو آهي ۽ ان جي تفصيل کي لفظن ۽ معنائن ۾ صحيح ٿا سمجهن پوءِ ان تي بحث ٿا ڪن. هڪ مسجد ۾ هڪڙي واعظ ڪنڌڙ ڪان ٻڌڻ ۾ آيو ته اتي هڪ وڻ آهي جنهن جو پاڇو ايترو ته وڏو آهي جو هڪ سوار ستن سالن ۾ به ان مان گذري نه ٿو سگهي.

مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا ته تمثيل بيان ڪيون ته تنهنجي عقيدن ۾ ڪمزوري يا هيٺاهين سطح اچي ٿي وڃي ۽ نه بيان ڪيا ته تنهنجي پلئه ڪجهه به نه پوندو. ان جو سبب اهو ٿا بيان فرمائن ته تنهنجو عقل زمان، مڪان ۽ محسوسات ۾ جڪڙيل آهي. تنهنجي حالت وري گاهه جهڙي آهي. روحاني حقيقتن کي ٻڌي جيڪو تون جهومين ٿو اهو ائين آهي جيئن هوا لڳڻ سان گاهه جهومڻ لڳندوآهي. محسوسات جي عالم ۾ تو پاڙن کي اهڙو ته مضبوط پڪڙي ورتو آهي جو اتي ئي بيٺي بيٺي جنبش ٿو ڪرين، خاڪ کان روحانيت جي آسمان ڏي پرواز ڪرڻ تنهنجي لاءِ ڏکيو ٿي پيو آهي. بي حجاب نور ۾ مستغرق ٿيڻ تنهنجي لاءِ ڏکيو آهي ڇو ته هي حق اليقين جو ذريعو ڪنهن ڪنهن کي ئي ملندو آهي. پر دانائيءَ جي حاصل ڪرڻ لاءِ تون ڪوشش ڪر ڇو ته دانائيءَ (حڪمت) ۾ حق جو نور لفظن جي پردي ۾ هوندو آهي. دانائيءَ جي رنگين عينڪ سان تون آفتاب جي نور کي ڏسي ٿو سگهين ڇو ته بغير واسطي جي (عينڪ) جي تنهنجيون اکيون ان کي برداشت نه ٿيون ڪري سگهن. پهريائين حڪمت (دانائيءَ) جي ذريعي معرفت حاصل ڪرڻ جي مشق ڪر ان کان بعد لڪل نور کي بغير حجاب جي به ڏسي سگهندين. ان کان پوءِ فرمائن ٿا ته شايد توهان ائين چئو ته اسان جي حواسن کي ختم ڪري اسان کي بغير اکين ۽ ڪنن جي انڌو ۽ گونگو بنائڻ ٿا چاهيو. ان جو جواب هن سوال ۾ آهي ته ٻڌاءِ ته جڏهن تون هُـن جهان کان هـِن جهان ۾ آيو هئين. ان وقت تنهنجي حواسن جو ڇا حال هو؟ پيدا ٿيڻ کان پوءِ به ڪيترا ڏينهن ٻار نه ڪجهه

ڏسي سگهندو آهي ۽ نہ ٻڌي سگهندو آهي. هتان کان هتي تنهنجي آمد مستي ۽ بيهوشيءَ جي ڪيفيت ۾ ٿي آهي. انهيءَ رمز مان سمجهي وڃ تہ هاڻي مٿاهين جهان ڏي هلڻ لاءِ بہ ڪجھ اهڙي قسم جي مستي ۽ بيهوشيءَ کان ڪم وٺڻو پوندو آهي.

حواسن جي عملن جي حملن کي ڪجھ عرصي تائين روڪي ڏسو تہ روح ۾ ڪهڙي قسم جو نور ۽ شعور پيدا ٿو ٿئي اسين ٽوڪي انڌو، گونگو ۽ ٻوڙو ڪو نہ ٿا ڪرڻ چاهيون بلڪ ڪجھ عرصي جي لاءِ هتان کان توجھ کي روڪي ٻئي طرف متوجھ ڪرائڻ ٿا گهرون. ڇوتہ توجھ جي محسوسات ۾ منتشر رهڻ سان هتان جي ڪابہ ڪيفيت منڪشف نہ ٿي ٿئي.

## عام انسان مادي زندگيءَ جي وڻ تي اڌ پڪل ميوا آهن

انسان هن مادي ۽ جسماني عالم کي ايتري مضبوطيءَ سان ڇو پڪڙيو آهي؟ ان جو مثال مولانا رحمة الله عليه ڪچي ميوي سا ٿا ڏين. جيڪو شاخ کي سخت مضبوطيءَ سان پڪڙي رکندو آهي، جڏهن پچي ويندو تہ خودبخود شاخ کان هن جي پڪڙ ڍري ٿي پوندي، پڪل ميوي کي آسانيءَ سان پٽي ٿو سگهجي. ان ڪري جو وڻ ۽ شاخ کان جيڪي ڪجھ هن حاصل ڪرڻو هئو اهو ڪري چڪو. هاڻي هن جي فطرت انهيءَ پهرين وابستگيءَ کان ڇوٽڪارو ٿي حاصل ڪرڻ گهري. انسان بہ جيستائين روحاني زندگيءَ ۾ مڪمل آهي. تيستائين مادي ۽ مالي زندگيءَ جو قبضو ڇڏڻ لاءِ تيار نہ آهي. پر جيڪڏهن باطني پختگي پيدا ٿي وڃي تہ پوءِ انهن شين کان بي تعلقي هن لاءِ آسان ٿي پوندي.

## وحي ۽ الهام

هاڻي مولانا رحمة الله عليه هڪ خطرناڪ مسئلي ڏي رجوع ڪن ٿا تہ وحي ۽ الهام ۾ ڪير ٿو خطاب ڪري ۽ مخاطب ڪير هوندو آهي. مولانا رحمة الله عليه جو عقيدو آهي تہ سڀ ارواح روح الا رواح يعني ذات باري

تعاليٰ جي طرف کان آيل آهن ۽ جسماني عالم ۾ انهن جي مٿان ڪيترا غلاف چڙهي ويا آهن پر جيڪڏهن ڪنهن حالت ۾ هي محسوسات ۽ معقولات جا پردا هٽي وڃن تہ روح وري پنهنجي اصل جي قريب ٿي ٿو پوي ۽ پوءِ ان تي جيڪي ڪجهہ القا ٿو ٿئي ان کي خواه وحي چئجي خواه الهام. ائين معلوم ٿو ٿئي تہ روح القدوس انسان جي پنهنجي روح جي ئي پنهنجي ملڪوتي صفت آهي بظاهر معلوم تہ ائين ٿو ٿئي تہ ڪو ٻيو مون سان ڪجهہ ڳالهائي رهيو آهي. ليڪن حقيقت ۾ اتي ٻيو ڪير بہ ڪونہ هوندو آهي. انسان جي پنهنجي ئي روح جي گهراين مان اهو آواز ٿو نڪري. خدا تعاليٰ ڪا مڪاني هستي نہ آهي جو اسان ڪان پرتي مٿاهين عالم ۾ ڪاٿي هن جي رهائش هجي ۽ اسان سان مخاطب ٿيڻ لاءِ هن کي تيز رفتار پيغام پهچائيندڙ جي ضرورت هجي، خدا جيڪو اسان جي ساهہ جي رڳ ڪان بہ قريب آهي ان جي جاءِ اسان جي روح جي گهرائي آهي، هن جي اها معني نہ آهي تہ صاحب وحي يا الهام جيڪي ڪجهہ چئي رهيو آهي اهو پنهنجي طرف ڪان چئي رهيو آهي ۽ ڪو خدا هن سان خطاب ڪرڻ وارو يا پيغام ڏيڻ وارو ڪونهي، صاحب وحي ۽ الهام جو پنهنجو بشري شعور جيڪو جسماني خواهشن ۾ ملوث هوندو آهي اهڙي حالت ۾ برطرف ٿي ويندو آهي. ان ڪري الله تعاليٰ فرمائي ٿو "وما ينطق عن الهوىٰ" ليڪن روح يا جبرئيل عليہ السلام جيڪو نظر ايندو آهي اهو انسان جي پنهنجي ملڪوتي قوت آهي. جيڪا خاص حالتن ۾ بيدار ٿيندي آهي. ان جو مثال مولانا رحمة الله عليہ هي ٿا بيان فرمائن تہ خواب ۾ انسان ڏسندو آهي تہ فلاڻو شخص جيڪو خواب ۾ ڪجهہ چئي رهيو آهي اهو يا تہ ڪٿي بہ موجود ڪونهي يا جيڪڏهن ڪاٿي آهي تہ پنهنجي ڪاروبار ۾ مصروف آهي يا بيخبر سمهيو پيو آهي ۽ اسان سان هن جو ڪوبہ معاملو نہ خواب ۾ ٿي رهيو آهي ۽ نہ بيداريءَ ۾. اهو هن ڳالهہ ٻولهہ ۾ قطعا شريڪ ڪونهي. ليڪن جيستائين اسين خواب ڏسي رهيا آهيون اسين يقين ٿا ڪيون تہ اهو شعور هڪ ڊرامو ڏيکارڻ ٿو گهري ۽ انهي ڊرامي جا ڪيترا ڪردار هن جو خيال پاڻ ئي ٺاهي ٿو وٺي.

مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ انسان جي روح جون گهرايون بي حساب آهن. شيطان بہ اندران ئي ٿو ڳالهائي ۽ خدا تعاليٰ بہ انسان جي اندر مان ئي ان سان مخاطب ٿو ٿئي. ليڪن هي مخاطب ڪرڻ واري الوهيت انسان

جي روح جي پنهنجي اصليت کان ٻاهر نہ آهي. هڪ جاءِ تي فرمائن ٿا تہ هيءَ حقيقت تہ هر صاف قلب وحيءَ جي جاءِ ٿي سگهي ٿو، ان سان دين ۾ خطرناڪ بحث پيدا ٿي ٿا سگهن. ان ڪري صوفي ماڻهو عام ماڻهن کان بچڻ لاءِ ان کي وحي دل چئي ڇڏيندا آهن.

عارف رومي ختم نبوت جا قائل آهن. ليڪن وحي جي منقطع ٿيڻ جا قائل نہ آهن. چنانچہ ڪتاب "فيہ ما فيہ" ۾ هڪ جاءِ تي فرمائن ٿا تہ ڪير ٿو چوي تہ وحي مصطفيٰ ﷺ تي منقطع ٿي ويو؟ سندن نزديڪ هر انسان جو مقصد حيات اهوئي آهي تہ هو محل وحي ٿي وڃي. هن عقيدي تي اورنگزيب جي زماني ۾ هڪ بزرگ تي ڪفر جي فتويٰ لڳي وئي ۽ عالمن ايڏو تہ هنگامون ڪيو جو شهنشاهہ کي مجبور ڪجهہ نہ ڪجهہ انهن جي دل رکڻي پئي. اهو بزرگ واصل حق ٿي چڪو هو. ان جي پٽ کي بادشاهہ گهرائي پڇيو تہ تنهنجي پيءُ جو هيءُ عقيدو هئو يا نہ؟ هن چيو تہ حضور هيءُ تمام گهريون ڳالهيون آهن مان هنن رمزن کان واقف نہ آهيان. ان ڪري ڪجهہ بہ چئي نہ ٿو سگهان. بادشاهہ چيو تہ ان جي ڪتابن کي جن ۾ انهيءَ عقيدي جي تائيد ڪئي وئي هجي ساڙائي ڇڏ. هن عرض ڪيو تہ فقير جي گهر ۾ تہ چلهو ئي ڪو نہ ٿو ٻري. البتہ توهان جو بورچيخانو تمام وڏو آهي. ان ڪري اوهان وٽ هي ڪم آسانيءَ سان ٿي سگهندو. اورنگزيب انهيءَ بزرگ جي مريدن جي هڪ فهرست تيار ڪري ڇڏي هئي. انهن مان ڪجهہ فوت ٿي ويا هئا. انهن جي نالن اڳيان لکيو هئائين "برحمت حق پيوست" جنهن ما بادشاهہ جو پنهنجو ميلان ظاهر ٿو ٿئي.

## اهل ۽ آل

هن مسئلي تي گهڻن عالمن بحث ڪيو آهي تہ عربي زبان ۾ ۽ عربيءَ جي سڀ کان وڏيڪ مستند ڪتاب قرآن مجيد ۾ آل ۽ اهل جي ڇا معني آهي. ڇا اهل جي معنيٰ انسان جو جسماني اولاد آهي يا هڪ شخص جا اهل اهي آهن جيڪي هن جي مسلڪ کي صحيح سمجهي ان تي عمل ٿا ڪن؟ مسلمان جڏهن نبي ڪريم ﷺ جن تي درود پڙهندا آهن تہ "صلوا عليہ وآلہ" چوندا آهن هن مان عام ماڻهو اهل بيت نبوي ﷺ ۽ سڄي جهان ۾ پکڙيل سادات ٿا سمجهن حالانڪ سادات (سيد) سڏائڻ وارن مان گهڻن جي اخلاقي ۽ ذهني

حالت نہ ٻڌائڻ جهڙي آهي. بهرحال هڪ وڏي گروهہ ۾ نہ سڀ سٺا هوندا آهن ۽ نہ سڀ خراب. ساداتن ۾ مؤمن جهڙيون خصلتون رکندڙ ماڻهن کان دنيا ڪڏهن بہ خالي نہ رهي آهي.

مولانا رحمة الله عليه اهل جي لفظ ڪي قرآني معنيٰ ۾ ڏنا وڃن ۽ ان جي تائيد ۾ حضرت نوح عليہ السلام ۽ سندس پٽ (ڪنعان) جو قصو ٿا بيان فرمائن. حضرت نوح عہ خدا کي عرض ڪيو تہ هي منهنجو پٽ آهي مگر نافرمانيءَ جي رستي تي آهي. الله تعاليٰ فرمايو تہ هيءُ تنهنجي اهل مان نہ آهي. قال يا نوح انه ليس من اهلک انه عمل غير صالح

مولانا فرمائن ٿا تہ نااهل کي اهل مان ڪڏي ڇڏڻ گهرجي خواهہ اهو پنهنجو اولاد ئي ڇو نہ هجي آخر ڏند بہ تہ انسان جي جسم جو جز آهن پر خراب ڏند کي جيڪڏهن ڪڍي نہ ڇڏجي تہ پوءِ پوري جسم ۾ زهر پکيڙي ڇڏيندو. لهذا ڪو بدڪار پنهنجو پاڻ کي سيد سڏائي تہ توهين ان کي سيد نہ چئو. خراب ڏند کي ڪڍي اڇلائي ڇڏيو. ان کي پنهنجو ڏند ئي نہ چئو.

## عيب هنر جي پردي ۾

مير درد جيڪو هڪ صوفي شاعر هئو ان جي هڪ صوفيائي غزل ۾ بہ شعر نهايت درجہ عشق ۽ حڪمت سان پريل آهن:

آهستہ چل ميان ڪهسار    هر سنگ دڪان شيشہ گر هے
آتے هين ميري نظر مين سب خوب    جو عيب هے پرده هنر مين هے

پهرين شعر ۾ اهو ئي زندگيءَ جو نظريو آهي جنهن جا مولانا رومي رحمة الله عليہ بہ قائل آهن تہ ڪائنات مادي جزن جو اجتماع نہ آهي بلڪ ارواح تي ٻڌل آهي. جيڪي جماد کان وٺي انسان تائين شعور جي مختلف مرحلن ۾ آهن. حڪيم المانوي لائيبنزي پنهنجي سچي فلسفہ ما بعدالطبعيات جي تعمير انهيءَ ئي نظريہ تي ڪئي آهي تہ اهي جڏهن زمين تي هلن ٿا تہ نهايت انڪساريءَ واري رفتار سان هلندا آهن. ائين سمجهو تہ ڄڻ اهي شيشن تي قدم رکي رهيا آهن. مير درد بہ انهيءَ تشبيهہ کان ڪم ورتو آهي ڇو تہ دلين کي گهڻو ڪري شيشن سان تشبيهہ ڏني ويندي آهي.

مير درد بہ اهوئي چئي رهيو آهي مگر ان کي سچي ڪائنات تي ڦيلائڻ تا تہ هر هڪ پٽر بہ ارواح جو اجتماع يعني شيشي گر جو دڪان آهي، ان ڪري ان کي نوڪرون هٽي نہ هلو. ۽ بيو شعر بہ وضاحت طلب آهي تہ عيب کي کهڙي طرح هنر شمار ڪيو وڃي. هي ڳالهہ بہ هر داناءَ ۽ هر صوفيءَ چئي آهي. اهل دل جي نگاهہ هنر يا خوبيءَ کي ڏسندي آهي، عيبن کي نہ ڏسندي آهي. ڪنهن شخص ۾ جڏهن ڪا خوبي آهي تہ ان جي نظر انهيءَ خوبيءَ تي پهريان پوندي آهي ۽ عيب تي بعد ۾ پوندي آهي. مگر هو مروت ۽ پرده پوشي جي ڪري ان کي ظاهر نہ ٿا ڪن. ان جي تشريح عارف رومي رحمة الله عليه جي حڪمت آموز تصوف ۾ ملي ٿي. پهريائين فرمائن ٿا تہ جتي بہ ڪا خوبي ڏسو ان کي ذات حق جو فيض سمجهو. ڪنهن انسان ۾ اهو لطف ۽ عنايت انهيءَ ڪُل جو هڪ جُز (حصو) آهي. انسان جون خوبيون حقيقت ۾ انهيءَ خوبين جي خدائي درياه مان نڪتل ننڍيون وڏيون نهرون آهن. انهيءَ نهر جي پاڻيءَ کي درياءَ ڏي ئي منسوب ڪرڻ گهرجي. هيستائين تہ هڪ عام صوفيانہ تعليم آهي ليڪن ان کان پوءِ هڪ گهري دانائيءَ جي (حڪيماڻي) ڳالهہ ٿا ڪن جيڪا يقين نہ ڪرڻ جهڙي ٿي معلوم ٿئي ۽ اُها اِها آهي تہ مخلوق جون بريون عادتون بہ ڪنهن خوبيءَ جي سرچشمي کان آهن. جن مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ نفس جي پيدا ڪيل غلط انديشي سان غلط طريقو اختيار ڪيو آهي. هيءَ بالڪل اها ئي ڳالهہ آهي جيڪا سقراط جي تعليم مان بہ ملي ٿي تہ هر انسان فطرتا خير جو طلبگار آهي ليڪن خير جي حيثيت ۽ ان کي اختيار ڪرڻ يا حاصل ڪرڻ جي ذريعن کان ناواقف هئڻ ۽ گهٽ عقل جي ڪري شر کي خير ٿو سمجهي. شر کي شر سمجهي ڪوبہ انسان ان جو طلبگار نٿو ٿي سگهي. غلط ڪاري جي وقت ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان ان کي پنهنجي لاءِ خير سمجهي ان تي عمل ٿو ڪري. چور پنهنجو پيٽ پرڻ (رزق حاصل ڪرڻ) لاءِ يا آرائش ۽ زيبائش جو سامان مهيا ڪرڻ لاءِ چوري ٿو ڪري پر رزق ۽ حسن جو ذوق بئي خير آهن. جن جو هو طلبگار آهي. محبت ڪرڻ وارن ۾ محبت جي ئي ڪري لڙائي ٿيندي آهي. ۽ گهڻو مزو انهيءَ ملڻ ۾ آهي جيڪو صلح ٿئي جهڳڙي يا جنگ کان پوءِ قومن ۾ جنگيون بہ صلح جي خواهش سان هونديون آهن. هڪ قوم سمجهندي آهي تہ ٻي قوم فسادي آهي ۽ فتني انگيزيءَ سان صلح ۾ خلل ٿي وجهڻ گهري ان ڪري هن جي خبر وٺڻ گهرجي تہ جيئن صلح قائم ٿئي. گلا

شڪوا بہ محبت جي ئي تقاضا سان پيدا ٿين ٿا. انسان تہ مهرباني ۽ وفا ٿو پسند ڪري جيڪا هن جي لاءِ شڪرگذاريءَ جو سبب بنجي ليڪن اها ئي شڪر جي اندروني تقاضا جيڪا تمام سٺي آهي شڪايت ٿي پيدا ڪري. محروميءَ جو احساس بہ ان جي ذوق جي ڪري آهي جيڪو بذات خود خير آهي مگر حاصل نہ ٿو ٿئي. آرام بہ بي آراميءَ ۾ لڪل آهي ڇو تہ ان بي آراميءَ ۾ ئي آرام جي طلب موجود آهي جيڪو خير آهي. استاد يا پيءُ ماءُ ٻار کي ماريندا آهن اهو محبت جي ئي ڪري ڪندا آهن جيڪڏهن محبت نہ هجي تہ ٻارن کي انهن جي حالت تي ڇڏي ڏجي مارڻ هڪ تہ ر خراب شيءِ آهي ان جو سبب بہ محبت آهي جيڪا خير آهي. اگر داناءُ مرد آهي تہ هر خرابيءَ ۾ لڪل خوبيءَ کي ڏسي جنهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ هيءَ خرابي غلط يا صحيح ذريعو آهي خوبي ۽ خرابيءَ کي هڪ ٻئي جو مطلق ضد نہ سمجهڻ گهرجي داناءُ اهو آهي جيڪو ضدن (يا مخالف شين) جي پويان لڪل وحدت کي ڏسي سگهي ۽ خرابيءَ کي ڏسي خوبيءَ جو پهلو ان کي نظر اچي سگهي. جيڪو عيب آهي ۽ اهو بہ هنر جو پردو آهي.

## ٻهانا ڪندڙ نفس

ٻهانا ڪندڙ نفس جي متعلق هڪ مثالي قصو لکيو ويو آهي تہ هڪ نانگن کي پڪڙيندڙ جوڳي نانگن جي ڳولها ۾ جبلن ۽ ميدانن ۾ گهمي رهيو هو. هن هڪ وڏو اڙدها نانگ ڏٺو جيڪو مئو پيو هو، حقيقت ۾ اهو مئل ڪونہ هو بلڪ سخت سردي ۽ برف باريءَ جي ڪري بيحال ٿي بغير چرڻ پرڻ جي ڇڻ تہ مئل پئي معلوم ٿيو جوڳيءَ خيال ڪيو تہ هن کي گهلي بغداد جي شهر ۾ ڪٺي وڃان شهر وارن ڪڏهن هيڏو وڏو اڙدها نانگ ڪونہ ڏٺو آهي انهن کي چوندس تہ منهنجو ڪمال ۽ منهنجي بهادري ڏسو جو هڪ اڙدها نانگ کي ماري ڪٺي آيو آهيان.

مولانا رحمة الله عليه ٻهانا ڪندڙ نفس جي متعلق تہ اڳتي هلي بعد ۾ نتيجو ڪڍندا ليڪن شروع ۾ ئي ڪائنات جي متعلق پنهنجي عقيدي کي ظاهر ٿا ڪن تہ هي ڪائنات جنهن کي اوهين جماد ۽ بي جان مادو ٿا سمجهو اها بہ هڪ خاص قسم جي زندگي سان لبريز آهي، هيءَ بہ مرده نہ آهي بلڪ بي حال

آهي. حڪيم برگسان جو چوڻ آهي تہ مادو زندگيءَ جي باهہ جي خاڪ آهي. ليڪن حڪيم رومي رحمة الله عليہ ان ڪان بہ بهتر انداز سان سمجهايو تہ ها هي مادي عالم بظاهر خاڪ معلوم ٿو ٿئي ليڪن ان جي اندر بہ زندگيءَ جون چڻنگون لڪل آهن. جيڪڏهن هن جمادي مادي ۾ لڪل زندگي نہ هجي ها تہ پوءِ نباتات ۾ ڪيئن زندگيءَ جو اضافو ڪري سگهي ها؟ نباتات (وڻن - ٻوٽن ۽ فصلن) جي زندگي خاڪ پاڻي ۽ هوا سان ٺهيل آهي. آخرڪار انسان جا جڏا بہ تہ خاڪي آهن. جيڪڏهن انسان بڻجڻ ڪان پوءِ ان جي مٽي يا خاڪ زنده ٿي سگهي تہ پوءِ ان مان خاڪ ۾ لڪل زندگيءَ جو ثبوت نہ ٿو ملي؟ ليڪن ماده پرست پنهنجي بي صبريءَ جي ڪري خاڪ کي بي جان ئي سمجهڻ لڳو آهي. دانائي ۽ عرفان جي نظر رکڻ وارن کي ڪائنات جو ذرو ذرو پنهنجي زبان حال سان چئي رهيو آهي تہ اسين ٻڌندڙ ۽ ڏسندڙ (زنده) آهيون ليڪن نامحرمن جي سامهون خاموش آهيون. جيئن چيو ويو آهي تہ "جواب جاهلان باشد خاموشي" جڏهن بي عقل ماده پرستن جو عقل جمادي ٿي پوندو آهي تہ پوءِ هو جمادات ۾ لڪل زندگيءَ کان نامحرم ٿي پوندا آهن.

زماني حال جي طبعياتي تحقيق بہ ماده کي آهستي آهستي مادي قرار ڏئي ان کي بيتاب برق تصور ڪري جان ۽ شعور جي ئي هڪ ڪيفيت قرار ڏنو آهي. آفاقي حڪمت بہ دليلن ۽ تجربي سان آهستي آهستي قدم رکندي آخرڪار زندگيءَ جي وجود جي قائل بنجندي ٿي وڃي.

ان کان بعد مولانا رحمة الله عليہ انهيءَ بيحال اژدها نانگ جي قصي مان اخلاقي ۽ روحاني نتيجا ٿا ڪڍن. نفس اماره کي جڏهن پنهنجي بيهوده خواهشن کي پوري ڪرڻ جو موقعو ٿو ملي تہ اهو انسان کي ڏوڪو ٿو ڏئي تہ بس مان هاڻي مري ويو آهيان کي بہ بدافعال هاڻي مون مان ظاهر نہ ٿيندا. نفس جو هي عجيب ڏوڪو آهي تہ بي سرو سامانيءَ جي حالت ۾ پنهنجو پاڻ کي مڙدو بنائي ٿو ڇڏي تہ جيئن انسان ان طرف کان غافل ٿي وڃي ۽ پنهنجو پاڻ کي وڏو متقي يا پرهيزگار سمجهڻ لڳي. مولانا رحمة الله عليہ جن فرمائن ٿا تہ هن ڪمبخت کي ڪڏهن بہ مڙل نہ سمجهجانءِ. هي ڪڏهن بہ مڙده ڪونہ ٿو ٿئي. وقتي طرح بي سرو سامانيءَ جي ڪري بيحال ٿو ڏسڻ ۾ اچي ڇو تہ بي سرو سامانيءَ جي ڪري برن عملن جو موقعو نہ ٿو مليس ان ڪري انسان

ڪي غافل ڪرڻ لاءِ ڏوڪو ٿو ڏئي تہ هاڻي مان مري چڪو آهيان ۽ تنهنجي پرهيزگاري محفوظ آهي.

جيڪڏهن هن ڪي فرعون جهڙو سامان ۽ انهيءَ جهڙي طاقت ۽ اقتدار ملي وڃي جيڪو پنهنجي حڪم سان نيل درياهہ جو رخ بدلائي ڇڏيندو هو تہ پوءِ ڏسو تہ ڪيئن هي مردو زندهہ ٿي سوين موسيٰ عليہ السلام ۽ هارون عليہ السلام جا رستا ٿو روڪي. تنگ دستي ۽ مفلسيءَ جي ڪري هي هڪ حقير ڪيڙو ٿو معلوم ٿئي ليڪن جيڪڏهن ان کي مال ۽ طاقت هٿ اچي تہ پوءِ هن جو تماشو ڏسو تہ ڪيئن نہ هي ناچيز ڪيڙو هڪ وڏو اڙدها بڻجي ٿو وڃي ۽ مال اسباب جي گرمي هن ۾ ڪهڙي نہ چمڪ ۽ حرارت پيدا ٿي ڪري. جڏهن خواهشن جو سج هن بيحال اڙدها کي گرم ڪري تہ پوءِ هن ۾ صرف حرڪت نہ بلڪ پرواز پيدا ٿي ويندو.

## نحن الآخرون السابقون

رسول ڪريم ﷺ جن امت محمدي ﷺ جي نسبت فرمايو تہ اسين سيني کانپوءِ آياسين ليڪن سيني جي اڳيان آهيون. بعد ۾ يا پوءِ اچڻ وارن کي اڳين تي سبقت (اڳرائي) ڪيئن ٿي ٿئي؟ هن سلسلي ۾ هن کان اڳ مولانا جو هي خيال مٿي اچي چڪو آهي تہ اڳين امتن جا نيڪ ۽ بدعمل ۽ انهن جي نتيجن جا داستان ڪجهہ تاريخ ۽ ڪجهہ قرآن ڪريم اسان جي سبق سيکارڻ لاءِ بيان ڪيا آهن. هيءَ هڪ وڏي سعادت آهي تہ انسان پاڻ تلخ تجربا ڪرڻ جي بجاءِ ٻين جي عملن مان سبق حاصل ڪري گهڻين آفتن کان بچي وڃي. هي فائدو مسلمانن کي حاصل ٿي سگهي ٿو بشرطيڪ نصيحت ڏي ڪن ڏين. مولانا رحمة الله عليہ حديث رسول ﷺ "نحن الآخرون السابقون" جي صحيح هجڻ کي هڪ نئي انداز سان بہ ثابت ٿا ڪن. فرمائن ٿا تہ وڻ جڏهن وڏي ويجهي وڏو ٿيندو آهي. تڏهن ان ۾ ڦر لڳندو آهي. ڦر پاڙ شاخن ۽ پنن کان بعد ۾ ايندو آهي. ليڪن انهيءَ سڄي ارتقا جو مقصد ڦر ۾ هوندو آهي ان ڪري ڦر وڻ جي گذريل سيني حالتن تي سبقت (اڳرائي) ٿو رکي ۽ ميوي جو ئي تہ ٻج هو جنهن شروعات کان آخر تائين وڻ کي اپاريو ۽ وڏو ڪيو. مولانا رحمة الله عليہ

فرمائن ٿا تہ اهڙي طرح هن ڳالهہ کي سمجهو تہ دنيا ۾ ڪيترا ماڻهو مختلف قسمن جي عملن ۽ فنن ۾ عمر گذاري ڇڏيندا آهن ۽ جيڪا اصل حڪمت ۽ معرفت آهي ان کان غافل هوندا آهن. ان جي برخلاف اهي انسان جيڪي پنهنجي نفس ۽ خدا جي صنعتن جي سڃاڻپ ۾ لڳا رهندا آهن. اهي اهل علم ۽ فن کي بي علم نظر ايندا آهن. عالم انهن کي پنهنجي محفل ۾ آخري صف ۾ بہ جڳهہ ڏيڻ کان ڪيٻائيندا ۽ هنن کي پاڻ بہ اڳتي وڌڻ ۽ پنهنجي وڏائي ۽ فخر ڪرڻ جو شوق نہ هوندو آهي. ليڪن هي دنيادارن ۽ دنياوي علمن ۾ پوئتي رهجي ويل دراصل خدا جي نزديڪ هنن کان گهڻون اڳتي آهن. "آخرون السابقون" جو هڪ اهو بہ تفسير آهي ۽ نهايت عمدو آهي. هڪ طبعي حڪيم سڄي عمر ذري ۾ اندر نهارڻ جي ڪوشش ۾ گهڻو علم ۽ محنت ٿو ڪري پر جيڪڏهن هن پنهنجي نفس ۾ ڪڏهن غوطو نہ لڳايو تہ پوءِ نفس کي سڃاڻڻ واري جي مقابلي ۾ هي طبعي حڪيم هزار ڪوه پري آهي. بقول سقراط انساني نفس جو علم ئي اصل علم آهي هو چوندو هو تہ پنهنجو پاڻ کي سڃاڻو. زمين ۽ آسمان مان ظاهر ٿيندڙن جو علم پوئين حيثيت ٿو رکي.

## زمان ۽ مڪان اضافي ۽ اعتباري آهي

عارف رومي رحمة الله عليہ جي نزديڪ حڪيم المانوي ڪانٽ ۽ حڪيم ملت اسلاميہ علامہ اقبال وانگر زمان ۽ مڪان هڪ اضافي ۽ اعتباري حيثيت رکن ٿا. حقائق بذات خود نہ زماني آهن ۽ نہ مڪاني ساڳئي طرح خدا تعاليٰ نہ زمان ۾ آهي ۽ نہ مڪان ۾ جو تہ زمان ۽ مڪان انساني نفس جي فهم جا سانچا آهن. روحاني عالم تي انهن جو قطعا اثر ڪونہ ٿو ٿئي. هن خيال کي مولانا رحمة الله عليہ مثنويءَ ۾ بي شمار جاين تي دهرايو آهي. هي انهن جو پختو عقيدو ئي نہ بلڪ پنهنجو روحاني تجربو بہ آهي. فرمائن ٿا تہ زماني جي حال - ماضي ۽ مستقبل ۾ تقسيم محض اضافي آهي. جيڪا ڳالهہ منهنجي لاءِ هينئر حال آهي اها هڪڙي لمحي کانپوءِ ماضي ٿي ويندي ۽ هڪ لمحي کانپوءِ مستقبل حال بنجي ويندو آهي. خدا تعاليٰ وٽ يا روحاني عالم ۾ جيڪو مطلق زمان آهي ان ۾ اها تقسيم ڪانهي. فرمائن ٿا تہ جيئن رشتيداري اضافي آهي جو هڪ ئي شخص ڪنهن جو پيءُ آهي ٻئي جو پٽ ۽

تئين جو وري پاءِ آهي. يا جهڙي طرح مڪان اضافي آهي جو مڪان جي هڪ منزل هڪ شخص لاءِ هيٺين منزل آهي ۽ هيٺان زمين تان ڏسڻ واري لاءِ اها مٿاهين منزل آهي. زمان ۽ مڪان جو هر جاءِ تي اهوئي حال آهي. ان جو دارومدار ڏسڻ واري جي مقام ۽ زاويہ نگاه تي آهي. حڪيم آئن اسٽائن زماني حال ۾ پنهنجي سڄي طبيعيات جو بنياد انهيءَ ئي نظرئي اضافت تي رکيو آهي. داناءَ ۽ صوفي بزرگ اڳ کان چوندا ٿا اچن ليڪن آئن اسٽائن علم رياضيات ۽ طبيعيات سان ان جو قطعي ثبوت مهيا ڪري ڇڏيو. مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ انهيءَ اضافيت کان مٿاهين هڪ مطلقيت بہ آهي جيڪا ڪنهن بہ طبيعي ۽ رياضيءَ جي ماهر ڪي سمجهہ ۾ ئي نہ اچي سگهندي.

## خدا تعاليٰ ۽ انساني روح جو رابطو

وحدت الوجود جا قائل حڪيم هجن يا همہ اوستي شعراءِ هستيءَ جي لامحدود وحدت کي گهڻو ڪري سمنڊ سان تشبيهہ ڏين ٿا ۽ سڄي موجودات ۽ مخلوقات کي انهيءَ سمنڊ جون موجون يا لهرون ٿا چون. مولانا رحمة الله عليه پنهنجي تصور ۽ وجدان ۾ جابجا وحدت الوجود جي قريب پهچي ٿا وڃن ليڪن انساني ارواحن جي انفراديت بہ هميشہ سندن زير نظر رهي ٿي. ان ڪري پنهنجو پاڻ کي وحدت جي سمنڊ جي محض هڪ لهر يا جلد فنا ٿي وڃڻ وارو بوڙيو نہ ٿا سمجهن. ان ڪري هن تشبيهہ کان گريز ٿا ڪن ۽ اهڙي تشبيهات کان ڪم ٿا وٺن جن سان فنا في الله هجڻ جي باوجود انسان جي خودي ۽ ان جي امتيازي انفراديت لڪي نہ وڃي. هن کان اڳ لوهہ ۽ باهہ جو مثال نهايت عمدگيءَ سان پيش ڪري چڪا آهن. جنهن مان هي ٻڌائڻ مقصود آهي تہ "تخلقو باخلاق الله" (پنهنجي اندر خدائي اخلاق پيدا ڪيو) جي اعليٰ منزلن ۾ بہ صفات الاهي کي گهڻي حد تائين حاصل ڪري وٺڻ جي باوجود خدا خدائي تو رهي ۽ انسان انسان.

هاڻي درياه ۽ لهر جي بجاءِ درياهہ ۽ مڇيءَ جو مثال ٿا پيش ڪن. مڇي پنهنجي زندگيءَ لاءِ درياهہ جي محتاج آهي. اها انهيءَ ۾ غرق رهندي آهي. ليڪن پوءِ بہ پاڻي پاڻي آهي ۽ مڇي مڇي. ٻنهين ۾ ڪمال درجي جي ويجهڙائي آهي. ليڪن ٻنهين جي جنس ۾ فرق ۽ جدائي آهي ۽ اهو قائم رهندو آهي. انساني زندگيءَ جو حيات الاهيءَ سان رابطو ڪهڙي انداز جو آهي ان کي

پوري طرح نہ ڪوئي فلسفو واضع ڪري سگھيو آهي ۽ نہ ڪو مثال. ٻئي گڏ بہ آهن ۽ جدا بہ ليڪن انهن جي وچ مادي يا منطقي رابطو ناهي. هي تعلق وجداني ۽ حقيقي آهي. ليڪن اهو نہ دليلن سان واضع ٿي سگھي ٿو ۽ نہ وري ڪنهن تشبيهہ يا مثال سان. وڏيڪ سمجھہ ۾ اچڻ واري ۽ دلنشين تشبيهہ درياهہ ۽ لهر جو رابطو نہ بلڪ درياهہ ۽ مڇيءَ جو تعلق آهي.

## ٺاهيندڙ کي سڃاڻو ۽ مصنوعات جا عاشق بنجي ڪافر نہ بنجو

فرمائن ٿا تہ خدا واحد ۽ خالق جي پرستارن ۽ بتن جي پوڄارين ۾ بس اهوئي فرق آهي تہ هڪڙو تہ ٺاهيندڙ (صانع) ۽ ان جي ڪمال صنعت تي نظر رکيو ويٺو آهي ۽ ٻيو مصنوع پرست آهي. فطرت جون سڀ قوتون بذات خود قائم ناهن بلڪ هڪ قادر ۽ ٺاهيندڙ جون محتاج آهن. بت پرستي، فطرت جي ظاهر ٿيندڙن ڪي مستقل زندگيءَ جون قوتون سمجھڻ جي ڪري پيدا ٿي آهي. بادل، هوا، برق، طوفان، زلزلا، زمين جي قوت نشوو نما انسان جي لاءِ مفيد وڻ ۽ مفيد جانور سڀ جا سڀ ديوتا بنجي پوڄجڻ لڳا. ان ڪان علاوه گھڻا ديوتا انسان جون خواهشون ۽ ان جي وهم جون مصنوعات آهن. جيئن قرآن پاڪ ۾ ارشاد آهي تہ ڪافرن پنهنجي خواهشن کي ديوتا ۽ معبود بنائي ڇڏيو آهي. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ موحد ۽ ڪافر ۾ بنيادي فرق اهوئي آهي تہ هڪڙو صانع ۽ ان جي سهڻين صفتن جو مداح ۽ پرستار آهي ۽ ٻيو مصنوعات ۾ اٽڪي پيو آهي. اهي مصنوعات ڇاهي فطري هجن يا وهمي يا سندس بيڪار خواهشن جي پيداوار.

## خوب ۽ خراب

خدا جي عليم و حڪيم ورحيم ۽ قادر مطلق هجڻ جي باوجود دنيا ۾ شر ڇو آهي ۽ ڪفر ڇو آهي؟ هن مشڪل مسئلي جي طرف مولانا رحمة الله عليه گھڻين جاين تي بحث ڪيو آهي تہ ازلي نقاش خراب نقش ڇو بنايا آهن؟ مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ نقاش جو ڪمال فقط حسين ۽ جميل

تصويرون ناهڻ سان ئي ظاهر نہ ٿو ٿئي بلڪ ان جي ڪمال جو ثبوت ان مان بہ ملي ٿو تہ جيڪڏهن ڪا خراب صورت واري تصوير ناهي تہ خراب تصويرن جي ناهڻ جي ڪمال ۾ بہ پنهنجي هنر جو ثبوت ڏئي. جيڪو بہ تعريف جي قابل آهي شڪايت جو سبب نہ آهي حقيقت ۾ جنهن کي اسين خراب ٿا چئون اهو اسان جو ذاتي ۽ جزوي زاويہ نگاهہ آهي پر جيڪڏهن هستيءَ کي بحيثيت ڪل ۽ مشيت ايزديءَ کي بہ بحيثيت ڪل ڏسي سگهون تہ انهيءَ ڪلي تصوير ۾ هر رنگ جو مقام ۽ هر خط جي ڪشش اهڙي ئي ڏسڻ ۾ اچي جهڙي هجڻ گهرجي. نغمي ۾ هيٺاهين بہ هوندي آهي مٿاهين بہ، وڏا سر بہ هوندا آهن ۽ هلڪا سر بہ هوندا آهن ليڪن مجموعي يا ڪلي حيثيت ۾ هر نغمو دلڪش هوندو آهي. هستيءَ جي ڪنهن هڪڙي پهلوءَ کي جزوي نظر سان ڏسي ان جي حسن ۽ خرابيءَ تي فتويٰ نہ ٿا لڳائي سگهون.

## وار جي ڪل لاهڻ وارا شارحين

گهڻا ماڻهو منطقي بحثن ۾ وڏيون ڳالهيون ڪندا آهن ۽ ديني معاملات جي متعلق بہ مناظرن ۾ بہ داو ۽ پيچ ۽ مثال وغيره سوچيندا رهندا آهن. ڪو ڪنهن استاد جي قول جي شرح ۽ داد ڏيندي ڪو نئون نڪتو ٿو وڌائي ان ڪان پوءِ وري ٻيو ٿو اچي ۽ اهو وري انهيءَ شرح جي ٻي شرح ٿو لکي. مگر جيئن جيئن شرحن ۾ اضافو ايندو ٿو وڃي اصل مطلب فوت ٿيندو ٿو وڃي فقهي - متڪلمين ۽ فلاسفر سڀ انهيءَ مرض ۾ مبتلا آهن. هڪڙو وار جي ڪل لاهي ٿو تہ ٻيو وري انهيءَ ڪل جي مٿان ٻيو وار ٿو ڏسي جنهنجي بہ ڪل لاهڻ جي ضرورت آهي. اهڙن ماڻهن ۾ حقيقي حڪمت جو ذوق ڪونہ هوندو آهي ۽ روحانيت کان تہ هي بلڪل ڪورا هوندا آهن. مولانا رحمة الله عليه جن کي اهڙن ماڻهن لاءِ هڪ عجيب مثالي قصو سمجهہ ۾ آيو آهي. فرمائن ٿا تہ هڪ شخص جا اڌ وار ڪارا هئا ۽ اڌ سفيد ان کي هڪڙي نوجوان ڪوار سان شادي ڪرڻ جو شوق ٿيو ان ڪري حجم وٽ ويو ۽ چيائين تہ منهنجي ڏاڙهيءَ مان سفيد وار پٽي ڪڍ تہ جيئن مان بہ ڪارن وارن وارو نوجوان نظر اچان. حجم جهنجهٽ ۾ پوي ها تہ شايد سڄو ڏينهن لڳي وڃيس ها .هن کي ٻيا بہ ڪم هئا ۽ ڪجهہ ماڻهن جون حجامتون بہ ڪرڻيون هئس. هن پاڪي ڪڍي انهيءَ شخص

جي سچي ڏاڙهي ڪوڙي ڇڏي ۽ چيائين ته هاڻي وچ پوري صفائي سان اچا به وڏيڪ نوجوان معلوم ٿيندين ۽ مون کي به جلد فراغت ملي ته جيئن ٻيا ضروري ڪم ڪري سگهان.

مولانا رحمة الله عليه هن مان اهو نتيجو ٿا ڪڍن ته جنهن شخص کي زندگيءَ ۾ ڪي اهم ضروري ڪم ڪرڻا آهن ان کي فضول منطق بازيءَ جي فرصت ڪٿان ملندي. ڪو اهڙو فضول ڪم ئي ڪرڻو پئجي وڃي ته اهو جلدي ان مان ڇٽڪارو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. جيڪڏهن اڇا وار چونڊڻا آهن ته هاڻي هيءَ سڄي ڏاڙهي تنهنجي سامهون رکي آهي، هي بيڪاريءَ جو شغل تون ڪر مون کي ٻيا گهڻا ڪم آهن. هن سان گڏ هڪڙو ٻيو قصو به ملايو اٿن جنهن مان هيءَ هدايت ٿا ڪن ته جيڪو شخص ڪو درد رکي ٿو ته اهو ان درد جي دوا ٿو چاهي نه اهو ته انهيءَ درد جي اصليت ۽ ان جي متعلق منطقي مقدمو ۽ نتيجا ۽ انهن جو هڪ نه کٽڻ وارو سلسلو شروع ڪري ڇڏي. فرمائن ٿا هڪڙي شخص زيد کي هڪ مڪ هنئي هاڻي زيد جوابي مڪ هڻڻ وارو هو ته ان شخص چيو ته ميان ترس پهريائين منهنجي هڪڙي سوال جو جواب ڏي ان کان بعد انتقامي مڪ هڻجانءِ. سوال هي آهي ته مون تنهنجي ڳل تي چماٽ ٺوڪي ان مان تڙاخ جو آواز آيو انهيءَ آواز مان منهنجي ذهن ۾ هڪ مشڪل مسئلو پيدا ٿيو آهي ته هي آواز منهنجي هٿ جو هو يا تنهنجي ڳل جو. هن چيو ته اي ميان نونشي باز منتقي! مون کي انهيءَ تڦڙ مان ايتري ته تڪليف ٿي آهي جو مان هينئر ان جو جواب ڏئي نه ٿو سگهان. توکي ته ڪا تڪليف ڪانه ٿي ان ڪري اهو مسئلو به توکي ئي مبارڪ هجي. نتيجو هي ٿا ڪڍن ته مسلم هجي يا غير مسلم پر جيڪڏهن ڪو صحيح درد رکي ٿو ته پوءِ اهو منطق بازي نه ڪندو.

# سمجهڻ کان بغير حفظ قرآن بيڪار پر بيهوده ڪمن کان بهتر آهي

عالم اسلام ۾ پوري قرآن ڪريم کي ياد ڪرڻ جو عام رواج آهي ليڪن افسوس آهي ته هن ۾ محض حافظي کان ڪم ورتو ويندوآهي ۽

آيتن جي مفهوم کي سمجهڻ لازمي نہ سمجهيو ويندوآهي اهڙي قسم جا حافظ محض گراموفون جا رڪارڊ بنجي ويندا آهن. هزارن ۾ ڪو هڪڙو اهڙو ملندو آهي جيڪو قرآن جو حافظ بہ هجي ۽ انهيءَ سان گڏ هن ۾ فهم قرآن بہ ترقي ڪئي هجي. مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ الفاظ تہ صرف مغز ۽ معنيٰ جون کلون هونديون آهن. خالي کلون تہ نہ انسان جي جسماني غذا آهي ۽ نہ روحاني غذا. اصحابن سڳورن مان ڪي گهڻ قرآن جا حافظ هوندا هئا ليڪن اهي اسلام جي روح کي سمجهندا هئا، ان ڪري گهٽيون آيتون ياد نہ ڪرڻ جي بہ وجود بہ اسلام انهن جي زندگين ۾ اڄ جي حافظن کان هزار درجہ زياده موجود هئو. فرمائن ٿا تہ جڏهن ڪنهن سنئي ميوي ۾ مغز پچي تيار ٿي ويندو آهي تہ ان جي کل باريڪ ٿي ويندي آهي ۽ آهستي آهستي ڦاٽي پوندي آهي هي هر ڳالهہ ۾ آيتن جا حوالا ڏيڻ وارا ۽ وڏيون وڏيون صورتون طوطي وانگر دهرائڻ وارا گهڻون ڪري قرآن جي مغز کان خالي هوندا آهن. جڏهن ديني زندگيءَ ۾ جمود اچي ويندو آهي تہ پوءِ لفظن تي ۽ ظاهري عبادت تي زياده زور اچي ويندوآهي. ليڪن ارواح اندران خالي ٿيندا ويندا آهن. جڏهن اصحاب ان جي گهٽي تعريف ڪندا هئا ۽ چوندا هئا تہ هي تہ اسان سيني ۾ وڏي ويو آهي گهٽا قرآن پاڪ جا حافظ، قرآن جي بصيرت جي معاملي ۾ نابينا هوندا آهن. ظاهري بصارت کان محروم نابينا بہ تہ قرآن جا حافظ بنجي ويندا آهن. معنوي لحاظ کان اهڙا ماڻهو جامد هوندا آهن. انهن کي صرف هڪ صندوق سمجهو جنهن ۾ اندر قرآن رکيو ويو هجي. صندوق کي قرآن مان ڪهڙو فيض ملندو؟ نابينا کي جهڙي طرح لٺ پياري آهي اهڙي طرح روزگار جي سهاري لاءِ قرآن ياد ڪرڻ بہ پيارو اٿن. قرآن، فقہ تفسير ۽ حديث ۽ نيڪي، ۽ نصيحتن جا ڪتاب ياد ڪرڻ بہ ديني معلومات جي صندوق بنجڻ آهي. قرآن ڪريم تہ اهڙن ماڻهن کي حمار حامل اسفار (يعني گڏھ تي بار) چيو آهي. ليڪن خير ڪوري جاهل هجڻ جي مقابلي ۾ اهڙن ماڻهن کي بهر حال سٺو ئي سمجهڻ گهرجي. جنهن صندوق ۾ قرآن پاڪ رکيل هجي اها بہ خالي صندوق کان بهتر آهي ۽ انهيءَ صندوق کان تہ هزار دفعا بهتر آهي جنهن ۾ موذي جانور مثلا نانگ يا ڪئا ڊوڙندا هجن.

فرمائن ٿا تہ خدا رسيده شخص کي تمام گهڻ آيتون ۽ حديثون رٽيندي ڏسندئو. هي تہ ڏاڪا هئا جن تان چڙهندو وڃي معرفت جي ڇت تي پهتو آهي. پر جيئن تہ ٻين کي خير جو ۽ سڌو رستو ڏيکارڻ لاءِ تعليم ڏيڻ ٿو چاهي ان ڪري نقل ۽ سند جي لاءِ هن کي بہ ڪتابي ڳالهين کي دهرائڻو ٿو پوي. خود پنهنجي ذات جي لاءِ هو صرف الفاظن کان بي نياز ٿي چڪو آهي. ڪڏهن ڪنهن اهو بہ ڏٺو آهي تہ ڪوبہ عقلمند انسان ڪنهن صاف شفاف آئيني کي خواه مخواه صاف ڪرڻ ۾ مصروف هجي؟ جيڪو شخص بادشاهہ جي دربار ۾ پهچي ان جي حضور ۾ ويٺو آهي ان کي خط ۽ پيغام جي ڪهڙي ضرورت؟ مقصد حاصل ٿيڻ بعد ذريعا ڪهڙي ڪم جا؟

## داستان پڙهندڙ عاشق

هڪ عاشق ۽ معشوق جو مثالي قصو هن موقعي تي لکن ٿا تہ هڪ عاشق کي معشوق جي ملاقات حاصل ٿي وئي تہ هن جي سامهون ڪتاب کولي پڙهڻ لڳو. ڪتاب ڇا جو هئو؟ ان ۾ عاشقانہ خط هئا جدائي جو فرياد ۽ ڏک هو، ڪاٿي ذلت ۽ خواريءَ جو داستان هئو ڪاٿي آه ۽ زاري هئي ۽ ڪٿي وري معشوق جي بي رخي ۽ بيوفائيءَ جي شڪايت هئي. مطلب تہ عشق ۽ هوس جو هڪ دفتر هو جيڪو ختم نہ پئي ٿيو. معشوق چيو تہ جيڪڏهن هي سڀ ڪجهہ فراق ۽ معشوق جي بي رخي جي باري ۾ آهي تہ هاڻي ملاقات ملڻ وقت انهيءَ مرثيي خوانيءَ ما ڇا حاصل؟ معلوم ٿو ٿئي تہ توکي هن ملاقات ۽ ملڻ مان ڪو لطف حاصل ڪونہ ٿيو آهي. ان ڪري وقت گذارڻ لاءِ پيو ٿو ائين ڪرين. عاشق چيو تہ سچي ڳالهہ اها آهي تہ ڪجهہ سال اڳ مان جڏهن توتي عاشق ٿيو هئس تڏهن تنهنجي جواني ڏاڍي دلڪش هئي. هاڻي هيترن سالن گذرڻ کان پوءِ تو ۾ اها ڳالهہ نہ رهي آهي.

مطلب هي تہ هن داستان کي ٻڌائڻ جو مقصد اهو هو تہ هن جو عشق هاڻي ٿڌو ٿي ويو هو ۽ هاڻي جو وڏا قصا ٻڌائي رهيو هو اهي قصا هئا ان وقت جا جڏهن عشق جي باهہ گرم هئي. مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ هي مناظرا، بحث، قصا ۽ تفسير و حديث ۾ دگهيون ڳالهيون هن ڳالهہ

جو واضح ثبوت آهن تہ اهڙو شخص خدا مست نہ آهي. جيڪڏهن خدا جو عاشق ۽ واصل بالله هجي ها تہ ايتريون ڳالهيون نہ ڪري ها روحاني انسان جي زندگي ٿي ٻين لاءِ اثرائتي هوندي آهي ڪتابن جي معلومات جو بوجهہ نہ هنن جي پنهنجي قلبن تي هوندو آهي ۽ نہ وري هو ان کي ٻين جي مٿان رکڻ گهرندا آهن.

## طلب ۽ ملڻ

مولانا رحمة الله عليہ فرمائين ٿا تہ سڄي زندگي ۽ ڪائنات ۾ طلب ۽ ملڻ جو قانون جاري آهي. هڪڙو شخص چئي ٿو تہ مون کي تہ خدا ڪاٿي ڪونہ مليو ۽ مون کي تہ اهو علم ۽ عرفان حاصل ڪونہ ٿيو جنهن جي متعلق نبين سڳورن ۽ ولين دعوائون ڪيون آهن. فرمائن ٿا تہ ڪيتري قدر نہ حماقت ۽ ناانصافيءَ جي ڳالهہ آهي تہ ڪنهن دنياوي ڪم ۾ ڪمال حاصل ڪرڻ لاءِ تہ تو عمر جو هڪ وڏو حصو جدوجهد ۾ گذاريو ۽ دولت ڪمائڻ لاءِ بہ ڪهڙيون ڪوششون ڪيئي ليڪن روحاني ڪمال جي نسبت تون هيءَ شڪايت ٿو ڪرين تہ توکي بغير ڪوشش ۽ بغير طلب جي ڇو حاصل نہ ٿيو؟

جيڪڏهن توکي پاڻي جي ضرورت آهي تہ تون پاڻي ٿو گهرين. ويجهو نہ ملي تہ ڳوليندو ڪنهن چشمي يا کوہ تي پهچين ٿو. انسان جي فطرت ۾ جن شين جي طلب موجود آهي ان جي ملڻ جو سامان بہ فطرت ۾ موجود آهي. تہ ڇا خدا جي طلب ٿي اهڙي طلب آهي جنهن جي ملڻ جو ڪو چشمو نہ هجي؟ اڄ جي بيقراريءَ سان تون جهڙي طرح پاڻي ٿو تلاش ڪرين انهيءَ ٿي بيقراري ۽ شدت طلب سان خدا کي تلاش ڪري ڏس تہ ملي ٿو يا نہ؟ خدا جي متعلق انسان جي پياس انهيءَ ڳالهہ جي شاهد آهي تہ ان جو چشمو موجود آهي. اهو پري نہ پر قريب آهي، ليڪن طلب شرط آهي. بغير طلب جي نہ دنيا ۾ ڪجهہ حاصل ٿيندو آهي ۽ دين ۾.

روحانيت جي متعلق توهي غلط عقيدو ڇو قائم ڪيو آهي تہ اها خودبخود بغير طلب جي تنهنجي جهوليءَ ۾ اچي ڪرندي.

# گمان ۽ يقين

گمان ۽ يقين جو فرق واضع ڪرڻ لاءِ فرمائن ٿا ته يقيني علم جا ٻه پر آهن ۽ گمان جو هڪ پر آهي. دانائن جو انهيءَ تي اتفاق آهي ته صرف عقل سان زندگيءَ جي معاملات جي نسبت ڪو به يقيني علم ممڪن نه آهي. ڪنهن شخص کي محض فلسفو يا سائنس سان خدا تعاليٰ جي ذات ۽ صفات جو علم حاصل ٿي نه سگهندو بلڪ خير ۽ شر جي اصليت جي متعلق مواقف ۽ مخالف ٻنهين قسمن جي دليلن جا انبار موجود آهن. اڪبرُ ٿو چوي:

فلسفي ڪو بحث ڪے اندر خدا ملتا نهين
ڈور ڪو سلجها رها هے پر سرا ملتا نهين

هستيءَ جي اصليت جي نسبت هر فلسفي هڪ خيال پيش ڪري ٿو ۽ پوءِ ان کي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ سڄي عمر لڳائي ٿو ڇڏي. هڪ ٻيو فلسفي اچي ٿو ته اهو وري هن جي سيني خيالن کي هڪ ئي قلم جي جنبش ۽ دليلن جي زور سان ختم ڪري ٿو ڇڏي. جيڪا ڳالهه يقين جي بنياد تي نه ڇٽي وڃي اها ٻڌڻ واري جي دل ۾ ڪهڙو يقين پيدا ڪندي مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا ته انسان صرف وهم ۽ گمان جي ذريعي وڏين حقيقتن ڏي پرواز ڪرڻ جي ڪوشش ٿو ڪري. ليڪن اهو هڪڙي اهڙي پکيءَ جو پرواز آهي جنهن جو هڪڙو پر پٽيل هجي. صرف هڪ پر سان پرواز بس انهيءَ قسم جو ٿي سگهي ٿو جو گهڻي ڪوشش سان ٿورو مٿي اڏامي وري اچي زمين تي ڪري پئي. قرآن پاڪ ٻه ٻڌائي ٿو ته خدا جي باري ۾ گمان ڪنهن به ڪم ۾ ڪونه ايندو. گهڻي ڪان گهڻو اهو ٿيندو ته حقيقت جي چمڪ هن کي چند گهڙين جي لاءِ نظر اچي وڃي ان جي روشنيءَ ۾ ڪجهه ويجهو ۽ پري به ڏسي سگهي ۽ ڪجهه قدم هلي به سگهي فلما اضاءَ لهم مشوا فيه واذا اظلم عليهم قاموا - يعني علم انهيءَ کي چئبو آهي ته جيڪڏهن سڄو جهان تنهنجي تائيد ڪري ته ان يقين ۾ ڪوبه اضافو نه ٿئي ۽ جيڪڏهن سڄو جهان تنهنجي ترديد ڪري ته به تنهنجي يقين ۾ وار برابر فرق نه اچي. حضرت علي رضي الله عنه جن جو قول آهي ته لو ڪشف الغطاء لما ازددت يقينا - يعني جيڪڏهن حقيقت تان پڙدو هٽايو به وڃي ته به منهنجي يقين ۾ ڪو فرق نه ايندو.

# وهم ۽ گمان جي آفت

فرمائن ٿا تہ جزوي عقل لاءِ وڏي آفت وهم ۽ گمان آهي. هڪڙي استاد جو قصو ٿا لکن جنهن کان موڪل حاصل ڪرڻ لاءِ شرير شاگردن سازش ڪئي تہ هر هڪ مولوي صاحب کي چوي تہ مولوي صاحب اڄ اوهان جو رنگ پيلو ٿيو آهي. هٿن ۾ بہ ڏڪٽي معلوم ٿي ٿئي. شايد بخار جي ڪيفيت آهي. جڏهن ڏهہ پندره ويهہ شرير طالبن مولوي صاحب کي اهوئي چيو تہ ان کي واقعي پنهنجي بيمار ٿيڻ جو وهم ٿي ويو ۽ ڪجهہ ڪمزوري بہ محسوس ڪرڻ لڳو. شاگردن کي موڪل ڏئي ڇڏيائين ۽ گهر واپس اچي نيڪ بخت زال تي ڪاوڙيو ۽ چوڻ لڳو نہ تون ڪا بدڪار معلوم ٿي ٿئين. مون کي ههڙي بيماريءَ جي حالت ۾ گهر ڪان مدرسي ڏي موڪلي ڇڏيئي تہ جيئن منهنجي غيرحاضريءَ ۾ تون ڪنهن سان اڪيلائيءَ ۾ ملي سگهين. فرمائن ٿا تہ وهم اگرچہ بذات خود بي اصل ۽ باطل هوندو آهي ليڪن نفس ۽ بدن ۾ نتيجا پيدا ڪرڻ ۾ نهايت موٿر هوندو آهي تخريبي عمل ۾ ان کي هڪ طاقتور عامل تصور ڪرڻ گهرجي. چاهي ڪو فرد هجي يا ڪا قوم جيڪڏهن ڪنهن وهم ۾ گرفتار ٿي وڃي تہ ڇرين وانگر نهايت تخريبي عمل ان ڪان ٿي ٿا سگهن. ان ڪانپوءِ هڪ ٻيو نڪتو ٿا ارشاد فرمائن تہ بادشاهن ۽ اميرن جا عقل بہ ماٺهو ائين خراب ڪيا آهن. فاسق ۽ فاجر کي ظل الله (الله جو پاڇو) چوڻ لڳندا آهن. بلڪ مجسم خدا بنائي ڇڏيندا آهن ۽ عقل جي گهٽتائيءَ جي سبب هو بہ انهيءَ مغالطي ۾ مبتلا ٿي پوندو آهي تہ اناالموجود ولا غيري (مان ئي موجود آهيان ۽ مون ڪان سواءِ ٻيو آهي ئي ڪونہ) جا نعرا هڻڻ شروع ڪندو آهي حالانڪ هر درٻاري چڱيءَ طرح سمجهندو آهي تہ هي شخص احمق ۽ بيوقوف آهي.

هن نڪتي کي واضح ڪرڻ لاءِ تہ وهم عقل تي ڪيئن غالب ايندو آهي. هڪ اهڙو مثال پيش ٿا ڪن جنهنجو تجربو ڪنهن نہ ڪنهن وقت هر شخص ڪري ٿو. فرمائن ٿا زمين تي جيڪڏهن هڪ وال ڇوڙو رستو هجي تہ ان تي انسان هيڏي هوڏي ڏڪڻ ۽ ڊڄڻ جي بغير ڪوهن جا ڪوه هلي ٿو سگهي پر جيڪڏهن ڪا تمام وڏي ديوار هجي جنهن جي ڇوڙائي بہ وال هجي تہ ان تي

انسان هلندي گهبرائيندو ۽ چڪر کائيندو آهي ڇو تہ وهم اهو خوف پيدا ڪيو آهي تہ اجهو ٿو ڪرين ۽ مرين. عقل ان کي هزار يقين ڏياري تہ ڏس هي تہ ٻن گزن يا والن جي ويڪري آهي هن تي ٻي ماڻهو گڏ گڏ هلي سگهن ٿا. توڪي ڇو خواه مخواه خوف اچي لڳو آهي ليڪن وهم جو غلبو عقل کي معطل ڪري ٿو ڇڏي.

## روح ۽ بدن

فرمائن ٿا تہ روح جي لاءِ صرف هيءُ جسم عنصري نہ آهي جيڪو ان جي لاءِ صرف لباس آهي بلڪ هڪ مثالي لباس نہ آهي ان جو مثال توڪي خواب ۾ ملندو آهي جو خواب ۾ تہ تنهنجا ظاهري عضوا تہ ساڪن هوندا آهن. ليڪن ان جي باوجود روح مثالي عضون سان هر قسم جي ڪاروبار ۾ مصروف هوندو آهي. ان ڪري توکي ڏيڻ نہ کپي تہ هن جسم جي فنا ٿيڻ سان ڪاٿي مان بہ فنا ٿي ويندس.

## عقل ۽ پيش بيني

فرمائن ٿا تہ عقل جو هڪ اهم ڪم پيش بيني آهي. هڪ شخص ڪنهن سوناري وٽ آيو ۽ چيائينس تہ مون کي ڪجهہ سون جا ذرا تورڻا آهن. مهرباني ڪري پنهنجي تارازي ڏي. سوناري چيو تہ وڃ مون وٽ ڇاٽي ڪونهي. گهرڻ واري چيو تہ ادا مان توکان ڇاٽي تہ ڪونہ ٿو گهران، تارازي ٿو گهران. ان تي وري سوناري چيو تہ وڃ مون وٽ ٻهارو ڪونهي. گهرڻ واري ڪاوڙجي چيو تہ تون ٻوڙو آهين مان گهران ڪجهہ ٿو ۽ تون جواب ڪجهہ ٿو ڏين. سوناري چيو تہ نہ، مان ٻوڙو نہ آهيان. تمام چڱي طرح ٻڌان ٿو ۽ چڱي طرح سوچيان بہ ٿو. ليڪن مون ڏٺو تہ تون پوڙهو ۽ بيمار آهين ۽ تنهنجا هٿ مسلسل ڏڪي رهيا آهن. جڏهن سون جا ذرا تورڻ لاءِ پلڙي ۾ وجهندين تہ ڏڪندڙ هٿ مان هو هيٺ مٽيءَ ۾ ڪري پوندا پوءِ انهن کي گڏ ڪرڻ لاءِ مون کان ٻهارو گهرندين جڏهن اها سون ۾ مليل مٽي گڏ ڪري وٺندين تہ پوءِ مون کان ڇاٽي گهرندين تہ مٽي ڇاٽي سون جا ذرا ان مان ڪيان.

اهڙي طرح روما جي هڪ فلسفيءَ جو قصو مشهور آهي تہ هو شهر روما کان ويهہ ٽيهہ ڪوهن جي مفاصلي تي ڪنهن رستي جي ڪناري تي وينو هو.

اتان هڪ مسافر جيڪو پيادل رومہ الڪبريٰ ڏي سفر ڪري رهيو هو انهيءَ هن فلسفيءَ کان پڇيو تہ روما شهر هتان ڪيترن ڪلاڪن جو رستو آهي. هن جواب ۾ چيو تہ وڃ وڃ هلندو وڃ، هن سوچيو تہ هي عجيب بد خلق انسان آهي مون کي تهذيب سان جواب ڏيڻ جي بجاءِ چوي ٿو تہ وڃ دفع ٿي وڃ. اجا هو ويهہ قدم هليو تہ فلسفيءَ هن کي سڏ ڪري چيو تہ روما هتان هيترن ڪلاڪن جو رستو آهي. مسافر چيو تہ پهريان بد خلقي ڪيئي ۽ هاڻي وري پويان پيو سڏ ڪرين. فلسفيءَ چيو تہ بيوقوف مسافر جيسين مان تنهنجي چال نہ ڏسان توکي ڪيئن جواب ڏيان تہ هيترن ڪلاڪن ۾ روما پهچندين.

## خواب ۽ حقيقت

خواب ۽ حقيقت ۾ فرق هڪ ٻئي سان مقابلي ڪرڻ سان ئي ٿيندو آهي. جيسين تائين انسان خواب ڏسي رهيو آهي ان جي حقيقي هجڻ ۾ ان کي ڪوبہ شڪ نہ هوندو آهي ليڪن بيدار ٿيڻ کان پوءِ جڏهن هڪ منظر ۽ پائيدار عالم سان خواب جي عالم جو مقابلو ٿو ڪري تہ ان نتيجي تي ٿو پهچي تہ خواب جو عالم وهمي ۽ خيالي هو. زندگي ۽ ڪائنات ۾ هستي ۽ حقيقت جا ڪيترا درجا آهن. گهٽ درجي واري حقيقت وڏي درجي جي مقابلي ۾ گهٽ حقيقي ڏسڻ ۾ ايندي آهي. ڪيترا دفعا اسان جو عالم خواب بہ ڪيترن ماڻهن جي بيداريءَ کان وڌيڪ حقيقي هوندو آهي. زندگيءَ جي ترقيءَ ۾ هر هڪ هيٺاهون درجو جنهن کي انسان پوئتي ڇڏي چڪو آهي. نسبتاً غيراصلي ۽ وهمي معلوم ٿيندو آهي. رسول ڪريم ﷺ جن جيڪو هن دنياوي زندگيءَ کي حلم النائم يعني ستل جو خواب چيو آهي تہ ان جي اها ئي معنيٰ آهي تہ مرڻ کان پوءِ جڏهن ان تي حقيقتون زياده منڪشف ٿينديون تہ پوءِ هو پنهنجي گذريل دنياوي زندگيءَ کي هڪ خواب وانگر بي حقيقت سمجهندو ۽ چوندو تہ ڪيترين شين کي مان اصل ۽ قائم و دائم سمجهندو هئس جن کي هاڻي منهنجي موجوده بصيرت بي اصل ثابت ڪري ڇڏيو.

الناس نيام فاذا ماتوا تنبهوا(حديث)

هن دنيا ۾ انسان جڏهن سمهي ٿو ۽ جڏهن جاڳي ٿو. مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ هي انهيءَ انداز سان آهي جيئن هڪ شخص خواب ۾ ڏسي ٿو تہ مان

هي هي ڪم ڪري رهيو هئس ۽ پوءِ سمهي پيس. ان جو هي خواب جي اندر سمهڻ خواب جي اندر خواب آهي. هو تہ پهريان ڪان مسلسل ستو پيو آهي.

## الله وارا مؤمن ۽ ڪافر سيني لاءِ رحيم ۽ ڪريم ٿيندا آهن

مولانا صوفي ۽ ملا جي ذهنيتن جي فرق ڪي هر جاءَ تي بيان ڪيو آهي. هي سندن خاص مضمونن مان آهي. مُلا جو قول ۽ عمل هي آهي تہ جنهن شخص سان جزوي يا اصولي اختلاف هجي ان ڪي ڪافر چيو وڃي ۽ پوءِ اشداءُ علي الڪفار تي عمل ڪيو وڃي. حالانڪ جن ڪافرن تي شدت ڪرڻ جي تاڪيد آهي انهن مان مراد اهي ظالم ۽ جابر آهن. جيڪي مسلمانن ڪي قتل ۽ اسلام جي خلاف پنهنجي قوتن ڪي استعمال ڪري رهيا آهن. صرف عقيدي جي اختلاف جي ڪري ڪنهن ڪافر سان نفرت ڪرڻ يا ان سان بغض رکڻ اسلام جي روح جي خلاف آهي. صوفياءَ ڪرام هميشہ غيرمسلمانن سان وڏي شفقت سان پيش ايندا آهن ۽ اها ئي شفقت انهن جي اصلاح جو سبب بنجي پوندي آهي. جيڪڏهن ڪافر ڪي ڪافر چئي ٿيلها ڏجن يا لٺ هٿي ڪڍجيس تہ اهو اسلام يا مسلمانن ڪي ڇا سمجهندو. خدا پنهنجي مادي نعمتن جا دروازا ڪنهن تي بہ بند نہ ڪيا آهن. رحمت جو مينهن ڪافر جي ٻنيءَ تي بہ وسندو آهي ۽ مؤمن جي ٻنيءَ تي بہ وسندو آهي. سج جي روشني ۽ گرمي سيني لاءِ بغير ڪنهن مذهب ۽ ملت جي فرق جي فيض رسان آهي. مؤمن جو بہ فرض آهي تہ اهو خدا جي شان رحمت ڪي جيڪو قرآن جي مطابق هر هستيءَ تي محيط آهي فقط پنهنجي هم خيالن جي لاءِ محدود نہ ڪري.

مولانا رحمة الله عليه هڪ وليءَ جي زبان سان اهو ٿا فرمائن تہ ادا اسان جي رحمت تہ ڪافرن تي بہ آهي حالانڪ اسين مجون ٿا تہ اهي خدا جي سڀ کان وڏي نعمت کان يا تہ محروم آهن يا ڪفران نعمت ٿا ڪن. ڪافر تہ خير انسان آهن اسان ڪي تہ ڪتن تي بہ رحم ٿو اچي جن ڪي ماڻهو پٿر هڻندا آهن. اسين ڪتن لاءِ بہ دعا ڪندا رهندا آهيون تہ خدايا هنر ڪي هن حالت کان نجات عطا ڪر جنهن جي ڪري ماڻهو انهن ڪي پٿر ٿا هڻن. اولياءَ دنيا ۾ انبياءَ جا

نائب ۽ انهن جي صفتن جا عامل هوندا آهن ۽ انبياءَ جا اخلاق خلق الاهي جا آئينہ هوندا آهن. خدا جي سڀ کان اهم صفت عام رحمت آهي.

## صبر جي ڪيميا

مولانا رحمة الله عليہ جن ڪي ڪيميا سان تشبيهہ ڏين ڪيميا يا اڪسير جي متعلق مشهور هو تہ اهو ٽامي وغيره کي سون ۾ بدلائي سگهندو آهي. ان کان علاوه هر قسم جي مرض جي دوا بہ آهي. زندگيءَ جون مصيبتون راحت جي مقابلي ۾ ڄڻ ٽامي وانگر آهن ۽ صبر جيڪڏهن حق جي لاءِ ۽ ايمان سان هجي تہ اهو مصيبتن کي روحاني فيض ۾ بدلائي ٿو ڇڏي. وتواصوا بالحق وتواصوا بالصبر: صبر جي معنيٰ عربيءَ ۾ اها ڪيفيت نہ آهي جو مصيبت اچي تہ خاموش ٿي مٿو هيٺ ڪري ويهجي. صبر جي معنيٰ آهي تڪليف ۽ مصيبت جي باوجود حق تي مستقل مزاجي سان قائم رهڻ ۽ همت نہ هارڻ. هڪ حديث شريف ۾ آهي تہ مؤمن کي آسائش ۽ مصيبت ٻنهي حالتن ۾ فائدو پهچندو آهي آسائش ۾،شڪر سان ۽ مصيبت ۾ صبر سان، شڪر سان نعمت ۾ اضافو ٿيندو آهي ۽ صبر سان روح ۾ پاڪيزگي ۽ تقويت پيدا ٿيندي آهي.

## جز ۽ ڪل

جز ۽ ڪُلُ جو پاڻ ۾ رابطو ڪهڙي قسم جو آهي؟ هي حڪمت ۽ تصوف جو هڪ اهم مسئلو آهي. هي جزا، عالم حقيقت ۽ ڪُليءَ جا جزا آهن. ليڪن هنن جزن ۾ ٽڪراءُ ۽ فساد ٿيندو رهندو آهي. اهي ٺهندا ۽ بگڙندا رهندا آهن تہ پوءِ ڇا حقيقت ڪُلي بہ هن تبديليءَ سان گڏ تبديل ٿيندي رهندي آهي؟

جيڪڏهن ان کي ڪجهہ بہ نٿو ٿئي ۽ 'ما الآن ڪما ڪان( جيئن هئي تيئن آهي) ئي رهي ٿي تہ پوءِ عين ۽ مظهر جو پَـاڻ ۾ تعلق سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي. مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ عالم ماديءَ ۾ جيڪو جز ۽ ڪُـل جو پاڻ ۾ ربط آهي روحاني عالم جو نظام ان طريقي جو نہ آهي. ارواحن ي ذات الاهي جا جزا صرف تشبيهہ ڏيڻ لاءِ چيا ٿا وڃن. انسان هڪ عضوا رکندڙ وجود آهي. ليڪن حيات ۽ ڪائنات جا جزا خدا جي جسم جا عضوا نہ آهن. ڇو تہ

خدا جو ڪو جسم ڪونهي. انسان کي هيءَ هدايت ڪئي ٿي وڃي تہ تون انهيءَ ڪُل سان وابستہ ٿي وڃ جنهن کي خدا ٿو چئجي. ليڪن اسين اگر مردار ۽ بيڪار ٿي خدا کان ڪٽجي وڃون تہ ڇا خدا جي ذات ۾ ڪو خلل اچي ويندو؟ هرگز نہ! لهذا انساني روح ۽ خدا جو معاملو مادي جز ۽ ڪُل وانگر نہ آهي بلڪ هيءَ هڪ ناقص تشبيهہ آهي. فرمائن ٿا تہ خدا جي متعلق مثال ئي بيان ڪري ٿا سگهجن. مگر مثل ۽ مثال ۾ فرق آهي. ليس ڪمثلہ شيئاً (هن جي مثل تہ ڪا شيءِ ڪانهي) ليڪن خود قرآن پاڪ بہ خدا جي ذات جي نسبت مثال بيان ڪيا آهن. انهيءَ سلسلي ۾ فرمائن ٿا تہ حضرت علي رضي الله عنہ کي "شير خدا" چوڻ سان هو جانور نہ ٿو بڻجي پوي.

## روحاني معراج ۽ ترقي مڪاني نہ آهي

زمان ۽ مڪان متعلق مولانا رحمة الله عليہ جن پنهنجو نظريو جابجا بيان ڪيو آهي هو روحاني حقيقتن کي نہ زماني ٿا سمجهن نہ مڪاني. روح جو سفر ۽ ان جو عروج ۽ زوال بہ ڪا مڪاني حيثيت نہ ٿو رکي. لهذا ذات ۽ صفات الهيہ ۽ روحاني حقيقتن کي اگرچہ مادي ذهن کي سمجهائڻ لاءِ مڪاني ۽ زماني تشبيهن ۾ بيان ڪيو ٿو وڃي. ليڪن زمان ۽ مڪان جو حقيقت ۾ انهن تي اطلاق نہ ٿو ٿي سگهي. خدا ڏي وڃڻ ۽ ان جو قرب حاصل ڪرڻ جي هي معنيٰ نہ آهي تہ مادي آسمان عبور ڪري ان ڏي وڃڻ جي ضرورت آهي. فرمائن ٿا تہ روح جو سفر ارتقائي هوندو آهي. هڪ ادنيٰ حالت کان ٻي حالت ڏي ترقي ڪرڻ کي رجعت الي الله چوندا آهن. الله تعاليٰ ڏي ڪجهي وڃڻ جي ڪا مڪاني معنيٰ نہ آهي. فرمائن ٿا تہ نطفي جي قڙي کان وٺي پيدائش ۽ بالغ ٿيڻ تائين جيڪا ترقي آهي اها ڪا مڪاني سير و سفر نہ آهي. سيني روحاني حقيقتن جو بہ اهو ئي حال آهي. اسان جا هي زمان ۽ مڪان تہ مادي عالم ۾ زندگي گذارڻ ۾ مادي حقيقتن کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جا ذريعا آهن. روحاني عالم يا عالم آخرت ۾ انهن جي ڇا معنيٰ. جنت ۽ دوزخ جون حقيقتون بہ صرف تمثيلا مڪاني نہ آهن. انهن جي اصليت تڏهن ئي واضح ٿيندي جڏهن هو انسان جي لاءِ حق اليقين بڻجي ويندا.

## عقل ۽ ڏسڻ

زندگيءَ جي حقيقتن جو ادراڪ يا احساس ٻن طريقن سان ٿيندو آهي. هڪ عقل ۽ حڪمت جو ذريعو ۽ ٻيو سڌو سنئون ڏسڻ جو ذريعو آهي. جنهن کي ڪشف حقيقت يا روحاني وجدان چوندا آهن. دليلن واري حڪمت گهر جي آستاني تائين تہ وٺي ٿي اچي ليڪن دروازي کان ٻاهر ئي رهي ٿي.

بقول علامہ اقبال:

عقل گو آستا سے دور نهين اس کي تقدير مين حضور نهين

مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ انسان جو مقصد ٻڌڻ يا تقليد ڪرڻ نہ آهي. هي تہ گهٽ فهم رکڻ وارن لاءِ آهي. أصل مقصد ڏسڻ آهي.

فرمائن ٿا تہ هڪ لمحي جو براہ راست ڏسڻ سالها سال جي قيل ۽ قال ۾ بيان نہ ٿو ڪري سگهجي. عقل بہ ان جي مقابلي ۾ ڪوتاهہ آهي ۽ بيان بہ عاجز آهي ايمان بالغيب بہ حضور ﷺ جن جي مقابلي ۾ گهٽ حيثيت ٿو رکي.

حڪيم بوعلي سينا ۽ حضرت ابوسعيد ابوالخير جي ملاقات جو واقعو مشهور آهي تہ روحاني حقيقتن جي ثبوت ۾ بوعلي سينا سندن سامهون گهڻا دليل بيان ڪيا ۽ چيو تہ مان هنن دليلن جي بنياد تي هنن شين جو قائل آهيان. جڏهن هو ڏگهي فلسفاڻي گفتگو ڪري چڪا تہ حضرت ابو سعيد ابوالخير صرف هڪ جملو فرمايو جنهن دليلن واري حڪمت ۽ روحاني وجدان جو فرق واضح ڪري ڇڏيو. هنن فرمايو تہ جيڪي ڪجهہ تون ڄاڻين ٿو مان اهو ڏسان ٿو پيو. حڪمت ۽ ولايت ۾ بس عقل ۽ ڏسڻ جو فرق آهي.

## دينن جي وحدت

اسلام سيني دينن کان الڳ هجڻ جي دعويٰ نہ ڪئي آهي. ۽ سڄو قرآن انهيءَ تعليم سان ڀريل آهي تہ سيني توحيدي دينن جو بنياد حق آهي. اگرچہ هر دين ۾ گهڻي وقت گذرڻ کان پوءِ ڪجهہ معاملات ۾ غلو پيدا ٿي ويو ۽ ڪاٿي آسماني صحيفن ۾ لفظي، معنوي يا تاويلي ردوبدل ٿي وئي. ليڪن اسلام جو اصل مقصد سڄي نوع انسانيءَ کي شريعتن ۽ طريقن جي اختلاف جي باوجود

توحيد، عدل ۽ پائيپي تي متفق ڪرڻ هو. هيءَ دعوت قرآن مجيد ۾ صاف لفظن ۾ موجود آهي. سيني دينن جي انبياءَ ڪرام جو احترام ئي انسانن ۾ مذهبي رواداري ۽ باهمي مفاهمت پيدا ڪري ٿو سگهي. انهيءَ ئي ڪري مسلمان هر روز پنهنجي نمازن جي التحيات ۾ سيني نبين ۽ سيني الله جي صالح ٻانهن تي سلام ۽ درود موڪلڻ پنهنجو فرض ٿا سمجهن. اسلام جي اها ئي هڪ جامعيت هن ڪي انهيءَ تنگ نظر دين کان الڳ ڪري ٿي ڇڏي جنهن نجات ۽ فلاح ڪي هڪ محدود گروهه جو حق سمجهي ورتو آهي. مولانا رحمة الله عليه ان سان گڏوگڏ دينن جي وحدت ۽ انبياءَ کان توحيد الاهي ڏي واپس ٿيندي فرمائن ٿا ته سيني صالحن جي تعريف دراصل خدا جي تعريف آهي ڇو ته هي سڀ برگزيده ٻانها الله تعالىٰ جو پاڇو آهن. جنهن اصل جا هي پاڇا آهن اهو ته هڪ ئي آهي. جيڪڏهن ڪو شخص آسمان جي اصلي چنڊ کي نه ڏسندو هجي ۽ فقط هڪ کوهه ۾ ان جو عڪس ڏسي ان جي تعريف ڪرڻ لڳي ته درحقيقت اها تعريف اصل آسمان واري چنڊ جي ئي آهي. پر هن کي جيڪڏهن آسماني چنڊ جو تصور ئي ڪونهي ۽ ان جي وجود جو ئي منڪر آهي ته پوءِ هي شرڪ يا ڪفر تي پوندو آهي.

## محبت جي وسعت ۽ لطافت

هي علم النفس ۽ حيات انساني جي هڪ ناقابل ترديد حقيقت آهي ته انسانن ۽ شين جي محبت کان انسان نظر ڦيرائي خدا جي محبت حاصل نه ٿو ڪري سگهي. انجيل مقدس ۾ هن سلسلي ۾ هڪ دلنشين ڳالهه لکيل آهي ته اي انسان جيڪڏهن تون انهيءَ ڀاءُ سان محبت نه ٿو ڪري سگهين جنهن کي تو ڏٺو آهي ته پوءِ انهيءَ خدا سان ڪيئن محبت ڪندين جنهن کي تو ڏٺو به نه آهي؟ ليڪن هن حقيقت کي وسارڻ نه گهرجي ته ماڻهن ۽ شين جي محبت ۾ وسعت ۽ لطافت پيدا ڪندي محدود حسن کي هميشه رهڻ واري حسن جي طرف آڻو آهي. اصلي محبتون خدا جي محبت ۾ ختم نه ٿيون ٿي وڃن بلڪ ان ۾ داخل ٿي پاڪيزه ۽ لطيف ٿي ٿيون پون. (المجاز قنطرة الحقيقة)

علم النفس جا ماهرين ان ڪي جذبات جي لطافت جو عمل چوندا آهن ۽ ان ڳالهه جو ثبوت پيش ڪندا آهن ته فطري ۽ پاڪيزه جنسي جذبو ۽ والدين جي

اولاد سان محبت انهيءَ لطافت جي پهرين منزل آهي. فطرت جي ظاهر ٿيندڙ شين سان جمالي ذوق جي پرورش ازلي حسن جي طرف رهبري ٿي ڪري. ليڪن جيڪڏهن سچو محبت جو جذبو هڪ ئي شخص يا هڪ ئي شيءِ ۾ محدود ڪري ڇڏي ته پوءِ روح جي پرواز جا پر ڪٽجي ٿا وڃن. انسانن ۽ شين جو حسن به فاني آهي ۽ اهي پاڻ به فاني آهن. هيءَ فنا محدود عشق ۽ وقتي محبت کي به فنا ڪري ڇڏيندي آهي ليڪن جيڪو شخص فاني حسن کان هميشه رهڻ واري حسن ڏي عبور ڪري ٿو وڃي ان جو عشق فنا نه ٿي سگهندو ڇو ته ان جو معشوق به فاني نه آهي. مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا ته ڪنهن هڪ خيالي صورت جي محبت به حقيقت جي طرف پرواز ڪرڻ لاءِ پر ۽ بازو بنجي ٿا سگهن.

## نماز ۽ حقيقت

نماز جي متعلق رڪوع سجده ۽ قيام ۾ مولانا رحمة الله عليه جن نهايت دل آويز رمزن ڏي اشارو ڪيو آهي ۽ آخر ۾ فرمائن ٿا ته جيڪڏهن توهان اسلامي نماز کي صرف عضون ۾ جنبش نه سمجهو ۽ هنن رمزن کان آگاهه ٿي وڃو ته توهان کي نماز ۾ عجيب قسم جي لذت ۽ بصيرت حاصل ٿئي. نماز کي هڪ بيدو سمجهو جنهن مان قلب جي گرميءَ سان روحانيت جو هڪ ٻچو پيدا ڪرڻو آهي. مگر نماز کي صرف عضون جي جنبش سمجهڻ وارا مسلمانو! توهان جي سجده ريزي ته مون کي اهڙي ٿي نظر اچي جئن ڪو ڪڪڙ ٺونگا هڻندو هجي. حضرت ابو هريره رضي الله عنه جي کان روايت آهي ته جناب رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن آداب نماز جي نصيحت فرمائيندي ٻين ڳالهين کان علاوه مون کي هي به فرمايو ته سجدو ڪرڻ مهل ڪڪڙ وانگر ٺونگا نه هڻڻ گهرجن.

## دل ۽ گل

عارف رومي رحمة الله عليه انسان جي دل جي حقيقت کان آگاهه آهي. دل ته قرآن جي تعليم مطابق انسان جي اندر خدا جو پنهنجو ڦوڪيل روح آهي

۽ ان جي فطرت کي خدا پنهنجي فطرت تي رکيو آهي. فطرت الله التي فطر الناس عليها. هينئن سمجهو ته خالص پاڻي جنهن جو اصل وحدت الاهيه جو سمنڊ آهي هتي مٽيءَ جي ملاوٽ سان گپ بڻجي وئي آهي. گپ ۾ خالص پاڻي موجود ته آهي ليڪن انهيءَ حالت ۾ آهي جو ان کي استعمال نه ٿو ڪري سگهجي. جسماني خواهشن کان آزاد ٿي هيءَ دل وري پنهنجي اصليت ڏي ٿي رجوع ڪري. ان ڪانپوءِ هيءَ فرشي نه ٿي رهي بلڪ عرشي ٿي وڃي ٿي.

دل ئي اصل حقيقت آهي جنهن کي ڪڏهن روح ۽ ڪڏهن سٺي معنيٰ ۾ نفس به چوندا آهن. مولانا رح جو نظريه حيات هي آهي ته مادي ۽ جسماني عالم جي ڪا مستقل حقيقت ڪانهي بلڪ دل جي جوهر جا پاسا آهن. مولانا رحمة الله عليه کان علاوه ٻين به گهڻن قديم ۽ جديد حڪيمن جو به اهوئي عقيدو آهي. جنهن کي مولانا رحمة الله عليه مثنويءَ جي شروعات ۾ بيان ڪري ڇڏيو آهي.

انهيءَ خيال کي هتي وري دهرائن ٿا ته تون دنيا جي لذتن کي مستقل لذتون سمجهي انهن ۾ ڦاسجي ويو آهين. حالانڪ انهن شين جي لذت به دل ئي جو عڪس آهي جيڪڏهن انساني نفس جي احساس کي الڳ ڪري ڇڏجي ته پوءِ ڪا به شيءِ بذات خود نه مٺي آهي نه ڪوڙي نه ٿڌي نه گرم ۽ نه ئي ڪو شراب پنهنجي ذات ۾ ڪو نشو رکي ٿو. نشو ته تنهنجي نفس جي ڪيفيت ۾ آهي ليڪن تون وري ان کي شراب ڏي منسوب ڪيو ٿو ڇڏين. جيڪڏهن تون دل کي ئي اصل جوهر ۽ حقيقت جو مرڪز سمجهين ته سڀ حڪمت ۽ عرفان جا دروازا توتي کلي پون.

فرمائن ٿا ته خالص دل جا ڪجهه ذرا انسانن جي اندر نظر ايندا آهن. ليڪن اگر دل جي حقيقت معلوم ٿي وڃي ته هي ذرا قيمتي جبل بڻجي وڃن. دل ته هڪ عظيم جاءِ آهي جيڪا حقيقتن جي جواهرن سان ڀريل آهي يا الله تعاليٰ جي عطائن جو هڪ بنا ڪناري جي سمنڊ آهي.

## عقل جا درجا

مولانا رحمة الله عليه جهڙي طرح هستيءَ ۾ بيشمار درجن جو قائل آهي. ساڳي طرح سندن نزديڪ عقل جا به درجا آهن. جماد نبات ۽ حيوان به عقل

ڪان خالي نہ آهن انهن ڪان وڌيڪ اهو عقل هوندو آهي جنهن کي عام طرح ماڻهو انساني عقل چوندا آهن. مگر مولانا رحمة الله عليہ جي نزديڪ انهيءَ انساني عقل ۾ بہ حيواني عقل جي ملاوٽ آهي. ان ڪري اها گهڻو ڪري حيواني خواهشات ۽ مادي ضرورتن کي پوري ڪرڻ جو ذريعو بني رهندي آهي. ان ڪان ٿورو مٿي حڪيمن ۽ فلاسفرن جو عقل آهي. جيڪو منطق وغيره جي محدود قانون سان زندگيءَ جي حقيقتن جو احاطو ڪرڻ جو دعويدار آهي. هي بہ هڪ جزوي عقل آهي جنهن کي داناءَ عقل ڪلي سمجهندا آهن. ان ڪان مٿي عقل نبوي آهي. جنهن جي بصيرت ۽ استدلال حڪيمن ۽ متڪلمين ڪان الڳ آهي. فلسفيءَ جي عقل ۽ نبيءَ جي عقل ۾ کل ۽ مغز جو فرق آهي ليڪن جيئن تہ فلاسفرن جو عقل بہ ذرا مٿاهين درجي جو حيواني عقل آهي. ان ڪري ان جو لاڙو بہ گهڻون ڪري مادي عالم جي طرف ٿي هوندو آهي. جو تہ بقول مولانا رحمة الله عليہ حيوان پاڇين ۽ ڪلن ٿي جو طالب هوندو آهي ۽ ملي وڃن تہ انهن تي ٿي قناعت ڪندو آهي. اهي اهو نہ ٿا سوچن تہ جن ميون جون کلون هي آهن انهن جو مغز ڇا آهي. هي مادي عقل عام انسانن ڪان علاوه فلاسفرن جا بہ هٿ پير جڪڙي ٿو ڇڏي. مادي عقل ڪان مٿاهون جيڪو عقل آهي ان کي ٿي عقل چوندا آهن. اهل دل انهيءَ عقل تي سوار ٿيندا آهن ۽ گرفتار نہ ٿيندا آهن. استدلالي عقل تہ دفترن جا دفتر ڪارا ڪندو آهي پوءِ لڪن دليلن مان يقين جي چمڪ پيدا نہ ٿيندي آهي ليڪن جنهن ۾ عقل آهي ان جي لاءِ نفس ۽ آفاق منور ٿي پوندا آهن.

## حقيقتن جو علم ڪنهن جو نہ آهي ڪنهن هڪ دور ۾ هو پورو تحقيق نہ ٿو ٿي سگهي

زندگيءَ جون حقيقتون ۽ انهن جو علم انسان لاءِ ترقي پذير آهي. ڪنهن هڪ زماني ۾ زندگي گذارڻ وارا نسل اها صلاحيت ڪونہ رکندا هئا تہ هر قسم جون حقيقتون انهن تي منڪشف ٿين. زندگيءَ جي ترقيءَ ڪانپوءِ ۽ حالتن جي تبديليءَ سان گڏ ڪجهہ اهڙيون سچايون قابل قبول ٿي ٿيون پون. جن جي لاءِ ذهن پهرين زماني ۾ تيار نہ هئا. مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ عارفن ۽

مفڪرن ڪي گهرجي تہ تحرير ۽ تقرير سان ڪجهہ نهرون کوٽيندا رهن. پلي اهي سمجهندا هجن تہ هڪ عرصي تائين هي نهرون سڪل رهنديون ۽ انهن ۾ پاڻي اسان جي زماني کان بعد ايندو. هر دور ۾ جيڪي نوان مفڪر ۽ نوان عارف پيدا ٿيندا انهن کي کوٽيل نهرن مان فائدو ٿيندو. آخر توريت ۽ انجيل ۽ زبور مان بہ تہ قرآن جي سچائي معلوم ٿي.

## ظالم ۽ مڪار دينددار

دين جي روح کان خالي مڪار ديندار جي متعلق لکن ٿا تہ اهڙا ماڻهو دراصل ظالم ۽ مطلب پرست هوندا آهن. انهن جي هڪ هٿ ۾ تسبيح هوندي آهي ۽ ٻئي ۾ قرآن شريف ليڪن ڪڇ ۾ هڪ خنجر بہ لڪل هوندو اٿن. اهڙن جي دوستيءَ کان پرهيز ڪيو انهن کي پنهنجو همراز نہ بڻايو. دين کي ڦاسائڻ جو ذريعو بنائڻ وارا ماڻهو سيني کان زياده خطرناڪ هوندا آهن. هو توکي چوندا تہ هل هيڏي نهر يا حوض جي طرف ذرا نماز لاءِ وضو تہ ڪري وٺ مگر اتي توکي گهري پاڻيءَ ۾ ڏکو ڏئي ٻوڙي ڇڏيندا.

## هر هڪ غلط ۽ فريبي دعويدار کي مريد چوٽا ملن

هر زماني ۾ ماڻهو طريقت جا پير هجڻ جي دعويٰ ڪندا آهن. ڪو مجدد بنجي ويندو آهي. ڪو مهدي، ڪو مسيح موعود، ڪو امام حاضر الوقت، ڪو نبوت جي دعويٰ ڪري ان جا ثبوت ڏيڻ لڳندو آهي. ايتري قدر جو ڪجهہ چريا تہ خدائيءَ جي دعويٰ بہ ڪري وهندا آهن جڏهن اهل دل ۽ اهل عقل انهن ماڻهن جي عقل ۽ سيرت جو جائزو وٺندا آهن تہ ان نتيجي تي پهچندا آهن تہ يا تہ هي دعويدار ديوانو آهي يا جاهہ ۽ اقتدار جي لڪل هوس هن جي اندر کي مغالطا پيدا ڪيا آهن مگر ڪيہ اهڙو مدعي ڪونهي جنهن کي مريد نہ ملي سگهن. ڪيترن جي تہ فريبڪاري اهڙي همہ گير هوندي آهي جو ان جي مريدن جو تعداد لکن تائين پهچي ويندو آهي. انهن مرشدن ۽ مجددن جي هر غلط دعويٰ ڪريل ڳالهيون ۽ عمل نهايت معنويٰ تاويلن سان پيش ڪيا ويندا آهن. مولانا رحمة الله عليہ ان جو هڪ نفسياتي سبب ٿا ٻڌائن تہ اڪثر انسانن جي

نفسن ۾ ڪجهہ لڪل علتون هونديون آهن. انهن باطني مرضن ڪان هو خود واقف نہ هوندا آهن. ضعيف الاعتقادي، توهم پرستي، خدا ڪي ڇڏي انسانن ڪان فيض جي توقع، لڪل شرڪ، هي سڀ علتون انسانن جي تحت الشعور جي تاڙ ۾ رهنديون آهن. انهن علتن ۾ گرفتار جڏهن ڪو ڪميٽو وڏيون وڏيون دعوائون ڪرڻ لڳندو آهي تہ احمقن ڪي ان ڪري انهن ڏي ڪشش محسوس ٿيندي آهي جو پير ۽ مريد ٻئي هڪ ئي قسم جي علتن ۾ گرفتار آهن. هيءَ ڪشش هم جنس جي لاءِ آهي. ماڻهون حيران ٿيندا آهن تہ ڪجهہ چڱا ڀلا سمجهدار ماڻهو بہ انهن مرشدن جي گرفت ۾ ڪيئن اچي ويا. هي ڪا حيرت جي ڳالهہ نہ آهي. هي ماڻهو هڪ طرف ڪان هوشيار هوندا آهن ۽ ٻئي طرف ڪان احمق، پيري مريديءَ ۾ انهن ماڻهن جي ڪيفيت ائين هوندي آهي ڄڻ ڪنهن هنن تي جادو ڪري ڇڏيو هجي. پر جن ماڻهن جي شعور ۾ هي باطني علتون لڪل نہ آهن. اهو اهڙن دعويدارن جي ڄار ۾ نہ ڦاسندو آهي. ليڪن عوام تہ گهڻو ڪري باطني علتن ۾ ڦاٿل آهن ان ڪري هر دعويدار ڪي مريد ملي ويندا آهن خواه هو نبوت جي دعويٰ ڪري خواه خدا جو اوتار بنجي.

هي ماڻهو شڪاري آهن جيڪي پکين جي ٻولي ڳالهائي پکين ڪي پنهنجي ويجهو سڏي ڏوکي سان ڄار ۾ ڦاسائن ٿا. هنن جاهل مريدن ۽ پيرن ڪي ڪا سڃاڻپ ڪانهي. ڪي ڪوڙا دعويدار وڏيون معنوي تقريرون بہ ڪندا آهن. جن ڪان عقلمند ماڻهو بہ متاثر ٿي پوي. ليڪن هي سڀ نفس جي چال بازي هوندي آهي. اهڙي مدعيءَ ڪي خود پنهنجي دعويٰ تي بہ شڪ هوندو آهي. مگر احمق مريد پير ڪان بہ وڌيڪ عقيدي جا پڪا ٿي پوندا آهن. انهيءَ مان ڪڏهن بہ ڌوڪو نہ کائجانءِ تہ وڏن وڏن ذهين انسانن ان جي مريدي اختيار ڪئي آهي.

اهڙن جي ذهانت زندگيءَ جي ڪن خاص شعبن جي متعلق هوندي. جتي عقيدي جو معاملو ٿيو اتي هي ماڻهو مطلقا احمق هوندا آهن.

## حماقت ۾ پختي شخص ڪان ڀڄو

حضرت مسيح عليہ السلام جي متعلق هڪ قصو لکن ٿا تہ هڪ شخص ڏٺو تہ مسيح عليہ السلام بيابان ۾ تيزيءَ سان ڊوڙي رهيو هو. هن پڇيو تہ حضرت ڪو موذي يا ظالم توهان جي پويان تہ ڪونهي. توهان ايترو تيز

گهپرايل حالت ۾ ڇو ڊوڙي رهيا آهيو؟ حضرت مسيح عہ فرمايو تہ مان احمقن کان بچڻ لاءِ ڊوڙي رهيو آهيان. هن ڇيو تہ ڇا تون اهو مسيح عہ نہ آهين جيڪو نابينن کي بينا ڪندو آهي ۽ مردن کي زنده ڪندو آهي. اهڙن معجزن جي صاحب کي احمقن کان ڀڄڻ جي ڇو ضرورت پيش آهي؟ احمق مان اوهان کي ڪهڙو نقصان پهچندو بلڪ توهان چاهيو تہ ان جي حماقت جي بيماريءَ کي بہ اهڙي طرح پري ڪريو جيئن ڪورن انڌن جو علاج ڪندا آهيو.

حضرت مسيح عہ جواب ڏنو تہ هي جسماني مرض تہ عارضي هوندا آهن ۽ قابل رحم هجڻ کان علاوه قابل علاج بہ هوندا آهن. ليڪن جيڪو شخص حماقت ۾ پڪو ٿي ويو آهي. اهو ختم الله عليٰ قلو بهم ۾ اچي ويو آهي. خدا فيض جي حاصل ڪرڻ جي طرف کان ان جي دل کي تالو لڳائي ان تي مهر لڳائي ڇڏي آهي. هي دل جا انڌا گونگا ۽ ٻوڙا منهنجي وس جا تہ آهن. اهڙي احمق جي صحبت کان تہ عقلمند کي بہ بچڻ گهرجي. ڇو تہ ان جي عقل کي احمق جي صحبت ائين اڏائي ويندي آهي. جيئن بغير ڏسڻ ۾ اچڻ جي هوا پاڻيءَ کي اڏائيندي رهندي آهي. آخر ۾ مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ حضرت مسيح عہ جي عقل ۽ روحانيت کي ڀلا ڪو احمق ڪهڙو نقصان پهچائي ٿي سگهيو؟ هي ڊوڙڻ صرف انهيءَ شخص کي تنبيهہ ڪرڻ لاءِ هئو تہ احمقن جي صحبت کان پري رهو.

## دنيا جو طلبگار احمق

گهڻو ڪري دنيا جا طلبگار ۽ دنيادار احمق ٿي آهن. بقول مرزا غالب – زمانو گهڻو ڪري جاهلن جوئي مجموعو آهي. هنن گڏهن ۾ فرق صرف ايترو آهي تہ ڪي عيسيٰ عليہ السلام جا گڏهہ آهن تہ ڪي دجال جا گڏهہ. يعني ڪو نقصان نہ ڏيندڙ احمق آهي جيڪو ڪنهن ڀلي انسان جي ڪم بہ اچي ٿو وڃي ۽ ڪو گڏهہ بہ آهي ۽ مڪار بہ آهي. مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ روحاني فضائل جي معيار کان اڪثر ڪري ماڻهو انڌا، ٻوڙا ۽ گونگا ۽ اگهاڙا آهن. ليڪن ظاهري لباس ۽ ظاهري حواسن جي درست ۽ چست هجڻ جي ڪري ڪنهن کي روحاني محروميءَ جو احساس ئي ڪونہ ٿو ٿئي. هن خساري ۽ زيان

جي باوجود ڪنهن کي بہ هي محسوس ڪونہ ٿو ٿئي تہ مان انسانيت جي حقيقي دولت جي لحاظ سان بلڪل خالي آهيان.

فرمائن ٿا تہ ٻار جيڪي ڪهاڻيون ٻڌندا ۽ ٻڌائيندا آهن اگرچہ بظاهر اناپ شناپ معلوم ٿينديون آهن. ليڪن انهن ۾ بہ نصيحت ۽ زندگيءَ جا اسرار هوندا آهن. اهڙي قسم جو هڪڙو اهل سبا جو قصو ٻڌو:

سبا هڪ نهايت آباد بارونق ۽ دولتمند شهر هو ليڪن سڀ ماڻهو جسماني لذتن ۾ ايترو تہ گم هئا جو ڪوبہ نفس جي پاڪيزگيءَ ڏي متوجه نہ هئو. ظاهري نظر نهايت دوربين ۽ خردبين ليڪن باطني بينائي غائب. ڪيل جو پير نہ نظر اچي بلڪ ان جي حڪيمانہ تحقيق ۾ عمر گذاري ڇڏجي ليڪن ڪيل جي مقابلي ۾ سليمان عليه السلام نظر ئي نہ اچي يعني پنهنجي روح جي حقيقت کان بلڪل نا آشنا. اهڙي طرح ظاهر ۾ هڪ شخص لباس فاخره ۽ وڏن ٻانهن وارو چوغو تہ پاتل هجي ليڪن لباس تقويٰ جي لحاظ کان بلڪل اگهاڙو هجي. اهڙن جي متعلق ٻار هڪڙي ڪهاڻي ٻڌائيندا آهن جنهن ۾ لڪل نصيحت اوهان پاڻ سمجهو. هڪ انڌو هڪ ٻوڙو ۽ هڪ اگهاڙو ٽئي ڄڻان هڪ هنڌ گڏ هئا تہ انڌي چيو تہ مصيبت ٿي وئي سامهون فوج ايندي پئي ڏسجي ذرا هوشيار ٿي وڃو. ٻوڙي چيو تہ مان بہ پري کان ان جي اچڻ جو شور ٻڌي رهيو آهيان ۽ تنهنجي ڳالهہ جي تائيد ٿو ڪيان تہ اگهاڙي چيو تہ پوءِ هي منهنجو فاخره لباس لاهي ويندا. مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ دنيا ۾ مال متاع ۾ غرق انسانن جو اهوئي حال آهي. جنهن شيءِ جي لٽجي وڃڻ جو خطرو اٿن ۽ رات ڏينهن چورن کان پيا ٿا ڊڄن. انهيءَ مال جي ڪا حقيقت ئي ڪانهي اصل ۾ اگهاڙا آهن. ليڪن ظاهري لباس جي محروميءَ جو خوف اٿن. انڌا ۽ ٻوڙا آهن ليڪن ٻڌڻ ۽ ڏسڻ جي دعويٰ ٿا ڪن. شهوتن جي جنهن ڪکڙ کي پُجي ڪائڻ ٿا چاهين اهو هنن کي چربيءَ وارو ٿلهو ۽ تازو ٿو نظر اچي. ليڪن ان ۾ هڏين کان سواءِ ڪجهہ بہ ڪونهي. هر هڪ شهوتيءَ کي حقيقت ظاهر ٿيڻ کان پوءِ اهوئي انڪشاف ٿيندو آهي. جنهن ديڳڙي ۾ ان کي پچائڻ ٿا چاهن ان جو تروئي ڪونهي. حقيقت جي ظاهر ٿيڻ کان اڳ هو سمجهن ئي نہ ٿا تہ هي سڀ ڪجهہ شهوتن جو پيدا ڪيل فريب آهي.

دنيا وارا بي حقيقت مال کي قيمتي سرمايو سمجهي اهڙي طرح چمبڙي پيا آهن. جيئن هڪ ٻار جي جهوليءَ ۾ ٺڪريون پريل هجن ۽ اهو ڊڄندو وتي ته هن کان ڪير کسي نه وٺي. جيڪڏهن ڪسي ونجنس ته روئڻ شروع ڪري ۽ وري واپس ڏجنس ته کلڻ لڳي. ضرورت کان وڌيڪ مال ۽ مال جي محبت ۾ دنيادار جي اهائي ڪيفيت آهي جيڪڏهن ڪنهن ڪروڙپتيءَ جو هڪ لک روپيه هليا وڃن ته اهو اهڙي طرح ماتم ڪندو آهي ڄڻ ته ڪنهن ٻن ڏينهن جي ٻڪئي جي هٿ مان ڪنهن ماني کسي ورتي هجي. اطمينان قلب جهڙي سرمائي کي ڪم بخت کهڙي شيءِ جي عيوض وڃائي ٿو؟

هي سڀ فريب خورده دنيا جا طالب، خيالي ڪکڙن جي خيالي ديڳ پچائي خيالي طريقي سان کائي جهومندا هاٿي بنجي ويا آهن ۽ ڏسندي ئي ڏسندي هڪڙي سوراخ ۾ گهڙي گم ٿي ويا. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا ته هي سوراخ موت جو دروازو آهي.

اصل علم ته پنهنجي نفس جو علم آهي ته مان ڇا آهيان؟ ڪٿان اچان پيو ۽ ڪاڏي وڃان پيو ۽ منهنجي زندگيءَ جو مقصد ڇا آهي؟ نباتات، جمادات ۽ فلڪيات وغيره جا وسيع علم به انهيءَ علم جي بغير زندگيءَ ۾ وقت ضايع ڪرڻ جي برابر آهن. جنهن شخص ۾ پاڪيزه سيرت ۽ بصيرت نه آهي ان جي علم ۽ ان جي مال جي حقيقت ان کي انهيءَ وقت معلوم ٿيندي جڏهن هن کي هڪڙي مدت ڪانپوءِ حقيقت کي سمجهندڙ شعور حاصل ٿيندو. انهيءَ وقت ان جي ڪيفيت اهڙي هوندي جهڙي انهيءَ شخص جو جيڪو خواب ڏسي رهيو هجي ته مون وٽ اشرفين جي ٿيلهي آهي. جنهن کي ڪو ڌاڪو کسي رهيو آهي. ان ڪري هو خواب جي حالت ۾ سخت بي چينيءَ ۽ ڪشمڪش ۾ ڦاٿل هوندو. ليڪن ان کي سجاڳي ٿي پوندي ته هو پنهنجي ان خواب واري حالت تي حيران ٿيندو ته انهيءَ ڪمبخت دولت جي کسجي وڃڻ جي خوف مون کي ڪيترو نه بيقرار ڪري ڇڏيو هو. دنيا جا طالب انسان انڌا، گونگا ۽ اگهاڙا آهن ۽ حقيقي دولت کان سڃا آهن. ليڪن هو نه ئي هنن کي پنهنجي انڌي گونگي ۽ اگهاڙي هجڻ جو ڪو علم آهي ۽ نه وري اهو سمجهن ٿا ته جنهن مال جي ختم ٿيڻ کان هو خوفزده ٿا رهن ۽ جنهن جي حاصل ڪرڻ ۾ هو ظلم ۽ بدديانتي ڪرڻ کان به نه ٿا ڪيٻائن اها خواب وارين اشرفين جي ٿيلهيءَ وانگر

آهي. هڪڙي ڳالهہ هيءَ بہ مشهور آهي تہ هڪ شخص خواب ڏسي رهيو هو تہ ڪو شخص هڪ ڪي هزار روپيہ پيش ڪري رهيو آهي. ليڪن هي هن سان جهڳڙو ڪري رهيو آهي تہ منهنجا تہ توڏي بہ هزار روپيہ آهن. مان هي هڪ هزار هرگز نہ وٺندس. ڏيٺا اتئي تہ سپ ڏي. انهيءَ ڪشمڪش ۾ هن جي اک کلي پئي ۽ نيم خوابيءَ جي حالت ۾ ڏنائين تہ نہ هڪ هزار روپيہ آهن ۽ نہ ئي ڏيڻ وارو. هن هڪدم اکيون بند ڪيون ۽ چوڻ لڳو تہ چڱو هڪ هزار ئي ڏي.

فرمائن ٿا تہ اسان جا گهڻا داناءَ، عالم ۽ فقيہ بہ اهڙي قسم جي ڪوڙي دولت جا سرمائيندار آهن. صفر وڏائي ۽ فخر جي لاءِ اهڙن علمن ۽ فنن ۾ مصروف آهن جن مان نہ ڪين ئي ڪو حقيقي فائدو حاصل ٿيندو ۽ نہ ڪنهن ٿئي ڪي. ڪين تہ هي خطرو بہ لڳو رهندو آهي تہ منهنجو ڪو مضمون نہ چورائي وٺي ۽ اها بہ شڪايت ڪندا آهن تہ اسين اهڙي وڏي ڪم ۾ مصروف آهيون مگر ماڻهو اچي منهنجو وقت ٿا ضايع ڪن. حالانڪ سندس شغل سراسر بيڪار آهي جو تہ حقيقي فائدي ڪان پري آهن. بس هيءَ اها ڳالهہ آهي تہ اگهاڙو انهيءَ خوف ۾ آهي تہ مان هنن ماڻهن مان ڪينئن پنهنجي قميص ڇڏايان. هي تہ منهنجا ڪپڙا لاهڻ جي پويان پئجي ويا آهن. اهڙو عالم مرد عارف جي نزديڪ جاهل مطلق آهي. فقہ جي سوال جواب ۾ ماهر ۽ هر وقت مصروف ليڪن دين جي اصل حقيقت ڪان پري، علم الافلاڪ جي ماهرن جو حال ڏسو ستارن ۾ ماه مشتري زحل جا سعد ۽ نحس، مبارڪ ۽ نامبارڪ هجڻ جي متعلق تہ تحقيقات ڪري رهيا آهن. ليڪن انهن منحوسن کي خود پنهنجي سعد ۽ نحس هجڻ جو ڪو علم ئي ڪونهي. هر هڪ جوهر جي خاصيت جي تحقيق هلي رهي آهي. ليڪن پنهنجي ذات جي علم ۾ بلڪل گڏهہ آهن. احمق تاجرن کي ڏسو هر شيءِ جي قيمت لڳائن ٿا. ليڪن پنهنجي قيمت جي انهن کي ڪا خبر ئي ڪانهي. سوناري کي ڏسو تہ سون جي ڪوڙ ۽ سچ کي ڪسوٽيءَ تي پرکي رهيو آهي پر پنهنجي ذات کي ڪونہ ٿو پرکي يا پنهنجي باطن کي پرکڻ لاءِ ڪٿان ڪسوٽي نہ ٿو تلاش ڪري.

مولانا محمد نذير عرشي مرحوم هڪ شعر جي شرح ۾ هڪ شيخ ڪامل ۽ هڪ ڪتابي محقق جي ملاقات جو واقعو لکيو آهي. مرد عارف يا شيخ ڪامل کي ان ڪتابي محقق جي گفتگوءَ مان ڪجهہ مزو نہ آيو ۽ پنهنجي

ساٿيءَ کي چيائين تہ ھي محقق ھوندو ليڪن ڳالهائڻ جو اخلاق ڪونهيس. محقق کي جڏهن اها خبر پئي تہ علم اخلاق تي هڪ بهترين ڪتاب لکي شيخ صاحب کي موڪليائين تہ جيئن هن کي خبر پئي تہ ھي علم اخلاق ۾ ڪيترو نہ هوشيار آهي. شيخ صاحب ڪتاب پڙهي فرمايو تہ مون اهو ٿوروئي چيو تہ اخلاق ڄاڻي ڪونہ ٿو مون چيو هو تہ اخلاق رکي ڪونہ ٿو. اخلاق جو علم لازمي طرح سان سٺي سيرت جو ثبوت نہ هوندو آهي. اخلاق ڄاڻڻ جي شيءِ نہ بلڪ باطن جي پاڪيزگيءَ ۾ پيش اچڻ جي شيءِ آهي.

## ڪافرن جو انبياءَ جي نہ مڃڻ جو سبب

هن جو ڪهڙو سبب آهي جو جنهن زماني ۾ بہ ڪو هادي پيغمبر آيو ان جي وقت جي خصوصا اقتدار واري ماڻهن ان جي انڪار ۽ مخالفت ۾ زور لڳايو؟ هڪ سبب تہ هيءُ آهي تہ پيغمبر برحق انقلابي هوندو آهي. اهو اعمال و افڪار ۽ رسم و رواج هر معاملي ۾ انقلاب جي نصيحت ڪندو آهي. جنهن جي ڪري رسمن رواجن ۾ ڦاتل انسان کي پنهنجي عادتن ۽ مفادن ۾ ٺوڪر لڳندي نظر ايندي آهي. ان ڪان علاوه مولانا رحمة الله عليہ هڪ ٻيو سبب بہ ٻڌائين ٿا جنهن جو ذڪر قرآن بہ ڪيو آهي تہ ماڻهو ڏسن ٿا تہ هي اسان جهڙو انسان آهي. کائڻ پيئڻ وارو ۽ هر طرح جون فطري ضرورتون رکڻ وارو ۽ مال متاع ۾ اسان ڪان گهٽ. هيءُ اسان جو پيشوا ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟ هن کي ڪهڙا موتين جا هار پيل آهن. جيڪي قومون هزار ها سالن کان ديوتا پرستي ڪنديون رهيون هجن انهن جي نظر ۾ صرف صاف اخلاقن وارو انسان سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي. جيڪڏهن ڪو ملائڪ آسمان مان ايندي نظر اچي تہ ان کي مڃين ۽ جيڪڏهن خدا پاڻ اچي حڪم ڏئي تہ ان کي تسليم ڪن. ليڪن هي شخص جيڪو پاڻ ٿو چوي تہ "انا بشر مثلکم" هن ۾ ڇا رکيو آهي؟ چنانچہ دين جي تاريخ ڪٿي ڏسو سڀ جاءِ تي اهوئي نظر ايندو تہ پهريائين تہ ڪنهن اولوالعزم پيغمبر جي مخالفت ڪيائون ۽ ماڻهو ان جي جان جي بہ يان پئجي ويا. پوءِ ڪجهہ مڃڻ وارا پيدا ٿيا. ليڪن ڪجهہ زياده زمانو نہ گذريو تہ وري ساڳين پوئلڳن جي پراڻي خصلت اچي ٿي وڃي ۽ جيسين تائين نبيءَ کي خدا جو [illegible]تار

نہ بنائن تيسين انهن کي اطمينان نصيب نہ ٿيندو. اسلام کان علاوه ٻين سيني دينن کي ڏسو قريب قريب هر جڳهہ هر ملت جو نبي خدا جو اوتار بنجي ويو آهي ۽ اهو عقيدو دين جو بنياد بنجي ويو آهي تہ خدا پاڻ انسان بنجي آيو هو. اسلام کان علاوه ڪير بہ پنهنجي پيغمبر کي وڏي فضيلت وارو بشر نہ ٿا مڃين. ٻين جي حالت ڏسندي يا ٻين سان مقابلو ڪندي ڪجهہ مسلمان بہ انهيءَ مرض ۾ مبتلا ٿي ويا جن احمد مان ميم ڪڍي ڇڏيو ۽ رسول عربيءَ کي عين ربي بنائي ڇڏيو. شاعرن جو فن تہ مبالغو آهي. انهن نعتن ۾ الوهيت رسول جي تبليغ پنهنجي ذمي ڪنئي آهي. مگر خدا جو شڪر آهي جو مجموعي حيثيت ۾ مسلمان امت پنهنجي ٻين هزار غلطين ۽ خامين جي باوجود نبي ڪريم ﷺ کي اعليٰ درجي جو انسان ئي سمجهن ٿا جن جي زندگيءَ جو هر پهلو انسان لاءِ اسوة حسنہ آهي.

مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ اهل سبا وٽ جڏهن انبياءَ ڪرام آيا تہ اهي پنهنجي مالي خوشحالي ۽ فارغ الباليءَ ۾ ايترا تہ مست هئا جو انهن کي ڪنهن رهبر جي ضرورت ئي محسوس ڪانہ ٿيندي هئي. هو چوندا هئا تہ اسان وٽ سڀ ڪجهہ آهي تنهنجي پيرويءَ مان اسان کي ٻي ڪهڙي خاص ڳالهہ حاصل ٿيندي؟ ان کان علاوه هو چوندا هئا تہ تون چئين ٿو تہ مان خدا جو قاصد آهيان. ليڪن بادشاهہ جو قاصد تہ بادشاهہ جي جنس مان هوندو آهي. خدا جو قاصد بہ خدا جي جنس مان هئڻ گهرجي. تون اسان وانگر پاڻيءَ ۽ مٽيءَ جي مخلوق آهين. ڪاٿي هيءَ خاڪ ۽ ڪاٿي خالق افلاڪ. ذري کي آفتاب سان ڪهڙي نسبت؟ جيڪڏهن تون خدا جو هم جنس هجين ها تہ توکي مڃيون ها ليڪن تون آهين تہ اسان جي جنس ۽ چئين ٿو تہ خدا جو قاصد آهيان. اسين ڪيئن مڃون؟ مولانا رحمة الله عليہ جن ڪهڙي نہ عمدي ڳالهہ ڪئي آهي فرمائن ٿا تہ هندو ڌرم ٻڌهہ مت، عيسائيت سڀ اوتاري ڌرم آهن. صرف ۽ صرف اسلام وٽ ئي هڪ بشر پيغمبر رهجي ويو آهي. انهن گهٽ سمجهہ وارن کي اها ڳالهہ سمجهہ ۾ ئي نہ ٿي اچي تہ جيڪا تمام سادي ۽ سولي آهي تہ انسان ئي انسان جو رهنما ۽ انسان ئي انسان لاءِ فڪر ۽ عمل جو نمونو بنجي ٿو سگهي. جيڪڏهن مذهبي پيشوا پاڻ خدا هو تہ پوءِ ڪنهن انسان جي لاءِ اهو ڪهڙي پيرويءَ جي قابل ٿي ٿو سگهي.

# مجبوري ۽ اختيار

جبر ۽ قدر جو مسئلو تہ انسان ڪيسين تائين صاحب اختيار هستي آهي ۽ ڪيتري قدر هو خدا جي مرضي يا فطرت جي احوال ڪان مجبور آهي. حڪيم ۽ متڪلمين ۾ اسلام ڪان اڳ ڪان وٺي اڄ تائين انهيءَ مسئلي تي بحث هليو ٿو اچي ان جو ڪو منطقي حل ڪنهن جي لاءِ بہ پوري طرح اطمينان بخش ناهي. سلامتي اسلام جي عقيدي ۾ ٿي آهي تہ ايمان جبر ۽ اختيار جي وچ وچ ۾ آهي. زيادتي يا گهٽتائيءَ جي ڪري ماڻهو جبري يا قدري بنجي ويندا آهن. جيڪڏهن جبر مطلق هجي تہ پوءِ اخلاق جي تلقين بي معنيٰ ٿي وڃي ٿي ۽ پوءِ جزا ۽ سزا جي ڪا معنيٰ نہ رهي ها ۽ جيڪڏهن اختيار مطلق آهي تہ پوءِ لامحدود فطرت ۽ خدا جي مرضي معطل ٿي وڃي ٿي ابليس ۽ آدم جي قصي ۾ آدم اختيار ڪان ڪم ورتو اگرچہ پهريون قدم هڪ لغرش ٿي هئي. ليڪن آدم ان ڪي پنهنجي ذمي ڪنيو ۽ معافيءَ جو طلبگار ٿيو ۽ ابليس انڪار ۾ جبري ٿي ويو ۽ فبما اغويتني چوڻ لڳو يعني پنهنجي گناه ڪي خدا جي طرف ڪري چوڻ لڳو تہ تون قادر مطلق آهين ان ڪري منهنجي ذميداريءَ جو بہ تون ذميدار آهين. قرآن ڪريم ۾ بہ ڪافرن محض جبر ۾ پناهہ وٺڻ لاءِ پنهنجي ڪفر جي لاءِ حجت پيش ڪئي تہ جيڪڏهن خدا چاهي ها تہ اسين گمراهہ نہ ٿيون ها . اي محمد ﷺ تون اسان ڪي ڇوٿو ڏوهاري چئين حالانڪ تنهنجو خدا پاڻ ٿو چوي تہ مان جيڪي چاهيان سو ٿو ڪيان ۽ منهنجي مرضيءَ جي بغير ڪجهہ بہ نہ ٿو ٿئي. جبر ۽ اختيار ٻنهين جي متعلق قرآن حڪيم ۾ آيتون ملن ٿيون ۽ اهوئي حال مولانا روم رحمة الله عليه جي مثنويءَ جو آهي. ليڪن پين صوفين جي مقابلي ۾ پاڻ اختيار جي ثبوت ۾ گهٽون ڪجهہ چيو اٿن ان ڪري اصطلاع ۾ نہ جبري آهن ۽ نہ قدري. اهل سبا جي قصي ۾ لکن ٿا تہ انهن ماڻهن بہ انبياءَ جي مقابلي ۾ جبرين وانگر حجتون پيش ڪيون تہ اسين تہ ازلي صورتن ناهڻ واري جا نقش آهيون.

نقاش جيڪو نقش ناهيو سو ناهيو اسان تي ڪهڙو الزام آهي؟ اگر اسان جي دلين تي تالا لڳل آهن تہ اهي بہ پاڻ لڳايا اٿس. جڏهن خدا تالا لڳائي تہ

پوءِ ڪنهن جي مجال آهي جو ڪولي سگهي؟ جيڪڏهن رستي جي پٿر کي سوَ سال بہ چوندا رهو تہ لعل بنجي وڃ تہ ڇا هو لعل بنجي ويندو؟ اي نبي ﷺ اسان ڪريل پٿرن کي تون ڇا جواهر بنائي سگهندين؟ هر شيءِ ۾ الله تعاليٰ جيڪا صفت رکي آهي ان کي بدلائي نہ ٿو سگهجي. نہ مٽي پاڻي بنجي ٿو سگهي ۽ نہ پاڻي ماکي يا کير بنجي ٿو سگهي. ڪوڙي سڪي کي اهو چوڻ تہ تون خالص زر يا اڪسير بنجي وڃ تہ اها هڪڙي اجائي ڪوشش آهي. بس اسين جيڪي آهيون سي آهيون ۽ اسان جون صفتون سٺيون آهن يا بريون اسين ان جا ذميدار نہ آهيون تہ پوءِ اسان کان سوال ڪيئن پڇيو ويندو ۽ صفتن جي تبديليءَ جي نصيحت بيڪار آهي.

اسان کي اهو چوڻ تہ نيڪيءَ جو رستو اختيار ڪيو، ائين آهي جيئن مڇر کي حڪم ڏجي تہ تيز هوا جي خلاف پرواز ڪر يا ذري کي چئو تہ تون جبل بنجي وڃ. جيڪڏهن خدا اسان کي ٿورو عقل ۽ ٿوري همٿ ڏني آهي تہ پوءِ اي نبي ﷺ تون اسان کان قلب ماهيت جي تقاضا ڇو ٿو ڪرين؟ ڪنڀار جنهن برتن کي جهڙو چاهيو بنائي ڇڏيو هاڻي مٽن کي چوڻ تہ توهان گهگهيون ڇو نہ ٿيون بنجي ويو هڪ بي جا تقاضا آهي.

ليڪن انبياءَ ڪرام اگر محض جبري هجن ها تہ ايتري زور شور سان ماڻهن کي پنهنجي زندگين ۾ تبديليءَ جي تبليغ ڪيئن ڪن ها؟ ثواب ۽ عذاب سڀ بي معنيٰ رهجي وڃن ها ۽ خدا محض جابر رهجي وڃي ها. عادل، رحيم ۽ حڪيم نہ هجي ها. هاڻي انبياءَ ڪرام جي نظريي جبر ۽ اختيار کي مولانا رحمة الله عليہ جن هن طرح ٿا فرمائن تہ شين ۽ ماڻهن ۾ ٻن قسمن جون صفتون آهن. هڪڙيون اهي آهن جن کي فطرت ۽ مشيت ايزديءَ تبديل نہ ٿيڻ واريون بنايو ۽ ٻيون اهي صفتون آهن جيڪي عارضي ۽ حادث آهن ۽ اهي خودبخود فطرت جي قانون جي ماتحت بدلبيون رهنديون آهن ۽ انسان بہ پنهنجي حڪمت ۽ همٿ سان انهن کي بدلائي ٿو سگهي. ۽ ڪجهہ صفتون عارضي آهن. جيئن تنهنجو راضي يا ناراض ٿيڻ. ساڳي طرح ڪجهہ جسماني بيماريون علاج جي قابل آهن ۽ ڪجهہ لاعلاج. جيڪڏهن ڪو پيدائشي گونگو اهڙو هجي جو هن جي زبان سان آواز ڪڍڻ وارا عضوا موجود ئي نہ آهن تہ هن کي ڪوبہ حاذق حڪيم ڳالهرائي نہ ٿو سگهي، جيڪڏهن ڪو شخص پيدائشي

نابينو آهي ۽ ان جي اکين ۾ ڏسڻ وارا جزا آهن ئي ڪونہ تہ اهڙي ڪي ڏسندڙ اکين وارو بنائڻ ممڪن نہ آهي. ليڪن سوين بيماريون اهڙيون آهن جن جو علاج بہ خدا پيدا ڪيو آهي. بيماريون تہ جاندارن ۾ بہ پيدا ٿينديون آهن ليڪن جمادي و نباتي تہ خدا جاندارن جي پيدائش ڪان بہ اڳ پيدا ڪري ڇڏيا هئا. انڪري جبرين جو اهو چوڻ تہ انسان جون اخلاقي صفتون روحاني پيشوائن ۽ اخلاقي طبيعتن جي علاج سان تبديل نہ ٿيون ٿي سگهن اهي محض بهانا آهن.

## جهنم جو مقصد عذاب نہ پر تهذيب نفس آهي

مولانا رحمۃ الله عليہ ٻين صوفين، حڪيمن ۽ مفسرن وانگر جهنم ڪي ابدي سزا جي جاءِ ڪونہ ٿا سمجهن. چند ڏينهن جي زندگيءَ جي گناهن جي عيوض هميشہ عذاب خدا جي صفت رحيم ۽ عادل جي خلاف آهي. خدا قرآن پاڪ ۾ چوي ٿو تہ منهنجي هر شيءِ ۽ هر حالت منهنجي رحمت جي گهيري ۾ آهي، تہ پوءِ گنهگار هر حالت ۾ انهيءَ رحمت جي گهيري ڪان ٻاهر ڪيئن ٿا رهي سگهن؟ مولانا جي نزديڪ جهنم محض عذاب جي جاءِ نہ آهي بلڪ ان جو عذاب بہ هڪ تهذيب جو ذريعو آهي. مولانا رحمۃ الله عليہ جو فڪر ڏسو فرمائن ٿا تہ دوزخ گنهگارن جي لاءِ مسجد وانگر سمجهو. مؤمن مسجد ۾ اطاعت جي ذريعي پنهنجي نفس جي حالت درست ڪندو آهي، ۽ گنهگار جي اصلاح ذرا ڪوڙي طريقي سان دوزخ ۾ ٿيندي. هڪ جهنگلي پکيءَ ڪي گهريلو پکي بنائڻ لاءِ پهريائين ان ڪي ڄار ۾ ڦاسايو ويندو آهي. اهڙي طرح هن دنيا ۾ قيد خانا آهن، تہ جيئن اتان سختيون سهي توبهہ ڪن. انسان ڪي الله تعالىٰ اطاعت ۽ عبادت لاءِ پيدا فرمايو آهي. ان جا انداز ۽ طريقا مختلف آهن. ليڪن مقصد هڪ ئي آهي. هي مقصد دوزخ ۾ بہ برقرار رهندو آهي. هي چوڻ بہ هڪ طرح سان صحيح ٿيندو تہ هر عمل خير عبادت آهي پر جيئن تہ عبادت جو مقصد رحمت حاصل ڪرڻ آهي. ان ڪري اصل شيءِ رحمت ئي آهي. سليم طبيعتون ان ڏي خود بخود راغب ٿينديون آهن. ليڪن جڏهن دلين ۾ ڪوٽ واقع ٿئي اتي گوشماليءَ جي ضرورت ٿيندي آهي. جتي محبت آهي اتي گوشمالي بدلي ونڻ لاءِ نہ پر اصلاح جو ذريعو هوندي آهي. دوزخ جو تصور عارف رومي رحمۃ الله عليہ وٽ انهيءَ قسم جو آهي. جنهن ڪي هن مختلف طريقي جي

بيانن سان پيش ڪيو آهي. هڪ جاءِ تي لکن ٿا تہ سڀ مخلوق جنت جي طرف وڃي رهي آهي. جيڪو عارف آهي ان کي هن دارالسلام تي يقين ڪامل آهي ان ڪري هو نهايت خوشيءَ سان صراط مستقيم (سڌي رستي) هلي رهيو آهي. رستي ۾ ڪا تڪليف اچي تہ هو ان کي ڪا تڪليف ئي نہ ٿو سمجهي. ليڪن هڪڙو ٻيو ايمان ۽ يقين کان محروم گروهہ آهي جنهن کي پڪڙي جنت ڏي وٺي ٿا وڃن. انهيءَ پڪڙ ڌڪڙ، گهلڻ مارڪٽ جو نالو دوزخ آهي. ليڪن انهيءَ سزا جو مقصد بہ جنت ڏي ئي وٺي وڃڻ آهي.

## عبادت

ان کان پوءِ مولانا رحمة الله عليہ جن عبادت جي نسبت هڪ اهم نڪتو ٿا بيان فرمائن. اسلام جي تعليم جي مطابق هر ڪم عبادت ٿي سگهي ٿو. بشرطيڪ ان جي ڪرڻ واري جو مقصد فرض جي ادائيگي، خلق جي خدمت يا خالق جي رضا هجي. پر جيڪڏهن جنهن بہ ڪم ۾ هي مقصد نہ هجي تہ اهو ڪيتري قدر بہ مفيد ۽ ڪارآمد تہ ٿي سگهي ٿو. ليڪن ان جو درجو ڪريل هوندو. ان جو مثال دل کي نهايت وڻندڙ پيش ڪيو اٿن. فرمائن ٿا تہ ڪتاب جو مقصد علم ۽ فن حاصل ڪرڻ آهي. ليڪن اگر ڪو جاهل علم جو قدر نہ سمجهندو هجي ڪنهن وڏي ڪتاب کي ويهاڻي وانگر مٿي هيٺان رکي استعمال ڪرڻ لڳي تہ اهڙي شخص جو فعل شاباس جي قابل نہ آهي. يا تلوار کي ڪو شخص گهوڙي ٻڌڻ لاءِ يا تنبو ٻڌڻ لاءِ ڪلي جي جاءِ تي زمين ۾ کوڙي تہ انهيءَ هڪ قيمتي اسلحي کي جيڪو فتح ۽ دين جي حفاظت لاءِ آهي هڪ نهايت ڪريل ڪم ۾ استعمال ڪيو. نتيجو اهو ٿيندو جو اوچتو دشمن جي حملي جي سبب تلوار هٿ ۾ نہ رهندي ڇو تہ اها تہ ڪلي جي جاءِ تي زمين ۾ کوڙي وئي آهي. انسان جي سيني ڪمن جو اهو ئي حال آهي. جيڪڏهن تمام گهٽ درجي جو ڪم بہ ڪنهن بلند مقصد لاءِ ڪيو وڃي تہ اهو بہ عبادت ۾ نيت جي مطابق ٿي سگهي ٿو. راهب دنيا کان گريز ڪري خدا جو قرب حاصل ڪرڻ گهري ٿو. ليڪن اسلام چوي ٿو تہ سيني جائز مشغلن ۾ مصروف رهي بہ توهان اهل الله بنجي ٿا سگهو. "دست بڪار دل بہ يار"

فرمائن ٿا تہ سچي جي سچي زندگي عبادت گاہ آهي. ليڪن هر ڪنهن جي عبادت گاہ ۽ ڪم جي نوعيت الڳ آهي، دوزخ مجرمن جي عبادت گاہ آهي. جڏهن انهن جي بدعملن جي ذات باھ ۾ پئي غلاظتن کان پاڪ ٿيندي تہ اها بہ ڪندن بنجي پوندي. دوزخ جي دروازن کي ننڍا دروازا تصور ڪيو جن مان لنگهڻ مهل انهن کي جهڪي يعني رڪوع يا سجدي جي حالت اختيار ڪرڻي پوندي اهڙي طرح وڏا وڏا ظالم ۽ آڪڙباز بہ جهڪندا ڇڻ تہ دوزخ انهن جي گردنن کي جهڪائي انهن جي آڪڙ ٽوڙي ٿو.

بادشاهن جي سامهون يا اڄ ڪالھہ ڪورٽن ۾ ججن جي سامهون گردن جهڪائن ٿا ليڪن خدا جي سامهون انهن کي جهڪڻ ۾ عار ٿو محسوس ٿئي. هي ماڻهو اميرن ۽ با اختيار ماڻهن کان تہ ڊڄن ٿا ليڪن خدا جو خوف انهن جي دلين ۾ ڪونهي. هي ماڻهو ڪتن جهڙي خصلت رکن ٿا. ڪتا ٻليءَ کان اهڙو تہ ڊڄندا آهن. جيئن چور ڪوتوال کان ڊڄندو آهي. ليڪن ڪنهن بہ ڪتي جي دل ۾ شينهن جو خوف نہ هوندو آهي. خدا جي سياست جو شينهن انهن ڪُتن کي نظر نہ ٿو اچي. مولانا فرمائي ٿو تہ گهڻن اميرن، آفيسرن ۽ حڪمرانن ۾ اخلاقي گندگيءَ جي بدبوءِ هوندي آهي. ليڪن انهن بدبوءِ جي ڍيرن کي مسجد ۽ محراب سمجهي دنيا جا ڪتا انهن جي سامهون جهڪن ٿا.

## عادت جي پڪڙ

ڪنهن جي سيرت سٺي هجي يا خراب، بهرحال عادتن جي پڪي ٿي وڃڻ ڪانپوءِ انسان مخصوص عملن ۾ ٻڌجي ويندو آهي. نيڪ نيڪي ڪرڻ لاءِ ائين مجبور هوندو آهي جيئن بد بدي ڪرڻ تي. مولانا فرمائي ٿو تہ ائين سمجهو ڇڻ تہ هڪڙي کي خدا پڪڙي ورتو آهي ۽ ٻئي کي شيطان، مثال لاءِ فرمائن ٿا تہ هڪ دنيادار خدا فراموش امير وٽ هڪ مؤمن ۽ عابد غلام هو. مالڪ غلام کي ساڻ ڪري بازار مان وڃي رهيو هو تہ مسجد مان بانگ جو آواز آيو. غلام چيو تہ اجازت آهي تہ مان مسجد ۾ وڃي ٻہ رڪعتون نماز پڙهي اچان ۽ توهان سامهون واري دوڪان تي ٿورو انتظار فرمايو. مالڪ چيو تہ ها وڃ پر جلدي اچجاءِ مان هتي انتظار ۾ وينو آهيان. هاڻي مالڪ وينو انتظار ڪري ۽ غلام

مسجد مان نڪري ئي نہ پيو. سڀ نماز پوري ڪري نڪري هليا ويا ليڪن هي غلام ڪنهن وظيفي وغيره ۾ لڳي ويو ۽ مالڪ حقيقيءَ جي حضور ۾ وسري ويس. تہ ٻاهر مجازي مالڪ سڪي رهيو آهي. آخر تنگ اچي مالڪ مسجد ۾ دريءَ ڪان اندر نهاري غلام کي چيو تہ هاڻي اٿي ٻاهر اچ ڇا توکي اندر ڪنهن پڪڙي ورتو آهي؟ غلام چيو تہ هائو اهائي ڳالهہ آهي انهيءَ جنهن توکي ٻاهر ٻڌي ڇڏيو آهي تہ تون مسجد ۾ داخل ٿي نہ ٿي سگهين انهيءَ مون کي هتي جڪڙي ڇڏيو آهي.

فرمائن ٿا تہ ڀڪي عادت فطرت جو حصو بنجي پوندي آهي تہ پوءِ انهيءَ فطرت ۽ جبلت جي جڪڙ شديد ٿيندي آهي. مڇين جو طبعي ميلان انهن کي پاڻيءَ کان ٻاهر نہ تو نڪرڻ ڏئي ۽ خشڪيءَ جا جانور درياهہ ۾ پير رکڻ کان پيا گهٻرائيندا آهن.

## تحقيق ۽ تقليد يقين ڪامل ۽ گمان غالب

مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ دين جي معاملي ۾ ٻن قسمن جا ماڻهون هوندا آهن تمام ٿورا اهڙا هوندا آهن جن کي محقق يعني تحقيق ڪندڙ چئي ٿو سگهجي. جن جي يقين جو دارو مدار تحقيق تجربي يا مشاهدي تي هوندو آهي. اهڙا ماڻهو بغير ڪنڪي ديني زندگيءَ جي رستي تي هلندا آهن. ان ۾ انهن کي نفعو ئي نفعو محسوس ٿيندو آهي. انهن ۾ خوف يا تذبذب نہ هوندو آهي. انهن جون دليون يقين سان پوري ٿيڻ وارين اميدن سان سرشار هونديون آهن. ليڪن زياده تعداد مقلدن جو آهي. جيڪي انهيءَ لاءِ ان دين تي هلن ٿا جو ان دين واري جماعت ۾ پيدا ٿيا آهن ۽ ان ڪانپوءِ دين جون ڪجهہ ڳالهيون ٻڌي ۽ ٻڌائي عمل ڪرڻ لڳا. جيئن تہ دنيا ۾ زياده تر گروه مقلدن ئي جو آهي ان ڪري مولانا ان گروه کي مخاطب ٿي فرمائن ٿا تہ توکي خود ڪو روحاني تجربو نہ آهي. ليڪن توکي بہ ديني زندگيءَ کان پاسو نہ ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن توکي يقين ڪامل نہ آهي تڏهن بہ اميد تہ زندگي گذاريندا رهو. پنهنجي دنياوي زندگيءَ جو جائزو وٺي ڏسو. ڇا توهان پنهنجي ڪنهن ڪم لاءِ يقين ڪامل کي مٿاهون سمجهو ٿا؟ توهان هڪ ڪم اختيار ٿا ڪيو ۽ ان ۾ محنت ڪندي ڪک وانگر ڪمزور ٿي ٿا وڃو. جڏهن ڪنهن واپار ۾

هٿ ڳا وڃهو تہ ڇا توهان کي يقين هوندو آهي تہ هن ۾ نفعو ئي نفعو ٿيندو ۽ نقصان جو ڪوبہ انديشو ڪونهي؟ محروميءَ جو خدشو هر دنياوي ڪاروبار ۾ موجود آهي. ليڪن هڪ عقلمند مرد ٿوڇوي تہ ڪاهليءَ جي مقابلي ۾ تہ ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪرڻ بهتر آهي. پوءِ فقط دين جي معاملي ۾ توکي ڇو يقيني نقصان جو خوف اچي لڳو آهي جو اميد جي بنياد تي بہ هن طرف نہ ٿا اچو؟ ٻين ڪمن ۽ واپارن وانگر هن واپار ڏي بہ اچو گرچہ نفعي ۽ نقصان جي باري ۾ تنهنجو حال اميد ۽ خوف جي وچ ۾ ئي هجي. ڪامل يقين ڪانسواءِ هن ميدان ۾ قدم رکڻ کان توکي ڪير ٿو روڪي؟ محقق ۽ عارفين تہ پنهنجي تجربي جي بنياد تي ٿا چون تہ هن ۾ نفعو ئي نفعو آهي, تہ پوءِ تون ڪٽي هيئن چوءُ تہ چڱو اسان بہ اها زندگي بسر ڪري ٿا ڏسون. آخر ٻيا ڪم بہ تہ ڪامل يقين ڪانسواءِ ئي ڪندا آهيون ۽ ڪوشش ۾ ڪا ڪمي نہ ڪندا آهيون.

# احتياج

مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ ماڻهون احتياج کي هڪ مصيبت سمجهندا آهن ليڪن ان تي غور نہ ڪندا آهن تہ دنيا ۾ جيتريون بہ پلايون آهن سڀ احتياج جي ڪري ٿيون پيدا ٿين. دنيا ۾ طلب ۽ رسد جو قانون هر جاءِ تي جاري ۽ ساري آهي. فرمائن ٿا تہ ڇا فطرت کي نہ ٿا ڏسو تہ ٻار جي پيدائش سان گڏ ماءُ جي کير جو احتياج پيدا ٿيندو آهي ۽ احتياج کي پوري ڪرڻ لاءِ فوراً ماءُ جي ڇاتيءَ ۾ کير پرجي ايندو آهي؟ توهان جڏهن پنهنجي فصلن کي ڏسندا آهيو تہ پاڻيءَ جي احتياج جي ڪري سڪي رهيا آهن تہ فوراً پاڻيءَ کي ڪن کان پڪڙي اوڏانهن وٺي ويندا آهيو. دنيا ۾ ماڻهو زندگيءَ جي بلند درجن جي حاصل ڪرڻ جي خواهش تہ ڪن ٿا ليڪن طلب جي شدت انهن ۾ ڪانہ هوندي آهي ان ڪري محروم رهجي ويندا آهن. صرف شعور جي سطح تي ايرڻ وارين خواهشن سان ڪم نہ هلندو. گهڻن ماڻهن جي خواهش سان گڏ مخالف جزا بہ انهن جي طبعيت ۾ ملندا آهن جيڪي طلب کي لاحاصل ڪري ٿا ڇڏين.

مولانا رحمة الله عليہ جن فرمائن ٿا تہ طلب ۾ شدت زياده پيدا ڪيو ۽ پاڻيءَ جي حاصل ڪرڻ کي خدا جي مقرر ڪيل فطري طريقي تي ڇڏي ڏيو. جڏهن اڃ گهڻي ٿيندي تہ پوءِ ڏسو تہ ڪيئن نہ هر طرف کان پاڻي توهان ڏانهن

اڇي ٿو. تنهنجي جان ۾ اندر اهڙا ممڪنات موجود آهن جو جيڪڏهن طلب جي شدتَ سان تون ان جي آبياري ڪرين ته تنهنجي زندگيءَ جي فصل تي رحمت جو ڪڪر وسي داڻن جي جاءِ تي جواهر پيدا ڪري ڇڏي.

## رجائيت

مولانا رحمة الله عليه جن جو مسلڪ پر اميد ۽ رجائي رهڻ آهي. اسلام جو مقصد به اهوئي آهي ته مؤمن کي ڪنهن به حالت ۾ مايوس نه هئڻ گهرجي. رجائي رهڻ ايمان جو ثبوت آهي ۽ نااميدي ڪفر آهي. مولانا رحمة الله عليه جن حيات نبوي ﷺ مان هڪ روايت ٿا نقل ڪن ته رسول ڪريم ﷺ جن هڪ دفعي نماز لاءِ وضو ڪرڻ ويٺا. پير ڌوئي جوراب پائڻ وارا هئا ته هڪدم هڪ جوراب هڪڙو پکي کڻي هوا ۾ اڏاڻو ۽ مٿي وڃي انهيءَ جوراب کي الٽو ڪيو ته ان مان نانگ ڪريو. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو ته ڏسو اسان هن جي هن حرڪت کي پکيءَ جي گستاخي سمجهو ليڪن هن جي هيءَ جفا ڪمال درجي جي وفا ثابت ٿي. اسين بشري تقاضا جي ڪري هن حرڪت تي رنجيده ٿياسين. جيڪا وقتي طرح اسان جي لاءِ غم ڏيندڙ هئي حالانڪ اها غم کي ٽارڻ واري ثابت ٿي. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا ته زندگيءَ ۾ اڪثر مصيبتن جي متعلق اهوئي نظريو قائم ڪجي ته جيڪي ڪجهه هليو ويو اهو اسان جي لاءِ خير ۽ برڪت ثابت ٿيندو. دير يا سوير انسان تي اهو منڪشف ٿي ويندو ته جنهن ڳالهه کي مون هڪ وقت ۾ بلا سمجهو هو اها ته منهنجي لاءِ بيحد نفع ڏيندڙ ثابت ٿي. جيڪڏهن اها مصيبت نه اچي ها ته مان هڪ تمام وڏي بلائيءَ کان محروم رهجي وڃان ها. مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا ته جيڪڏهن مؤمن آهيو ته زندگيءَ جي متعلق اهوئي رجائي - پراميد رهڻ وارو نظريو اختيار ڪيو. هر هڪ مصيبت ۾ اهو يقين ڪيو ته اها هڪڙي تمام وڏي مصيبت کي ٽارڻ جو ذريعو آهي. گهڻي مال سان انسان وڏن وڏن ظاهري ۽ باطني مصيبتن ۾ مبتلا ٿي پوندو آهي ان ڪري فالتو مال جي ضايع ٿيڻ تي هرگز ماتم نه ڪيو بلڪ خوش ٿيو ته ان جي ڪري گهڻيون بلائون ٽري ويون. ڪنهن کهڙي نه عمدي ڳالهه ڪئي آهي ته جيئن پيسن جي ٿيلهيءَ جو منهن چڱي طرح زور سان ٻڌي ڇڏبو آهي ته جيئن ان جو گلو چڱيءَ طرح بند رهي.

مال جي گھٽائي انسان جي زندگي ۽ ان جي دل جو اهوئي حال ڪندو آهي. غريب ۽ مفلس سمجهندو آهي تہ هي سرمائيدار وڏي اطمينان قلب جي زندگي گذاريندو هوندو. ليڪن جڏهن انهيءَ سرمائيدار جي زندگيءَ کي چڱيءَ طرح ڏسو تہ معلوم ٿو ٿئي تہ ان دولت تہ هن جو گلو گهٽي ڇڏيو آهي ان کان تہ روز ڪمائي حلال جي ماني کائيندڙ مزدور زياده مطمئن آهي. اجايون خواهشون اطمينان ڏيڻ جي بجاءِ غم ڏيندڙ هونديون آهن. اول اهو تہ هي خوشيءَ ۽ راحت جا واعدا شيطان جي واعدن وانگر ڪوڙا هوندا آهن ۽ ڪڏهن بہ انسان کي حقيقي راحت نہ ٿا پهچائن ٻيو اهو تہ اجاين خواهشن ۽ لذتن جي ڪري حقيقي لذتن جو ذوق هليو ويندو آهي جيڪو هڪ شديد روحاني ۽ قلبي نقصان آهي. هن جو مثال مولانا رحمة الله عليه اهو ٿا ڏين تہ گھڻن مردن عورتن يا ٻارن کي مٽي کائڻ جو چسڪو پئجي ويندو آهي. اهڙي انسان کي پوءِ گلقند ۾ اهو مزو نہ ملندو آهي جيڪو مٽي کائڻ ۾ ٿو ملي.

## اختيار عزت ۽ ذلت ٻنهين جو سبب بنجي ٿو سگھي

مولانا رحمة الله عليه جن بار بار انسان جي بااختيار هجڻ تي زور ٿا ڏين ۽ اهائي ڳالھ انهن کي گھڻن صوفين ۽ حڪيمن کان ممتاز ٿي ڪري. ليڪن عام حڪمت ۽ عام تصوف ۾ گھڻون ڪري جبر ڏي ئي لاڙو رهيو آهي. فرمائن ٿا تہ خدا تعاليٰ جيڪو آدم کي باعزت ڪرڻ جو ذڪر ڪيو آهي تہ اها عزت هن کي اختيار جي ئي بدولت حاصل ٿي آهي ۽ هي عزت(ڪرم ) غلط استعمال سان ستم (ذلت) بنجي انسان کي ظالم ۽ جاهل بہ بنائي ٿي سگھي. اختيار جي تلوار الله تعاليٰ انسان جي هٿ ۾ ڏني آهي هاڻي هو چاهي تہ رهزن بنجي زندگي گذاري ۽ وٽيس تہ سيني سچاين جي گلن مان رس چوسي ان مان ماکي ٺاهي ان مان جسماني ۽ روحاني شفا حاصل ڪري ۽ چاهي تہ زهر کائي پنهنجي زندگي ئي ختم ڪري ڇڏي. قرآن پاڪ جو هي فرمايو آهي تہ ڪافرن کي پيپ( پونءِ) پياري ويندي تہ ان مان بہ اهوئي مقصد آهي تہ سندن ڪيل گناهن جا جراثيم سندن ئي غذا بنجي ويندا.

# مثل ۽ مثال

اهو صحيح آهي تہ عارف رومي رحمة الله عليہ جي مثنويءَ کي پهلويءَ زبان جو قرآن چيو ويو آهي. اسلام جون ظاهري ۽ باطني حڪمتون ۽ معنوي صداقتون بيان ڪرڻ کان علاوه مولائي روم بہ قرآن وانگر تشبيهہ ۽ تمثيل کان گهڻو ڪم ورتو آهي ۽ جيئن قرآن آگاهہ ڪندو رهندو آهي تہ تشبيهہ صرف سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جي لاءِ استعمال ڪئي وئي آهي. ڪٿي مثال کي مثل نہ سمجهجانءِ ۽ خدا جي ذات ۽ صفات جي متعلق مثال ڏئي ان سان گڏوگڏ اهو بہ ٿو آگاهہ ڪري تہ ليس ڪمثله شيءِ - ساڳئي طرح جنت جي متعلق ڪيترائي تفصيل ٿا ملن جن کي ظاهر پرست ۽ صورت پرستن مثال نہ بلڪ مثل ۽ اصل سمجهي ورتو آهي. حالانڪ قرآن آگاهہ ڪري ڇڏيو آهي تہ جنت جو مثال اهڙو سمجهو ڄڻ تہ هو هڪ باغ آهي. هڪ قصي جي دوران مولانا هڪ عورت جو ذڪر ڪن ٿا تہ اولاد جي مسلسل موتن جي مصيبتن کان پوءِ خدا تعاليٰ ان کي جنت جي هڪ ڪيفيت ڏيکاري. فرمائن ٿا تہ بيان جي ڪمزوريءَ جي ڪري مان بہ چوان ٿو تہ خدا هن کي هڪ سرسبز ۽ پربهار باغيچو ڏيکاريو حالانڪ جو ڪجهہ ڏيکاريو ويو آهي ان کي ڀلا باغن سان ڪهڙي نسبت؟ ان جي ڪيفيت بيان جي دائري ۾ نہ ٿي اچي سگهي ان ڪري هن کي مجبوراً باغ چئي ٿو ڇڏجي. هن تشبيهہ کي ائين سمجهو تہ خدا جنهن جو نور هن دنيا جي نور کان بلڪل مٿاهون ۽ بيان ۾ نہ ايندڙ حقيقت آهي ان کي قرآن هڪ طاق ۾ فانوس جي اندر رکيل ڏيو چئي ڇڏيو. جنت جو بہ مثال ائين سمجهو فرمائن ٿا تہ هن دنيا ۾ انسان جي سمجهہ جي عاجزي يا گهٽتائيءَ سبب ناقابل بيان حقيقتن جا بہ ڪجهہ مثال بيان ڪرڻا پوندا آهن، تہ جيئن هن عالم ۾ انسان صرف حيرانيءَ ۾ گم نہ رهن. انسان جي حيرانيءَ کي رفع ڪرڻ لاءِ ڪجهہ نہ ڪجهہ چوڻو پوندو آهي. ليڪن هن نڪتي کي ڪڏهن بہ وسارڻ نہ گهرجي تہ مثال ۽ مثل ۾ تمام وڏو فرق آهي. گهٽ سمجهہ وارا ماڻهو جهالت جي ڪري مثال کي مثل سمجهندا آهن. خدا جي لاءِ زماني ۽ مڪاني تشبيهون استعمال ڪيون وينديون آهن ۽ جسماني عضون جو ذڪر بہ خدا جي واقعي ۾ ڪيو ويندو آهي ان ڪري ذوڪو ڪائي گهڻا متڪلمين خدا جي جسم جا قائل ٿي

پيا. عذاب ۽ ثواب جي ڪيفيتن جي نسبت وسيع سدا بهار باغ سمجهي ورتو آهي ۽ دوزخ کي هڪ خوفناڪ باهه جنهن ۾ ڪافرن جا ڪباب بنبا رهندا. جنهن سنئي نتيجي تي پهچندڙ عورت جو هن قصي ۾ ذڪر آهي. ان جي متعلق فرمائن ٿا تہ خدا هن کي جنت ڏيکاري. پهريائين پاڻ بہ ان کي باغ سان تشبيهہ ٿا ڏين ليڪن فوراً چون ٿا تہ هڪ بي ڪيف نعمت کي مون باغ چئي ڇڏيو. اها سيني باغن ۽ نعمتن جو اصل آهي ورنہ اهو ڪو باغ ڪونهي جيئن خدا ڪو چراغ ڪونهي.

# جزا ۽ سزا عملن جي موافق مگر هم جنس نہ آهي

مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ نيڪ يا بدعمل جي جزا يا سزا ۾ تناسب تہ هوندو آهي. ليڪن عمل ۽ ان جو نتيجو هم رنگ نہ هوندا آهن. ڪنهن شخص عبادت ڪئي ۽ ان کي جنت ملي، ليڪن عبادت ۽ باغ و بهار جي جنس تہ هڪ نہ ٿي. هن دنيا ۾ بہ فعل ۽ جزا جو هڪ رنگ نہ هوندو آهي. هڪ شخص پٿر ڍوئي ٿو ۽ ان جي بدلي ان کي چانديءَ جا سڪا معاوضي ۾ ملن ٿا. ڏسو هتي پٿر چاندي بنجي ويا. مزدورن جي مزدوريءَ کي هڪ شيءِ سمجهو ۽ ان جي اجرت يا معاوضي کي ان جو جوهر سمجهو جنهن مان ڪيترن قسمن جي راحت ۽ آسائش جون شيون پيدا ٿي ٿيون سگهن. هڪ شخص زنا ٿو ڪري ۽ ان کي سزا ۾ هڪ سؤ ڏنبا لڳايا ٿا وڃن. جيڪڏهن هو چوي تہ هي ڏنبا تہ زنا جا هم جنس نہ آهن. فعل ۽ سزا هم رنگ هئڻ گهرجي تہ توهان انهيءَ کي احمق چوندؤ. آخرت ۾ بہ سزا ۽ جزا افعالن جي پيداوار تہ هوندي ليڪن انهن جي هم رنگ يا هم جنس نہ هوندي. عالم مثال ۾ جزائون ۽ سزائون عجيب عجيب رنگ اختيار ڪنديون. نيڪ عملن جي جزائيت جنت جي حالت پيدا ڪندي ۽ برن عملن جي سزا جهنم جي باهہ نانگ ۽ وڇون بنجي ويندا. مولانا رحمة الله عليه جن جو هي عقيدو بہ آهي تہ هن دنيا ۾ گهڻو ڪري ڏسڻ ۾ ايندو آهي تہ هڪ شخص بغير ثبوت جي هڪ تهمت ۾ گرفتار ٿي ذليل ۽ خوار ٿيو. عدالت بہ ان جي خلاف غلط فيصلو ڏنو. انسان سمجهي ٿو تہ هي تہ انڌير نگري معلوم ٿي ٿئي. ليڪن انڌير نگري نہ هن دنيا ۾ آهي ۽ نہ آخرت ۾ . انهيءَ شخص جيڪو هن وقت بيڏوهو سزا ۾ ڦاٿل ٿو معلوم

تئي ضرور ڪنهن ٻئي وقت ۾ ڪو اهڙو ئي گناهه ڪيو هوندئين جنهن جي سزا هاڻي هتي منتقل ٿي وئي آهي. جيڪڏهن ان ۾ بصيرت هجي ته سمجهي وڃي ته هتي ته برابر بي گناهه قاسجي پيو آهيان ليڪن ٻين ڏوهن جو ڏوهي ته رهيو آهيان جن جي سزا منهنجي منتظر هئي. مون هڪ شخص تي ظلم ڪيو هو جنهن جي آهه جو تير مون کي اچي لڳو آهي.

جيڪڏهن تون انسانن سان مهرباني ۽ محبت سان پيش اچين ۽ ان جي جزا ۾ جنت ۾ توکي کير جي، نهر جي خوشخبري ڏني وڃي ته توکي تعجب ڇو ٿو ٿئي؟ آخر هتي هن دنيا ۾ ڇا ماءُ جي محبت ان جي ڇاتيءَ ۾ کير جون نهرون پيدا ڪانه ٿي ڪري؟ آخرت جي کير جي نهر جي ڪيفيت بيان کان ٻاهر آهي ليڪن هن دنيا ۾ ماءُ جي محبت ۽ ماءُ جي کير جي مثال سان ڪجهه ڳالهه تنهنجي سمجهه ۾ اچڻ گهرجي.

## تدريج

مولانا رحمة الله عليه راتقائي حڪيم ۽ صوفي آهن. هستيءَ جي بيشمار درجن جا قائل آهن ۽ انهيءَ ڳالهه کي ذهن نشين ڪرائڻ ٿا گهرن ته تدريج خدا جو قانون آهي. جيڪا شيءِ به وجود ۾ اچي ٿي ان جي تڪميل جي لاءِ هڪ وقت مقرر آهي جهڙي طرح داڻي مان وڻ ۽ ڦر تائين تدريج آهي (مختلف درجا آهن) اهڙي طرح زندگيءَ جي هر شعبي ۾ آهي. فرمائن ٿا ته خدا خود پاڻ تي انهيءَ قانون جي پابندي لازم قرار ڏئي زمين ۽ آسمان کي ڇهن ڏينهن ۾ بنايو (خدا جو هڪ ڏينهن اسان جي هزارها سالن جي برابر ٿيندو آهي) حالانڪ هو محض ڪُنْ فيڪون سان هزارها ڪائناتون يڪدم پيدا ڪرڻ تي قدرت رکي ٿو. خدا جلد باز نه آهي. جلد بازي ته شيطان جو ڪم آهي التاني من الله والعجلة من الشيطان (حديث) يعني آهستگي الله جي سنت آهي ۽ جلد بازي شيطان جي خصلت.

فرمائن ٿا ته تدريجي (درجي به درجي) ترقيءَ سان زندگيءَ ۾ اضافو ۽ پاڪيزگي پيدا ٿيندي آهي. هڪ نندي نهر به جيڪا هلندي رهندي آهي اها نه پليت ٿيندي آهي ۽ نه گندي، تدريجي ترقي اقبال ۽ سُرور جي ضامن آهي.

جهڙي طرح آهستي آهستي ڪجهہ ڏينهن تائين مرغي پنهنجي جسم جي گرميءَ سان آني کي ڦوڙيندي آهي.

## الدنيا سجن المؤمنين

مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ جن عارفن کي هن دنيا کان بهتر عالم جو عين اليقين آهي. اهي هن دنيا کي هڪ قيدخانو ٿا سمجهن جنهن ۾ خدا جي مرضيءَ جي مطابق تڪميل ۽ تعليم لاءِ ڪجهہ ڏينهن بسر ڪرڻا آهن. ليڪن قيدخاني ۾ خوشيءَ سان ڪير ٿو رهي. هتي گهڻا ڏينهن رهڻ راحت جو سبب تہ نہ ٿو ٿي سگهي نہ ديندارن لاءِ ۽ نہ دنيادارن جي لاءِ، وڏي عمر ۾ انسان ظاهر ۾ ڪمزور ۽ ڪبڙو ۽ باطن ۾ سمجهڻ کان خالي ٿيندو ويندو آهي. هيءَ دنيا ڏسڻ ۾ تہ گهڻو وڏي ٿي اچي. ليڪن اهل دل جو هن ۾ ساهہ گهٽجڻ لڳندو آهي. جهڙي طرح هڪ گرم حمام ۾ جنهن جا ڪمرا تہ وسيع هجن مگر خوب گرم هجي تہ ان مان انسان جلدي ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. يا هڪ ٻيو مثال وٺو تہ ڪو شخص سوڙهو ۽ تڪليف ڏيندڙ جوتو پائي ڪنهن وسيع جهنگل ۾ گهمي رهيو هجي. ڏسڻ وارو سمجهندو تہ سير و تفريح ڪري رهيو آهي. ليڪن ان کي معلوم ناهي تہ هو ڪيتري تڪليف ۾ مبتلا آهي.

## وڏي ڏاڙهي

معلوم ٿو ٿئي تہ مولانا رحمة الله عليہ جي زماني ۾ بہ گهاٽي ۽ ڊگهي ڏاڙهي وارا ماڻهو عام طرح بيوقوف خيال ڪيا ويندا هئا ۽ اهڙو شخص جنهن جي ڏاڙهيءَ جا وار ٿورا هجن ڊگهي ڏاڙهيءَ واري جي مقابلي ۾ عقلمند سمجهو ويندو هو. فرمائن ٿا تہ جيترو هڪ اهل دل تنهنجي حال کان واقف آهي. اوترو تون پاڻ نہ ٿو ڄاڻين جيئن ننڍي ڏاڙهيءَ واري کي تہ ٻين جي گهر جو بہ حال معلوم ٿيندو آهي ليڪن ڊگهي ڏاڙهيءَ واري کي پنهنجي گهر جو حال بہ معلوم نہ هوندو آهي.

# انساني ۽ الهيٰ صفتون

علم دين جو هي هڪ اهم مسئلو آهي تہ خدا جون جيڪي صفتون بيان ڪيون وينديون آهن اِهي اُهي صفتون آهن جيڪي انسان ۾ موجود آهن. ليڪن خدا وٽ انهن جي اها ڪيفيت نہ آهي جيڪا انسان جي اندر آهي. انسان ڪڏهن خوش ٿيندو آهي ڪڏهن ناراض. اهڙي طرح خدا جي نسبت بہ چيو ويندو آهي تہ خدا نيڪيءَ سان خوش ٿيندو آهي ۽ بديءَ سان ناراض ٿيندو آهي. ليڪن خوشي ۽ ناخوشي تہ انساني نفس جون تبديل ٿيندڙ ڪيفيتون آهن. ناراضگيءَ ۾ انسان ڳاڙهو پيلو ٿي ويندو آهي. ڇا الله تعاليٰ جي حالت بہ ظالمن جي عملن سان اهڙي قسم جي ٿي ويندي آهي؟ اهڙو خيال ڪرڻ بہ ممڪن نہ آهي اهڙي طرح خدا کي ٻڌڻ ۽ ڏسڻ وارو چوندا آهن ليڪن ٻڌڻ ۽ ڏسڻ تہ اسان جي حواسن جو ڪم آهي. خدا پاڪ جون نہ تہ اکيون آهن ۽ نہ ڪن تہ پوءِ هن وٽ ڏسڻ ٻڌڻ جي ڇا معنيٰ آهي؟ عارف رومي رحمة الله عليہ هن جو هڪڙو حڪيماڻو جواب ٿا ڏين تہ خدا جي وصفن کي ڪنهن حد تائين سڃاڻي ٿو سگهجي ليڪن انهن وصفن جي اصليت اها نہ ٿي ٿي سگهي جيڪا انسان ۾ ٿي ملي. خدا رحيم آهي، رحمت جا آثار جيڪي زندگي ۽ ڪائنات ۾ ٿا ملن انهيءَ ڪري اسين هن کي رحيم ٿا چئون ورنہ خداتعاليٰ ۾ رحيم هجڻ جي صفت اسان وانگر تہ نہ ٿي ٿي سگهي ڇو تہ اسان جي رحم ۾ تہ غم بہ شامل هوندو آهي ليڪن خدا جي رحم ۾ غم جو گڏجڻ ناممڪن آهي. ان ڪري ان جو رحم اسان جي رحم کان ڪجهہ الڳ ئي شيءِ آهي. اهوئي حال ٻين صفتن جو آهي. ڪجهہ خدا جا پهتل ٻانها اهڙا بہ آهن، جن کي الله تعاليٰ جي صفتن جي اصليت جو بہ علم آهي. ليڪن اهو عوام جي سمجهہ ۾ اچڻ وارو نہ آهي. ان ڪري تشبيهن ۽ مثالن کان ڪم وٺڻو ٿو پوي. عام ماڻهو روحاني حقيقتن جي باري ۾ نابالغ ٻار وانگر آهن. مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ جيسين جنسي فطرت انسان جي جذبي کي بيدار نٿي ڪري تيسين بالغ ٿيڻ کان پوءِ همبستريءَ جي لذت ننڍن ٻارن کي ڪير سمجهائي سگهندو؟ اگر ڪو نابالغ ٻار ان کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري تہ ان کي بس اهو چئي سگهبو تہ هن ۾ اهوئي مزو آهي. جيڪو حلوي کائڻ ۾ آهي. هاڻي هي ٻار همبستريءَ جي لذت کي ڪجهہ بہ سمجهيو ليڪن اصل حقيقت جي مقابلي ۾ خاڪ سمجهيائين؟ الله تعاليٰ جي صفتن کي بہ سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جو اهوئي حال آهي.

## وحدت الوجود ۽ وحدت الشهود

توحيد جي باري ۾ وحدت الشهود ۽ وحدت الوجود جي مسئلن جي پاڻ ۾ ايتري تہ ويجهڙائي آهي جو مولانا رحمة الله عليہ جي گهڻن شعرن مان تہ اهو گمان ٿو ٿئي تہ پاڻ بہ حضرت ابن العربيءَ وانگر وجودي يا همہ اوستي آهن. ليڪن سندن اصل مسلڪ وحدت الشهود ئي معلوم ٿو ٿئي تہ خدا جي سڄي مخلوق جي ظاهر ٿيڻ ۾ واحد ذات جي وحدانيت موجود آهي. ليڪن خالق ۽ مخلوق جو فرق بہ موجود آهي. هي فرق فنا في الله تي بہ برقرار ٿو رهي. جنهن شخص مطلقا پنهنجي مرضيءَ کي خدا جي مرضيءَ ۾ ختم ڪري ڇڏيو آهي ان جي انفراديت خدا جي نزديڪ گهٽ هجڻ جي باوجود بہ موجود تہ آهي. باهہ ۾ پيل لوهہ جو مثال ڏيندي فرمائن ٿا تہ هو باهہ جون گهڻيون صفتون حاصل تہ ڪري ٿو وٺي. ليڪن هن جي اصليت بلڪل ختم ڪانہ ٿي ٿئي. وري وحدت الشهود کي ٻين مثالن سان سمجهائڻ ٿا چاهين فرمائن ٿا تہ جيڪڏهن منجهند جي ٽائيم تي ڪو شخص سج جي تيز روشنيءَ ۾ شمع ٻاري تہ روشنيءَ جي لحاظ کان اها آهي بہ ۽ نہ هجڻ جي برابر بہ آهي. جيڪڏهن ڪنهن کي شڪ آهي تہ ڪپهہ کي ان جي شعلي تي رکي ڏسي هڪدم شمع ان کي جلائي پنهنجي هستيءَ جو ثبوت ڏيندي. هڪڙو ٻيو مثال اهو آهي تہ ٻہ سؤ مڻ ماکيءَ ۾ جيڪڏهن ٻہ تولا سرڪي جا وجهي ڇڏيو تہ ماکيءَ جي ايتري وڏي مقدار ۾ سرڪي جو وزن آهي پر نہ هجڻ جي برابر آهي. هاڻي جيڪڏهن وزن ڪيو تہ ٻہ تولا سرڪي جي وزن جا وڌيڪ ٿي ويندا. بحرحال هو غائب تہ ڪونہ ٿي ويو. اهڙي طرح زندگي ۽ ڪائنات جو مقدار جيڪو اسان کي بيحد معلوم ٿو ٿئي ليڪن خدا پاڪ جي لامحدود قدرت جي مقابلي ۾ گهٽ ٿو معلوم ٿئي. مگر ختم نہ آهي فنا في الله باقي بالله انسان جي هستيءَ جو بہ اهوئي حال آهي.

## شر جي وجود جو سبب

مولانا رحمة الله عليہ بار بار انهيءَ مسئلي ڏي رجوع ٿا ڪن جنهن جي ڪري گهٽ عقل وارن جو خداءِ رحيم و قادر تي ايمان آڻڻ ۾ رڪاوٽ ٿي ٿئي.

هي مسئلو شر جي وجود جو سبب آهي تہ جيڪڏهن خدا سراسر خير ۽ مڪمل رحمت ۽ ڪامل قدرت وارو آهي تہ پوءِ زندگيءَ ۾ نقصان پهچائڻ واريون حالتون ڇو تو پيدا ڪري؟ مولانا رحمة الله عليہ جن جو حڪيماڻو جواب هي آهي تہ زندگي هڪ رنگ جو نالو نہ آهي. خدا تعاليٰ رات ۽ ڏينهن جي اختلاف کي پنهنجي نشانيءَ طور تو پيش ڪري. جيڪڏهن هميشہ ڏينهن ئي ڏينهن هجي ها ۽ ماڻهو مسلسل دنياوي ڪاروبار ۾ مشغول رهن ها تہ بغير آرام جي انهن جون طاقتون جلد ختم ٿي وڃن ها. الله تعاليٰ هن عالم ۾ هر هڪ شيءِ جو ضد پيدا فرمايو آهي. زندگيءَ جي بهار ۽ ان جي بقا انهيءَ رنگا رنگي ۽ اختلاف ۾ آهي.

گلهائے رنگ رنگ سے ہے رونق چمن میں
اے ذوق اس چمن کو ہے زیب اختلاف سے

انهن ئي معنائن ۾ رسول ڪريم ﷺ جي اختلاف کي پنهنجي امت لاءِ رحمت قرار ڏنو آهي.

مولانا رحمة الله عليہ جن فرمائن ٿا تہ جدوجهد ڪرڻ واري مجتهد جي لاءِ غم آميز صبر مقصد جي حاصل ٿيڻ جي ضمانت آهي. راحت جيڪا غم جو ضد آهي ان جو احساس بہ رنج ڪانپوءِ ٿي ٿو سگهي پر جيڪڏهن مسلسل راحت هجي تہ ان جو ڪو احساس ئي نہ ٿئي. ان کان بعد انساني جسم مان ئي هڪ مثال ٿا ڏين تہ انسان ڪڏهن پنهنجي مٺ کي بند ٿو ڪري ۽ ڪڏهن کولي ٿو پر جيڪڏهن هٿ هڪ ئي حالت ۾ ڪليل جو ڪليل رهي تہ شل ٿي وڃي ۽ مٺ جيڪڏهن بند جي بند رهجي وڃي تہ مفلوج ٿي بيڪار ٿي پئي. زندگيءَ جي هر شعبي ۾ اهڙي طرح غم ۽ خوشي هڪ ٻئي پٺيان ايندا آهن. جنهن مان زندگيءَ جي بقا ۽ تقويت حاصل ٿي ٿئي. هن عالم ۾ هڪ ئي حالت خوشيءَ واري کي قائم رکڻ جي خواهش هڪ احمقانہ آرزو آهي ڇو تہ هن طرح هڪ ئي حالت تي رهڻ سان ان جو احساس بہ ختم ٿي ويندو. قبض ۽ بسط تنگي ۽ ڪشادگي زندگيءَ جي پکيءَ جا ٻہ پر آهن جيڪڏهن انهن مان ڪو هڪ ئي پر رهجي وڃي تہ زندگيءَ جو پرواز ئي ناممڪن ٿي پوي. جنهن شر کي خدا پنهنجي طرف منسوب ڪري ان کي پنهنجي ئي مخلوق ٿو قرار ڏئي حقيقت ۾ اهوئي خير جي اچڻ جو سبب ٿو بڻجي.

# عشق ڪتابي علم نہ آهي

عشق الاهيءَ جي متعلق مولانا سوين طريقن سان انهيءَ ڳالهہ ڪي ورجائن ٿا تہ هيءَ شيءِ فقہ، تفسير ۽ حديث جي درسن مان پيدا نہ ٿيندي آهي. ان جي لاءِ اهل دل جي صحبت، درد ۽ سوز و گداز پيدا ڪرڻ جي ضرورت آهي. مقلد جو دين تہ ڪتابي يا روايتي ٿيندو آهي. ليڪن محقق ۽ عارف جي لاءِ روحاني حقائق هڪ ذاتي تجربو هوندا آهن. جن جي بدولت علم اليقين ئي نہ بلڪ عين اليقين ۽ حق اليقين پيدا ٿيندو آهي. جيڪڏهن درس ۽ تدريس سان هيءَ شيءِ پيدا ٿي سگهي ها تہ امام ابو حنيفہ رحمة الله عليہ ۽ امام شافعي رحمة الله عليہ جيڪي فقہ جا وڏا قابل هئا هن باري ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ لکن ها. ليڪن فقہ بلڪ حديث جا ڪتاب ڪنهن عالم جو وڏو تفسير بہ هيءَ ڳالهہ پيدا نہ ٿو ڪري سگهي. جيڪڏهن ڪنهن عاشق الاهيءَ کي سمرقند ۽ بخارا ڏي ويندي ڏسو تہ هي نہ سمجهو تہ ڪنهن فقيهہ يا محدث کان سبق پڙهڻ وڃي رهيو آهي. هو تہ دوست جي حسن جي تلاش ۾ سرگردان آهي اهوئي دوست جو حسن هن جو ڪتاب بہ آهي ۽ مدرس بہ.

حضرت بايزيد بسطامي رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ فقيہ ۽ محدث راوين جي ثقہ يا غير ثقہ هجڻ ۾ اٽڪندا ٿا وتن ۽ روايتن جي تصديق ۾ عمريون گذاري ٿا ڇڏن حالانڪ انهن مان ڪوبہ راوي زنده ڪونهي روحاني وجدان سڌو سنئون زنده خدا جو فيض آهي. ان ۾ دنيا مان گذري ويل راوين جو ڪوئي سلسلو ڪونهي.

مادي عالم هجي يا روحاني عالم انسان جي فطرت اها آهي تہ ان کي اصل يقين ڏسڻ سان پيدا ٿيندو آهي ٻڌڻ سان نہ، نبي، ولي ۽ عارف ڏسڻ سان فيضياب ٿيندا آهن. ان ڪري انهن کي تنهنجي استدلالي ۽ ڪتابي دانش جي ضرورت ڪانہ هوندي آهي. غيب تي ايمان تہ در ڪان ٻاهر وارن ماڻهن لاءِ آهي. جنهن کي خدا سان اڪيلائي نصيب ٿي وئي اهو ڪتابن کان بي نياز بلڪ بيزار ٿي ويندو آهي. دنيادار دنياوي مالڪ ۽ اسباب ۽ لذتن کي آخر ايتري قدر ڇو چنبڙندا آهن ۽ دنيا انهن جي مٿان آخر ڇو ايتري غالب رهندي آهي؟ ان جو اصل سبب هي آهي تہ دنياوي شيون انهن ڏٺيون آهن ۽ ديني حقيقتون صرف

ٻڌيون اٿن. انسان تي دين بہ ان حالت ۾ غالب اچي ٿو سگهي جڏهن ان جا اسرار ۽ حڪم ان جي لاءِ ديد ( ڏٺل) بڻجي وڃن. ان کان سواءِ گهٽ ڪري گمان ٿي آهي جيڪو قرآن جي مطابق انسان کي حق کان بي نياز نہ ٿو ڪري سگهي. هن دنيا کي ڏسڻ جي ڪري ماڻهو ان کي نقد ٿا سمجهن ۽ دين جي واعدي کي اوڌر ٿا سمجهن ۽ اوڌر نقد جي مقابلي ۾ بي اعتبار هوندي آهي.

دنيا کي ڇنڊڻ وارا ان جي نعمتن جي ڪري ان کي ڇڏڻ نہ ٿا چاهين مگر دنيا جون نعمتون بہ تہ سراسر باطل ۽ بيڪار نہ آهن اهي بہ خدا جلشانہ نعمتن عطا ڪرڻ واري جو انعام آهن ۽ خدا خود قرآن ۾ فرمائي ٿو تہ ڪير آهي جيڪو الله جي نعمتن ۽ زينتن کي حرام چئي؟ ليڪن دنيا جا طلبگار ڪمزور نظر جي ڪري اهو وساري ٿا ڇڏن تہ هن عالم تنگ دست جون نعمتون بہ مٿاهين عالم جو فيضان آهن. لامڪان جي ئي فيض سان مڪان سينگاريل آهي. هن دنيا کي روحاني باغ جي مقابلي ۾ هڪ پڃرو سمجهڻ گهرجي ليڪن پڃري ۾ اندر بہ جيڪو داڻو يا پاڻي آيو آهي اهو پڃري کان ٻاهر جي ميدانن باغن ۽ فصلن مان آيو آهي. انبياءَ ۽ اولياءَ کي هن دنيا جي پڃري ۾ رهڻ جي باوجود ان جو يقيني علم هوندو آهي تہ هي سڀ ڪجهہ مٿاهين عالم جي وسيع باغ مان اچي رهيو آهي. هن پڃري مان هو هر وقت انهيءَ باغ کي ڏسندا رهندا آهن ۽ جڏهن هن پڃري جون ڪانيون ٽٽنديون آهن ۽ هو آزاد ٿيندا آهن تڏهن باغ باغ ٿي (يعني انتهائي خوشيءَ سان) اصل باغ ڏي پرواز ڪندا آهن.

## برائيءَ جي باوجود انسان جو احترام

انسانيت جو احترام هر حالت ۾ لازمي آهي. جيڪڏهن انتظام يا قانون جي خاطر ڪنهن تي سختي ڪرڻ جي ضرورت پيش اچي تہ بہ هميشہ ان ڳالهہ جو خيال رکڻ گهرجي تہ ان شخص کي نقصان پهچائڻ يا ان کي برائيءَ جو بدلو وٺڻ جي نيت نہ هجي. بدي ڪرڻ واري شخص جي بديءَ جي خلاف جيڪا سختي ڪرڻ ضروري هجي اها ڪجي ليڪن سختي يا سزا اصلاحي هئڻ گهرجي. مولانا رحمة الله عليہ جن فرمائن ٿا تہ جڏهن ڪو شفيق استاد توکي سزا ٿو ڏئي تہ ان جي جفا نہ سمجهو هو توتي ڪو ظلم ڪرڻ ڪونہ ٿو گهري بلڪ هو تو مان تنهنجي بديءَ کي ڪڍڻ ٿو گهري. هڪڙو شخص ڪنهن سٺي

غاليچي يا قالين کي لڙڪائي ڏنڊا هڻي رهيو هو ته ظاهر آهي ته هو پنهنجي قيمتي غاليچي کي نقصان پهچائڻ لاءِ نه ائين ڪونه پيو ڪري اهو ته هن جي ملڪيت آهي ان مان صرف مٽي ڪڍي صاف ڪرڻ لاءِ هن کي ماري ۽ جهٽڪا ڏئي رهيو هو.

سست رفتار گهوڙي کي چابڪ هڻي تيز رفتار بنايو ويندو آهي. ظاهر آهي گهوڙي سان نه مالڪ کي ڪا دشمني ڪانهي. ڪو استاد هڪ يتيم ٻار کي مار ڪڍي رهيو هو ڪنهن شخص ڏسي چيو ته توکي خدا جو خوف ڪونه ٿو ٿئي هڪڙي يتيم کي ماري رهيو آهين. يتيم تي ظلم ڪرڻ سان ته عرش عظيم به لڏي ويندو آهي. استاد چيو ته مان يتيم کي ڪاٿي ٿو ماريان مان ته ان شيطان کي ماري رهيو آهيان. جيڪو هن ۾ گهڙي ويو آهي. ماءُ جڏهن پنهنجي ٻار کي چوندي آهي ته تون مري وڃين ته اها هن جي ان بدعادت جو خاتمو گهرندي آهي. پنهنجي ٻار جو موت ته هن لاءِ وڏو دل ڏکوئيندڙ حادثو آهي.

# نفس امارو ئي شيطان آهي

فرمائن ٿا ته شيطان انسان کان الڳ ڪو مستقل وجود ڪونه ٿو رکي. نفس امارو ۽ شيطان هڪ ئي معنيٰ جون ٻه مختلف صورتون آهن. اهڙي طرح عقل جيڪو زندگي ۽ ڪائنات ۾ ڪارفرما آهي. اهو ملائڪن جو هم ذات آهي. مولانا رحمة الله عليه جن جو اهوئي عقيدو سندن ڪتاب "فيه مافيه" مان به ملي ٿو. جتي هو ملائڪن کي عقل ڪل جو صورتون ٿا قرار ڏين ۽ فرمائن ٿا ته ميڻ جا پکي ته ناهي ٿا سگهجن پر جڏهن ان کي رجائيندؤ، ته ميڻ کانسواءِ ڪجھ به نه نڪرندو. اهڙي طرح ملائڪن جي صورتن کي جيڪڏهن هڪ معنيٰ ۾ ضم ڪري ڇڏجي ته عقل ڪل کانسواءِ ٻيو ڪجھ به نه هوندو.

شيطان انسان جي اندر ئي آهي ۽ ان جي نفس کان ٻاهران ان جو ڪو به مقام ڪونهي. اهو رت وانگر انسان جي رڳ رڳ ۾ گهمندو آهي. حديث شريف ۾ آهي ته تنهنجو سڀ کان وڏو دشمن تنهنجو نفس آهي. جيڪو تنهنجي ٻن حصن جي وچ ۾ يعني تنهنجي باطن ۾ آهي.

## دنيا جون ناپائدار لذتون برف جا رانديڪا آهن

دنيا جو مال متاع ۽ اقتدار وغيره ۽ انهن جون لذتون برف جا رانديڪا آهن. جيڪي حالتن جي تبديلي يا موت جي گرميءَ سان پگهرجي وينديون. الله تعاليٰ ٻارن واري طبيعت رکندڙ انسانن کي فرمائي ٿو ته هي مون کي ڏيو. آءُ ان کي خريد ٿو ڪيان ۽ ان جي بدلي ۾ اوهان کي زياده سڪون ڏيندڙ ۽ پائدار نعمتون عطا ڪندس ليڪن خدا سان سواءِ ڪن ٿورڙن جي ٻيو ڪير بہ اهو سودو ڪرڻ نہ ٿو چاهي. ان جو سبب اهو آهي جو عام انسان کي خدا جي واعدي جو يقين ڪونهي. ٿورو گهڻو گمان آهي. ليڪن گمان انسان کي عمل تي آماده نہ ٿو ڪري سگهي ان ڪان بعد هڪ حڪيماڻو نڪتو ٿا بيان فرمائن تہ انسان گمان سان مطمئن نہ ٿيندو آهي. هن جي فطرت يقين جي آرزو رکندڙ آهي. مگر دنيا جي پڪڙ ڌڪڙ اهڙي تہ آهي جو انسان دين جي باري ۾ پنهنجي فطرت جي هيءَ تقاضا پوري ڪري نہ ٿو سگهي. مولانا رحمة الله عليه جن چار درجا بيان فرمايا آهن. گمان ڪان مٿي علم ۽ علم ڪان مٿي يقين ۽ يقين ڪان مٿي سڌو سنئون مشاهدو يا ڏسڻ.

## سچي فطرت حسن ۽ عشق سان ڀريل آهي

فرمائن ٿا تہ توکي عارفن جي ڏسڻ واري لذت (مشاهدي) مان تعجب ڇو ٿو ٿئي؟ جنهن هستيءَ مڪڙيءَ جي فطري ڪـنَ ۾ ڪا ڳالهہ چئي ۽ هو ٽڙيل گل ٻنجي پئي. جنهن سروءَ جي وڻ کي سڌو ۽ ڊگهو ڪيو. جنهن نرگس ۽ نسرين جي گلن ۾ رنگ ۽ خوشبوءِ پيدا ڪئي. جنهن خاڪ مان گل ڦل ۽ باغ بنايا، جنهن زبان ۾ جادوءَ جهڙو تاثير رکيو. جنهن ڪانَ ۾ جواهرات وغيره بنايا. ڇا اهو ڪنهن عاشق جي اندر عشق ۽ ديدار جو ذوق پيدا ڪرڻ ڪان عاجز آهي؟ ڇا هو هن اشرف المخلوقات ۾ بلند درجي جو عرفان نہ ٿو پيدا ڪري سگهي؟ ڇا هن جي اخلاقي قوت موجودات جي حسن آفرينيءَ ۾ ختم ٿي چڪي آهي؟

نبي سڳورا پنهنجي مقصد ۾ مضبوط پٿر وانگر هوندا آهن ۽ انهن جا مخالف انهن جي مقابلي ۾ مٽيءَ جا پٿر هوندا آهن. پٿر ۾ سختي تہ خدا تعاليٰ

جي پيدا ڪيل آهي. پتر سرون ناهڻ وارا ناهيندا آهن. نبين سڳورن جي استقامت جو اصل سبب اهو هوندو آهي ته خدا انهن جي پشت پناهي فرمائيندو آهي. جنگ ڪرڻ وارن ڪافرن جا انبوهه هن جي سامهون ٻڪرن جا انبوه هوندا آهن. ٻڪرن کي ذبح ڪرڻ ڪان ڪهڙو ڪاسائي گهبرائيندو آهي.

## الله تعاليٰ جي رحمت هستيءَ جي اساس آهي

هڪ قدسي حديث شريف ۾ آيو آهي ته الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته سبقت رحمتي علي غضبي يعني منهنجي رحمت منهنجي غضب تي غالب آهي. سبقت زماني به ٿي سگهي ٿي ۽ افضليت جي لحاظ سان به. لحاظ ٻنهي ڪان الله تعاليٰ جي رحمت ۽ ان جي غضب تي سبقت ٿي رکي. خدا ڪو ظالم ته نه آهي جو هن کي غضب ۽ قهر ۾ ڪنهن تيمور يا چنگيز وانگر مزو ايندو هجي. ان جو غضب امتحاني ۽ اصلاحي هوندو آهي. جيڪڏهن جسماني ورزش ۾ ڪنهن شخص جو امتحان ڪرڻ چاهيو ته پهريون شرط هي آهي ته الله تعاليٰ پهريائين ان کي صحت عطا ڪئي هجي جنهن کي ترقي ڏئي هو پهلوان بنيو آهي. اهڙي طرح خدا جيڪڏهن ڪنهن جي عقل جو امتحان ڪرڻ چاهي ته پهريائين ان کي عقل عطا ڪندو. جيڪڏهن هن جي سيرت کي مڪمل ڪرڻو آهي ته پهريائين ان کي اختيار ڏيندو ۽ سيرت سازيءَ جو سامان مهيا ڪرڻو پوندو. خدا جيڪڏهن مؤمنن جي هيءَ صفت بيان ٿو ڪري ته "مما رزقناهم ينفقون" خدا تعاليٰ جو ڪجهه انهن کي عطا ڪيو آهي. اهو ان جي راهه ۾ خرچ ٿا ڪن ۽ محتاجن جي ضرورتن کي پورو ٿا ڪن ته جيسين پهريائين عطا نه ڪيو وڃي تيسين زڪوات ۽ خيرات جي تقاضا ڪيئن ٿي سگهي ٿي؟ نفس ڪشي ۽ زندگيءَ جي ڇڪتاڻ ۽ جان و مال جي نقصان سان انسان جو امتحان انهيءَ وقت ٿي ٿي سگهندو. جڏهن فطرت ان کي پهريائين جان ۽ مال جو سرمايو عطا فرمائي.

مولانا رحمة الله عليه جن هڪ مثال ٿا پيش ڪن ته هڪ گهرجي عورت چٽان پچي رهي هئي. چٽن شڪايت ڪئي ته معصومن تي ظلم ڇو پئي ڪرين؟ هن جواب ڏنو ته مان ظلم ڪانه ٿي ڪيان. مان توهان کي زياده لذيذ ٿي بنايان ته جيئن توهين انسان جو جز بنجي انسان بنجي وڃو. بنيءَ ۾ به توهان جي پرورش ۽ آبياري

انهيءَ امتحان لاءِ ڪئي وئي هئي. جنهن کي توهان غضب ۽ ظلم يا قهر سمجهي رهيا آهيو. ڏسو رحمت انهيءَ قهر تي مٿاهين هئي يا نه؟ شروع کان آخر تائين توهان کي رحمت ئي هن درجي تي پهچايو آهي. هاڻي به هي امتحان توهان جي ترقيءَ لاءِ آهي. مون کي توهان سان ڪابه دشمني ڪانهي منهنجا مٺا. مان ته توهان کي جان جو حصو بڻائڻ لاءِ ڪوشش ڪري رهي آهيان.

چٽن پيچڻ واري عورت انهن سان مخاطب ٿي اجان وڏيڪ ڳالهائيندي چيو ته مان انسان جي حيثيت ۾ اهڙيون ئي منزلون ترقيءَ جون طئي ڪندي آئي آهيان. توهان وانگر مان به شروع ۾ مٽي پاڻي هوا ۽ گرميءَ کان فيض ياب ٿي ۽ انهن ئي چئن عنصرن جو جز هئس ان ڪانپوءِ مان هڪ سوچڻ ۽ ڳالهائڻ واري هستي بنجي ويس. ان کان بعد فرمائن ٿا ته ترقيءَ جا هي اصول قرآن حڪيم مان ئي ورتا ويا آهن. ليڪن گهٽ سمجهڻ وارا انسان هن جي سمجهڻ مان ڏوڪو ڪائي ٿا سگهن. الله جي رسيءَ کي پڪڙڻ ڪانپوءِ ڪجهه ماڻهو گمراهيءَ جي ڪڏ ۾ وڃي ڪريا. ان ۾ رسيءَ جو ته قصور ڪونهي. انهن ڪم بختن جو ميلان ئي گمراهي جي ڪڏ ڏي هو ۽ مٿاهين منزلن ڏي هلڻ جو جذبو ئي ڪونه هئن.

## قصا ۽ حقيقتون

مثنويءَ ۾ نهايت گهرا حڪيماڻا نڪتا ۽ دين جا اسرار معمولي قصن جي آڙ ۾ بيان ڪيا ويا آهن. قصو يا افسانو صرف بهانو هوندو آهي. مولانا رحمة الله عليه جن انهيءَ طريقي سان بي بها جواهر ڦهلائيندا ٿا هلن. جيڪو شخص انهن اصل جواهرن جو ڳولائو آهي ان جي نظر انهن قصن ڪهاڻين جي ظاهري لفظن کي نظر انداز ڪندي حڪمت ۽ عرفان جا موتي ٿي ڳولي. ليڪن جنهن جو ذوق، عرفان ۽ حڪمت سان نه آهي اهو مثنوي شريف جا چند ورق پڙهي ڇڏي ڏيندو ته سمجهندو ته هي ته اجاين قصن ۽ ڪهاڻين جو دفتر آهي. اهڙي قسم جي هڪ بي ذوق شخص مولانا رحمة الله عليه جي قصن تي اعتراض ڪيو ته تاريخي لحاظ کان هي درست نه آهن. ان جو مولانا رحمة الله عليه جن جيڪو بهترين جواب ڏنو آهي سو هن کان اڳ لکجي چڪو آهي. هاڻي هڪڙو ٻيو شخص هن مثنويءَ جي متعلق اعتراض ڪرڻ لڳو ته ماڻهون هن کي تصوف

جو ڪتاب ٿا سمجهن مگر اسان کي ته هن ۾ تصوف جي علم جي ڪا به وضاحت يا تفصيل نظر ڪونه ٿو اچي نه ئي معرفت ۽ سلوڪ جا اسرار هن ۾ ملن ٿا ۽ نه ولايت جون منزلون مقام ۽ احوال هن ۾ نظر ٿا اچن. بس صرف ٻارن کي خوش ڪرڻ واريون ڪهاڻيون آهن. مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا ته اهي اعتراض ڪرڻ وارا انهن مڪي جي ڪافرن جا هم خيال آهن جن قرآن پاڪ ۾ انبياءَ ڪرام عليهم السلام جا قصا ٻڌي چيو هو ته هي ته محض "اساطير الاولين" آهن مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا ته مون کي اهڙن احمق حاسدن کان ڪو ڏک ڪونه ٿو ٿئي. ليڪن اهو خطرو محسوس ٿو ٿئي ته ڪجھ سادا ماڻهو انهن اعتراض ڪرڻ وارن جي ڪري هن مثنويءَ کي صرف قصه خواني نه سمجهن. فرمائن ٿا ته هن سلسلي ۾ حڪيم سنائي غزنوي جو قول ياد اچي ويو آهي ته ڪي ماڻهو قرآن جي لفظن کي ئي قرآن سمجهن ٿا. ان کي ٻيهر غور ڪرڻ يا سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ جي بجاءِ ائين آهن جيئن ڪنهن انڌي کي سج جي گرمي ته محسوس ٿيندي آهي. ليڪن ان جي نور جو ڪو احساس نه ٿيندو آهي. ڪي ماڻهو قرآن جي آيتن کي نقش تعويذ وغيره ناهي ٻانهن ۽ ڳچيءَ ۾ ٻڌندا آهن ۽ سمجهندا آهن ته هي به ڪو منتر جنتر آهي.

هن جواب ۾ مولانا رحمة الله عليه هڪ حديث جو به حوالو ڏين ٿا ته قرآن مجيد جو هڪڙو ظاهري رخ آهي ته ٻيو باطني. باطن ۾ وري باطن جا ۽ معنيٰ جا ست پڙدا آهن ۽ هڪ روايت ۾ هي به آهي ته ست نه بلڪ ستر آهن. جن جو مقصد اسرارن جي ڳولا آهي. مولانا رحمة الله عليه جن جي مثنوي به هڪ طرح جو قرآن جو تفسير ئي آهي. مثنويءَ جي قصن جو به هڪ ظاهر آهي ۽ ڪيترائي باطن. ڇھ سوَ سالن کان حڪيم ۽ صوفي هن مان فيضياب ٿي رهيا آهن. ليڪن هر حڪيم مرد کي هن مان اهڙا ته حڪيماڻا نڪتا ملن ٿا جو اهو علامه اقبال وانگر انهن کي مشرق و مغرب جي سيني فلسفن کان بهتر ٿو سمجهي ۽ انهن مان روح جي غذا ٿو حاصل ڪري.

شيطان انسان جي روحاني ممڪنات کي نه ڏسي سگهيو ان ڪري هو هن کي صرف مٽيءَ جو پتلو نظر آيو. ساڳي طرح گهٽ ماڻهن کي قرآن به قصن جو ڪتاب ٿو معلوم ٿئي. هڪ شخص جا ويجها مائٽ به سوَ سالن تائين ان جي باطن کان آگاهه ٿي نه ٿا سگهن.

## جيڪڏهن تون پاڻ تحقيق ڪندڙ نہ آهين تہ ڪنهن تقليد جي قابل اهل نظر جي تقليد سان فيض حاصل ڪر

ديني معاملن ۾ گهڻو ڪري ماڻهو تقليد ڪندڙ ئي آهن ۽ شايد تحقيق ڪندڙن جي مقابلي ۾ تقليد ڪندڙن جو تعداد گهڻو رهندو. سيني دينن جو اهوئي حال آهي. فطرت جيئن تہ تقليد ڪندڙ زياده ٿي پيدا ڪري ۽ تحقيق ڪندڙ تمام گهٽ. ان ڪري مولانا رحمة الله عليه عوام جي باري ۾ لکن ٿا تہ انهن کي سڄي جي تقليد ڪرڻ سان فائدو پهچي ٿو سگهي. ان جو مثال هي آهي تہ هڪ اک واري کي بہ اڄ لڳي آهي ۽ هڪ انڌي کي بہ. ٻنهين اکين واري کي پري کان ندي نظر اچي رهي آهي ۽ هو انڌي کي ٿو چئي تہ تون بہ مون سان هل ۽ انهيءَ بحث ۾ نہ پئہ تہ مون کي پاڻي نظر ڪونہ ٿو اچي. مان ڪيئن مڃان تہ تون سچ ٿو چئين پر جيڪڏهن سخت اڄ آهي تہ پوءِ ڪنهن تسلي بخش جواب کان بغير بہ اسان سان گڏجي هلندو. نديءَ تي پهچي بہ ان کي ندي نظر ڪانہ ايندي. ليڪن جڏهن ان ۾ پنهنجو دلو ٻوڙيندو تہ اهو پرجي وزني ٿي ٻاهر نڪرندو. ان وقت ان کي يقين ايندو تہ ان جي اڄ بہ لهي وئي آهي. مقلد بہ شروعاتي مرحلن ۾ ڪنهن تحقيق ڪندڙ جي پويان هلي آخر فيض ۽ يقين پيدا ڪري ٿو سگهي. ليڪن انسان جو نصب العين تقليد ڪندڙ نہ بلڪ تحقيق ڪندڙ هئڻ گهرجي.

## زندگيءَ جي ٻيڙيءَ ۾ عقل سڙهہ وانگر آهي

عشق ۽ وجدان جي مقابلي ۾ استدلالي يا جزوي عقل کي حقير سمجهندي صحيح عقل جنهن کي عقل ڪل بہ چون ٿا ان جي تعريف عشق کان گهٽ نہ ڪئي اٿن. فرمائن ٿا تہ انسان جي نفسيات ۾ عقل اهو ڪم ٿو ڏئي، جيئن ٻيڙيءَ ۾ سڙهہ. جيڪڏهن ٻيڙي ڪمزور ۽ هلڪي هجي تہ تيز هوا ۾ هيڏي هوڏي پئي ڦرندي آهي. گهٽ سمجهہ رکندڙ احمقن جي زندگيءَ جي ٻيڙيءَ ۾

عقل جو سڄڻ نہ هوندو آهي. جيڪو هن ڪي حرص ۽ هوس جي مخالف هوا کان بچائيندو رهي.

## هوس جا بندا مکين وانگر آهن

نفس اماري شيطان جو اندر مان آواز پکن گنهگارن کي نهايت رعبدار ۽ هيبتناڪ معلوم ٿو ٿئي. ۽ خدا جو آواز جيڪو روح جي گهراين مان ٿو اچي ان ۾ ابليس جي آواز کان زياده هيبت هوندي آهي. ليڪن ضمير جي مئلن کي اهو ٻڌڻ ۾ ئي نہ ٿو اچي ۽ جيڪڏهن ٻڌڻ ۾ اچي تہ بہ ان کان مرعوب نہ ٿا ٿين. باز جي هيبت کان شريف چکور تہ ڊڄي ويندو آهي. ليڪن مکيون بي پرواهيءَ سان ان جي اردگرد اڏامنديون رهنديون آهن. دنيا جي هوس جا بندا بہ مکين وانگر آهن جوباز کان نہ ٿيون ڊڄن بلڪ شيطان جي مکڙيءَ جي ڄار ۾ جيڪو انتهائي ڪمزور هوندو آهي، آسانيءَ سان ڦاسي ٿا پون ليڪن مکڙيءَ جي ڄار ۾ نہ ڪوئي چکور ٿو ڦاسي سگهي نہ ڪو باز.

## دل کي دل سان راحت آهي جذب باهمي جو عالمگير قانون

مولانا رحمة الله عليہ شدت سان انهيءَ جا قائل آهن تہ دل کي دل سان راحت آهي. ارواحن جي وچ ۾ اهو فاصلو ڪونهي جيڪو جسمن جي وچ ۾ هوندو آهي. هن جو مثال اهو آهي تہ ڀ ڏيا هڪ ئي ڪمري ۾ ٿورو پري پري ٻري رهيا آهن ليڪن انهن جي روشنيءَ پاڻ ۾ بلڪل مليل ناقابل تقسيم آهي. جيڪڏهن محبت ۾ خلوص هجي ۽ اها صرف نفساني خواهش جو نتيجو نہ هجي تہ جهڙيءَ طرح عاشق معشوق جو طالب هوندو آهي. ساڳي طرح معشوق بہ عاشق لاءِ منتظر هوندو آهي. فرمائن ٿا تہ خداتعاليٰ ۽ انسان جي هڪ ٻئي سان محبت جو بہ اهوئي حال آهي. جيڪڏهن توهان جي دل ۾ خدا جي محبت پيدا ٿئي تہ سمجهو تہ خدا جي دل ۾ بہ توهان جي محبت آهي. جهڙي طرح تاڙي هڪ هٿ جي نہ وڄندي آهي اهڙي طرح خدا ۽ انسان جي محبت جو رابطو بہ هڪ طرف جو نہ ٿو ٿي سگهي.

مولانا رحمة الله عليه جن جو نظريو اهو آهي تہ عشق هڪ عالمگير جذبو آهي. جيڪو جمادات کان وٺي خداتعاليٰ تائين هستيءَ جي سيني درجن ۾ پنهنجي پنهنجي قدر مطابق ملي ٿو. تنهنجي اچ ۽ پاڻيءَ جو وجود هڪ ٻئي کي ڇڪيندڙ آهن.

آسمان تي فلڪي نظام کي ڏسو ۽ پنهنجي ويجهو شمسي نظام تي بہ غور ڪيو تہ ڪهڙي طرح لوهہ ۽ مقناطيس جي هڪ ٻئي ڏي جذب وانگر آسمان اسان جي هن زمين کي ڇڪي رهيو آهي. هي سڄو سلسلو باهمي جذب ۽ ڪشش تي قائم آهي. آسمان تان سج جي گرمي زمين تي پهچي زمين جي پيٽ ۾ هر قسم جي زندگيءَ جي پرورش ٿي ڪري. مثال طور آسمان کي مرد سمجهو ۽ زمين کي عورت. زمين ٺي سيني جاندارن جي ماءُ آهي گرميءَ جي ضرورت هجي تہ سج جي ذريعي ٿي اچي ۽ پاڻيءَ جي ضرورت هجي تہ آسمان تان زمين تي بادل ٿا وسن.

## تحقيق ۽ تقليد

ڪجهہ مضمون اهڙا آهن جيڪي سڄي مثنويءَ جا مرڪز آهن انهن ۾ هڪ اهم مضمون تقليد ۽ تحقيق جو مقابلو آهي. مولانا جي نزديڪ دين جي اصل حقيقت کان اهوئي آگاهہ ٿيندو آهي. جنهن هن کي تحقيق تجربي ۽ مشاهدي جي ذريعي حاصل ڪيو آهي. باقي سيني ماڻهن جو دين روايتي آهي. ماءُ پيءُ ۽ پنهنجي جماعت کان ڪجهہ عقيدا ٻڌندي انهن تي يقين ڪيو اٿس. هي يقين بلڪل بي اعتبار هوندو آهي. ليڪن مولانا رحمة الله عليه جي رواداري هيءَ آهي تہ تقليد ڪندڙن جي وڏي گروه کي بہ جيڪي انسانن ۾ وڏي اڪثريت ٿا رکن هدايت ۽ نجات کان محروم نہ ٿو سمجهي. فرمائن ٿا تہ تقليد ڪندڙ بہ جيڪڏهن روايت ۽ جماعت جي زور سان صحيح رستي تي هلي رهيو آهي تہ ان جي بہ نجات ٿي ويندي. فرق صرف ايترو آهي. تہ محقق کي منزل مقصود جي خوبين جو علم آهي ان ڪري خوشيءَ سان ان طرف هلي رهيو آهي ليڪن تقليد ڪندڙ کي اندروني ۽ بيروني زور منزل ڏي گهلي رهيو آهي. ان کان بعد فرمائن ٿا تہ جن ماڻهن کي باطن جون اکيون روحاني حقيقتن جي متعلق تقليد بند ڪري ڇڏيون آهن. انهن کي بہ الله پاڪ جي رحمت گهليندي

ونيو ٿي وڃي. عارف ۽ ولي الله کانسواءِ صرف روايتي دين پرستن جو اهوئي حال آهي. خدا جي رحمت جو هر شيءِ تي گهيرو ڪيل آهي. ان ڪري مقلدن جو وڏو گروهه به ان جي فيض جي احاطي کان ٻاهر نه آهي. رضا سان نه ته زبردستيءَ سهي بحرحال خدا جي طرف انهن کي وٺي پيا ٿا وڃن. ان کان بعد هن نڪتي کي هڪ عام فهم مثال سان سمجهائن ٿا ته ٻار علم جي لذت کان آگاهه نه هوندو آهي ان ڪري ان کي زبردستي پڪڙي اسڪول وٺي وڃبو آهي. ليڪن وڏو ٿي جڏهن علم جو چسڪو اچي ويس ته پوءِ هو علم ۽ عالمن ڏي ائين ويندو آهي. جيئن اجارو پاڻيءَ لاءِ ويندو آهي. شروع شروع ۾ هن کي سمجهه ۾ نه ايندو آهي ته آخر انهيءَ پڙهڻ مان ڇا ملندو؟ هن کي خبر نه آهي ته هن محنت جو معاوضو ڇا آهي؟ جڏهن علم ۽ معرفت جو معاوضو هن کي ملڻ لڳي ته پوءِ هن جو هي حال هوندو ته دنيا سمهي پئي هوندي ۽ هو سڄي رات مطالعي ۾ غرق آهي. هو چورن وانگر رات جو خاموشيءَ ۾ علم جي دولت گڏ ڪرڻ ۾ لڳو رهندو.

ان کان بعد فرمائن ٿا ته خوف ۽ اميد سان نيڪي يا عبادت ڪرڻ وارا نيڪو ڪاريءَ جي اصل لذت کان بي خبر ٿا رهن. ان ڪري يا جنت جي لالچ ۽ انعام جي اميد ۾ چڱا ڪم ٿا ڪن يا دوزخ جي عذاب کان بچڻ لاءِ. هي سڀ مڪتب جا ٻار آهن جن کي پڙهائڻ لاءِ مٺائيءَ جو وعدو ڪيو يا هيءُ چئو ته سبق ياد نه ڪندين ته مار کائيندين. خدا پاڪ جي بي لوث ۽ بغير غرض جي محبت ته عارف مرد جي دل ۾ هوندي آهي. اقبال رح فرمائي ٿو ته:

جس کان عمل هے بے غرض اس کي جزا کچهه اور هے

حور وخيام سي گذر بادہ و جام سي گذر

تقليد ڪندڙ جي عمل جي علت وعدو آهي يا وعيد. نيڪو ڪاريءَ جي اصل لذت ته فقط اعليٰ نفسن ۾ هوندي آهي.

هڪ ٻيو مثال ٿا ڏين ته کير پياڪ ٻار ته دائيءَ کي کير پئڻ لاءِ چنبڙندو آهي. پر جيڪڏهن دائي حسين آهي ۽ هن جو ڪو عاشق صادق موجود آهي ته ان جي لاءِ ته ان دائيءَ جو حسن ئي ڪافي آهي. جنت جي اميد يا دوزخ جي خوف کان نيڪ عمل ڪرڻ وارو مالڪ حقيقيءَ جي جمال کان آگاه ڪونهي. يا ته جنت جي کير جي نهر ان کي ڇڪي رهي آهي يا دوزخ جي زنجيرن ۾ ٻاهه جي

سزا کان ٿو ڏچي. جيسين تائين کو شخص انهيءَ معرفت تائين نہ پهچي جو نيڪي پاڻ ئي پنهنجو اجر ۽ برائي پاڻ ئي پنهنجي سزا آهي ان جو روح خواهشن ۽ خطرن ۾ لڙڪندو ٿو رهي.

بي بي رابعہ بصريءَ جي لاءِ مشهور آهي تہ هڪ ڏينهن بازار مان لنگهي رهي هئي هڪ هٿ ۾ پاڻيءَ جو پيالو هئس ۽ ٻئي هٿ ۾ ڪنهن ٿانو ۾ ٻريل ڪوئلا هئس. ماڻهن پڇيو تہ هي ڇا آهي؟ فرمائڻ لڳي تہ هن پاڻيءَ سان دوزخ کي وسائڻ ۽ هن باهہ سان جنت کي ساڙڻ ٿي وڃان تہ جيئن ماڻهو خدا جي عبادت صرف خدا جي محبت سان ڪن ۽ ان ۾ جزا ۽ سزا جي نيت نہ هجي.

## فنا ۽ بقا

قرآن ڪريم ٿو فرمائي تہ کل شيءِ هالک الا وجہ ان مان اهو سوال ٿو پيدا ٿئي تہ جيڪڏهن خدا کانسواءِ هر شيءِ فاني آهي تہ پوءِ انسان کي بقا ڪيئن ٿي حاصل ٿي سگهي؟ ليڪن قرآن پاڪ نيڪ انسانن جي لاءِ بقا جو بہ وعدو ٿو فرمائي ۽ هڪ حديث شريف ۾ آهي تہ قيامت جي ڏينهن موت کي ذبح ڪيو ويندو. مولانا رحمة الله عليہ جن وٽ ان جو صاف جواب اهو آهي تہ الله تعاليٰ جي ذات کان ٻاهر رهي ڪابہ شيءِ باقي نہ رهي سگهندي ليڪن زندگيءَ جو مقصد پنهنجي انفرادي خواهشن کي فنا ڪري هن ڪليت ۾ ملي ٿو وڃي. جنهن کي وجہ الله چيو ويو آهي. بقا جي رستي جو پهريون قدم فنا جو رستو آهي. ليڪن فنا ۾ بقا استدلالي عقل جي سمجهہ ۾ نہ ايندي. اسان جي هستين جا جيڪي اڇٽا وچٽا پهلو آهن ۽ جيڪي غير ضروري يا بي اصل خواهشون آهن اهي حقيقت جي نور جي مقابلي ۾ پاڇي وانگر آهن. نور جي ظاهر ٿيڻ کانپوءِ پاڇو ڪٿي رهندو؟ انسان نور ۾ داخل ٿي سگهي ٿو ۽ انهيءَ خلوت گاهہ حق ۾ بقا ئي بقا آهي.

انساني هستيءَ جا فاني پهلو اهڙي طرح فنا ٿي ويندا جهڙي طرح تيز هوا هلڻ کانپوءِ ميگهہ غائب ٿي ويندا آهن.

# عقل ۽ عشق

انسان صرف استدلالي عقل جي ذريعي عشق الاهيءَ کي دعوت ڏيڻ جي فضول ڪوشش ٿو ڪري ان جو مثال ائين آهي جيئن هڪ گهريلو ڪڪڙ ڪنهن اٺ سان دوستي پيدا ڪئي ۽ ان کي چيو تہ تون مهمان ٿي منهنجي ڪڏيءَ ۾ اچ. جڏهن ڪڪڙ گهڻون اصرار ڪيو تہ اٺ آيو ۽ هن جي ڪڏيءَ جي ڇت تي اجان هڪڙو پير رکيائين تہ هن جي ڇت ويهي رهي ۽ وڃي زمين سان لڳي.

هي اسان جا علوم ۽ فنون ۽ اسان جي دنياوي عقل عشق عرفان جو ذريعو نہ ٿا بنجي سگهن. ان جي حاصل ڪرڻ جا ٻيا رستا آهن. مولانا رحمة الله عليه فرمائي ٿو تہ اسان جو عقل ۽ هوش ڪڪڙ جي ڪڏيءَ وانگر آهن ان کي مناسب نہ آهي تہ اهڙي مهمان کي دعوت ڏئي جيڪو هن جي صفائي ڪري ڇڏي. عشق الاهي جنهن سان مخلوق جي محبت بدل آهي مذهب جي ٻاهتر فرقن کان الڳ رستو آهي ۽ دين جو اصل جوهر اهوئي آهي. حقيقت جي مصدر اهوئي آهي. اصل هي آهي باقي سڀ فروع آهن. فرمائن ٿا تہ بندگي عشق جوذريعو آهي. زندگيءَ جو مقصد نہ آهي. خدا جي متعلق جيڪڏهن ڪير بندگي ۽ سلطنت جي تشبيهات ۾ ئي الجهي پوي تہ پوءِ عاشقي ان کان روپوش ٿي ويندي. عشق جي ڪاٻہ پنهنجي زبان ڪانهي جنهن جي ذريعي غير عاشق تي ان جي حقيقت واضح ڪئي وڃي. جيڪو بہ طريقو ڳالهائڻ جو اختيار ڪيو. اهو حقيقت کي بي نقاب ڪرڻ جي بجاءِ هڪڙو وڏيڪ حجاب بنجي ٿو پوي. هي حال ڪنهن قيل ۽ قال جي گرفت ۾ اچڻ جو نہ آهي.

بيان سان هن حال کي واضح ڪرڻ جي ڪوشش ائين آهي جيئن رت کي پاڻيءَ جي بجاءِ گهاٽي رت سان ڌوئڻ جي ڪوشش ڪرڻ هن طرح ڌوئڻ سان تہ خون ۾ رنگيل ڪپڙو اجان بہ وڌيڪ ڳاڙهو ٿي ويندو. عشق مجازي هجي يا حقيقي لڪي نہ ٿو سگهي. عجب ڪيفيت آهي تہ نہ بيان ڪري ٿو سگهجي ۽ نہ لڪائي ٿو سگهجي. مثال مشهور آهي تہ عشق ۽ مشڪ کي ڪير لڪائي سگهندو. هن جي خوشبوءِ ئي هن کي ظاهر ڪري وٺندي آهي. مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ هن کي لڪائڻ جي ڪوشش ائين آهي جيئن ان يا ڪپهہ ۾ ٻريل ڪوئلي کي لڪائڻ. جيترو لڪائڻ جي ڪوشش ڪندئو اوترو ئي ظاهر ٿيندو.

فرمائن ٿا تہ عشق کي شراب سمجهو. شرابيءَ جي شراب خوري وڌندي ئي ويندي آهي. هن جي پيئڻ جو مزو تہ پين کي معلوم نہ ٿو ٿي سگهي. ليڪن ان جي نشي جا طور طريقا تہ ماڻهن کان لڪي نہ ٿا سگهن. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ عربيءَ ۾ شراب کي مدام ان لاءِ چوندا آهن جو شراب نوشيءَ ۾ دوام جو ميلان آهي ۽ پيئڻ واري کي ڪڏهن بہ ڍءُ نہ ٿيندو آهي. شراب جيڪڏهن گهڻو تيز هجي ۽ ان کي گهگهي يا بوتل ۾ بند ڪجي تہ ان ٿانو کي ٽوڙي ڇڏيندو. عشق ائين ڦاٽ ڪائي ظاهر ٿيندو آهي.

فرمائن ٿا تہ زندگيءَ جو دارو مدار اسباب ۽ ڪوشش تي آهي. عقلمند ماڻهو زندگيءَ ۾ عام ۽ مجرب قائدن تي عمل ڪندو آهي ۽ اتفاقي حالات کي دليل نہ بنائيندو آهي. ليڪن احمق ۽ ڪاهل ماڻهو اتفاقي معاملن کي ڏسي زندگيءَ کي بيڪار ضايع ڪندا آهن. هڪ ماڻهو چئي ٿو تہ پوک ڪرڻ مان ڇا فائدو؟ فلاڻي پوک جو ڪم ڪيو، محنت بہ ڪيائين پر سڄو فصل ضايع ٿي ويس. ٻيو چوي ٿو تہ فلاڻي درياهہ ۾ غوطا هڻي سيپيون ڪڍيون مگر هڪ مان بہ موتي نہ نڪتو. ان ڪري هيءَ ڪوشش اجائي آهي. ڪير وري چئي ٿو تہ عبادت بہ ڪا يقيني ڇوٽڪاري جو ذريعو نہ آهي. ابليس لکين سال سجدن ۾ گذاريا مگر هڪ سجدو نہ ڪرڻ ڪري قيامت تائين لعنتي بنجي پيو. ليڪن اي نالائق سست حجتي! ڇا تو اهو ڪونہ ٻڌو آهي تہ فلاڻي شخص جي گلي ۾ لقمو اٽڪي پيو ۽ هو مري ويو؟ هن اتفاقي مثال کي ٻڌي ڇا تون صبح شام ماني کائڻ کان باز آيو آهين؟ هتي بہ اتفاقي معاملي مان دليل وٺي بکيو ڇو نہ ٿو مرين؟ خدا تعالي! ۽ ان جي رسول مقبول ﷺ جن هدايت فرمائي آهي تہ پنهنجا فرائض يڪسوئيءَ سان ادا ڪيو. عام طرح سان سٺي ڪوشش سان سٺو نتيجو ئي نڪرندو ليڪن ڪڏهن نتيجو توقع جي خلاف نڪري تہ زندگيءَ جي عام قانون کان گريز جو رستو اختيار نہ ڪيو. فرمائن ٿا تہ جنهن جي مقدر ۾ سٺو بخت ۽ نجات ناهي اهو ڪاهل انسان اتفاقي يا حادثاتي معاملن ۾ پناهہ ٿو وٺي ليڪن زندگيءَ ۾ اتفاقي معاملا تمام ٿورا آهن. پٿر کي لوهہ سان ٽڪرائبو تہ چڻنگ نڪرندي. ليڪن ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ چڻنگ نہ نڪري.

-------

## حصو چوٿون

جڏهن ڪو شخص ڪنهن دوست جي ملاقات لاءِ ويندو آهي تہ ان جو مقصد ان جي گهر جي زيارت نہ هوندو آهي. عام ماڻهون حج ڪرڻ ڪعبتہ الله شريف ڏي ويندا آهن. ان ڪي هڪ مقدس مقام سمجهي ان جي چوڌاري طواف ڪندا آهن. ان ڪي ڏسي سيدنا ابراهيم عليہ السلام جي ياد تازي ٿي ٿئي. نبي آخر الزمان ﷺ جن جو هن خدا جي گهر ڪي بتن ڪان پاڪ ڪرڻ ان جي دل ۾ توحيد ۽ رسالت جو قدر پيدا ٿو ڪري ليڪن گهڻا حاجي اهڙا آهن جيڪي صرف ڪعبہ الله شريف جي زيارت ڪي ئي حج جو اهم ترين فرض سمجهندا آهن. حالانڪ سڀ نشانيون ۽ عبادتون فقط الله تعاليٰ جي قرب جو ذريعو آهن. جيڪڏهن ڪو شخص دوست جي گهر ڪي ڏسي خوش ٿئي ۽ دوست جي ملاقات ڪان بغير واپس موٽي اچي تہ ان جو اصل مقصد تہ فوت ٿي ويو.

## اجر ڪان اڳ صبر ۽ همٿ جو امتحان

عشق الاهيءَ جي متعلق مولانا رحمة الله عليہ جن هڪ اهڙي ڳالهہ چئي آهي جيڪا سندن نزديڪ هر پيشي مطلب ۽ مقصد جي متعلق درست آهي. شروع ۾ انسان ڪي ڪو مقصد سٺو معلوم ٿيندو آهي تہ اهو ان جي طرف ڊوڙندو آهي. ڪنهن تجارت جي متعلق وڏن وڏن واپارين ڪي ڪامياب ڏسندو آهي تہ دل ۾ چوندو آهي تہ مان بہ عقل ۽ همٿ ۾ هنن ڪان ڪجهہ گهٽ تہ نہ آهيان. مان بہ ڪوشش ڪرڻ سان وڏو واپاري بنجي ٿو سگهان. اهوئي حال ٻين ڪمن جو آهي. جو انسان ڪنهن هنذ تائين ڪاميابي ۽ مفاد جي ڪري ان رستي ڪي اختيار ٿو ڪري. ليڪن ڪمال حاصل ڪرڻ وڏي جفاڪشي ٿو گهري. جڏهن مشڪل مرحلا ايندا آهن. ڪجهہ ناڪاميون ٿينديون آهن. ڪجهہ ٺوڪرون لڳنديون آهن تہ پوءِ گهٽ همٿ وارو انسان مايوس ۽ بيزار ٿي ان طرف ڪان منهن ڦيرائي ڇڏيندو آهي. زندگيءَ جو عام قانون اهو آهي تہ هر ڪم ۾ انسان جو امتحان ٿيندو آهي. گهٽ همٿ انسان ٿوري ناڪامي ۽ رڪاوٽ ڪانپوءِ همٿ هاري ڇڏيندو آهي.

مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ هر مطلب ۽ مقصد جي متعلق خدا جو قانون هي آهي تہ پهريائين انسان کنهن حد تائين لذت کان واقف ٿيندو آهي. ان کان بعد مشڪلات جي ڪري رحمت جو دروازو بند ۽ آزمائشن جو ڪليل نظر ايندو آهي. اجان هي ڪوشش ۽ جستجو ڪري رهيو هو تہ ملڻ وارو مفاد غائب ٿي ٿو وڃي. هي شخص پنهنجي محنت جو معاوضو طلب ٿو ڪري مگر ملي نہ ٿو. هي د. عل همٿ جي امتحان جون منزلون هونديون آهن. گهٽ همٿ وارا هتان ئي واپس ٿي ويندا آهن ۽ باهمٿ انسان قدم پوئتي نہ هٽائيندا آهن.

محبوبہ وصال کان اڳ حق مهر جو مطالبو شروع ڪري ڏنو ۽ دروازو بند ڪري ڇڏيو تہ جيسين حق مهر ادا نہ ٿا ڪيو تيسين هٿ نہ ٿا لڳائي سگهو. عاشق وصل کي نقد سمجهو هو ۽ حق مهر کي اوڌر يا اهو سمجهو هئائين تہ بعد ۾ مهر معاف ڪرائي ڇڏبو. مگر هتي مطالبو وصال کان اڳ شروع ٿي ويو. هتي مهر جو مطالبو نشان آهي انهيءَ ڳالهہ جو تہ مقصود جي هڪ قيمت آهي ۽ اها قيمت همٿ، وفا ۽ صبر و رضا آهي.

## محض شر جو وجود ڪونهي

مولانا رحمة الله عليه جن پنهنجي هن عقيدي جي بار بار وضاحت ٿا ڪن تہ خدا جيڪو سراسر خير آهي اهو سراسر شر جو خالق نہ ٿو ٿي سگهي. دنيا ۾ جيڪو شر آهي اهو خير جو ذريعو آهي. جنهن شخص کي فطرت جي ڪنهن هڪ پاسي کان فائدو نہ پهتو اهو ان کي شر ٿو سمجهي ليڪن فطرت جو اهوئي پاسو ٻئي جي لاءِ خير جو سبب هوندو آهي. هڪ ئي غذا ڪنهن جي لاءِ طاقت جو سبب هوندي آهي تہ ٻئي جي لاءِ هلاڪت جو باعث ٿي سگهي ٿي. نانگ جو زهر نانگ جي لاءِ تہ آبا حيات آهي. ليڪن انسان جي لاءِ موت جو پيغام آهي. پاڻيءَ جي جانور جي لاءِ درياهہ جو پاڻي تہ زندگي بخش آهي ليڪن خشڪيءَ جي جانور لاءِ آفت آهي.

ان کان بعد فرمائن ٿا تہ انسانن جو ٻہ اهوئي حال آهي زيد کي هڪ شخص شيطان ٿو چئي ليڪن ٻئي سان ان جو سلوڪ سٺو آهي ۽ اهو چئي ٿو تہ زيد تمام سٺو انسان آهي. گهٽو ڪري گهڻن ماڻهن ۾ ڪجهہ سٺا پهلو هوندا

آهن ۽ ڪجهہ برا. جنهن هن جي سٺي پاسي تي نظر وڌي ۽ بري پاسي کان چشم پوشي ڪئي تہ هو ان کي دوست بنائي ڇڏيندو. محبت جي نظر سان ڏسو تہ انسان سٺا نظر ايندا. سٺا اخلاق اهي ئي آهن تہ انسان ۾ هن جي متعلق محبت جي نظر پيدا ڪري. دنيا جو وڏي ۾ وڏو شر انسان جي نظر ۽ طرز عمل سان وڏي خير جو سبب بنجي ٿو سگهي. مولانا رحمة الله عليہ هڪڙي واعظ ڪندڙ لاءِ لکن ٿا تہ هن ۾ نمايان ڳالهہ اها هئي تہ هو ممبر تي چڙهڻ ڪانپوءِ ڦريائين فاسدن ۽ ظالمن جي لاءِ خير جي دعا گهرندو هو. ڪافرن جي لاءِ بہ خدا کان رحمت طلب ڪندو هو. ماڻهن ان کي چيو تہ ڪافرن جي لاءِ خير جي دعا گهرڻ کان تہ عالم شرعا منع ڪندا آهن ۽ گمراهن جي لاءِ بہ دعا ڪرڻ ڪا نيڪي نہ آهي. هن چيو تہ هي ڪافر، فاسق ۽ فاجر منهن جي لاءِ هدايت جو سبب بنيا آهن. انهن جي ئي ڪري مان شر کان بچي خير ڏي آيو آهيان. انهن ماڻهن کي خدا منهنجي هدايت لاءِ مقرر ڪري ڇڏيو هو.

هي سڀ خود غرض دنيا جا طلبگار هئا. جڏهن مان بہ دنيا جو ڪتو بنجي ڪنهن لقمي ڏي وڏندو هئس ۽ ڪوشش ڪندو هئس تہ هي مال متاع مون کي ملي وڃي تہ هي ظالم منهنجا حريف ۽ رقيب بنجي مون کي سخت تڪليف پهچائيندا هئا ۽ مان آخر ذليل ۽ شرمندو ٿي انهن شين جي طلب کي ڇڏي ۽ انهن کي نفرت ڪرڻ بعد خدا جي طرف رجوع ڪندو هئس. ان ڪري مون کي سٺن ماڻهن مان ايترو فيض نہ پهتو جيترو هنن شريرن مان پهتو آهي. ان ڪري مان سٺن ماڻهن لاءِ دعا بہ ڪونہ ٿو گهران.

انسان عموماً دوستن جي دوستيءَ کي رحمت ۽ دشمنن جي دشمنيءَ کي شر سمجهندو آهي ۽ رنج ۽ درد جي خدا کي شڪايت ڪندو آهي حالانڪ سٺن نفسن لاءِ دشمنن جي دشمنيءَ ۽ هر قسم جو درد ۽ رنج سيني اخلاقي مرضن لاءِ اڪسير آهي. هي شر نما مصيبتون زندگيءَ جون ڪيمياگر آهن. اهي ئي انسان جي نفس کي ڪندن بنائينديون آهن. غريبيءَ جي ايتري گلا ڪرڻ نہ گهرجي جيتري اهڙي دولت جي جيڪا انسانن جي انسانيت کي ئي خراب ڪري ڇڏيندي آهي.

انسان جي اماري نفس جي حالت انهيءَ بدبودار چمڙي جهڙي آهي. جنهن کي دباغ(چمڙي صاف ڪرڻ واري) جي حوالي ڪيو ويندو آهي اهو هن کي تيز مسالا لڳائي خوب رڳڙيندو آهي. جنهن ڪانپوءِ هو هڪ خوشبودار قيمتي ٿي

پوندو آهي. الله تعاليٰ نبين سڳورن کي انسانن جي لاءِ سهڻو نمونو بنائڻ لاءِ انهن کي سيني کان وڏيڪ رنج ۽ غم جي آماجگاهه بنائيندو آهي. جيئن تہ زندگيءَ ۾ تکليفن سهڻ کان بغير سيرت ۾ پاڪيزگي ۽ پختگي پيدا نہ ٿي ٿئي ان کري يا تہ پاڻ ئي پنهنجي اختيار سان اهڙي قسم جي محنت ۽ امتحان جي زندگيءَ کي خير جو ذريعو بنايو يا وري خدا کان درخواست کيو تہ اهو مشڪلاتن جي باهہ ۾ وجهي توکي خالص کري ڇڏي.

## شر خير جو ذريعو آهي

انساني زندگيءَ ۾ خير ۽ شر کيئن نہ هڪ عجيب ۽ غريب طريقي سان لازم و ملزوم بنجي ٿا وڃن. ان جي متعلق مولانا رحمة الله عليه هڪ تشبيهه ٿا ڏين. اسلامي ملکن ۾ گرم حمامن جو گهڻو رواج هو ۽ حمامن ۾ صرف ڪاٺيون ۽ ڪوئلو ئي ڪونہ ٻاريندا هئا بلڪ ڇيڻان بہ گهڻي تعداد ۾ ٻنيءَ کي گرم ڪرڻ جي ڪم ايندا هئا. حمام ۾ جيڪي ماڻهون جسم کي پاڪ ۽ صاف ڪرڻ لاءِ ويندا هئا اهي تہ اتان صاف ٿي نڪرندا هئا ليڪن ڇيڻن ميڙڻ وارا ۽ ٻنڀي گرم ڪرڻ وارا گندي جا گندائي رهندا هئا. ٻين جي صفائيءَ لاءِ خود هنن کي ميرو يا غليظ رهڻو پوندو هو. مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ دنيا ۾ حرام مال گڏ ڪرڻ وارا سرمائيدار جن کي رات ڏينهن دنيا گڏ ڪرڻ کانسواءِ ڪوبہ ڪم ڪونهي هي اهي ڇيڻان ميڙيندڙ آهن جن سان متقين جي تقويٰ جو حمام گرم ٿو ٿئي. متقي انسان تہ هنن جي بيهودي جدوجهد ڏسي سبق حاصل ٿا ڪن. ۽ پرهيزگاريءَ سان باطن جي پاڪيزگي ٿي پيدا ٿئي. جڏهن اهي دولت جي عاشقن کي فخر سان چوندو ٻڌندا آهن تہ اڄ اسان پنهنجي هوشياريءَ سان ڏهه هزار روپيہ ڪمايا آهن، تہ متقيءَ جي ذهن ۾ اهوئي ايندو آهي تہ هن اڄ هيترا گندگيءَ جا ٽوڪرا ڍويا آهن.

ڇيڻن جي ٻرڻ سان جيڪي شعلا نڪرندا آهن. اهي بہ سون جي رنگ جا هوندا آهن ان کري تشبيهه خوب آهي. تذکره غوثيہ ۾ مولانا گل حسن صاحب بيان ٿا فرمائن تہ هڪ ڏينهن حضرت غوث علي شاهه صاحب مريدن کي چيو تہ رات اسان هڪ گندو خواب ڏٺو آهي ان جو تعبير توهان وٽ ڇا آهي؟

فرمايائون تہ خواب ۾ ڏٺو اٿم تہ منهنجي جسم تي گھڻي غلاظت لڳي وئي آهي. مريدن ڇيو تہ توهان ئي فرمايو ڇو تہ توهان جي تعبير جي بصيرت تي اسين ڪاٿي تا پهچون؟ حضرت صاحب جن فرمايو تہ عالم مثال ۾ دنيا جي دولت غلاظت جي مثال آهي. معلوم ٿو ٿئي تہ ڪتان گھڻي دولت اچڻ واري آهي. چنانچہ انهيءَ ئي ڏينهن ڏٺو ويو تہ هڪ هندو رئيس جو نوڪر پئسن جي پريل ٿيلهيون ڪڻي درگاهہ ۾ آيو تہ هي راجہ صاحب نذرانو موڪليو آهي. غوث علي شاهہ فرمايو تہ هن ڪي پئسا ڪڻي منهنجي حجري ۾ اچڻ نہ ڏيو ان ڪي ٻاهر ضرورت مندن ۾ تقسيم ڪري ڇڏيو ۽ جڏهن ٿيلهي خالي ٿي وڃي تہ پوءِ ملازم ڪي مون وٽ وٺي اچو. رئيس جي دولت تہ غريبن جي لٽ مار مان جمع ٿيندي آهي. بس اهوئي گوبرهو. جنهن جو عارف رومي رحمة الله عليہ ذڪر ڪيو آهي. غوث علي شاهہ صاحب جن ان ڪي نهايت متقيانہ ڪم ۾ لڳايو محتاجن جي ڪم آيو ۽ ان ڪي رد ڪرڻ سان حضرت غوث علي شاهہ جي باطن ۾ وڌيڪ پاڪيزگي پيدا ٿي. اهائي ڳالهہ ٿي تہ هيڏانهن ڇيٽن ميڙڻ وارن حمام گرم ڪيو. هوڏانهن متقيءَ ڪي تقويٰ سان قلب جي طهارت حاصل ٿي.

دنيا جي دولت جو گوبر گڏ ڪرڻ وارا ان جي بدبوءِ سان ايترو تہ هري ويندا آهن جو جيڪڏهن ڪين روحاني عطر سنگھايو وڃي تہ انهن جو دماغ ان ڪي برداشت نہ ڪري سگھندو ۽ هو بيهوش ٿي ويندا. ان لاءِ هڪ ٻيو مثال ٿا لکن تہ هڪڙو چمڙا رنگڻ وارو عطر فروش جي بازار مان اچي لنگھيو تہ بيهوش ٿي ويو ۽ ڪري پيو. ان ڪي هوش ۾ آڻڻ لاءِ سڀ تدبيرون ڪيون ويون ليڪن هو مئلن وانگر رستي تي پيو هو. ان جي گھر وارن ڪي اطلاع مليو تہ ان جو ڀاءُ جيڪو نهايت ذهين هئو سمجھي ويو تہ عطرن جي خوشبوءِ هن جي حواسن تي اثر ڪيو آهي. ماڻهو هن ڪي گلاب سنگھائيندا هوندا تہ هن جي بيهوشي وڌيڪ وڌندي هوندي. ان ڪري هو ڪتي جي بدبودار غلاظت ڪپڙي ۾ ويڙهي لڪائي ڪڻي ويو ۽ عطر فروشن جي بلزار ۾ پهچي ٻين ماڻهن ڪي هٽائي هن ڀتهنجي ڀاءُ ڪي اهو سنگھايو تہ هو فورا هوش ۾ اچي ويو. ماڻهو حيران ٿي ويا تہ هن ڪهڙو اڪسير استعمال ڪيو آهي.

مولانا رحمة الله عليہ جن فرمائن ٿا تہ انبياءَ ڪرام عليهم السلام ۽ اولياءَ ڪرام رحمة الله عليہ جي تعليم مان دنيا جي طلبگار گوبر جي ڪيڙن ڪي بو ٿي اچي ان ڪري هو ان ڪان پري ڀڄندا آهن.

# جنت جي تعميرن ۾ زندگيءَ جا اعمال ئي زنده ۽ مجسم ٿي پيا آهن

الله تعاليٰ آخرت کي زندگيءَ جو مقام يا زنده گهر فرمايو آهي مولانا رحمة الله عليه جن ٻڌائن ٿا ته جنت جي تعمير نه آهي ۽ نه وري ان ۾ هن دنيا وانگر لعل ۽ جواهر لڳل آهن. جنت جون تعميرون انسانن جي نيڪ عملن جون صورتون آهن. انسان جي جسم جا عضوا جاندار هئڻ سبب زنده آهن ۽ آگاهي به انهن ۾ آهي ته ڇا انساني روح جون جنتي تعميرون ان جي جسم کان به گهڻ زنده ۽ آگاهه هونديون؟ عملن جي انهن تعميرن جي حقيقت ته اتي پهچي ئي معلوم ٿيندي. تشبيهن ۽ مثالن سان انسان سمجهن گهڻ ٿا ۽ غلط فهميءَ ۾ گهٽو مبتلا ٿيندا آهن.

شيخ اڪبر رحمة الله عليه فتوحات مڪيه ۾ فرمايو آهي ته جنت جو احاطو پهريائين بنجي چڪو آهي. ليڪن ان جون تعميرون هر شخص جي عملن سان ۽ ان جا وڻ بندن جي اطاعتن سان هر روز پيدا ٿيندا ٿا رهن.

# عقل ۽ ڏسڻ

مولانا رحمة الله عليه جو هي پسنديده مضمون آهي ته استدلالي عقل روحاني وجدان پيدا نه ٿو ڪري سگهي خواهه اهو تفسير ڪبير جي لکڻ ۾ ئي لڳائجي. فلسفو سوين دفعا ترقي ڪري ته به حقيقت تان پڙدو هٽائڻ ته پري ان کي ڇهي لوڏي به نه ٿو سگهي.

مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا ته عقل کان ڏسڻ تائين هزارها سالن جو سفر آهي ليڪن انهيءَ دوري کان نااميد نه ٿيڻ گهرجي. ستارن جو سج چنڊ جو نور ڪروڙين سالن جي سفر جي باوجود ڪيترو نه جلدي اسان تائين پهچي ٿو وڃي. الله تعاليٰ جي مقدس نور جي لاءِ به جيڪڏهن باطن جي اک کلي پئي ته اسان جي عقل تائين پهچڻ ۾ ڪهڙي دير لڳندي.

# ننڍو جهان ۽ وڏو جهان

فلسفي جي بحثن ۾ هڪ دلچسپ بحث هي آهي تہ عالم ڪبير جي مقابلي ۾ انسان عالم صغير آهي يا ان جي برعڪس انسان عالم ڪبير آهي ۽ ٻاهريون (آفاقي) عالم ان جي مقابلي ۾ صغير آهي. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ حڪمين جا رايا ان ڪان مختلف آهن ليڪن حڪمين ڪي هو حڪماءِ الهي چون ٿا. مولانا انهن سان متفق آهي تہ انسان عالم ڪبير (وڏو) آهي ۽ خارجي عالم ان جي مقابلي ۾ عالم صغير (ننڍو) آهي. انسان ڪي جيڪڏهن ڪائنات جو مقصد قرار ڏنو وڃي تہ ڪائنات جو تعلق ان سان اهڙو ٿيندو جهڙو ميوي جو تعلق وڻ سان آهي. فرمائن ٿا تہ ظاهر تہ ائين ٿو معلوم ٿئي تہ شاخ جو ميوو پيدا ٿيو آهي. ليڪن وڻ جي حقيقت تي غور ڪيو وڃي تہ معلوم ٿيندو تہ ٻج ڪان وٺي پنن ۽ شاخن تائين سڀ ڪجھ ميوي ڪي ئاهڻ جي تمنا پيدا ڪيو آهي. ان ڪري ميوو سڄي وڻ ڪان وڏيڪ مٿاهون آهي. هن ڪائنات جي سڄي پيدائش ۽ ان ۾ موجودات جي ترقي سڀ آخر ۾ انسان ڪي پيدا ڪرڻ لاءِ هو. نحن الاخرون السابقون جي اها معنيٰ آهي.

مولانا رحمة الله عليه جي نزديڪ انسان جي زندگيءَ جو مقصد معراج جي ڪوشش آهي. جهاد ڪان وٺي انسان بنجڻ تائين انسان مسلسل معراجي (عروج ڪندڙ) رهيو آهي خدا جي طرف عروج ۽ ترقي زندگيءَ جو اصل مقصد آهي. مٿاهين هستيءَ جي مقابلي ۾ هيٺاهين هستي نيستي معلوم ٿي ٿئي. انهيءَ لحاظ ڪان انسان مسلسل نيستيءَ ڪان هستيءَ جي طرف وڌندو هليو ويو آهي. هن ڪي چڱيءَ طرح سمجهڻ گهرجي تہ مان معراجي آهيان ليڪن عوام معراج ڪي ائين سمجهي ورتو آهي جو چڙ تہ براق تي سوار ٿي زمين ڪان آسمان ڏي پرواز ڪرٿو آهي. مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ معراج جو اصل ذات ۽ صفات جي ترقي جو جذبو آهي آسمان ڏي پرواز ڪرڻ ڪي جيڪڏهن معراج چئجي تہ پوءِ زمين ڪان آسمان ڏي هر وقت بخار چڙهي ٿو تہ ڇا ان ڪي معراج چئي سگهبو؟ معراج هي آهي تہ ٻار ماءُ جي پيٽ مان ترقي ڪندو باشعور انسان ٿو بنجي وڃي. انسان جي وڏيڪ معراج جون منزلون بہ

مڪاني يا آسماني نہ بلڪ ارتقائي آهن. مولانا رحمة الله عليه تعجب تا ڪن تہ معراج جي معنيٰ ارتقا (ترقي) ۽ نفس جو عروج ۽ صفتن جي تڪميل ۽ درجن ۾ رفعت آهي. جيڪا محسوسات ۾ گرفتار ۽ زمان ۽ مڪان ۾ قائل عقل جي سمجهہ ۾ نہ ٿي اچي. براق کي هڪ پَرن وارو گهوڙو سمجهو اٿن. حالانڪ براق نيستيءَ کان هستيءَ ڏي پرواز جي لاءِ هڪ تمثيل آهي. صفات جي ارتقا ۾ انسان هنن آسمانن کي بہ بلڪ سڄي محسوسات جي جهان کي عبور ڪري ٿو وڃي. هي سفر هٿن ۽ پيرن جي ذريعي سان نہ ٿيندو آهي. هن سفر جي ڪيفيت اهڙي آهي جيئن عدم کان وجود ۾ اچڻ. مون هن صاف گوئي سان قياس جي پڙدي کي هٽائي معراج جي اسرار کي فاش ڪري ڇڏيو آهي جيڪڏهن بڌڻ واري جي عقل تي ننڊ جو ڊڪر غالب ناهي تہ پوءِ سمجهي ويو هوندو تہ مون ڇا چيو آهي.

## نجوم ۽ آفتاب پرست

ستارن پرست ۽ سج پرستن تي حيرت ٿئي ٿي جو ستارن جي پوڄا ان لاءِ تا ڪن جو انهن جو تاثير سان مٽي بہ سون بنجي پوندي آهي.اهڙي طرح سج کي زمين تي فيضان جي ڪري پوڄيندا آهن. هنن ڪم بختن کي هڪ قدم اڳتي نہ ٿو وڌي جو ان جي پرتش ڪن جنهن اهڙن اثرن وارا ستارا ناهيا آهن ۽ سج جي حيات بخشيءَ جي توفيق ڏني آهي. سج تہ ميون ۽ ڀاڄين کي پچائڻ لاءِ اسان جو بورچي آهي. هي نالائق بادشاهہ جي سامهون سجدو نہ تا ڪن ليڪن ان جي بورچيءَ کي تا پوڄن.

گهڻو ڪري چورين ۽ حادثا رات جي وقت پيش ايندا آهن جڏهن سج ڪاڏي لهي ويندو آهي. انهيءَ وقت هي سج جا پرستار جيڪڏهن پنهنجي معبود کي مدد جي لاءِ پڪارڻ گهرن تہ هو هر وقت موجود تہ آهي ڪونہ جو هنن جي مدد ڪري. اهڙي سج کي ڇو نہ تا پوڄين جيڪو ڪڏهن غروب ٿئي نہ ٿو ٿئي جنهن ۾ ڏينهن ۽ رات جو فرق ڪونهي؟ اهڙو سج انسان جي پاڪ روح ۾ طلوع ٿيندو آهي انهيءَ حقيقي خورشيد جي مقابلي ۾ هن جهان جي خورشيد جي ايتري بہ حقيقت ناهي جيڪا سج جي سامهون هڪ ناچيز ذري جي آهي.

قرآن ڪريم ۾ ڪائنات جي شروعاتي حالت جي نسبت چيو ويو آهي تہ اها هڪ دونهون يا بخار جي صورت هئي. علم طبعيات تڪوين ترقي ڪري هن زماني حال ۾ انهيءَ نتيجي تي پهتي آهي. خدا تعاليٰ چوڏهن سؤ سال اڳ جيڪي ڪجھ پنهنجي ڪلام مجيد ۾ فرمايو سائنس هاڻي ان جي تصديق ٿي ڪري. انڪي انگريزيءَ ۾ نيبولر مفروضہ چوندا آهن. "ثم استويٰ الي اسماءَ وهي دخان" محي الدين ابن عربي رحمة الله عليہ بہ انهيءَ آيت جو اهوئي تفسير ڪيو آهي تہ اجرام فلڪيہ انهيءَ دخان (دونهين) مان ٺهيا آهن. عارف رومي رحمة الله عليہ بہ انهيءَ آيت جي اهائي معنيٰ ٿو سمجهي، قرآن ڪريم هڪ ٻي آيت ۾ بہ انهيءَ ئي تعليم کي ورجايو آهي تہ آسمان ۽ زمين پهريائين هڪ ئي مليل شيءِ هئا پوءِ خدا تعاليٰ انهن کي الڳ الڳ ڪيو. "ان السموات والارض ڪانتا راتقا ففتقنا هما" ستارن کي ديوتا سمجهڻ وارن کي خدا ٻڌائي ٿو تہ نالائقو! هي تہ سڀ هڪ آتشين بخار يا دونهين جي پيداوار آهن. انهيءَ خدا کي پوڄيو جنهن هن دونهين مان اهڙا عظيم الشان شمس ۽ تارا ٺاهيا.

## خدا کي وساريندڙ بادشاهہ

فرعون صفت خدا فراموش بادشاهن کي مخاطب ٿي چون ٿا تہ توهان سمجهو ٿا تہ توهان شاهي تخت تي ويٺل آهيو ليڪن اهو تخت نہ بلڪ تختو آهي ۽ توهان کي مجرمن وانگر گهليو ويندو. ڪم بختو توهان کي پنهنجي عاجزيءَ جو ڪجھ احساس ڪونهي. پنهنجي ڏاڙهيءَ تي تہ حڪم نہ ٿو هلي سگهيو جو ڪراڙپ ۾ ان کي سفيد ٿيڻ کان روڪي سگهو.

ليڪن سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ حڪومت جي نظام ۽ عوام جي تقدير جون واڳون خداتعاليٰ اهڙن مغرور ۽ برخود غلط ماڻهن جي هٿن ۾ ڇو ڏئي ڇڏيون آهن. مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ ان ۾ الله تعاليٰ جي ڪا حڪمت هوندي تہ جيسين ڪنهن بهتر نظام جو وقت نہ اچي تيسين تائين انهن ئي فاسقن جي ذريعي سياست ۽ معاشرت قائم رهي. پر جيڪڏهن هي ماڻهون دولت جا خزانا جمع ڪرڻ جي بجاءِ بصيرت جي اکين جو نور حاصل ڪن تہ انهن لاءِ ڇوٽڪاري جو سبب ٿئي ها.

# سماع ۽ بصيرت حيات

عارف رومي رحمة الله عليه دين جي انهن بزرگن مان آهن جن جي ويجهو موسيقي روح جي غذا ۽ عبادت ۾ تعاون ڪندڙ آهي. ان ڪري مثنوي شريف جي شروع ۾ بانسري وڄائي اٿن. جنهن جي آواز سان روح کي پنهنجو اصلي مسڪن الاهي ياد اچي ٿو وڃي. ۽ ڇڏجي ويل وطن جي ياد درد انگيز ٿي ٿئي. هاڻي مثنويءَ جي چوٿين دفتر ڏي تا رجوع ڪن ۽ فيثا غورثي حڪيمن جو به هڪ خيال پيش ٿا ڪن ته ستارن جي گردش سان نغما نڪرندا آهن. انسان جڏهن هن جهان ۾ موسيقيءَ ڪان متاثر ٿيندو آهي ته ان جو اهو سبب هوندو آهي جو آسمان جا نغما هتان جي سازن جا هم نوا هوندا آهن. هي ته حڪيمن جو خيال آهي ليڪن مؤمنن جي سماع جي لذت جي معلق وضاحت هيءَ آهي ته اسين به آدم عليه السلام جو اولاد آهيون ۽ آدم عليه السلام جنت ۾ رهي چڪو آهي جتان جي فضا دلنواز نغمن سان لبريز هئي. هتي جڏهن ساز وڄن ٿا ته جنت جي زندگي ياد اچي ٿي وڃي. اگرچه هتي پاڻيءَ ۽ مٽيءَ اسان جي روح تي فراموشيءَ جو هڪ پڙدو وجهي ڇڏيو آهي ليڪن پراڻي ياد هن مان به ڇٽي نڪري ٿي. اسان جي روحانيت جو پاڻي هتان جي پليتيءَ سان خراب ۽ ناپاڪ ٿي چڪو آهي. ليڪن ناپاڪيءَ ۾ به پاڻي پنهنجيون سڀ صفتون گم ته نه ڪندو آهي. پليت پاڻي به باهه کي وسائڻ ۾ ڪم ۾ ته اچي ٿو سگهي.

موسيقيءَ جي هڪڙي خصوصيت مولانا رحمة الله عليه هيءَ ٿا ٻڌائين ته دل ۾ جيڪي جذبات يا خيالات هجن اهي هن سان طاقتور ٿا ٿين. صرف اِتروئي نه ان ڪان وڌيڪ هي به ٿيندو آهي ته نغمي سان جذبات ۽ خيالات صورت به اختيار ڪندا آهن. زماني حال ۾ مغرب جي ڪجهه فنڪارن ان جي به مشق ڪئي آهي نه ڪهڙو نغمو صورت ٺاهڻ ۾ ڪهڙي قسم جا نقش ۽ تصويرون پيدا ٿو ڪري.

خدا پرست انسانن کي پاڻيءَ جي چرخيءَ جي آواز تي به وجد اچڻ لڳندو آهي. مولانا رحمة الله عليه انهيءَ جي متعلق هڪڙي ڳالهه لکي آهي ته هڪڙو شخص ڪنهن اونهي کڏ يا کوهه جي ڪناري تي ويٺو هو. بالٽيءَ ۾ ٻڌڻ جي

رسي هن وٽ ڪانہ هئي جنهن سان پاٽي ڪڍي. ڪناري تي هڪڙو اخروٽ جو وڻ هئو هن سوچيو تہ پاٽي نہ تہ پاٽيءَ جو آواز سهي. ان لاءِ هنُ اخروٽ پٽي پاٽيءَ ۾ اڇلائڻ شروع ڪيا جڏهن اخروٽ پاٽيءَ ۾ ڪرندو هو تہ ان مان پاٽيءَ جو آواز نڪرندو هو. اجاري ڪي پاٽيءَ جو آواز بہ وڻي پيو. ان ڪري هو مسلسل اخروٽ پٽيندو کوهہ ۾ اڇلائيندو ويو. ڪنهن ڏسي ورتو ۽ چيائين تہ هي ڪهڙي حماقت آهي جو کائڻ جي سٺي شيءَ پٽي پاڻي ۾ اڇلائيندو ٿو وڃين؟ هن چيو تہ مون کي بک نہ پر اڄ آهي ۽ هي آواز اڄ لاءِ فرحت جو سبب آهي. روحاني سماع وارن جو بہ اهوئي خيال آهي سٺا آواز دل جي لاءِ روح پرور هوندا آهن. هن اخروٽن ڪيرائڻ واري ڳالهہ تي حڪيم المانوي گوئٽي جي ٻاراٽپ جو هڪ قصو آهي. جيڪو هن پنهنجي لکيل سوانح حيات ۾ پاڻ تحرير ڪيو آهي، تہ پيءُ ماءُ جي نظرن کان لڪائي مون ڪنڊ جو هڪڙو پيالو دريءَ مان رستي تي اڇلايو. ان جي ٽٽڻ سان ڏاڍو مزيدار آواز پيدا ٿيو ان ڪري مان ڪنڊ جا سڀ ٿانو هڪ هڪ ڪري دريءَ مان اڇلائيندو ويس. ان وقت ايترو تہ مزو آيو جو بعد ۾ مار کائڻ جو خيال بہ نہ آيو.

موسيقي ڪيترن وڏن مذهبن ۾ عبادت ۾ داخل آهي. مسلمانن ۾ هن جي متعلق اڪابرن جي راءِ هميشہ کان مختلف بلڪ متضاد رهي آهي.

حاصل مقصد هي آهي تہ جنهن موسيقيءَ سان شهوت پرستيءَ ڏي خيال ايري اها يقينا حرام هجڻ گهرجي. پر جيڪو سماع روحاني ميلان کي ترقي ڏئي اهو جائز بلڪ احسن آهي. چشتي حضرات وانگر حضرت امام غزالي رحمۃ اللہ عليہ جن جي بہ اهائي راءِ آهي.

## جوهر ۽ عرض جسم ۽ روح

مولانا رحمۃ اللہ عليہ جن هن عقيدي کي بار بار ورجائن ٿا تہ انسان جو روح حقيقت ۾ ازلي جوهر آهي انساني روح جوهر آهي ۽ جهان ان جو عرض آهي. آدم عليہ السلام کي خداتعاليٰ جلشانہ علم ۽ تسخير جي قدرت ڏئي سڄي جهان تي محيط بنايو هو. تون بہ آدم جو اولاد آهين. تنهنجي ذات ۾ بہ اهي ئي صفتون ۽ امڪانات موجود آهن. ازلي سمنڊ جي مقابلي ۾ هي زمان ۽ مڪان جو جهان صرف هڪ ڀچ آهي يا ائين چئجي تہ هڪ وسيع شهر ۾ هڪڙو

نندڙو گهر آهي. گهر جي سامان ۾ ڪهڙي شيءِ آهي جيڪا ڪثرت سان شهر ۾ موجود نہ آهي. جسم ڪي ائين سمجهو جيئن هڪ ڪکن پنن جو تهہ هجي جنهن جي هيٺيان هڪ وڏي ندي وهي ٿي جيڪا ڪکن پنن جي پوشاڪ ۾ لڪل آهي. ابليسِ ڪان بہ اهائي غلطي ٿي جو آدم عليہ السلام جي مٽيءَ کي ڏسي سگهيو ليڪن انهيءَ مٽي ۾ لڪل سچ هئو جنهن کي نہ ڏسڻ جي ڪري ان جو منڪر ٿي ان کي گهٽ سمجهڻ لڳو. هاڻي جيڪو شخص انسان کي عناصر (مٽي، پاڻي، باهہ ۽ هوا) جوئي هڪ ساز ٿو سمجهي جيڪو هڪڙي ڏينهن ڀڃي پوندو ۽ آواز ختم ٿي ويندس. ان جي نظر ۾ اهائي ابليس واري نظر آهي چاهي هو فلاسفرن ۾ ئي شمار ٿيندو هجي.

## بقا جي منڪرن جي انڪار ۾ اقرار لڪل آهي

آخرت جا منڪر جيڪو چوندا آهن تہ هن ڪان پوءِ ڪا زندگي ممڪن نہ آهي پر جيڪڏهن پنهنجي ترقيءَ جي منزلن تي غور ڪن تہ پوءِ انهن لاءِ انڪار جي ڪا گنجائش نہ رهي. آخر اهو تہ مڃين ٿا تہ اسين هن زمين جي خاڪ مان ٺهيا آهيون. ليڪن انهيءَ خاڪ ڪان وٺي شعور تائين تنهنجا ڪيترا حشر ٿيا آهن؟ هو زور شور سان دليل ڏئي جيڪو انڪار ڪري رهيو آهي ان انڪار ۾ ئي اقرار لڪل آهي. مٽيءَ ڪيتريون منزلون طئي ڪري جيڪڏهن تنهنجي حڪيماڻن دليلن تائين اچي ٿي سگهي (ڪاٿي مٽي ۽ ڪاٿي تنهنجو شعور) تہ ڇا هن ڪانپوءِ فطرت جو ارتقائي قوتون ختم ٿي ويون آهن؟ مٽيءَ مان ٺهيل باشعور انسان جو حشر ڪان انڪار ائين آهي جيئن ڪو صاحب گهر جو دروازو کڙڪائي ۽ اندران گهر جو مالڪ چئي تہ مان گهر ۾ ڪونہ آهيان. حالانڪ هن جو انڪار ئي هن جي گهر ۾ هجڻ جو اقرار آهي. تون چئين ٿو تہ مان مٽي آهيان ۽ آخر ۾ مٽي ٿي ويندس ليڪن مٽيءَ ۾ هيءَ مخالفانہ بحثن جي قوت ڪٿا آئي؟ جڏهن مٽي دليل بنجي ٿي سگهي تہ پوءِ اڳتي بہ حشر ۾ نئين شيءِ جي صورت اختيار ڪري ٿي سگهي.تنهنجو پنهنجو پاڻ کي مٽي چئي حشر ڪان انڪار ڪرڻ ۾ ئي درحقيقت اقرار لڪل آهي.

# زندگيءَ جي باطن جا نہ کٽڻ وارا ممڪنات

ڪائنات ۾ هر شيءِ جو باطن ان جي ظاهر جي مقابلي ۾ هزار درجا زياده هستي ٿو رکي. هتي تون مٽيءَ کي سڀ کان گهٽ هستي ٿو سمجهين. مٽيءَ بہ ظاهر ۾ خاڪساري اختيار ڪئي آهي. ليڪن ان جو باطن ان سان هر وقت مقابلي لاءِ تيار بيٺو آهي ۽ چوي پيو تہ ٿورو ترس! آءٌ توکي ڏيکاري ڇڏيندس تہ منهنجي اندر ۾ ڪهڙا ڪهڙا خزانہ لڪل آهن. مٽيءَ جي باطن ۾ ممڪنات جو خزانو ڪڏهن بہ ختم نہ ٿو ٿئي. گلن ۾ ميون جي گهڻائيءَ جي ڪا انتها ڪانهي زمين جهڙو بيو ڪهڙو ڪو ڪاريگر ٿي سگهندو؟ جيڪا فقط مٽيءَ مان هزارين قسمن جون رنگارنگي تصويرون ناهي سگهي صرف ظاهري اکين رکڻ وارو مٽيءَ جي ئي باطني زندگي ۽ ان جي ممڪنات جو ڪجهہ اندازو لڳائي. تنهنجو باطن بہ تنهنجي ظاهر کي پڪاري رهيو آهي ۽ اهوئي چئي رهيو آهي تہ تو پنهنجو پاڻ کي حقير سمجهي ڪهڙي قسم جي ذليل فڪر ۽ عمل ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو آهي. توکي خبر ئي ڪونهي تہ زندگيءَ جي تڪميل ۽ ڪائنات جي تسخير جا ڪيترا نہ ڪٽڻ وارا ممڪنات تو ۾ لڪل آهن.

پنجاب جي هڪ درويش شاعر "بهيڪ" جو ڪهڙو نہ عارفانو شعر آهي:

بهيڪا بهوکا ڪوئي نهين، سب ڪے گٹڙي لال
گرہ کهول نهين جانتا، اس لئي هے ڪنگال

# روح جي دولت ۾ ئي ابدي دولت آهي

دنيا ۾ جيترن بہ قسمن جون دولتون نفس کان ٻاهر آهن. مال، جاه، عزت، جسماني صحت، هنن سيني جو ڪو اعتبار ڪونهي ڇو تہ انسان جي اختيار کان ٻاهر آهن انهن مان ڪابہ شيءِ ڪنهن بہ وقت ضايع ٿي سگهي ٿي. پر جيڪڏهن ڪو شخص پنهنجي روح جي اندر عشق ۽ معرفت جي دولت جمع ڪري تہ اها هن جي زندگيءَ جو جز بڻجي ٿي وڃي. ٻاهريون نعمتون تہ ڪسجي ٿيون سگهن ليڪن نفس جي اندر سمايل معرفت ۽ محبت کي ڪير ڪسي سگهندو؟ اعتبار جوڳي يا پائدار دولت تہ اها ٿي سگهي ٿي جيڪا انسان جي ذات جو نہ ٽٽڻ وارو جز بنجي وڃي. ان جي سلطنت ان جي اندر آهي جتي روزمره جي حادثن جي پهچ ئي ڪانهي. جيڪڏهن تون صرف خارجي نعمتن جي

ڪري خوش بخت ٿو سڏائين يا ڪا وڏي سلطنت تنهنجي هٿ اچي وئي آهي تہ اهڙي قسم جي بخت تنهنجي ذات ڪان خارج هجڻ سبب ڪنهن بہ وقت ختم ٿي ٿو سگهي پر پنهنجي نفس کي پاڪيزه طاقتور ڪري تون حادثن جي جڪڙ ڪان بچي ٿو سگهين.

## زين لهم الشيطان اعمالهم

ماڻهو نهايت اطمينان ۽ خوشيءَ سان غلط ڪمن ۾ ڇو ٿا قائل رهن؟ ان جو سبب اهو آهي تہ بدعملن جي منهن جي ڪارهن کي حرص ۽ هوس خوشنما بنائي ٿا پيش ڪن. قرآن حڪيم بہ گنهگار جي اهائي نفسيات بيان فرمائي آهي. "زين لهم الشيطان اعمالهم" شيطان جيڪو بقول عارف روميءَ جي اماري نفس جو ٻيو نالو آهي. بدعملن کي خوبصورت ۽ دلڪش بنائي انسان جي سامهون پيش ڪندو آهي. حڪيم سقراط بہ اهو چيو آهي تہ ڪوبہ شخص بدي ڪرڻ مهل بديءَ کي بدي سمجهي نہ ڪندو آهي. انهيءَ وقت حرص ۽ ان جي جادوءَ ۾ قائل عقل ان خراب عمل کي سٺو بنائي پيش ڪندا آهن. ليڪن شهوتون آخر ۾ خاڪ ٿي وينديون آهن ان وقت اِنسان محسوس ڪندو آهي تہ هي ذليل حرڪتون نفس جو ڌوڪو هو. هن مون کي برائي ۽ بدڪاريءَ جي مٿان وقتي لذت جو وَرَقُ چاڙهي ڌوڪو ڏنو آهي. مولانا رحمة الله عليه ان لاءِ هڪڙو مثال ٿا ڏين بدعمل کي هڪ ڪاري رنگ وارو ڪوئلو سمجهو جيڪو حرص جي باهہ ۾ ٻري ڏاڍي چمڪ ٿو پيدا ڪري. ليڪن حرص جي باهہ وسامڻ ڪانپوءِ هو يا تہ خاڪ بنجي ٿو وڃي يا وري اصلي ڪاري منهن وارو ڪائلو ٿو بنجي پوي. ليڪن نيڪيءَ ۾ پنهنجي ئي چمڪ هوندي آهي ان کي ڪنهن غير جي ذريعي جي ضرورت نہ آهي.

ٻار ڪڏهن ٻاراڻي حرص ۽ نادانيءَ جي سبب ڪڏهن ڪنهن لٺ کي رانن جي وچ ۾ ڏئي ڊوڙندا آهن ۽ سمجهندا آهن تہ هو گهوڙي سواري ڪري رهيا آهن. ليڪن جوان ٿيڻ ڪانپوءِ جڏهن هنن کي اصل گهوڙن جي سواري ملندي آهي تہ پوءِ پنهنجي ٻاراڻي حرڪت تي کلندا آهن. اهوئي حال حقيقي ۽ غير حقيقي خواهش جو آهي. مال متاع جا حريص ماڻهو ٻارن وانگر سوار آهن. جنهن شيءِ تي هو سوار ٿي آڪڙجن ۽ خوش ٿا ٿين اهائي ڪا اصلي سواري ڪانهي.

## سخن ڪش

مثنويءَ ۾ هن ٽن جاين تي هي نڪتو بيان ٿيو آهي ته سٺين ڳالهين جي ڪرڻ جو دارو مدار محض چوڻ واري جي سٺي فڪر يا سٺي بيان تي منحصر نه آهي بلڪ ٻڌڻ واري جو ذوق ۽ ان جي استعداد سٺي تقرير جا محرڪ آهن. اگرڪو ملحد توهان کي چئي ته ڪجهه معرفت جون ڳالهيون ٻڌاءِ ته تنهنجي زبان ۽ دل جا دروازا بند ٿي ويندا تنهنجي زبان مان ڪابه ڳالهه نه نڪرندي. جيڪڏهن ڪو سخن ناشناس ڪنهن سٺي شاعر کي چوي ته پنهنجو ڪلام ٻڌاءِ ته شاعر هڪ شعر به نه ٻڌائي سگهندو.

جيڪڏهن ڪو ٻوڙو چوي ته ڳانو ٻڌاءِ ته ڪهڙو ڳائڻ وارو ان جي اڳو ڳانو ٻڌائيندو. ليڪن جڏهن محسوس ٿيو ته تقاضا ڪرڻ وارو صاحب ذوق آهي ته طبعيت ۾ فڪر جا گل ٽڙڻ لڳندا آهن ۽ تقرير ۾ گل ڪرڻ لڳندا آهن. مولانا رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته ڪجهه ماڻهو سخن ڪش هوندا آهن ۽ ڪجهه بدمذاق سخن ڪُش هوندا آهن. جتي سخن ڪش ماڻهو اچي سامهون بيهي ته نڪتا ۽ معاني ان ڪان اهڙي طرح پڇندا آهن جيئن ڪو چور پڇندو آهي. ٻڌڻ واري جي سچي جذبي سان ئي وات مان سٺي ڳالهه نڪرندي آهي ۽ ذهن نڪتا آفرين ٿي پوندو آهي.

## دنيا جي گهماگهمي غفلت جي ڪري آهي

هن معاملي ۾ سيني دينن جا صوفي متفق معلوم ٿا ٿين ته انسان جي تمدني، گهماگهمي گهڻو ڪري زندگيءَ جي اصل مقصد يعني خدا جي ويجهڙائي حاصل ڪرڻ جي طرف کان غفلت جي ڪري پيدا ٿيندي آهي. واپارين جي صبح و شام جون مصروفيتون، سرمايو گڏ ڪرڻ جون ڪوششون، زينت ۽ عيش عشرت جو سامان فرهام ڪرڻ جي مسلسل ڪوشش - سياست دانن جا هٿڪنڊا - پيشي وارن جو پنهنجي پيشن ۾ مصروف رهڻ جيڪو انهن کي اعليٰ مقصدن کان بيگانو بنائي ٿو ڇڏي. ڪوڙين تمنائن جي پيروي. حرص ۽ هوس جي ڪشمڪش - دنياوي زندگي گهڻو ڪري انهن ئي ڪمن ۾ گرفتار آهي. جيڪڏهن زندگيءَ جي اصل مقصد جي ماڻهن کي صحيح خبر پئجي وڃي ته

نبين ۽ اوليائن وانگر ماڻهو زندگيءَ جي گهٽ ضرورتن تي قناعت ڪري درويشي اختيار ڪن.

مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ مشيئت الاهيءَ جي اهائي منشا ٿي معلوم ٿئي تہ هي جهان انهيءَ قسم جي غفلت تي قائم رهي. جيڪڏهن خدا جي اها مرضي نہ هجي ها تہ پوءِ زياده تر خلق خدا اهڙي قسم جي غفلت ۾ ڇو زندگي بسر ڪري ها؟ دولت جي لفظ تي مولانا رحمة الله عليه هڪ لفظي راند ٿا ڪيڏن ۽ فرمائن ٿا تہ هن لفظ جا ٻہ جز آهن. پهريون جز دو آهي يعني رات ڏينهن ڊوڙ ڊڪ ۽ آخر ۾ لت آهي يعني لت مارڻ. دولت آخر ۾ لت ماري هنن کي قبر ۾ اڇلايو ٿي ڇڏي.

آخر ۾ پشيماني ٿيندي جيڪڏهن اها اڳ ۾ ئي توتي ڪلي پوي تہ تون جيڪر هي ٻيج ڊڪ ڇڏي ڏين. عقلمند انسان عمر جي آخري حصي ۾ جڏهن دنيا جي ناپائيداريءَ جي سيني ڌوڪن کان آگاهہ ٿي ٿو وڃي تہ پوءِ نهايت درجي پشيمان ٿو ٿئي. ان جي متعلق مولانا رحمة الله عليه هڪڙي سٺي نصيحت ٿا ڪن تہ خالي پشيماني بيڪار شيءِ آهي. پشيمانيءَ ۾ افسوس ۽ هٿ مليندي باقي عمر ضايع نہ ڪيو پشيمانيءَ جي معنيٰ ئي اها آهي تہ هاڻي تو ۾ نيڪ ۽ بد جي تميز پيدا ٿي چڪي آهي. هاڻي صرف پيشمانيءَ ۾ نفس جي قوتن کي ضايع ڪرڻ جي بجاءِ جيڪا بہ نيڪي هٿ لڳي سا ڪيو.

## جبر ۽ قدر

مولوي معنوي رحمة الله عليه جي نزديڪ ابليس، ماده پرستي ۽ جبريت جو نالو آهي. اڪثر ماده پرست حڪما ۽ طبيبن ۾ هي ٻئي صفتون ملنديون آهن. هڪ اها تہ هو ماده جامد کي سڄي هستيءَ تي محيط ٿا سمجهن ۽ ان جو روح ۽ سڄي اقتدار کي مادي جو ئي نتيجو ٿا سمجهن. ابليس جو آدم عليه السلام کي محض مٽيءَ جو بت سمجهڻ ۽ ان جي روحاني ۽ عرفاني ممڪنات کان انڪار هر مادي فلسفي جي خصوصيت آهي. ۽ حڪيم مادي جبري بہ ٿيندو آهي. ان جي مقابلي ۾ حقيقت آدم عليه السلام ۾ اختيار بہ داخل آهي. آدم عليه السلام کان ڪجهہ لغزش ٿي تہ اهو اختيار جو نتيجو هو ان ڪري هو تائب ۽ پشيمان ٿيو ۽ ربنا ظلمنا چوڻ لڳو. ان جي مقابلي ۾ ابليس

خدا سان حجت ڪرڻ لڳو تہ قادر مطلق تہ تون آهين. سڀ عمل ارادا بہ تنهنجي قدرت ۾ آهن. ان ڪري جيڪڏهن مان گمراه ٿيس تہ ان جو ذميدار بہ تون آهين. بماغويتني" جبريت جو عقيدو آهي. آدم عليہ السلام ۽ ابليس جو قصو انسان جي ٻئي مختلف ميلانات تي مثال ٿي ٿو اچي. انسان ۾ شيطانيت هن درجي تائين گهر ڪري وئي آهي جو نفس جي خواهشن کي پوري ڪرڻ لاءِ تہ اختيار جو صاحب بنجي ٿو وڃي. ليڪن عقل جي تقاضائن جي سامهون پنهنجو پاڻ کي مجبور ٿو سمجهي ۽ بي عقليءَ ۾ اضطرار جو بهانو ٿو لڳائي. هن قسم جي منطقيانہ چال ابليس جو شيوو آهي. آدم عليہ السلام جي اصليت عشق آهي. آدمي (انسان) اهو آهي جيڪو اختيار سان محبت ڪري. عقل صالح ۽ عشق خالص ڪمال درجي تي پهچي ذات ۽ صفات الاهيہ جي ادراڪ ۾ حيرت جو آئينو بنجي ويندا آهن. افلاطون چوندو هو تہ حڪمت جي شروعات حيرت کان ٿي ٿئي. مولانا رحمة الله عليہ جن فرمائن ٿا تہ ان جو انجام (آخر) بہ هڪ ٻئي قسم جي حيرت آهي.

## علم ۽ وحي

انسان جي ڀلائي ان ۾ آهي تہ منطق بازيءَ ۾ اجايو وقت وڃائڻ جي بجاءِ خدا تعاليٰ کي ائين چنبڙي وڃي جيئن ٻار ماءُ جي ڪڇ ۾ پناه وٺندو آهي ۽ ماءُ جي سهاري ۽ ان جي محبت جي متعلق ڪابہ دليل بازي يا منطق بازي نہ ڪندو آهي. يا هي تہ ٻڌل ڳالهين تي جن کي نقلي علم چوندا آهن. گهڻ اعتبار ڪري ۽ دين جي معاملي ۾ ڪنهن ولي الله جي بدولت اها ڪيفيت پيدا ڪري جيڪا علم بذريعہ وحي دل تي نازل ٿيندي آهي. ان کان فيضياب ٿئي. يعني مقلد هجڻ جي بجاءِ محقق ٿي وڃي. دل تي وحي واري علم جي مقابلي ۾ نقلي علم ائين آهن جيئن پاڻيءَ جي مقابلي ۾ تيمم . دل جي پاڪيزگي تہ ڪنهن صاحب دل جي صحبت ۽ ارشاد ۽ زنده مثال سان ٿي سگهندي. ان کان بغير سڄي عمر فقہ - تفسير ۽ حديث جي درس تدريس ۾ مصروف رهي پوءِ بہ انسان نقل ۽ سند جو پرستار ۽ گرفتار ٿي نقلي ئي رهجي ٿو وڃي. اصل تائين نہ ٿو پهچي.

# بداخلاق جو علم ۽ مال بدڪردارن جي ظلم جا هٿيار

علم ۽ فن، مال ۽ منصب بذات خود نہ سٺا آهن ۽ نہ وري برا آهن. جيڪڏهن نيڪ انسان وٽ آهن تہ خود هن کي يا هن جي يارن ۽ غيرن کي فائدو پهچائيندو. پر جيڪڏهن بدڪردار يا بدمعاش جي هٿ اچي وڃن تہ تباهيءَ جو سامان آهن. ڪميڻو ماڻهو علم ۽ فن سان منصب ۽ مال جو طلبگار ٿي پوندو آهي ۽ ٻين کي سخت نقصان پهچائڻ جا ذريعا ان جي هٿ ۾ اچي ٿا وڃن. چوريءَ جا سڀ طريقا چور بہ ڄاڻندو آهي ۽ ڪوتوال بہ . انهيءَ فن ۾ ٻئي برابر آهن. ليڪن ان جي استعمال ۾ ٻنهين جي وچ ۾ زمين آسمان جو فرق آهي. جيڪڏهن ڪو اهو سوال ڪري تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن کي الله تعاليٰ رحمة للعالمين بنايو پوءِ پاڻ ڪافرن جا گردن ڇو ڪپيائون تہ ان جو سڌو سادو جواب تہ اهو آهي تہ ٻي رحم ۽ فسق وفجور ۾ قاتل ڪافر جي هٿ ۾ تلوار ائين آهي جيئن ڪنهن چرئي يا بدمست حبشيءَ جي هٿ ۾ هجي. دين جي حفاظت ۾ جنگ جيڪا صرف في سبيل الله هجي ان ڪري لازم آهي تہ بدمستن فاسق ۽ فاجرن کي هٿين خالي ڪيو وڃي ڇو تہ هنن جي هٿ ۾ تلوار خدا جي خلق تي ظلم ۽ ستم ڪرڻ لاءِ ئي استعمال ٿي ٿئي.

جاهل منصب حاصل ڪرڻ بعد جيڪا درندگي ڪري ٿو اها هڪ سوُ شينهن بہ نہ ڪري سگهن. سرداري ۽ حڪمراني جڏهن جاهلن جي هٿ ۾ اچي وڃي تہ عقلمندن کي ڪناري ڪشي ڪرڻ گهرجي جيڪڏهن ظالمن جي خلاف ڪجھ ڪري نہ سگهن تہ پاڻ ئي انهن جي ظلم کان بچن.

# قيامت جو مفهوم

قيامت جي حقيقت تہ خدا تعاليٰ کي ئي معلوم آهي. خدا تعاليٰ ڪجھ مثالن جي ذريعي انسانن کي سمجهايو آهي. ليڪن هر شخص پنهنجي سمجھ جي مطابق ئي ان کي سمجهي ٿو.

مولانا رحمة الله عليه جن ڪيترين جاين تي پنهنجي انهيءَ عقيدي جو اظهار ڪيو آهي تہ قيامت حقيقت جي انڪشاف جو ٻيو نالو آهي ۽ اها انساني نفس جي ئي هڪ ڪيفيت آهي. هي تہ جبل ۽ آسمان قيامت ۾ ٽٽي پوندا. ان جو مفهوم مولانا جي نزديڪ هي آهي تہ حقيقت واشگاف ٿي پوندي. جنهن شخص تي هتي ئي حقيقت منڪشف ٿي پئي آهي اهو پاڻ قيامت بنجي ويو آهي. مرد عارف کي مخاطب ڪندي فرمائن ٿا تہ تون پاڻ وقت جو اسرافيل بنجي ويو آهين. قيامت کان اڳ ئي قيامت برپا ڪري ڏيکار. ڪير پڇي تہ قيامت ڪڏهن ٿيندي يا ڪاٽي آهي ان کي چوءِ تہ مان پاڻ ئي قيامت آهيان. مون کي ڏس. هر نبي قيامت هوندو آهي اهو ڦهريائين جهان کي هيٺ مٿي ڪندو آهي روحاني مردن کي زنده ڪندو آهي. جزا ۽ سزا سيني تي آشڪار ڪندو آهي. ان ڪري نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن پنهنجي ٻن آگرين کي ملائي فرمايو تہ مان ۽ قيامت هينئن متحد آهيون. قيامت مون کان جدا نہ آهي. "انا والساعة هاتين" ان کان بعد فرمائن ٿا تہ قيامت جي هيءَ معنيٰ جيڪڏهن ڪنهن کي سمجهہ ۾ نہ اچي تہ ان سان بحث نہ ڪيو خاموش ٿي وڃو. جواب جاهلان باشد خموشي.

## عقل ۽ نفس امارو

حقيقت شناس عقل ۽ نفس امارو جي مخالفت سان مثنويءَ جا گهڻا حصا ڀريل آهن ۽ انهيءَ باري ۾مولانا رحمة الله عليه قيمتي نڪتا بيان ڪيا آهن. ليڪن مجنون ۽ ان جي ڏاچيءَ جو مثال لاجواب آهي. فرمائن ٿا تہ مجنون پنهنجي ڏاچيءَ تي سوار ٿي ليليٰ جي ملاقات لاءِ وڃي رهيو هو. ليڪن ڏاچي جيڪا پنهنجو توڏو (ٻچو) مجنون جي گهر ڇڏي آئي هئي اها پنهنجي ٻچي جي ڪشش جي ڪري اڳتي وڌڻ نہ پئي چاهي. جيئن ئي مجنون پنهنجي ڌن ۾ غافل ٿيو ۽ مهار ڍري ٿي فورا ڏاچي منزل ليليٰ جي طرف هلڻ جي بجاءِ پنهنجي گهر ڏي واپس هلڻ لڳي. وري مجنون ذرا هوشيار ٿيو ۽ ان کي واپس رستي تي آندائين ليڪن ٿوري دير کان پوءِ وري ساڳيو معاملو ٿيو جو مجنون جي غفلت جي ڪري مجنونءَ جي ڏاچي وريو وريو واپس هلڻ جي ڪري. مطلب تہ منزل مقصود تائين پهچڻ محال ٿي ويو. اهوئي حال عقل ۽ نفس اماره جي جذبات جو آهي. عقل انسان کي سڌي رستي تي هلائڻ ٿو چاهي تہ جيئن انسان

پنهنجي منزل مقصود تائين پهچي. ليڪن معمولي غفلت سان طئي ڪيل رستو وري پيهر طئي ڪرڻو ٿو پوي ۽ انسان گهڻائي جي ڏيکي وانگر اتي جو اتي چڪر پيو ٿو لڳائي نفس اماري ڪان خدا تائين ٻن قدمن جو رستو آهي. ليڪن انسان موسيٰ عليه السلام جي قوم وانگر ورهين جا ورهيہ بيابانن ۾ سرگردان گهمندو ٿو رهي. مجنون آخر تنگ اچي پنهنجو پاڻ کي انهيءَ ڏاچيءَ تان هيٺ ڪيرايو تہ جيئن اهڙي قسم جي سواريءَ ڪان تہ پيادل هلڻ بهتر آهي. زور سان ڪرڻ سبب ان جي ٽنگ ڀڄي پئي ان جي باوجود بہ هو ليليٰ جي منزل ڏي هلڻ ڪان باز نہ آيو ۽ چيائين تہ پنڌ نہ تہ نہ سهي مان هاٿي بال وانگر ڪلابازيون کائيندو رستو طئي ڪندس. مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن تا تہ عشق مولا ليليٰ ڪان گهٽ تہ نہ آهي. عشق مولا ۾ بہ انسان بغير سواريءَ جي ڪلابازيون کائيندو هلي.

## فقهيءَ جي دستار

آخرت ۾ الله تعاليٰ جي حضور ۾ تہ خلوص عمل جو تحفو ئي پيش ڪرڻ جي لائق ٿي سگهندو. هتي دنيا ۾گهڻا ماڻهو صرف جبو - دستار ۽ ڊگهي ڏاڙهي رکي فقير بنيا وينا آهن. حالانڪ هن ظاهري لباس ۾ اندر دين جي بصيرت ۽ سيرت جي خوبي ڪانهي. اهڙا نمائشي ملا جڏهن خدا وٽ پهچندا تہ انهن جي دستار جي زينت جو راز ائين کلي پوندو. جيئن هڪڙي ملان جو حال ٿيو جنهن رنگ برنگي ڪپڙن جا ٽڪرا جمع ڪري انهن مان هڪ وڏي دستار ٺاهي رکي هئي. اندر سڀ ٽڪرا پريل هئا مٿان صرف هڪ وال ڪن عمدي ۽ صاف ڪپڙي جو غلاف وانگر چاڙهي ڇڏيو هئائين. انهيءَ دستار باوقار سان هو ڪنهن وڏي درسگاهہ ڏي هلڻ لڳو ۽ سوچيائين تہ اتي پهچندس تہ منهنجي تقرير ڪان بغير ئي منهنجي دستار کي ڏسي منهنجي عزت ٿيندي ۽ ڪو ڏيڻ وارو هوندو تہ معقول نذرانو بہ ملندو. رستي ۾ ڪو ڪپڙن لاهڻ واروچور مليس ان ڏٺو تہ دستار تہ ڏاڍي شاندار آهي جيڪڏهن لاهي وٺي ٻيهان تہ ڏهہ ٻارهن وال عمدي ڪپڙي جي سٺي قيمت ملي ويندي. چور دستار لاهي ڀڳي رهيو هو تہ ملان صاحب چيس تہ هن کي کولي تہ ڏس تہ ڇا کنيو پيو ٿو وڃين. چور جو دستار جا پيچ کوليا تہ اندارن صرف پراڻن ڪپڙن جا ٽڪرا نڪتا. چور چيو تہ او مڪار مولوي تو هي ڪهڙو رياڪاريءَ جو بار مٿي تي کنيو آهي. ڪمبخت تون وڏو مڪار آهين تون اهل دين کي ۽ اهل دنيا کي بہ ڌوڪو ڏيڻ ٿو چاهين

۽ مون جهڙي چور کي بہ تو پشيمان ۽ پريشان ڪيو. مولوي صاحب سوچيو تہ هاڻي ٺورو، واعظ ڪري هن چور کي چوان تہ تون هن واقعي مان عبرت حاصل ڪر تہ دنيادارن ۽ رياڪارن جا اعمال ۽ نمائشي ديندارن جا ڪارناما خدا جي سامهون ائين ٺڪرن سان پريل پڳڙا ثابت ٿيندا. دنيا جون زينتون ماڻهن کي پڪاري چئي رهيون آهن تہ جيڪڏهن توهان خدا کي فراموش ڪري هنن کي حاصل ڪندؤ تہ خدا جي سامهون جڏهن حقيقت کلي پوندي تہ پوءِ توهان جي زينتن جي اندران ڦاٽل ۽ بي قيمت ٺڪرا نڪرندا.

جن حسينن جي حسن تي جان فدا ٿا ڪيو ۽ دين ايمان ضايع ڪري هوس ٿا پوري ڪيو چند سال گذرڻ کان پوءِ ڏسجو تہ انهيءَ حسن جي هلڪي پردي جي اندران ڇا ٿو ظاهر ٿئي ڪجهہ عرصي کان پوءِ اها حسينہ پوڙهي ٿي ويندي ۽ جيئن ڪجور سڪڻ کان پوءِ ڇوهارو بنجندي آهي ۽ ان تي گهنج ئي گهنج پئجي ويندا آهن ساڳيو حاصل انهيءَ حسين ڇهري جو بہ ٿيڻو آهي.

جهڙي طرح سٺي ۾ سٺي غذا بہ غلاظت ٿي ويندي آهي اهوئي حال دنيا جي آرائشن جو آهي فرمائن ٿا تہ معشوق جي دل ربا زلفن جو آخر حال پوڙهي گڏهہ جي پيچ جهڙو ٿي پوندو آهي.

## خدا جي ذات ۾ نہ پر ارتقا زندگي ۽ ڪائنات ۾ آهي

زندگيءَ جون حقيقتون ۽ قدر جيڪي ازلي ۽ لاهوتي آهن. انهن ۾ ۽ مادي شين ۾ اهو فرق آهي تہ مادي شيون خرچ ڪرڻ سان گهٽ ٿينديون آهن. ليڪن روحانيت خرچ ڪرڻ سان گهٽ نہ ٿيندي آهي. ڪنهن جو علم فيض پهچائڻ سان گهٽ نہ ٿو ٿئي. ۽ نہ وري محبت ڪرڻ سان محبت ۾ گهٽتائي ايندي آهي. خرچ ڪرڻ سان ڪمي يا نقصان صرف مادي شين جي خاصيت آهي. خدا تعاليٰ پنهنجي نور کي ازل کان خرچ ڪري رهيو آهي. ليڪن نور الآن ڪمان ڪان (جيئن هئو تيئن) موجود آهي. خدا جي ذات پنهنجي خلقت ۾ اضافو ڪندي ٿي رهي پر خدا جي پاڪ ذات م انهيءَ آفرينش سان ڪو وڌيڪ ڪمال ڪونہ ٿو پيدا ٿئي. مطلق ڪمال ۾ اضافو ناممڪن آهي. هاڻي جو گهڻن ارتقا ۾ يقين رکندڙ حڪيمن چوڻ شروع ڪيو آهي تہ خدا جي ذات بہ ترقي پذير آهي.

اهو مولانا رحمة الله عليه جن جي نزديڪ باطل عقيدو آهي. فرمائن ٿا تہ ڪنهن ذات ۾ افزائش انهيءَ ڳالهہ جو دليل آهي تہ اها قديم نہ بلڪ حادث آهي. جيڪي ماڻهو خدا تعاليٰ کي بہ روز افروزن ترقي ڪندڙ هستي ٿا سمجهن. اهي ان کي حادث بنائي ٿا ڇڏن ليڪن ذات مطلق وقديم حادث ڪيئن ٿي سگهي ٿي؟ فرمائن ٿا تہ هي نڪتو آسانيءَ سان سمجهہ ۾ اچڻ وارو نہ آهي ليڪن اسين چوندا ٿا وڃون توهين ٻڌندا وڃو.

## قلب جي وسعت زمين جي وسعت کان بہ وڌيڪ آهي

قرآن پاڪ ۾ ارشاد آهي تہ پنهنجو دين ۽ ايمان بچائڻ لاءِ ڪفرستان مان نڪري دارالاسلام جي طرف هجرت نہ ڪرڻ وارن کان ملائڪ انهن جي جان ڪڍڻ مهل چوندا تہ ڇا الله جي زمين ايتري وسيع نہ هئي جو توهان ايمان جي خاطر هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ تي وڃي سگهو ها؟ مولانا فرمائن ٿا تہ الله تعاليٰ جي زمين جي وسعت صرف مڪاني نہ لامحدود مفادات لامڪاني بہ آهي. شروعات کان وٺي اها لاتعداد مخلوق جي لاءِ رزق پيدا ڪري رهي آهي ليڪن ان جي قوت ۽ فيضان ۾ ڪوبہ فرق نہ آيو آهي. تہ ڇا عارف جو قلب الله جي زمين کان گهڻو وسيع ۽ گهڻو ميوو ڏيڻ وارو آهي؟ زمين جي مڪانيت ۾ لامحالہ هڪ قسم جي ظاهري محدوديت آهي. ليڪن دل تہ لامڪاني آهي جتي بلندي ۽ پستي ۽ حدن جو ڪو سوال نہ ٿو پيدا ٿئي. زمين هڪ داڻو ڪٽي ست سوءِ داڻا ڏئي ٿي تہ ڇا دل جون مخفي قوتون ان کان گهٽ آهن؟ دل جي بهار آفريني بہ لامحدود آهي هت بہ خوش فڪري ۽ خوش عمليءَ جي هڪ داڻي مان ست سوءِ داڻان نڪرن ٿا.

## صحبت جو قلب تي اثر

ڪنهن اهل دل جي صحبت ۾ پنهنجو پاڻ کي جذب ۽ گم ڪرڻ سان ڪهڙي طرح صفتن ۾ تبديلي پيدا ٿئي ٿي. ان جو مثال هريڙ جو مربو آهي. هريڙ بذات خود ڪوڙي هوندي آهي. ليڪن ان کي برنيءَ ۾ رکي ان جي رڳ

رڳ ۾ کنڊ جو اثر پهچائي مربو ناهبو آهي ته ڏسڻ ۾ هو هاڻ به هليلو (هريڙ) ئي ايندو آهي. ليڪن ذائقي ۾ لذت ۽ مٺاڻ اچي ويندو اٿس. ڪي ماڻهو ڪريلي جو به مربو ناهيندا آهن ۽ ڪريلي جهڙي سخت ڪوڙي شيءِ جو مربو بنجي وڃڻ کان پوءِ پنهنجي اصل صورت قائم رکڻ جي باوجود مٺاڻ ملڻ سبب مٺائي بنجي پوندو آهي. جيڪڏهن ڪنهن شخص کي روحاني رهبر جي صحبت سان فيض پهچي وڃي،ته اهو به پنهنجي اندر اخلاقي شيريني پيدا ڪندو آهي.

# وحي دل

فرمائن ٿا ته وحي کي حق جي حقيقت کان ناواقف ماڻهو ڪڏهن ان کي نجوم ۽ رمل وانگر پيشگوئيءَ جو ذريعو ۽ ڪڏهن خواب جي برابر سمجهندا آهن. ليڪن ان جي حقيقت ڪجهه ٻي آهي ۽ ان کي الله ئي بهتر ٿو سمجهي. جن صوفين ۽ اوليائن جي قلبن ۾ وحي قبول ڪرڻ جي استعداد پيدا ٿي ويندي آهي ۽ ٻيا ان مان فيضياب ٿيندا آهن اهي عوام جي غلط فهمي ۽ فتنه انگيزيءَ کان بچڻ لاءِ ان کي وحيءَ دل چئي ڇڏيندا آهن، ته جيئن ماڻهو انهن تي اها تهمت نه هڻن ته هاڻي هي حضرت به نبوت جو دعويدار بنجي ويو آهي. دل جي ته معنيٰ ئي وحي حاصل ڪندڙ آهي ان ڪري وحي جيڪڏهن ختم نبوت جي معنيٰ ۾ ختم ٿي وئي هجي. ليڪن پنهنجي اصليت ۾ ته هو ختم نه ٿي آهي. صاف قلبن جي اندر القاءِ رباني جاري آهي.

# انسان بظاهر هڪ ڪيڙو آهي ليڪن خدا جي ڪرم سان زندگيءَ جي حقيقت کان آگاهه ٿي ٿو وڃي

ماڻهوءَ جي شروعاتي مادي ۽ جسماني حيثيت بس هڪ ننڍي ڪيڙي وانگر آهي. جيڪو هڪ صوف ۾ لڪل هوندو آهي. توهان هن جهان کي هڪ صوف سمجهو جنهن ۾ توهان هڪ ناچيز ڪيڙي وانگر نه پوري طرح صوف جي حقيقت کي ٿا سمجهو ۽ نه توهان کي اهو معلوم آهي ته هي صوف ڪهڙي وڻ

۾ لڳل آهي ۽ نہ ئي توهان کي باغ ۾ باغبان (ماليءَ) جي کا خبر آهي. ليکن خدا جلشانه جي فضل سان انهيءَ صوف جي اندر ڪجهہ ڪيڙا صوف، وڻ، باغ ۽ باغبان کان واقف ٿي ويندا آهن. انهن جي بصيرت سيني پردن کي چيري فلڪ شگاف ٿي پوندي آهي. صورت ۾ تہ اهڙا مرد عارف بہ ٻين غافل ڪيڙن وانگر هڪ ڪيڙو ئي ڏسڻ ۾ ايندا آهن. ليڪن حقيقت ۾ هو اژدها بنجي ويا آهن. جيڪي سڀني موجودات کي ڳهي ويا آهن.

## روح جي مسلسل ترقي

انساني روح ۾ هن جسم سان وابستگيءَ جي باوجود جيڪو شعور جو نور آهي ان جي بدولت هڪ شخص هڪ لمحي ۾ بغداد ۽ سمرقند پهچي ٿو وڃي. هنن ظاهري اکين جي چرٻيءَ جو وزن بہ درهم يعني ست ماسہ آهي. ليڪن نظر آسمانن جو سير ٿي ڪري انهيءَ جي بغير جو پنهنجي جاءِ تان جنبش ڪري ۽ خواب ۾ تہ انسان اکين بند ڪرڻ جي باوجود ڪهڙا ڪهڙا تماشا ٿو ڏسي. هي سڀ حيواني روح جا ڪمالات آهن جيڪو انسان جي اندر ڪنهن حد تائين ترقي يافتہ ٿي ويو آهي. هن مان هاڻي اندازو لڳايو تہ خالص روح انساني جو نور ۽ شعور ڪيتري قدر هستيءَ کي محيط هوندو وري انساني روح جو بہ هڪڙو درجو ڪونهي. اعليٰ درجن ۾ تہ هو روح القدس جي درجي تي وڃي ٿو پهچي. ان کان اڳتي وڌي ڏسو تہ روح محمدي ﷺ تہ جبرئيل عليه السلام کي بہ هڪ مقام تي پهچي پوئتي ڇڏي ٿو ڏئي.

## انسان جو اصل دشمن ان جو نفس امارو آهي

حضرت موسيٰ عليه السلام جيڪو فرعون جو اصلي دشمن هو ۽ ان جي ختم ڪرڻ تي مقرر هئو. اهو فرعون جي گهر ۾ پرورش پيو حاصل ڪري ۽ فرعون خوفرده ٿي بني اسرائيل جي سيني ٻارن کي قتل پيو ڪرائي. فرمائن ٿا تہ انسان جو بہ اهوئي حال آهي. ان جا اصل دشمن جيڪي هن کي حقيقي نقصان پهچائن اهي هن جي ذات کان ٻاهر ڪونهن نفس امارو هن جو حقيقي دشمن هن ۾ اندر ئي پيو ٿو پرورش حاصل ڪري ليڪن انسان ٻين انسانن تي تهمتون هڻي انهن تي ٿو ظلم ڪري. انسان جيتري قدر پاڻ برو ۽ ظالم هوندو

آهي اوترو ئي ٻين کي برو چئي انهن سان بدسلوڪي ڪندو آهي. هي بدگمانيون ۽ ناحق ظلم ان جي پنهنجي نفس جو آئينو هوندا آهن. مرد عارف پنهنجي اندروني دشمن کان خبردار ۽ مقابلي ۾ مصروف هوندو آهي ان ڪري خوامخواه ٻين جي عيب بيني ۽ غيبت گوئيءَ کي پنهنجي عادت نہ بنائيندو آهي.

## اڪتسابي عقل ۽ وهبي عقل

عارف رومي رحمة الله عليه خود عقلي ۽ نقلي علمن جو خزانو هئا. ڪافي عرصي تائين ڪتابي علمن جي درس تدريس ۾ مشغول رهيا. فقہ- تفسير- حديث ۽ علم ڪلام ۽ فلسفو ڪنهن بہ علم ۾ ٻئي ڪنهن کان گهٽ نہ هئا. ليڪن جڏهن فيضان الاهيءَ سان سندن اندر مان معرفت جو چشمو نڪري آيو تڏهن ڪين هنن ٻن قسمن جي علم جي فرق جي خبر پئي. ٻن شين سان چڱي طرح واقف انسان کي ئي صحيح معنيٰ ۾ انهن جي مقابلي يا فرق جي خبر پوندي آهي ۽ اهڙي انسان جو فيصلو ئي قابل قبول ۽ يقين جي لائق هوندو آهي. فرمائن ٿا تہ عقل ٻن قسمن جا آهن هڪڙو اهو عقل آهي جيڪو ڪتابن ۽ استادن کان حاصل ٿيندو آهي. هي اڪتسابي عقل جاهلن جي مقابلي ۾ تہ انسانن کي افضل بنائي ٿو ليڪن حافظي تي معلومات جو بوجهہ سخت محسوس ٿيندو آهي. اهڙي ماڻهو جو ذهن لوح حافظ تہ ٿيندو آهي. لوح محفوظ نہ هوندو آهي. جيڪڏهن ڪتابي عالم جو ڪتب خانو سڙي وڃي ان کي چور چوري ڪري وڃي تہ عالم جي عقلي پونجي بہ هلي ٿي وڃي ۽ هو معلومات جي باري ۾ مفلس ٿي پوندو آهي. يا ڪراڙپ ۾ اهو پڙهيل ۽ ٻڌل علم خطائن جي نذر ٿي ويندو آهي. فرمائن ٿا تہ هڪڙو ٻيو علم آهي جيڪو ڪتابي نہ پر الله تعاليٰ جي بخشش آهي. ان جو چشمو اندر کان نڪرندو آهي. اڪتسابي عقل جون نديون ٻاهر کان اينديون آهن ۽ ذهن کي سيراب ڪنديون آهن. جيئن ئي انهن ندين جو پاڻي خشڪ ٿيو يا رستو بند ٿيو تہ اتي عقل بہ خشڪ ٿي پوندو آهي. ڪوشش ڪر تہ معرفت جو چشمو تنهنجي اندر مان نڪري تہ جيئن تون اڪتسابي علمن کان بي نياز ٿي وڃين.

---

## حصو پنجون

# نظر جي فريب جي بازي

دنيا جون لذتون انسان جي نفس کي ڏاڍيون دلڪش ٿيون معلوم ٿين ۽ انسان بہ انهن ڏي مائل آهي. ان جي مقابلي ۾ اعليٰ مقصدن جي پيروي انسان کان قرباني ٿيون طلب ڪن. هڪڙي مغربي روحاني فلسفيءَ سچ چيو آهي تہ خدا هر انسان جي سامهون بہ شيون رکندو آهي هڪ طرف جسماني راحت يا نفسياتي لذت ۽ ٻئي طرف حق طلبي ۽ فرمائي ٿو تہ هنن ٻن مان جيڪا وڻئي پسند ڪر. ٻئي شيون هن عالم ۾ هڪ ئي وقت ۾ نہ ٿيون ملي سگهن. حق جي ڳولائو انسان کي هن عالم ۾ جهاد ۽ نفس ڪشي زيادہ آهي ۽ جسماني لذتون گهٽ ۽ اتفاقي - حديث نبوي ﷺ جن ۾ آهي تہ رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کان ڪنهن پڇيو تہ هن دنيا ۾ سڀ کان وڏيڪ تڪليفون ڪهڙي قسم جي انسانن کي هونديون آهن. پاڻ ﷺ سڳورن فرمايو تہ نبين کي - جيتري نسبت جي ڪنهن ۾ حق جي جستجو آهي انهيءَ نسبت سان سخت ڪوشش ۽ صبر جي ضرورت پيش ايندي آهي. انهيءَ حقيقت کي عارف رومي رحمة الله عليه هيئن ٿا بيان فرمائن تہ هڪڙي درويش ٻئي درويش کان پڇيو تہ تو حق سبحانہ وٽ ڇا ڏٺو آهي؟ هن چيو تہ جيڪا حقيقت ڏٺم اها تہ بي چون و چگون آهي ۽ بيان ڪري نہ ٿي سگهجي. ليڪن مون ڏٺو تہ خدا جي ساڄي هٿ جي طرف آب ڪوثر آهي ۽ ان جي کاٻي طرف باهہ ٻري رهي آهي. جيڪا گهڻو تيز پئي معلوم ٿئي. انسانن جو هڪڙو گروهہ انهيءَ باهہ جي طرف وڃي رهيو آهي جيئن پروانہ شمع تي ڪرندا آهن. ٻيو گروهہ خوش ۽ مست آب ڪوثر ڏي وڏي رهيو آهي. ليڪن خوش بختن ۽ بدبخت انسانن جي انجام جي متعلق هي الٽو کيل هئو. باهہ ۾ ڪرڻ وارو ٻئي پاسي حوض ڪوثر مان خوش ۽ فرحت سان نڪري رهيو هو ۽ جيڪو ڪوثر ڏي وڃي رهيو هو اهو ٿوري دير کان پوءِ پڙڪندڙ شعلن ۾ پيو نظر اچي. عام طرح ماڻهو ظاهر پرست هوندا آهن ۽ جلد فائدي جا خواهشمند آهن ان ڪري عاقبت انديش نہ هوندا آهن. ان ڪري ظاهري صورتن کان فريب نہ کائيندڙ گهٽ انسان ڏسڻ ۾ ايندا آهن.

## بغير قربانيءَ جي همدردي

دنيا ۾ اڪثر منافقن جو اهو حال آهي تہ صرف زباني جمع خرچ جي حد تائين محتاجن ۽ مسڪين سان گهڻي همدرديءَ جو اظهار ڪندا آهن ۽ انهنجي بيان ۽ انداز سان ائين معلوم ٿيندو آهي ڄڻ تہ سڄي جهان جو درد انهن جي ئي جگر ۾ آهي. عبادت گاهن ۾ عبادت جي لاءِ بہ ويندا آهن. نمازون بہ پڙهندا آهن ليڪن پريل خزاني مان هڪ روپيہ بہ ڪنهن غريب مسڪين تي خرچ ڪندي انهن کي ڏاڍو ڏکيو لڳندو آهي. اهڙين نمازين تي الله تعالىٰ قرآن ڪريم ۾ لعنت ڪئي آهي. مذهب جي آڙ ۾ هيءَ منافقت عام آهي. هي ماڻهو غريبن کي صبر جي تلقين ڪندا آهن ۽ آخرت جي ثواب ڏي انهن جو رخ موڙيندا آهن تہ جيئن هتي سندن کيسي مان ڪجھ نہ نڪري. اهڙي قسم جي هڪ منافق عرب جو هڪ قصو مولانا بيان ڪن ٿا تہ هڪ شخص ڏٺو تہ هڪ عرب جي سامهون سندس ڪتو مئو پيو هو ۽ اهو عرب ان تي روئي رهيو هو. ڪنهن پڇيس تہ عرب چيو تہ هي ڪتو ڏاڍو وفادار هو. ڏينهن جو منهنجي لاءِ شڪار ڪري ايندو هو ۽ رات جو چورن کان منهنجي گهر ۽ مال جي حفاظت ڪندو هو وري پڇيائينس تہ هن کي موت ڪيئن آيو زخم آيس يا بيمار ٿي پيو هو؟ چيائين تہ نہ ويچارو بک کان مري ويو آهي. ٻڌڻ وارن چيو تہ ادا صبر ڪر الله صبر ڪرڻ وارن کي اجر ڏيندو آهي. وري هنن پڇيو تہ هي پريل ٿيلهي ۾ ڇا اٿئي؟ عرب چيو تہ هن ۾ مانيون ۽ منهنجي رستي جو خرچ آهي. هنن چيو تہ تنهنجو ڪتو بک سان مري رهيو هو هنن مان هڪڙي ماني هن غريب کي ڇو ڪونہ کارايئي؟ عرب چيو تہ هي مون کي پيارو تہ هئو ليڪن منهنجي سخاوت ايتري نہ هئي جو پنهنجو پيٽ ڪاٽي هن کي ڪجھ ڏيان. ماني تہ خريد ڪرڻ کان بغير نہ ملندي ليڪن ڳوڙهن وهائڻ ۾ تہ ڪجھ خرچ ڪونہ ٿو ٿئي. ڳوڙها تہ بي قيمت آهن. انهن کي قربان ڪرڻ ۾ مون کي ڪا هٻڪ ڪانہ ٿي ٿئي.

## اقتدار جو ذوق

نفسيات جي ماهرن زماني حال ۾ هن معاملي ۾ مختلف رايا رکيا آهن تہ پيٽ پرڻ جو حرص جنسي جذبو ۽ منصب ۽ اقتدار جو ذوق انهن ٽنهين مان

کھڙو ميلان ٻين کان وڌيڪ طاقت وارو آهي. نطشي چيو تہ قوت ۽ اقتدار جو ذوق زندگيءَ جي بنيادي حقيقت آهي. آڊلر سڄي دنيا کي احساس ڪمتريءَ ۽ احساس برتري جي بنيادن تي تعمير ڪيو. مارڪسي اشتراڪين پيٽ جي مساوات کي هڪ عالمگير انقلاب جو نعرو بنايو. فرائڊ جنسي ميلان سان انساني زندگيءَ جي هر شعبي ۾ تعبير ڪئي. ليڪن عارف رومي رحمة الله عليہ بہ منصب ۽ اقتدار جي ذوق کي وڌيڪ طاقتور سمجهن ٿا. شيطان جي حقيقت بہ اها آهي. تڪبر جو نالو شيطانيت آهي. آدم ع ابليس جي قصي ۾ قرآن حڪيم بہ اشارو ڪيو آهي تہ آدم عليہ السلام ۽ حوا عليہ السلام کي شجر ممنوع کان پري رهڻ لاءِ چيو ويو هو مگر هنن کان اها لغرش ٿي جو انهيءَ شجر ممنوع جي طرف راغب ٿيا. مولانا رحمة الله عليہ انهيءَ روايت کي وٺي ان مان اهو نتيجو ٿا ڪڍن تہ آدم عليہ السلام جي لغرش جو سبب تہ پيٽ پرڻ ۽ قوت باھ هئا. ان جي مقابلي ۾ شيطان تڪبر ۽ حب جاھ جي ڪري لعنتي ٿيو. اهائي حب جاھ (اقتدار جو ذوق) جڏهن انسان ۾ داخل ٿئي ٿي تہ سمجهو تہ شيطان ان ۾ داخل ٿي چڪو آهي. بادشاهن ۽ دولتمندن وٽ لذيذ کاڌن جي گهٽتائي ڪانہ هوندي آهي ۽ جنسي شهوت کي تسڪين لاءِ بہ لامحدود ذريعا موجود هوندا آهن. ان جي باوجود حب جاھ انهن کي آرام ڪرڻ نہ ڏيندي آهي. سياست جي ميدان ۾ بہ قومون ۽ فرد فقط اقتدار جي نشي ۾ لکين انسانن کي مارڻ ۽ مارائڻ لاءِ تيار ٿي ويندا آهن. سڪندر هجي يا چنگيز يا نيپولين اهڙن ماڻهن کي اقتدار جي ذوق ۽ طاقت جو نشو پاڳل بنائي ڇڏيندو آهي. اقتدار طلب انسان "انا ربکم الاعلیٰ" جو نعرو لڳائيندو آهي ۽ خدا بنجي ماڻهن کان پنهنجي پرستش ڪرائيندو آهي مطلب تہ نفس اماري ۾ وڌيڪ طاقتور ميلان اهوئي آهي. جيڪو ننڍي وڏي - امير غريب سيني ۾ گهٽ يا وڌ موجود آهي. ڪمال ۽ هنر جا صاحب ۽ عملن جا ماهر بہ انهيءَ جذبي کان پاڪ نہ آهن. اقتدار جي شوق ۽ رياست جي ذوق سان ئي انسان شيطان جي لپيٽ ۾ اچي ويندو آهي.

فرمائن ٿا تہ سرڪش گهوڙي کي عرب شيطان چوندا آهن. شيطانيت جي لفظي معنيٰ ئي ڪنڌ مٿي ڪڻي هلڻ آهي. ڪائڻ واري دسترخوان تي سؤ ماڻهو هڪ ئي وقت ويهي کائي ٿا سگهن مگر ہہ رياستون بہ صلح صفائيءَ سان رهي

نہ ٿيون سگهن. انهن مان هر هڪ جهان جو شهنشاهہ بنجڻ ٿو گهري. اقتدار جي ذوق ۾ اهڙي تہ ابليسيت آهي جو ملڪ گيريءَ جي خاطر پٽ پيءُ کي قتل ڪري ٿو ڇڏي. پيءُ پٽ جي فطرت محبت ختم ٿي وڃي ٿي. حب جاه ۽ سلطنت حاصل ڪرڻ جي جذبن جو حال باهہ جهڙو آهي. جنهن جي ڪنهن سان دوستي ڪانہ هوندي آهي. باهہ تہ پنهنجو پاڻ ڦوڪائڻ لاءِ هر شيءِ کي فنا ڪرڻ لاءِ تيار رهندي آهي. اقتدار جو ذوق ٻين کي فنا ڪري ڇڏڻ کان پوءِ خود پاڻ کي بہ هلاڪت ۾ وجهندو آهي.

## خدا تعاليٰ دليلن جو نتيجو نہ پر هڪ محسوس ٿيندڙ حقيقت آهي

روحاني وجدان وارو صوفي جنهن جي لاءِ خدا معلوم نہ ٿيندڙ پر محسوس ٿيندڙ آهي. انهيءَ فلسفيءَ کان بلڪل الڳ آهي جيڪو خداَ جي هستيءَ کي دليلن جي نتيجي ۾ ٿو اخذ ڪري. قياسي منطق ۾ مقدمات مان نتيجو ڪڍيو ويندو آهي. هڪڙا صغرا ۽ ٻيا ڪبرا قائم ڪيا ويندا آهن پوءِ انهن مان اهو نتيجو ڪڍيو ويندو آهي جيڪو انهيءَ قياس سان لازم اچي. ليڪن مقدمات جن مان نتيجا اخذ ڪيا ويندا آهن اهي خود ٻين مقدمات جا نتيجا هوندا آهن. مولانا رحمة الله عليہ جن فرمائن ٿا تہ مقدمات ۽ انهن جا نتيجا خدا جي هستيءَ جي متعلق يقين ڏياريندڙ نہ ٿا ٿي سگهن. هن معاملي ۾ هي علم اليقين عين اليقين ۽ حق اليقين جي مقابلي ۾ بلڪل پست تر آهي. ڇو تہ خدا جي ذات ۽ صفات جي نسبت شروعاتي مقدمات بہ گمان تي ٻڌل هوندا آهن ۽ آخري نتيجا بہ. انهيءَ ڪري قرآن حڪيم فرمايو آهي تہ گمان انسان کي حق تائين نہ ٿو پهچائي سگهي. منطقي گهوڙا ڊوڙائڻ سان مٽي اڏامندي رهندي جنهن سان اصل مقصد لڪندو ويندو.

خود مولانا رومي رحمة الله عليہ جن بہ هڪ سٺو مثال ڏنو آهي. فرمائن ٿا تہ فلسفي اهو آهي جيڪو دونهين کي ڏسي اهو نتيجو ٿو ڪڍي تہ ان مان باهہ جو وجود لازم ٿو اچي مگر اها نہ ڏسڻ ۾ اچڻ واري باهہ جو نہ تہ ان کي ڪو تجربو آهي ۽ نہ احساس ۽ ادارڪ. ان جي مقابلي ۾ عاشق الاهي جيڪو

دليل بازي نہ ٿو ڪري قرب جي بدولت باھ ڪي بغير واسطي جي محسوس ٿو ڪري ۽ ان جي گرمائش مان زندگي ٿو حاصل ڪري. فقط دونهين کي ڏسندو رهڻ يا دونهين ۾ ويهي رهڻ خواه مخواه پنهنجو منهن ڪارو ڪرڻ آهي. بحث ۽ دليلن ۾ عمر گذاري ڇڏڻ سان ڪا بصيرت تہ حاصل ڪانہ ٿي ٿئي. دليل مخلوق کان خالق تائين پهچڻ جي ڪوشش ٿو ڪري پر هو هميشہ دروازي کان ٻاهر ئي رهجي ويندو آهي.

## علم ۽ اختيار بغير تقويٰ جي بربادي جو سبب آهي

فرمائن ٿا تہ علم ۽ هنر ۽ اختيار زندگيءَ جي تقويت جو سبب بہ ٿي ٿا سگهن ۽ تباهيءَ جو سبب بہ هي زندگيءَ جا اوزار آهن ۽ اوزارن کان صرف اهو ماڻهو ڪم وٺي سگهندو جنهن ضبط ۽ مشق سان پنهنجو پاڻ کي انهيءَ قابل بنايو هجي. پکي جيڪو شڪاريءَ جي ڄار ۾ ڦاسندو آهي. اهو پنهنجي گهٽ سمجهہ جي ڪري ڦاسندو آهي. حرص جي ڪري داڻو تہ هن کي نظر ايندو آهي. ليڪن ڄار نظر نہ ايندو آهي. هنر ۾ خامي بہ اهڙي طرح انسان جي هلاڪت جو سبب بنجندي آهي. هڪ شخص جي هٿ ۾ تلوار هجي پر ٻانهن ۾ طاقت نہ هجي يا تلوار هلائڻ جي فن ۾ خامي تہ اهائي تلوار انهن جي تباهيءَ جو سبب بنجندي. ڇو تہ طاقتور دشمن ان کان تلوار کسي سندس ئي تلوار سان سندس گردن لاهي ڇڏيندو. مور جي پرن ۾ قدرت ڪمال درجي جي نقاشي ڪئي آهي ۽ اهائي نظر کي فريب ڏيندڙ خوبصورتي ان جي لاءِ مصيبت ۽ تباهيءَ جو سبب ٿيندي آهي ڇو تہ شڪاريءَ کي هو پاڻ ڏي دعوت ٿو ڏئي ۽ مور ۾ پنهنجي بچاءَ ڪرڻ جو هنر ڪونهي. اهڙي طرح ننڍي ٻار يا مست جي هٿ ۾ تلوار تباهيءَ جو سبب ٿيندي آهي.

گذريل ٻن عظيم جنگين ۾ دنيا ڏٺو تہ جرمن قوم جيڪا علم ۽ هنر ۾ ۽ جنگ جي خوفناڪ سامان پيدا ڪرڻ ۾ ٻين مغربي قومن جي مقابلي ۾ گهڻو اڳتي هئي. ليڪن بصيرت جي گهٽائي ۽ طاقت جي مستيءَ جي ڪري ڪيئن تباه ٿي وئي. علم ۽ هنر زندگيءَ ۾ بصيرت نہ هئڻ ڪري قوم يا فرد لاءِ تباهيءَ جو سبب بنجي ويندو آهي.

# هن دنيا ۾ هر زنده هستي شڪار ﺑﮧ آهي ۽ شڪاري ﺑﮧ

فرمائن ٿا تہ هن دنياوي زندگيءَ ۾ ڪيڙن ماڪوڙن کان وٺي انسانن تائين هر جاندار کائڻ وارو ﺑﮧ آهي ۽ کاڌو ﺑﮧ وڃي ٿو يعني هر مخلوق کائڻ واري ﺑﮧ آهي ۽ خود ڪنهن مخلوق جي خوراڪ ﺑﮧ آهي. هڪڙو پکي ڪنهن ڪيڙي کي شڪار ڪري رهيو آهي. ليڪن ساڳئي وقت ڪا ٻلي انهيءَ پکيءَ جي پڪڙڻ جي ڪوشش ۾ مصروف آهي. هر هڪ پنهنجي شڪار ۾ اهڙي طرح غرق آهي جو هو ان ڳالهہ کان غافل ٿي ويو آهي تہ مان شڪاري هجڻ سان گڏ ڪنهن ٻئي جو شڪار ﺑﮧ آهيان. چور مال جي تلاش ۾ آهي ۽ ڪوتوال چور جي تلاش ۾. هڪ پاسي گاهہ پاڻي پي جهومڻ ٿو لڳي تہ ٻئي پاسي جانور اچي گاهہ کي چري ٿو وڃي. خدا تعاليٰ کان سواءِ هر هستيءَ جو اهوئي حال آهي. جسماني عالم کان علاوه عالم نفس جي ﺑﮧ اهائي ڪيفيت آهي هن ۾ هڪڙو خيال ٻئي خيال کي هضم ڪري ٿو وڃي. فڪر ﺑﮧ هڪ ٻئي کي کائي رهيا آهن. مطلب تہ هن پيڪار هستيءَ ۾ سڀ هڪ ٻئي جا شڪاري آهن. فقط خدا جي ذات آهي جو نہ ان کي ٻين جي کائڻ جي ضرورت آهي ۽ نہ ڪو ٻيو ان کي کائي ٿو سگهي. انسان جيڪڏهن انهيءَ کائڻ ۽ کاڄڻ جي نفسانفسيءَ مان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ چاهي تہ ان جو هڪ ئي طريقو آهي تہ صفات الهيہ سان متصف ٿي زندگيءَ جي اهڙي سطح تي پهچي جتي عالم بقا آهي.

## بقاءِ ارتقاءِ

مولوي معنوي ارتقائي صوفي ۽ حڪيم هجڻ ڪري سيني مسلمان حڪيمن ۽ صوفين ۾ هڪ امتيازي خصوصيت ٿا رکن. مثنويءَ ۾ پنهنجي ارتقا جي نظرئي کي پاڻ ڪيترين جاين تي مختلف انداز ۾ بيان ڪيو آهي. فرمائن ٿا تہ تون پنهنجي هستيءَ جي شروعات ۾ انهن ئي چئن عنصرن باهہ - پاڻي - مٽي ۽ هوا جي منزل ۾ هئين. جيڪڏهن زندگيءَ ۾ ترقيءَ جو ميلان نہ هجي ها

تہ ان کان اڳتي قدم نہ هلي سگهي ها. خدا تعاليٰ صرف وجودن جو خالق ئي نہ بلڪ تبديل ڪندڙ هستي بہ آهي انهيءَ جي ربوبيت جي تقاضا سان زندگي بهتر کان بهتر صورتن ۾ بدلجندي رهندي آهي. پيدائش جي شروعات کان هن حالت تائين روح هزارها صورتون اختيار ڪيون آهن ۽ هميشہ بعد ۾ اچڻ واري صورت پهرين صورت کان بهترين هئي. سڄي ڪائنات ۾ فنا ۽ بقا جو قانون جاري آهي. هڪڙي صورت مان فنا ٿيڻ کان پوءِ ئي ٻي صورت ظاهر ٿي سگهي ٿي.

موجوده دور جا ارتقائي حڪيم جن جي نظر مادي عالم کان اڳتي نہ ٿي ڏسجي چون ٿا تہ ارتقاءِ حيات انسان تائين اچي رڪجي پيو آهي. هاڻي هن ۾ عقلي ترقي ٿي سگهي ٿي. علمن ۽ فنن ۾ اضافو ٿي سگهي ٿو. معاشرت جو اصلاح ٿي سگهي ٿو. صحت ۽ عمر ۾ واڌارو ٿي سگهي ٿو. اخلاقي حالت بهتر ٿي سگهي ٿي ليڪن انسان جو ڪنهن ٻي خلوق ۾ تبديل ٿيڻ ممڪن نہ آهي. مگر ان جو ڪو ثبوت انهن وٽ ڪونهي. زندگي جي ڊگهي تاريخ انهن جي ڪوتاهہ نظريءَ جي ترديد ٿي ڪري. مولانا رحمة الله عليہ جن فرمائن ٿا تہ هن ماديت جو سبب اهو آهي تہ جماد کان نبات ۽ نباتات کان حيوانات ۾ انسان تائين جيڪي منزلون زندگيءَ طئي ڪيون آهن اهي تہ هنن ڪي نظر اچن ٿيون جهڙي طرح انسان خشڪيءَ جي سفر ۾ جن شهرن ۽ ڳوٺن کان لگهندو آهي. اهي ڏسڻ ۾ ايندا آهن. خشڪيءَ ۾ تہ منزلون هونديون آهن. ليڪن اڳتي جيڪڏهن سمنڊ اچي وڃي تہ ان ۾ منزلون ڪٿي هونديون! انسان کي هاڻي وڏيڪ جنهن جهان ڏي وڃڻو آهي اهو روحاني جهان آهي. جسماني ۽ مڪاني ناهي. ليڪن سمنڊ ۾ ڪنهن جي ترسڻ لاءِ موج ۽ سڪون ٻنهين حالتن ۾ نہ ڪو اڱڻ آهي ۽ نہ ڪا ڇت. سمنڊ جي مرحلن ۾ نہ ڪو مينار آهي نہ ڪاجاءِ ۽ انهن منزلن جو نہ ڪو نالو آهي نہ نشان. ليڪن اجان اڳتي بہ منزلون آهن. جن جي اصليت بيان ڪرڻ مشڪل آهي. هنن منزلن جي وچ ۾ مفاصلا وڏا طويل آهن. نباتات کان وٺي روح تائين جيڪو رستو زندگيءَ طئي ڪيو آهي. ان کان هزار دفعا وڌيڪ مفاصلا اڳتي جي منزلن جي وچ ۾ آهي. مطلب تہ ارتقا ۽ حيات (زندگيءَ جي ترقي) هڪ نہ ڪٽڻ وارو سفر آهي. رسول ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي تہ جنهن ماڻهو جا بہ ڏينهن هڪ جهڙا گذريا اهو

نقصان ۾ آهي "من استوا يوماه فهومغبون" زندگيءَ جو مقصد اهوئي آهي تہ رڪجڻ کي مسلسل ترڪ ڪري تازه تازه صورتون اختيار ڪجن. فرمائن ٿا تہ ڏسو رڪجڻ کي قربان ڪرڻ ۾ ڪجور جو وڻ بہ تنهنجي لاءِ سبق آموز آهي. هو پراڻا پن ڪيرائي ٿو تہ هن کي وري تازا پن ملندا رهن ٿا.

هڪ گندو ۽ بخيل شخص ڦاٽل پراڻن ڪپڙن کي ڇڏڻ نہ ٿو گهري. ڇتين ۽ پراڻن ڪپڙن جو ڍير پنهنجي بدن تي يا پاڻ وٽ لڳائيندو ٿو رهي. اهڙا گندا ۽ ڦاٽل ڪپڙا تہ ڪو انڌوئي ان ڪانءُ تحفي ۾ وٺندو.

ارتقا ۽ حالتن جي تبديليءَ جي منڪر جو حال انهيءَ حبشيءَ جهڙو آهي. جيڪو سمجهي ٿو تہ مان اصل فطرت ۾ ڪارو آهيان ۽ منهنجي منهن جي ڪارنهن جو ڪو علاج ڪونهي. ليڪن هڪ سفيد خوبصورت انسان جي منهن تي جڏهن ڪارنهن لڳي وڃي تہ هو فورا ان کي دور ڪرڻ لاءِ سوچيندو.

جنهن انسان کي هي يقين ٿي وڃي تہ مان اصل ۾ لاهوتي پکي آهيان. اهو جيڪڏهن زمين تي ڪري پوي تہ سخت بيقرار ٿيندو ليڪن زمين تي ئي گهمڻ واري ڪڪڙ کي پرواز کان محروم هجڻ جو ڪو صدمو ڪونهي.

مقصد هي آهي تہ زندگيءَ جو اصل ميلان ارتقائي آهي. هڪ ئي حالت تي قائم رهجي وڃڻ ۽ تبديليءَ جي تمنا نہ ڪرڻ موت جي برابر آهي.

رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ ٽن قسمن جا ماڻهو قابل رحم هوندا آهن. هڪڙو اهو جيڪو پنهنجي قوم ۾ سرداري ۽ اقتدار رکندو هو. ليڪن ڏينهن ڦري وڃڻ سبب هو ذليل ٿي ويو هجي. ٻيو اهو جيڪو ڪڏهن امير هو هاڻي مفلسيءَ ۾ گرفتار آهي ۽ ٽيون اهو عالم جيڪو جاهلن جي وچ ۾ گهيرجي وڃي ۽ علم جا ناشناس ان جي مذاق اڏائين.

مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ عام طرح انسانن جي بہ اهائي حالت آهي. ابن آدم احسن تقويم مان اسفل السافلين ۾ ذڪر ڪيو آهي. مگر گهڻا بصيرت جا صاحب اهڙا آهن، جن کي پنهنجو مقام وسريو نہ آهي. اهي بيتاب ۽ پنهنجي اصل ڏي هلڻ ۾ ڪو شان آهي.انهن کي پنهنجي مسجود ملائڪ هجڻ جي حيثيت ياد آهي. آدم عليه السلام پنهنجي اصلي حيثيت ۽ حقيقت ۾ الله تعاليٰ جي نائب جي حيثيت ۾ جهان جو سردار بہ هو غني بہ هو. "علم آدم الاسماءَ" جي بدولت عالم بہ هئو. هاڻي اهو ٽنهين حيثيتن ۾ ڪري

پيو آهي. جن کي پنهنجي اصليت ياد آهي انهن جي متعلق هي درست آهي تہ (کل شيءِ يرجع الا اصله) پنهنجي ماهيت ۾ انسان ذات الاهيءَ سان اهڙي طرح وابستہ هئو جيئن شاخ وڻ جي ٿڙ ۽ پاڙن سان وابستہ هوندي آهي. يا هڪ زندهہ عضوو زندهہ جسم سان رابطو رکندو آهي. عضوو جيڪڏهن ڪٽجي وڃي تہ اهو مري ويندو آهي يا ڪجهہ دير تائين ان ۾ حرڪت ۽ تڙپ محسوس ٿيندي آهي. جيڪي ماڻهو براين ۾ خوش ٿي ويا آهن انهن جي حالت انهن ڪتن جهڙي آهي جن کي ڍونڊ بہ لذيذ طعام معلوم ٿيندو آهي. (الدنيا جيفة و طالبها ڪلاب)

مؤمن جو مثال ائين سمجهو جيئن ڍڳن ۽ ڳڏهن جي وچ ۾ هرڻ ويچارو حيران پريشان ڏکا کائيندو ٿو وتي. اهو مظلوم اجنبي آهي. جنهن جي غذا ۽ فضا ٻي هئي. رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن اسلام جي نسبت فرمايو تہ هو دنيا ۾ آيو تہ اجنبي هو ۽ آخر ۾ بہ اجنبي ٿي پوندو.

هرڻ ڍڳن ۽ ڳڏهن کان هيڏي هوڏي پاسيرو ٿو رهي ۽ گهبرائي ٿو تہ هو وري پاڻ ۾ ائين ٿا چون تہ هي حضرت ائين ٿو بنجي ڄڻ تہ اصل ڪو شهزادو آهي. ڪو مسخري ڪندي چوي ٿو تہ هن کي واڙو نہ بلڪ شاهي تخت گهرجي. هرڻ نہ انهن جي غذا ڏي رغبت ٿو ڪري ۽ نہ وري هو ڪجهہ ڏيڻ ٿا چاهين. مگر هڪڙو ڳڏهہ هڪ ڏينهن بيمار ٿي ٿو پوي ۽ وقتي طرح ان جي ٻک ختم ٿي وڃي ٿي هن چيو تہ اڄ هن مٺي قريل اجنبيءَ کي دعوت ڏجي. ڳڏهہ هرڻ کي چيو تہ وٺ هي شوق سان کاءُ مگر هرڻ چيو تہ منهنجي بہ طبعيت خراب آهي ۽ مون کي بہ ٻک ڪانهي. ان تي ڳڏه چيو تہ نہ تون پاڻ کي معزز ۽ اسان کي ذليل ٿو سمجهين ان ڪري اسان جي دعوت کي رد ٿو ڪرين. هرڻ دل ۾ پيو چوي توکي هيءَ دعوت ٿي معلوم ٿئي. مگر منهنجي لاءِ آفت آهي ڇو تہ هي منهنجو کاڌو نہ آهي مان تہ چراگاهن ۾ سنبل ۽ لالہ کي کائيندي بہ ناز ۽ نخرا ڪندو هئس. ڳڏهن چيو تہ ها اجان ٻٽاڪون هڻ. ٻئي ملڪ ۾ وڃي مسافر ائين ٻٽاڪون هڻندو آهي.

مؤمن ٻانهو جڏهن روحانيت جي ڳالهہ ٿو ڪري ۽ چوي ٿو تہ هن ظاهري بي خوراڪيءَ جي باوجود اسان کي خدا جي دستر خوان تان بهتر رزق ملندو آهي. جنهن جي لذت توهان جي خيال ۾ بہ نہ ٿي اچي سگهي تہ تنگ نظر ۽ بي

بصيرت دنيادار سمجهي ٿو تہ هي صرف ڀناڪ آهي. مؤمن جي حالت اهائي حديث نبويءَ جي مطابق آهي تہ دانا جي نادان مذاق ٿا اڏائين.

## بي رنگ نور ۾ رنگن جي ڪثرت

قرآن حڪيم ۾ الله تعاليٰ پنهنجو مثال نور سان ڏنو آهي. عالم محسوسات ۾ انهيءَ ڪان بهتر مثال نہ ٿو ٿي سگهي. زمين تي جيڪا سج جي روشني اچي ٿي اها سفيد معلوم ٿي ٿئي. ليڪن پرزم جي شيشي ۾ اها ستن رنگن ۾ تقسيم ٿي وڃي ٿي. دنيا ۾ طبيعي نور ڪي بہ ڪو شخص سڌو سنئون ڏسي نہ ٿو سگهي. لطيف نور جڏهن ڪنهن ڪثيف شيءَ سان ٽڪرائجي ٿو تہ اها شيءَ اسان کي ڏسڻ ۾ ايندي آهي. ڏسڻ وارو سمجهندو آهي تہ مان روشنيءَ کي سڌو سنئون ڏسي رهيو آهيان. حالانڪ نور بذات خود ڏسڻ ۾ اچڻ واري شيءِ نہ آهي. انهيءَ ڪان تمام مٿاهين درجي جي اهائي ڪيفيت ذات الاهيءَ جي نور جي آهي تہ هو اسان جي اکين کي ڏسي ٿو مگر اسان جي بصارت ان کي نہ ٿي ڏسي سگهي ”لاتدرکه الابصار وهويدرک الابصار“ حضرت موسيٰ عليہ السلام جڏهن خدا سان ان خواهش جو اظهار ڪيو تہ مان توکي ڏسڻ ٿو گهران تہ جواب مليو تہ هن خواهش کي پورو ڪرڻ ممڪن نہ آهي ڇو تہ ڏسڻ تہ سج جي نور جي معاملي ۾ بہ ڪنهن ڪثافت سان ٽڪرائجڻ سان پيدا ٿيندو آهي. ذات الهيٰ جي تجلي طور تي ٿي. اهو خدا پاڻ تہ نہ هو بلڪ ان جي نور جو عڪس هو. مولانا فرمائن ٿا تہ دنيا ۾ جيڪي حسين ۽ جميل صورتون نظر ٿيون اچن. اهي الله تعاليٰ جي نور جو عڪس آهن. عالم محسوسات ۾ رنگارنگي شيشا آهن انهن مان گذري نور الاهي جيڪو بذات خود بي رنگ آهي. رنگارنگي اختيار ٿو ڪري. بلڪل اهائي تشبيهہ انگلستان جي هڪ مشهور شاعر شيلي کي بہ سمجهہ ۾ آئي. هو چئي ٿو تہ هيءَ ڪائنات رنگين شيشن جو گمنبذ آهي. جن مان گذري ازلي نور شين تي پوي ٿو ۽ انسان کي هزار نورن جي تجلي نظر ٿي اچي.

هاڻي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ ڇا انسان ڪمال معرفت ۾ بہ شيشن مان ئي ڇڻيل نور الهيٰ کي ڏسندو رهندو؟ هي شيشا تہ زمان ۽ مڪان ۽ محسوسات جي عالم جي هڪ عارضي پيداوار آهن. مولانا رحمة الله عليہ

انهيءَ جا قائل آهن ۽ معلوم ٿو ٿئي تہ هو تجربي جي بنياد تي چئي رهيا آهن. تہ انسان معرفت ۾ ترقي ڪندي اهڙي مقام تي پهچي ٿو سگهي، جتي انهن شيشن ڪان سواءِ بہ الله تعاليٰ جي نور کي ڏسي ٿو سگهجي. نور الاهيءَ کي نور الاهيءَ ۾ ڏسي ٿو سگهجي. محسوسات ۽ معقولات جا چراغ هتي ڪم نہ ٿا اچي سگهن. محسوسات ۽ معقولات مختلف قسم جا شيشائي آهن. جن مان گذرندي بي رنگ، گوناگون رنگينيون پيدا ڪندو آهي.

## لطافت ڏسڻ ۾ نہ ٿي اچي ڪثافت ڏسڻ ۾ اچي ٿي

دنيا هڪڙو عجيب قسم جو جادو گهر آهي جنهن ۾ نظر جي فريب جي ڪري هست نيست ۽ نيست هست ڏسڻ ۾ ٿو اچي. هينئن سمجهو تہ هڪ چوليون هڻندڙ سمنڊ آهي. جنهن جي سطح تي گجي تہ ظاهر نظر ٿي اچي مگر اهو پاڻي جنهن هيءَ گجي پيدا ڪئي آهي هن جي هيٺيان لڪل آهي. لطافتون جيڪي زياده حقيقي آهن اهي تہ نظر ڪونہ ٿيون اچن. مگر ڪثافتون نظر پيون اچن. مگر هن عالم ۾ فطرت جو قانون ئي اهو آهي تہ هتي لطافت بغير ڪثافت جي پنهنجو جلوو نہ ٿي ڏيکاري سگهي. ڏسو هوا لطيف آهي ۽ مٽي ڪثيف. هوا کي ڪير بہ نہ ٿو ڏسي سگهي مگر مٽيءَ جا مينار نظر اچن ٿا. ڏسڻ ۾ اچڻ واري مٽي نہ ڏسڻ ۾ اچڻ واري هوا جو دليل بنجي ٿي وڃي. الفاظ نظر اچن ٿا مگر معنيٰ نظر نہ ٿي اچي حالانڪ الفاظ فڪر جا ظاهري قالب آهن. انهن جي حقيقت ۽ اصليت فڪر آهي مگر فڪر خود ڏسڻ ۾ نہ ٿو اچي.

دنيا جا فائدا ۽ دنيا دار جون خواهشون ۽ انهن جي تسڪين سراسر باطل آهن. ليڪن ماڻهو ايمان جو خالص زر ڏئي انهن کي خريد ٿا ڪن ۽ سمجهن ٿا تہ ڏاڍو سٺو سودو ٿيو آهي. هڪ جادوگر چئي ٿو تہ ڏسو مان چنڊ جي ڪرڻ کي اُٽي ڪپڙو ٿو ناهيان ۽ توهان جي سامهون ماپيان ٿو. مگر منهنجو انعام پهريائين منهنجي هٿ تي رکو. چنانچہ ماڻهو هن کي رقم ڏئي ٿا ڇڏن ۽ هو نظربنديءَ سان ڪرڻن جي هڪ چادر ناهي ٿو ۽ ڏسڻ وارن جي سامهون والن ۾ ماپي هنن جي حوالي ڪري ٿو. هو رقم وٺي رفو چڪر ٿي ٿو وڃي ۽ فريب کاڌلن کان جڏهن مسمريزم جو اثر ختم ٿو ٿئي تہ ڏسن ٿا تہ هتي هڪ گراٺ جيترو بہ ڪپڙو ڪونهي. خدا تعاليٰ جڏهن ڪافرن جي اعمالن جي بابت

"حبطت اعمالهم " فرمائي ٿو تہ انهن جو سڀ ڪيل ڪرايل ختم ٿي ويندو تہ ان جو مطلب اهو آهي تہ هنن جون خواهشون ۽ انهن جي حاصل ڪرڻ واريون ڪوششون جادوءَ جي نظر جو نتيجو هيون. ناجائز طريقي سان حاصل ڪيل دولت جا چند ستارا صبح جي حقيقت نروار ٿيڻ سان گم ٿي ٿا وڃن. جنهن ڪي دولت ٿي سمجهوسين اها مصيبت هئي.

## علم - فن ۽ نفس جي پاڪيزگي

دنيا ۾ هر قسم جي علم ۽ فن ڪي حاصل ڪرڻ لاءِ استاد ۽ مرشد جي ضرورت آهي. شاگرد ۽ مريد ڪي مرشد جي سامهون ادب سان سر جهڪائي فرمانبرداري ڪرڻ ضروري آهي. حلم ڪان سواءِ علم حاصل ٿي نہ سگهندو. وڏائي ۽ ناز ڪي ڇڏڻ ڪان پوءِ ئي ڪجهہ حاصل ٿي سگهي ٿو. متڪبر ۽ پنهنجو پاڻ ڪي ڪجهہ سمجهڻ وارو مرڪب جهل ۾ مبتلا رهندو آهي. جيڪڏهن ڪو چمڙو رنگڻ وارو ڪم جي وقت ڪو قاتل پراڻو ڪپڙو پائي تہ ان سان ان جي وڏائي ۾ ڪهڙو فرق ايندو؟ جيڪڏهن ڪو لوهار بٺيءَ ڪي ٻارڻ مهل چتين لڳل ڪپڙا پائي تہ ان سان ماڻهو ان ڪي ذليل يا سجو تہ ڪونہ ٿا سمجهن. انساني ڪمال حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ وقت فخر ۽ تڪبر جي لباس ڪي لاهي ڇڏجي ڇو تہ ڪمال بذات خود بهترين لباس آهي. ان ڪان بعد فرمائن ٿا تہ انسان ڪي جيڪي ڪجهہ سکڻ گهرجي ان جا ٽي قسم آهن. علمن جو حصول قول سان ٿيندو آهي. اقوال استاد جي زبان مان بہ سکي ٿا سگهجن ۽ علم جي ماهرن جي تصنيفن سان بہ ليڪن بهرحال سڀ ظاهري علم قولي آهي. پر جنهن ڪي حرفت يا صنعت چوندا آهن اها صرف ٻڌڻ يا پڙهڻ سان ڪانہ ايندي آهي. بلڪ هيءَ ڪرڻ سان ايندي آهي. ڪوبہ فن ڪتابن پڙهڻ سان حاصل نہ ٿيندو آهي ان لاءِ مسلسل عمل جي ضرورت آهي. مگر جنهن ڪي درويشي يا فقيري چوندا آهن ۽ جنهن جو مقصد باطن جي پاڪيزگي آهي. اگرچہ سٺا قول ۽ فعل هن سان معاون ٿي ٿا سگهن. ليڪن هن ۾ اصل فيض ڪنهن اهل دل جي صحبت سان ئي حاصل ٿيندو آهي. جيڪڏهن ڪنهن شخص ڪي علم بہ حاصل هجي ۽ ان جا عمل بہ سٺا هجن پر ڪنهن برگزيده روحاني

انسان جي صحبت ان کي نصيب نہ ٿي هجي تہ ان کي فقرجو کو اعليٰ درجو حاصل نہ ٿو ٿي سگهي. جيڪڏهن علم - عمل ۽ اولياءَ جي صحبت ۾ ٿئي شيون ملي وڃن تہ پوءِ سبحان الله صحبت جي فيض سان جڏهن سينو کلندو آهي تہ خود انسان جي اندران هڪ آب حيات جو چشمو نڪري ايندو آهي. هي چشمو اندر ئي اندر لامحدود سمنڊ سان مليل هوندو آهي. روحانيت سينہ بہ سينہ منتقل ٿيندي آهي. "وفي انفسکم افلاتبصرون" (توهان جي اندر ئي آهي توهان ڏسو ڇو ڪونہ ٿا؟)

## انسان جي اندر لامحدود دولت آهي پر هو جهالت جي ڪري گداگر بنجي ويو آهي

سچي تصوف جو لب لباب اهوئي آهي تہ خدا تعاليٰ انسان جي اندر موجود آهي. ليڪن انسان جي بي بصريءَ ان کي حجاب ڪري ڇڏيو آهي. خدا کي ڪاٿي ٻاهر ڳولڻ جي ضرورت ڪانهي. مشرقي پنجاب جي هڪ درويش جنهن جو نالو پيڪ هو ۽ جنهن جي نالي تي ان جا معتقد نالو غلام پيڪ رکندا آهن. انهيءَ هڪڙو عمدو شعر چيو آهي جنهن ۾ سچو تصوف اچي ويو آهي.

بهيکا بهوکا کوئے نهيں سب کے گدرے لال
گره کهول نهين جانتا اس لئے هے کنگال

جيڪڏهن انسان پنهنجي خودي ۾ نہ ڪنڻ وارن ممڪنات ۾ ان جي لامحدود قوتن کان آگاه ٿي وڃي تہ ان کي هن جهان ۾ ڪا محتاجي محسوس نہ ٿئي. عارف رومي رحمة الله عليه هن عقيدي کي ڪيترن ئي مثالن ۾ ٿا پيش ڪن. فرمائن ٿا تہ انسان جي حالت ائين آهي جيئن ڪو شخص مانين جو ٽوڪرو متي تي کڻي هلندو وتي مگر اهو هن کان وسري وڃي تہ در در تي مانيءَ جي ٽڪري لاءِ سوال ڪندو وتي. غافل انسان بہ ائين ٻين جا در ڪڙڪائيندو ٿو وتي. جيڪڏهن هو پنهنجي دل جي دروازي کي ڪڙڪائي ها تہ ان جي کلڻ کان پوءِ هن کي اهو ڪجهہ ملي وڃي ها جيڪو هن کي دنيا ۾ جيڪي ڪجهہ ان ۾ آهي، سڀ کان بي نياز ڪري ڇڏي ها.

اقبال رحمة الله عليه فرمائي ٿو تہ:

حسن کان گنج گرانمايہ تجھے مل جاتا

تونے فرهاد نہ کھودا کبھي ويرانہ دل

دل جو دروازو خدا جي گهر جو دروازو آهي ۽ خدا فرمائي ٿو تہ مون کي سڏ ڪيو تہ مان جواب ڏيندو آهيان. جاهل ۽ غافل انسان جہ مثال ائين آهي. جيئن گوڏن تائين پاڻيءَ ۾ بيٺو آهي. ليڪن اڃ کان بيحال ٿي پين کان پاڻي گهري رهيو آهي. هن جي ساڄي ڪاپي ۽ هيٺ مٿي هر طرف پاڻي ئي پاڻي آهي. مگر هن جي اکين تي غفلت جو پڙدو پيل آهي. هڪڙو حواسن گم ڪيل شخص گهوڙو ڊوڙائي رهيو آهي ۽ ماڻهن کان پڇي ٿو تہ مان پنهنجي گهوڙي جي تلاش ۾ آهيان ڪنهن منهنجو گهوڙو ڏٺو هجي تہ ٻڌايو تہ اهو ڪاڏي ڀڳو آهي. (ڪجھ ماڻهو عينڪ پائي پنهنجي عينڪ ڳوليندا وتندا آهن) هڪڙو فرنگي پروفيسر پنهنجي موٽر تي سوار گهر واپس آيو تہ پري کان گيراج جو ڦاٽڪ ڪليل ڏسي گهبرائجي ويو تہ منهنجي موٽر ڪير ڪاهي ويو ڪنهن گهري سوچ ۾ ٻڏل اهو وساري ويٺو تہ مان پاڻ موٽر تي سوار آهيان. مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ خودناشناسي ۽ خدا شناسي اهڙي طرح دل جي اکين جي آڏو پڙدو بنجي وينديون آهن. موتي سپ جي اندر سمنڊ ۾ ئي هوندو آهي. ليڪن سپ ان جي لاءِ حجاب بنجي ويندي آهي. جيڪڏهن موتيءَ ۾ شعور هجي ۽ پڇي تہ سمنڊ ڪاٿي آهي تہ ان جي ڪيفيت غافل انسان جهڙي هوندي. حيات ۽ ڪائنات جو ظاهر ۽ باطن ذات ۽ صفات الهيہ جو هڪ نہ ڪٽڻ وارو سمنڊ آهي ۽ انسان پنهنجي اصليت ۾ ان جي ڪناري کي ويجهو آهي ليڪن روحاني بصيرت جي نہ هئڻ سبب ان کي اندو ڪري ڇڏيو اٿس.

## توجھ سان نيڪين کي پاڻي ڏي

هر انسان جي شعور ۾ توجھ جو هڪ خاص مقدار آهي. هڪ طرف توجھ ڪرڻ سان ٻئي طرف کان توجھ هٽي ٿو وڃي. ڪنهن شخص جي زندگيءَ جي صالح يا غير صالح هجڻ جو دارومدار انهيءَ تي آهي تہ ان جو توجھ زياده تر ڪهڙي شيءِ جي طرف آهي. مولانا رحمة الله عليہ جن فرمائن ٿا تہ زندگيءَ جي گلشن جي آبياري توجھ سان ٿيندي آهي. جنهن ٻوٽي کي توجھ سان پاڻي

ملندو آهي اهو زنده ۽ تازو رهندو آهي ۽ جنهن جي پاڙن کي پاڻي نہ ٿو ملي اهو سڪي ٻارڻ جي قابل بنجي ويندو آهي. ليڪن زندگيءَ جي گلشن ۾ خيابان لالہ وگل ڪان علاوه ڪنڊن جون جهاڙيون بہ هونديون آهن. حرص - مال - شهوتن سان محبت هي سڀ ڪنڊا آهن ليڪن شيطانيت جي نظر انهن کي جميل ۽ حسين بنائي ٿي ڇڏي. (زين لهم الشيطان اعمالهم) جنهن جي ڪري انسان هنن ڪنڊن کي توجهہ جو پاڻي ڏيندو ٿو رهي. جيئن تہ پاڻيءَ جو رخ لالہ و گل جي ٻارين جي طرف نہ ٿو ڦيري ۽ نہ ميوي دار وڻن کي پاڻي ٿو ملي انڪري اهي ڪومائبا تا وڃن. ظلم جي معنيٰ آهي. "وضع شيءِ عليٰ غير محلہ" يعني ڪنهن شيءِ کي اتي رکڻ جيڪا ان جي جاءِ نہ آهي. مٽي بذات خود بري نہ آهي. سڄي روءِ زمين تي سڄي زندگي مٽيءَ مان ئي پيدا ٿي ٿئي ۽ پرورش ٿي حاصل ڪري. ليڪن ڪپڙن يا سامان تي جيڪڏهن مٽي پئجي وڃي تہ اهو ظلم آهي ان ڪري انسان ان کي ڇنڊي ڇڏيندو آهي. ان جي برعڪس عدل جي تعريف هيءَ آهي تہ جنهن کي جيتري نعمت جو حق آهي اوتري نعمت ان کي پهچائي وڃي. لهذا زندگيءَ جي باغبانيءَ ۾ اهي ماڻهو ظالم آهن. جيڪي توجهہ جو پاڻي ڪنڊن کي ڏين تا ۽ گلن کي اجارو تا مارين حالانڪ حسن ۽ جمال جي ڪري پاڻيءَ جو حق انهيءَ کي گهٽو ٿو پهچي.

## روزگار جي غم سان روح کي مجروح نہ ڪيو

فرمائن تا تہ دنيا جي ڏنڌن ۽ روزگار جي فڪر سان دل کي متاثر ۽ مجروح نہ ڪرڻ گهرجي. هي مادي مسئلا آهن ان ڪري انهن کي جسم جي ئي حوالي ڪري ڇڏيندا ڪيو . مطلب هي آهي تہ جسماني جدوجهد سان ان جو حل تلاش ڪرڻ گهرجي. حافظ رحمة الله عليه انهيءَ مضمون کي ڪيتري نہ خوبيءَ سان ادا ڪيو آهي تہ سڄي جهان جي بہ ايتري قيمت ناهي جو ان جو نفعو يا نقصان انسان کي هڪ لمحي جي لاءِ بہ غمگين ڪري.

مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن تا تہ دنيا جو بار يا غم روح تي وجهڻ اهڙو آهي جهڙو گڏهہ جو بار تہ مسيح جي مٿي تي هجي ۽ گڏهہ آرام سان چراگاهہ ۾ چري رهيو هجي. جسم ۽ روح جو مثال عيسيٰ عليہ السلام ۽

خرِ عيسيٰ وانگر آهي هتي گڏھ جي ڪاڻ تواضع گهٽي ٿيندي آهي مگر مسيح عليه السلام ڪي ڪير ڪونہ ٿو پڇي.

فرمائن ٿا تہ حرص سان روح زخمي ٿي پوندو آهي. جيترو حرص گهٽو هوندو ۽ خواهشن جي ڪثرت هوندي اوترو ئي روح بہ مجروح ٿيندو آهي. اهڙن انسانن جو مثال انهن گڏهن وانگر آهي جن جي پٺين تي زخم هجن ۽ زخمن تي قاتل ڪيڙن جون ليڙون رت ۽ پيپ سان گڏ چپڪيل هجن. انهن زخمن جو علاج گندن ڪيڙن جي ليڙن سان نہ ٿي سگهندو. ڪو نبي سڳورو اچي ٿو ۽ هنن جي زخمن تان اهي گندن ڪيڙن جون ليڙون هٽائي صحيح علاج ڪرڻ جي ڪوشش ٿو ڪري ليڪن جڏهن زور سان چپڪيل ليڙون هٽائڻ جي ڪوشش ڪيو تہ گڏھ کي شديد درد ٿو محسوس ٿئي ۽ اهو اِتون هٽڻ ٿو شروع ڪري.

## مغز ۽ کل

فڪر ۽ لفظن جو پاڻ ۾ تعلق مغز ۽ کل جهڙو آهي. مغز جي مٿان کل ضرور هوندي آهي پر کل جيتري سخت ۽ غليظ هوندي آهي. اوتروئي مغز ۾ گهٽتائي ايندي آهي. سنو بادام انهيءَ کي چوندا آهن جنهن جي کل باريڪ هجي ان ڪري ان جو نالو ڪاغذي بادام آهي. ان جي اندر جو مغز مقدار ۾ گهٽو ۽ لذت ۾ لذيذ تر هوندو آهي. جيڪو شخص ڳالهائيندو گهٽو آهي. ان وٽ لفظن جون کلون مغز جي جاءِ وٺنديون آهن. بيان ڪرڻ ۾ معنيٰ لفظن جي کلن ۾ تبديل ٿي ويندي آهي. ان ڪري لازمي آهي تہ جيڪو شخص فڪر جي پرورش جو طلبگار آهي. اهو خاموش گهٽو رهي ۽ ڳالهائي گهٽ.

## نفس جي تڪميل کان اڳ لاف زني

هڪ درويش جو قصو ٿا بيان ڪن تہ جڏهن هو چلو ڪري رهيو هو تہ هن خواب ۾ ڏٺو تہ رستي ۾ هڪ ڪتي آهي. جيڪا پيٽ سان آهي ۽ ان جي پيٽ مان اندران ٻچن جي ڀونڪڻ جو آواز اچي رهيو آهي. هو حيران ٿي ويو تہ پيدائش کان اڳ ڪتيءَ جا ٻچا پيٽ مان ئي ڪيئن پيا ڀونڪن. ان ڪانپوءِ هو خواب مان جاڳي پيو ۽ تعبير سمجهہ ۾ نہ پئي اچيس. هن خدا تعاليٰ کان

التجا ڪئي تہ هن خواب جو تعبير هن تي روشن ٿئي. غيب مان آواز آيو تہ هي خواب تنهنجي تنبيهہ لاءِ هئو. روحانيت جي درجن ۾ بعض ماڻهو اهڙا هوندا آهن جو اجان انهن تان حجاب دور ٿي نہ ٿيندو آهي ۽ اجان پرورش تڪميل تي ڪانہ ٿي پهچي ليڪن انهن لاف زني (ٻٽاڪ بازي) شروع ڪري ڏني. ڪتو جڏهن پيٽ ۾ مڪمل ٿي نڪرندو آهي ان ڪان پوءِ عمر ۾ بہ پختو ٿيندو آهي تہ هو چوڪيداري بہ ڪري سگهندو آهي ۽ مالڪ جي لاءِ شڪار بہ ڪندو آهي پر جيڪڏهن پيدائش ڪان اڳ ٿي ماءُ جي پيٽ ۾ ڀونڪڻ شروع ڪري ڏئي تہ ان جو ڪهڙو فائدو؟ جيستائين ڪو شخص اخلاق ۽ روحانيت ۾ پنهنجو پاڻ ڪي پختو نہ ڪري ان ڪي انسانن جي محافظت ۽ رهبريءَ جي دعويٰ ڪرڻ مناسب نہ آهي. روحانيت جي ابتدائي منزلن ۾ ئي گهڻا ماڻهو اقتدار جي ذوق جي ڪري پنڪجي ولايت مجدديت بلڪ نبوت تائين دعويٰ ڪري ويهندا آهن ۽ ڪجهہ حقيقت ڪي نہ سمجهڻ وارا مريد بہ انهن ڪي ملي ويندا آهن.

## خودي ۽ خدا

خود پرستي ۽ خدا پرستيءَ ۾ بظاهر تضاد نظر ٿو اچي. ليڪن هي تضاد ان حالت ۾ باقي رهندو آهي. جڏهن انسان جي خودي خدا ۽ خلق خدا ڪان بي نياز ٿي ايتريقدر تنگ ٿي پوي جو ڪٽيل شاخ وانگر هن جو وڻ ڪان تعلق ئي ڪٽجي وڃي پر جيڪڏهن خودي پنهنجي وسعت ۾ خدا سان همڪنار (ويجهي) ٿئي تہ پوءِ هي تضاد باقي نہ ٿو رهي. فرد ۽ جماعت جي مفاد ڪي پنهنجو مفاد بنائي ۽ جماعت جي ڀلائيءَ سان ان ڪي سک ۽ جماعت جي برائيءَ سان ان ڪي ڏک محسوس ٿيڻ لڳي تہ پوءِ فرد ۽ جماعت جو تضاد باقي نہ ٿو رهي. انسان پنهنجي خوديءَ جي اصليت ڪي سڃاڻندو ان ڪي وسيع ڪندو ٿو وڃي. ڇو تہ الڳ ٿيل فرد جو وجود مجازي آهي. جماعت ۽ ان ڪان پوءِ عالم ڪان الڳ ٿي انسان جونفس هوا وانگر رهجي ٿو وڃي. محدود معنيٰ ۾ خود پرستي هڪ خراب صفت آهي. ليڪن اهڙي خودپرستي جيڪا عرفان نفس جي رستن تي گامزن هجي حقيقت مطلقہ يعنيٰ خدا جي عرفان جي لاءِ هڪ ضروري شرط آهي. (من عرف نفسہ فقد عرف ربہ) جنهن پنهنجي نفس ڪي سڃاتو ان ڄڻ تہ خدا ڪي سڃاتو.

مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ هڪ معشوق عاشق کان پڇيو تہ تنهنجي دوستي تنهنجي پنهنجي ذات سان زياده آهي يا مون سان؟ عاشق چيو تہ مان تہ پنهنجي ذات تنهنجي ذات ۾ گم ڪري ڇڏيو آهيان. هاڻي من توشدم تو من شدي کان پوءِ هي سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي بلڪ مان تہ نالي ماتر ئي هڪ منفرد هستي آهيان. ڪارو پٿر جيڪو سج جي شعائن کي جذب ڪري لعل بنجي ويو آهي. هاڻي هن جو پٿر پڻ ختم ٿي ويو آهي. جڏهن هن جون صفتون آفتابي ٿي ويون تہ هن جي خود پسندي در حقيقت آفتاب پسندي آهي. اهڙي طرح انسان تخلقوا باخلاق الله سان خودي ۽ خدا دوستيءَ جو فرق مٽائي ٿو سگهي.

جيسين پٿر بحيثيت پٿر خود پرستيءَ ۾ مبتلا، تيسين ان جي خودي ڪفر ۽ ظلمت آهي ڇو تہ ظلمت نور جو ضد آهي. فرعون پنهنجي ظالماڻي خوديءَ کي حق ۽ حقيقت سمجهي ورتو. ان ڪري ان حالت ۾ ان جو اناالحق چوڻ ڪفر ٿي پيو ليڪن جڏهن منصور پنهنجي خوديءَ کي خدا جي ويجهو ڪري اناالحق چيو تہ اها عين حقيقت هئي. فرعون ڪاري پٿر جي حيثيت ۾ آفتاب هجڻ جي دعويٰ ڪئي ليڪن منصور عقيق بنجي پنهنجو پاڻ کي آفتاب جو هم ذات چيو. انهيءَ سلسلي ۾ هڪ ٻي جاءِ تي مثنويءَ ۾ مولانا رحمة الله عليه لوهہ ۽ باهہ جو مثال ڏنو آهي تہ لوهہ تيز باهہ ۾ ڳاڙهو ٿي باهہ جون صفتون جذب ڪرڻ کان پوءِ جيڪڏهن چوي تہ مان باهہ آهيان تہ غلط ناهي. پنهنجي خوديءَ ۾ مسلسل وسعت پيدا ڪبي رهجي اهو ارتقاءَ ۽ بقا جو ذريعو ۽ خدا جو قرب حاصل ڪرڻ ۽ ان جي صفتن سان پنهنجو پاڻ کي متصف ڪرڻ جو صحيح رستو آهي.

## سخن ۽ معنيٰ کل ۽ مغز

هن ئي مضمون کي مولانا رحمة الله عليه ڪيترين تشبيهن ۾ دهرايو آهي تہ سخت (الفاظ) کل آهن ۽ انهيءَ جي معنيٰ مغز آهي. فرمائن ٿا تہ ڏسو اخروٽ کي ٽوڙڻ مهل تڙاخ جو آواز ايندو آهي. ليڪن ٽوڙن واري کي نہ ڇلڪي جو شوق آهي ۽ نہ ان جي ٽنڻ جي آواز سان ان کي ڪا لذت ٿي محسوس ٿئي. اصل لذت تہ ان جي مغز ۽ ان جي روغن ۾ آهي. جيڪو خاموش آهي يا هيئن چئو تہ اهو زبان حال سان جيڪي ڪجهہ چئي ٿو ان مان لذت اچي ٿي. عالم

معاني يا عالم روحانيءَ ۾ اهڙي قسم جو بي حرف ڪلام آهي. ڪنهن ڏينهن ظاهري ڳالهائڻ ٻولهائڻ ڪي ڇڏي زندگيءَ جي مغز مان لفظ حاصل ڪرڻ لاءِ سراپا خاموش ٿي وڃو تہ هي راز توهان تي منڪشف ٿي ويندو.

هڪ طرف زاهد ۽ عاشق جو فرق ٻڌائڻ لاءِ تہ ٻئي طرف محبت ۽ خوف ۾ فرق پيدا ڪرڻ لاءِ مولانا رحمة الله عليه هڪ حڪايت ٿا بيان ڪن تہ هڪ زاهد هو. جنهن جي زال ڏاڍي غيرت واري هئي ۽ زاهد جي زهد جي باوجود ان جي تقويٰ تي ڀروسو نہ رکندي هئي. گهر ۾ هڪ خوبصورت ٻانهي بہ هئي جنهن جو حسن لاجواب هو. زال سالن تائين ڪڏهن بہ اهو موقعو پيدا ٿيڻ نہ ڏنو جو هن جي غير حاضريءَ ۾ ڪڏهن حضرت زاهد کي هن ٻانهيءَ سان اڪيلائيءَ ۾ ملڻ جو موقعو ملي. هڪ ڏينهن بدقسمتيءَ سان اها ڪنهن حمام ۾ غسل لاءِ وئي ۽ انهيءَ ٻانهيءَ کي پاڻ سان وٺي وئي. حمام ۾ پهچي ڪيس ياد آيو تہ هوءَ چانديءَ جو ٿانءُ گهر وساري آئي آهي. جنهن ۾ هن جي سينگار جو سامان آهي. ٻانهيءَ کي چيائين تہ فوراً وڃ ۽ جهٽ پٽ منهنجو چانديءَ جو ٿانءُ کڻي اچ. ٻانهيءَ سوچيو تہ اڄ حضرت زاهد سان اڪيلائيءَ جو وقت ملندو ۽ ڪا لڪل خواهش پوري ٿيندي، هوءَ ڇهن سالن کان اها تمنا دل ۾ رکيو ويٺي هئي ان ڪري اک ڇنڀ ۾ گهر پهچي وئي ۽ حضرت زاهد بہ ڇڻ تہ تيار ويٺو هو فوراً هي ٻئي خدا ۽ آخرت کي وساري پاڻ ۾ مليا . ٻانهيءَ کي روانو ڪرڻ کان ڪجهہ دير بعد زال کي خيال آيو تہ مون هي ڪهڙو غضب ڪيو جو هن کي اڪيلو گهر موڪلي ڇڏيم هي تہ مون کيهہ تي ٿانڊو رکڻ جو ڪم ڪيو. جلدي جلدي غسل ختم ڪري هوءَ بہ پير مٽي تي رکي ڊوڙندي گهر آئي مگر انهيءَ وقفي ۾ هتي جيڪي ڪجهہ ٿيڻو هو سو ٿي ويو.

مولانا رحمة الله عليه معمول جي مطابق هن قصي مان بہ روحاني نڪتا ٿا اخذ ڪن فرمائن ٿا تہ ڏسو هوءَ ٻانهي تہ برق رفتاريءَ سان گهر ڏي ڊوڙي ۽ زال کي ٻانهيءَ جي ميلاپ جي خوف گهر ڏي ڊوڙايو. هاڻي هي سمجهو تہ خدا جي طرف وڃڻ وارا بہ ٻن قسمن جا ماڻهو آهن. هڪڙا اهي آهن جن تي عشق جو غلبو آهي ۽ عشق هنن کي خوشي خوشيءَ يار جي گهر ڏي وٺي ٿو هلي ۽ ٻيا اهي آهن جن تي خدا جو خوف طاري آهي. ليڪن خوف ۾ اها قوت ڪانهي جيڪا عشق ۾ آهي جيترو رستو جيتري عرصي ۾ زاهد خوف سان طئي ٿو

ڪري ان ڪان هزار ها درجا وڌيڪ ترقي عاشق ڪي تي حاصل ٿئي ۽ رستي ۾ زاهد ڪان ته اهڙي لغزش به ٿي سگهي ٿي جيڪا هن قصي ۾ بيان ڪئي وئي. جنهن جو سبب اهو هو ته هن خراب جذبات ڪي فنا نه بلڪ دٻائي رکيو هو. ان جا جذبات عشق ۾ تبديل نه ٿيا هئا. عشق ۾ ئي اها خصوصيت آهي ته هو پاڻ ڪان سواءِ سيني تمنائن ڪي ساڙي ڇڏيندو آهي. هي سعادت جي ڪيميا آهي. جيڪا ڪندن بنائي ڇڏيندي آهي. فرمائن ٿا ته عشق ۾ ذري برابر به خوف جو شڪ نه هوندو آهي اهڙن ئي عاشقان الاهي ۽ اولياءَ الله جي لاءِ قرآن حڪيم فرمايو آهي ته لاخوف عليهم ولاهم يحزنون. فرمائي ٿو ته نه انهن ڪي ڪنهن جو خوف هوندو آهي ۽ نه ڪنهن نقصان جو ڏک. خداداري چه غم داري - محبت وصف حق آهي ۽ خوف ڪي صفات الله ۾ ڪوئي دخل ڪونهي. ان ڪري جڏهن خدا ۽ انسان جو باهمي رابطو محبت جو رابطو هجي ته محبت جيڪا حق جي صفت آهي انسان جي اندر به ايترو ته داخل ٿي وڃي جو هن جي نفس ۾ خوف جو ڪو شائبو به نه ٿو رهي.

## تقليد ۽ تحقيق

تقليد ۽ تحقيق جو فرق مثنويءَ جي انهن اهم مضمونن مان آهي جنهن مان رومي رحمة الله عليه جن جي عرفان جو شان نمايان ٿو ٿئي. مولانا رحمة الله عليه تقليدي ايمان ڪي بي قيمت يا نهايت گهٽ قيمت جو ٿا سمجهن. جيسين تائين روحاني حقيقتون نفس جو ذاتي تجربو نه بنجي وڃن انهن جو صرف زبان سان اقرار ڪرڻ ڪنهن شخص ڪي حقيقي معنيٰ ۾ مؤمن نه ٿو بنائي سگهي. اقرار باللسان ڪان پوءِ تصديق بالقلب انهيءَ وقت تي ٿو سگهي جڏهن ذاتي تجربي سان حقيقتون قلب تي وارد ٿين. گهڻا واعظ ۽ فقيه ٻڌل يا پڙهيل ڳالهيون دهرائيندا رهندا آهن هي ڪم صرف حافظي جو آهي ان ۾ عقل جي به ضرورت ڪانه ٿي پوي. انهن ڪان اڳتي اهي ماٺهو آهن. جيڪي دليلن سان ديني حقيقتن جو ثبوت مهيا ڪندا آهن. ليڪن هي حقيقتون نه انهن جا تجربا هوندا آهن ۽ نه زندگيءَ جو حصو.

کهڙيون ديني حقيقتون آهن. جيڪي خطيبن ۽ واعظن جي زبان سان منبر تي بيان نه ٿا ٿين؟ مگر انهن واعظن جو ڪنهن تي به ڪو اثر ڪونه ٿو

ٿئي. جيڪا ڳالهہ انسان جي پنهنجي زندگيءَ جو تجربو نہ آهي اها هن جي دل مان نہ ٿي نڪري. ان ڪري ڪنهن جي دل تي اثر نہ ٿي ڪري. قياس ڪرڻ وارو داناءُ هجي يا قصن ٻڌائڻ وارو واعظ انهن کي حقيقت جي متعلق نہ عين اليقين هوندو آهي ۽ نہ حق اليقين هوندو آهي. انهن جو تحت الشعور شڪن سان پريل هوندو آهي. هو جيڪي ڪجهہ چوندا آهن نہ ان تي ڪامل يقين هوندو اٿن ۽ نہ وري سندن زندگيءَ ۾ ڪا ان جي جهلڪ نظر ايندي آهي. مولانا رحمة الله عليه هڪ لومڙ ۽ گڏهہ جي ڳالهہ لکي آهي تہ جنگل ۾ شينهن زخمي ٿي پيو هو ۽ بيمار هجڻ ڪري پاڻ شڪار نہ ڪري سگهندو هو. هن لومڙ کي چيو تہ وڃ ڪوڙ، مڪر ۽ چاپلوسيءَ سان ڪنهن گڏهہ کي ٺي پڪڙي اچ. ان جو هڪ حصو مان کائيندس ۽ باقي بچيل توکي ملي ويندو. لومڙ وڃي گڏهہ کي چيو تہ هتي ويران زمين ۾ جتي نہ پاڻي آهي نہ گاهہ اجايو بک ٿو مرين هل هلي ڪنهن سرسبز چراگاهہ ۾ چري ڏءُ ڪر. گڏهہ کي شڪ پيو تہ هن ترغيب ۾ ضرور مڪر آهي. ان ڪري هن توڪل ۽ قناعت تي تقرير ڪرڻ شروع ڪئي تہ مون کي هتي ٺي رهڻ ڏي خدا رزاق ۽ ڪفيل آهي. منهنجو جيڪو مقرر رزق آهي. اهو مون کي پاڻ تلاش ڪندو مون کي ان جي تلاش ڪرڻ جي ضرورت ناهي. گڏهہ جي سڄي تقرير هڪ متوڪل صوفيءَ جهڙي هئي. پر هو جيڪي ڪجهہ چئي رهيو هو، ٻڌل ڳالهيون هيون. هن جي دل ۾ يقين جي ڪا جهلڪ بہ ڪانہ هئي. ان ڪري آخرڪار هو لومڙ جي ورغلائڻ تي سبز زار ڏي هلڻ لڳو. جتي شينهن لڪو ويٺو هو. بڪايل گڏهہ کي کائڻ پيئڻ جي شديد هوس هئي. هو ائين توڪل جي پرچار ڪري رهيو هو. مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ جن ماڻهن جو ايمان تقليدي يا فلسفين وانگر صرف قياس آهي. انهن جو ايمان اندران خالي هوندو آهي جو حرص ۽ هوس جي هڪ جهلڪي انهن جي سڄي تقرير کي ڪوريئڙي جي ڄار وانگر ٽوڙي ڇڏيندي آهي. دين انهن ئي ماڻهن جو مضبوط رهندو آهي. جن جو تجربو هو پنهنجي قلب جي گهراين ۾ ڪري چڪا آهن. هي ماڻهو وڏي دليريءَ ۽ جرأت سان ٻين کي دين جي راهہ ٻڌائيندا آهن. ليڪن پنهنجي اندر بي يقينيءَ ۾ گرفتار هوندا آهن. اهڙن ماڻهن جي اندر حقيقت ۾ گوبر پريل هوندو آهي. ليڪن بيان ڪرڻ مهل هو نبين ۽ اوليائن جي لفظن جو ڪجهہ مشڪ عطر پنهنجي الفاظن تي

ڇڙڪائيندا آهن. هونئن تہ هر انسان ۾ لطافت سان گڏ ڪثافت جي ڪجھہ ملاوٽ هوندي آهي، ليڪن ڪوشش اها ڪرڻ گھرجي تہ تنهنجي جان گل چيريندي رهي تہ جيئن ان جي ڪثافت خوشبودار لطافتن ۾ تبديل ٿي وڃي.

## محسوسات ۽ معقولات کي عشق ۽ وجدان جي نور ۾ گڏائڻ گھرجي

انسان جي علم جو سرچشمو ڇا آهي؟ ان ۾ اڪثر حڪيمن ۽ صوفين ۾ اختلاف آهي. حڪيمن ۾ سقراط ۽ افلاطون جو عقيدو هيءُ هو تہ سڀ حقيقي علم جيڪو انهن جي نزديڪ گھڻو ڪري ڪليات تائين محدود هئو. انسان جي عقلي روح ۾ لڪل آهي. هن جهان ۾ محسوسات ڪنهن حد تائين ان مان فائدو حاصل ڪن ٿا ۽ انسان کي اصل جي طرف رجوع ٿا ڪن. مطلب تہ معقولات جو علم بہ انهن جي نزديڪ خارج مان حاصل ڪونہ ٿو ٿئي. خارجي ظاهر ٿيندڙ فقط ان جي طرف اشارو ڪري لڪل کي ظاهر ڪرڻ ۾ مددگار ٿيندا آهن. اسلام جا حڪيم خاص ڪري اشراقيين بہ اهوئي عقيدو رکندا هئا. البتہ جيڪي حڪيم ماديت کان ٻاهر نہ وڃي سگھيا. اهي محسوسات کان سواءِ علم جو مرڪز ٻيو ڪٿي تلاش نہ ٿا ڪن. ليڪن صوفياءَ سڀ جا سڀ انهيءَ تي اتفاق ٿا رکن تہ حقيقت جو سرچشمو انسان ۾ اندر آهي ٻاهر ڪونهي. قرآن ڪريم بہ انسان جي انهيءَ طرف رهنمائي فرمائي آهي "وفي انفسڪم افلاتبصرون" عارف روميءَ هن تعليم کي مختلف قسمن جي تشبيهن ۽ مثالن سان واضح ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. فرمائن ٿا تہ محسوسات سان جيڪو علم حاصل ٿيندو آهي جيڪڏهن اهو محسوسات ۽ ان مان اخذ ڪيل معقولات کان اڳتي نہ وڌي سگھي تہ اهو محض گمان وارو علم رهجي ٿو وڃي. پر جيڪڏهن ان کي ڪشف - وحي ۽ وجدان ۾ غوطو ڏيارجي تہ محسوسات ۽ معقولات تي بہ اهو رنگ چڙهي ٿو وڃي. ان جو مثال ائين سمجھو تہ گجر - گوگڙو - صوف - يا اخروٽ ڪوبہ ميوو يا ٻاڄي هجي جيڪڏهن ان کي انگور جي رس ۾ پچائجي تہ انگور جو مزو انهن ۾ اهڙي طرح سمائجي ٿو وڃي جو انهيءَ ميوي يا ٻاڄيءَ جو مزو ٻيڻو ٿي ٿو پوي.

ان کان بعد فرمائن ٿا تہ خالص ۽ پاڪ پاڻي آسمان کان بارش ۾ ايندو آهي. ان جي مقابلي ۾ معقولات جو علم ڇڻ تہ نيسارن مان ڪريل پاڻي آهي. نيسارو پاڻ تہ ڪو پاڻيءَ جو چشمو ڪونهي ۽ هن ۾ گهرن ۽ ڇتين جي مٽي ۽ غلاظت بہ موجود هوندي آهي. هڪڙي گهر جو نيسارو ٻئي جي ڇت يا اڱڻ ۾ پاڻي ڪيرائي تہ پاڙيسرين جو پاڻ ۾ جهيڳڙو ٿي پوندو آهي. مولانا رحمة الله عليہ جن فرمائن ٿا تہ بارش جي نسبت ماڻهو ڪڏهن بہ جهيڳڙو نہ ڪندا آهن. بلڪ ان کي باغن ۽ فصلن لاءِ رحمت سمجهندا آهن. تون پنهنجي فڪر ۽ انديشي کي جيڪو گهڻو ڪري ذاتي مطلب سان ڀريل هوندو آهي. نيساري جي پاڻيءَ وانگر سمجهہ. حقيقت جو آب حيات تہ آسماني ۽ نوراني آهي. ان جي بارش انساني قلب تي ٿيندي آهي تہ سچاين جو باغ تازو ۽ خوشنما ٿي پوندو آهي.

## ارتقاءَ جون منزلون

فرمائن ٿا تہ زندگي هر جاءِ تي ترقي ڪندي ٿي رهي. زمين کان وٺي آسمانن تائين ڏاڪڻيون لڳيون پيون آهن جن جي ذريعي مخلوق هر هڪ ڏاڪي تي مٿي چڙهندي ٿي وڃي. ليڪن روحاني عالم بيحد ڪشادو آهي. آسمان هڪ نہ پر بيشمار آهن، پر هر مخلوق بلڪ هر فرد ڪنهن هڪ خاص آسمان تي چڙهي رهيو آهي. هر هڪ جو مقام ۽ منزل مقصود الڳ الڳ آهي. جيڪو شخص جنهن ڏاڪڻ تي چڙهي رهيو آهي. اهو سمجهي ٿو تہ چڙهندو ٿو وڃي ليڪن هيءَ ڳالهہ درست نہ آهي. مختلف گروه آسمان جي بيحد ڪشادگيءَ کان واقف نہ آهن. هر هڪ چڙهڻ وارو ٻئي جي متعلق سوچي ٿو تہ هي ڪاڏي وڃي رهيو آهي؟ آسمانن جي وسعتن جي تہ ڪا حد ڪانهي. هتي زمين جي ئي وسعت کي ڏسو (ارض الله واسعة)هر هڪ وڻ هن ئي زمين ۾ لڳي ٿو. ليڪن هر هڪ جي تخليق الڳ آهي. مطلب تہ هر ڪنهن جي لاءِ ترقيءَ جون منزلون الڳ آهن. هڪ قسم جي انسان کي ٻئي قسم جي انسان تي نہ تہ حيرت ڪرڻ گهرجي ۽ نہ هي چوڻ گهرجي تہ جيئن تہ هو منهنجي ڏاڪڻ تي ڪونہ ٿو چڙهي ان ڪري هو ڪاٿي ڪونہ پهچندو.

# خدا ۽ رسول ﷺ جو توکان ڪجھ گھرڻ حقيقت ۾ توکي فيض پهچائڻ لاءِ آهي

دنيا ۾ خدا جو هڪ رسول اچي ٿو. خدا وٽ ته نعمتن جا لامحدود خزانا آهن ۽ رسولن جي لاءِ به انهن خزانن جا دروازا کليل آهن. ليڪن ڪافرن جي غلط ڏسڻ واري اک کي هي انسان فقير ۽ گداگر نظر ايندا آهن ۽ انهن جي خدا کي به هو مفلس ٿا سمجهن، ڇو ته خدا تعاليٰ فرمائي ٿو ته ڪير آهي جيڪو مون کي قرض حسنه ڏئي ۽ منهنجي مدد ڪري؟ ان تي هي سوچن ٿا ته هنن جو خدا واقعي غني هجي ها ته پنهنجي ٻانهن کان قرض ڇاجي لاءِ گهرندو وتي ها؟ هنن گڏهن کي اهو سمجھ ۾ ئي ڪونه ٿو اچي ته خدا ۽ ان جو رسول ته غني آهن ۽ هي پاڻ مفلس آهن. انهن کان جيڪي ڪجھ گهريو ٿو وڃي اهو انهن جي افلاس کي دور ڪرڻ جي لاءِ آهي. نبيءَ کي خدا حريص ٿو چئي ليڪن هن جو حرص، هوا ۽ هوس جي بندن جي حرص کان بلڪل الڳ قسم جو آهي. ان جو حرص هي آهي ته هو توهان کي حقيقي دولت سان مالا مال ڪرڻ ٿو گهري. ساڳي طرح خدا ۽ رسول جو ماڻهن کان ڪجھ گهرڻ ائين آهي. جيئن اڪسير ڌات کي چوي ته اچ جيڪي ڪجھ اٿئي منهنجي حوالي ڪر. هيءَ گهٽ قيمت واري ڌات ان جي حوالي ٿيندي ته اها سون بلڪ خود اڪسير بنجي ويندي. خدا ۽ رسول جيڪي ڪجھ توکان گهرن ٿا اهو پنهنجي غرض جي لاءِ نه پر تنهنجي محتاجي دور ڪرڻ لاءِ گهرن ٿا. تون سمجهين ٿو ته هو توکان ڪجھ گهري رهيا آهن. حالانڪ هو ان جي بدلي توکي اهو ڪجھ ڏيڻ ٿا گهرن. جيڪو تنهنجي وهم ۽ خيال ۾ به نه آهي.

# خدا جو عاشق عبادت جي مزدوري طلب نه ڪندو آهي ۽ نه وري خوف کان تقويٰ اختيار ڪندو آهي

صوفياءَ ڪرام انهيءَ ڳالھ تي متفق آهن ته جيڪا عبادت دنيا يا آخرت ۾ جسماني نعمتون حاصل ڪرڻ لاءِ ڪجي يا جسماني عذاب جي خوف کان جيڪا پرهيزگاري اختيار ڪئي وڃي. اهڙي عبادت ۽ پرهيزگاريءَ کان انسان

ڪي ڪجهه فائدو تہ ضرور پهچندو آهي. ليڪن روحاني زندگيءَ ۾ هيءَ هڪ گهٽ درجي جي ڳالهہ آهي. روحاني ترقيءَ جو اعليٰ مقام هي آهي تہ:

جن کا عمل ہے بي غرض ان کي جزا کچھہ اور ہے

حور وخيام سے گذر بادہ وجام سے گذر

مولانا رحمة الله عليه جن هڪ عاشق الاهي شيخ جي نسبت لکن ٿا تہ خدا تعاليٰ ٻنهي جهانن جا خزانا هن جي سامهون رکيا تہ عبادت جي اجر ۾ هي سڀ وٺ مگر هن انڪار ڪري ڇڏيو ۽ چيائين تہ مان تہ فقط تنهنجو طالب آهيان. جيڪڏهن جنت جي شوق ۽ دوزخ جي خوف سان مون عبادت ڪئي آهي تہ مان فاسق آهيان. مان لذت پرست ۽ سلامتيءَ جو طلبگار مؤمن نہ آهيان ۽ جسم جو آرام يا فرحت منهنجو مقصد نہ آهي ذوق جو شعر آهي:

کب حق پرست زاهد جنت پرست ہے

حوروں پہ مر رہا ہے یہ شہوت پرست ہے

عاشق جي لاءِ خدائي عشق سڀ کان وڏي نعمت ۽ اهڙي وڏي قيمت وارو رزق آهي جو ان جي مقابلي ۾ بدن ۽ بدن جون لذتون گاهہ پني کان وڌيڪ نہ آهن.

خدا جو عاشق هجي ۽ عبادت ۽ خدمت جي اجرت گهري، هيءَ تہ اهڙي ناممڪن ۽ نامعقول ڳالهہ آهي جيئن جبرئيل عليه السلام امين چور بنجي وڃي.

عشق پنهنجو پاڻ کان سواءِ هن دنيا ۾ هر شيءِ کي ساڙي ختم ڪري ڇڏيندو آهي. موجودات دنيا ۾ هجن يا آخرت ۾ عاشق جو انهن سان ڪهڙو واسطو؟ (مجنون) کي ليليٰ کان سواءِ ڪنهن بہ شيءِ جي خواهش ڪانہ هئي ۽ هو وحشي جانورن کان بہ نہ ڊڄندو هو. ڇوتہ عشق کي جانور بہ محسوس ڪري ان جو احترام ڪندا آهن. ٻئي جهان ۽ جنت دوزخ عشق جي تارازيءَ ۾ هڪڙي داڻي جيتري بہ حيثيت نہ ٿا رکن. عاشق انهن جي لپيٽ ۾ ڪيئن ٿو اچي سگهي؟ ڇا ڪڏهن ائين ٿي ٿو سگهي تہ داڻو مرغيءَ کي هضم ڪري وڃي يا گاهہ گهوڙي کي کائي وڃي؟ جنهن کي توهان جسم ٿا چئو اهو تہ عاشق وٽ بدلجي ٻيو ڪجهہ بنجي ٿو وڃي. هن کي بدن چوڻ ئي درست نہ آهي نورحق جي عالم ۾ بدن جو ڪهڙو ڪم ۽ مادي جنت ۽ دوزخ جو ڪهڙو مقام؟

# روحاني عالم مڪاني عالم نہ آهي

مثنوي پڙهڻ وارن سيني کي هن ڳالھ جو يقين ڏيارڻ جي هڪ مسلسل ڪوشش آهي تہ هن مادي ۽ جسماني عالم کان متاهون هڪ عالم روحاني آهي. ۽ انسان جي روح جو اصل وطن اهوئي آهي. ليڪن ماڻهو پڇن ٿا تہ اهو عالم روحاني ڪٿي آهي؟ مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ اهو سوال مادي عقل اٿاريندو آهي. جنهن جي نزديڪ هر وجود جي لاءِ ڪو مڪان لازمي آهي. عالم روحاني يا معنوي جيڪو لامڪاني آهي، آسانيءَ سان انسان جي ادراڪ ۾ نہ ٿو اچي سگهي. انسان ٿورو انهيءَ تي غور ڪري تہ خود سندن نفس جي اندر مڪانيت ڪاٿي آهي؟ جيڪڏهن ڪو شخص چوي تہ منهنجي فلاڻي سان بيحد گهري محبت آهي تہ هيءَ گهرائي مڪاني تہ ڪانہ هوندي آهي ۽ خود نفس جي متعلق هي چوڻ حل طلب آهي تہ هو بدن جي اندر آهي يا ٻاهر. نفس جڏهن آسمانن جو سير ڪندو آهي تہ ڇا هو ڪنهن سواري تي سوار ٿي هي مفاصلو طئہ ڪندو آهي. ڇاهي ڪائنات کي گهيرو ڪندڙ هستي جسم جي اندر قيد آهي جيئن هڪ پکي پڃري ۾ بند هوندو آهي؟ مڪاني تصورات جو اسان جي هن نفس تي بہ اطلاق نہ ٿو ٿئي، جيڪو جسمن صورتن ۽ مادي محسوسات کان لڳ ٿو معلوم ٿئي پوءِ پلي هن جو اطلاق نفس جي انهيءَ سطح تي ٿي سگهي جنهن کي روحاني عالم چوندا آهن. قرآن پاڪ ۾ الله تعالیٰ پنهنجي نور کي "لاشرقيہ ولا غربيہ" فرمايو آهي. انساني روح بہ، جيڪو حقيقي نور جي ڪرڻن مان هڪ ڪرڻو آهي مڪانيت کان آزاد آهي. حديث شريف ۾ اچي ٿو تہ هڪڙي عيسائيءَ رسول ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن کان پڇيو تہ جيڪڏهن قرآني آيت جي مطابق جنت جي وسعت زمين ۽ آسمانن جي وسعت آهي تہ پوءِ دوزخ جي لاءِ ڪهڙي جاءِ باقي رهي؟ رسول ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ صبح ٿيڻ مهل رات ڪاٿي هوندي آهي؟ هن کي اهو سمجهائڻو هو تہ جنت ۽ دوزخ مڪاني نہ آهن بلڪہ ڪيفيت جو نالو آهي.

جيڪڏهن ڪير پڇي تہ تنهنجي ڪاريگري تنهنجي هٿ جي اندر آهي يا ٻاهر ۽ جيڪڏهن اندر آهي تہ اها ڪهڙي مقام تي آهي ۽ ان جي صورت ڪهڙي آهي؟ يا تنهنجي زبان ۾ جيڪا فصاحت آهي اها هن ڇئن آڱرين جي

گوشت جي اندر آهي يا ٻاهر؟ يا ڏسڻ جو نور اک جي اندر ڪاٿي آهي؟ تہ ان جي جواب ۾ بظاهر متضاد ڳالهيون چوڻي پونديون تہ نہ اندر آهي ۽ نہ ٻاهر نہ مليل آهي ۽ نہ جدا. ساڳي طرح مڪانيت جي گهيري ۾ ادراڪ جي لاءِ روحاني عالم ان ڪان بہ وڌيڪ نہ سمجهہ ۾ اچڻ وارو آهي يا ناقابل فهم آهي.

سڀ ڪجهہ هتي ئي آهي فقط زاويہ نگاه ڪي بدلائڻ جي ضرورت آهي. باطن جي اک کلڻ کان پوءِ هر شيءِ جي ڪيفيت دگرگون ٿي ويندي. مادر زاد انڌو هن دنيا ۾ رهي ٿو مگر هن جو عالم ڇهڻ جو عالم آهي صرف ڇهڻ ۽ ٽٽولڻ سان هن جهان جو هڪ تصور قائم ڪري ڇڏيو آهي. اگر هڪدم هن ڪي نظر ملي وڃي تہ هن ئي عالم جي حالت هن جي سامهون دگرگون ٿي ويندي ۽ هن جي سمجهہ ۾ اچي ويندو تہ بغير ڇهڻ ۽ ٽٽولڻ جي ماٺهو ڪيئن چونڊا هئا، تہ فلاڻو پري ڪان اچي پيو. هزارين بلڪ لکين ۽ ڪروڙين عالم سڀ هتي ئي آهن ۽ انهن مان فقط هڪڙو عالم جسماني ۽ مڪاني آهي. متاهن جهانن ڏي وڃڻ ڪو جسماني سفر نہ آهي.

## نور جي وحدت ۽ چراغن جي ڪثرت

## دل جي حقيقت

جنهن دل ۾ عالم روحانيءَ جي بصيرت ڪانهي اها دل نہ بلڪ گلِ (مٽي) آهي. جيڪڏهن تون انهيءَ جي باوجود اهڙي دل ڪي شيشئہ دل ٿو چوين تہ هي شيشو شمع جي فانوس جو شيشو نہ بلڪ قاروري جو شيشو آهي. قاروري جي شيشي ڪي ڏيو (چراغ) ڪير چوندو؟ انسان هن دنيا ۾ متيءَ جا ڏيا آهن جن ۾ نور الهيٰ مڪانيت ۾ اچڻ جي ڪري متعدد ۽ منقسم ٿو معلوم ٿئي. جيڪڏهن هزار ڏيا هڪ جاءِ تي جلايا وڃن تہ انهن سيني جو نور هڪ ئي نور نظر ايندو. مڪانيت تعداد جو ڌوڪو پيدا ڪري ڇڏيو آهي.

## جبر ۽ اختيار جي نسبت مثال

فلسفو ۽ تصوف ٻنهين جو عام ميلان اختيار ڪان وڌيڪ جبر ڏي ٿو معلوم ٿئي. حالانڪ زندگي ۽ ڪائنات جي گهڻن شعبن ۾ جبر ڏسڻ ۾ ٿو

اڇي ۽ ڪيترا شعبا انساني زندگيءَ ۾ اهڙا آهن جو جيڪڏهن ڪو شخص اختيار جو منڪر هجي ته اهو ۾ قدم به هلي نه ٿو سگهي. عارف رومي رحمة الله عليه جي امتيازي خصوصيت هيءَ آهي ته جبر ۽ اختيار جي اهم مسئلي ۾ سندن بصيرت نهايت حڪيماڻي ۽ عين اسلام جي مطابق آهي. مولانا رحمة الله عليه جن جبر ۽ اختيار تي جيڪو يقين ڏيارينڙ بحث ڪيو آهي. فرمائن ٿا ته اختيار جو احساس ايتري قدر ته ظاهر آهي جو ان جو انڪار ممڪن نه آهي ۽ انسان کي معلوم آهي ته جمادات ۾ اختيار نه آهي ۽ اهي فطرت جي مقرر قانون جي زنجيرن ۾ جڪڙيل آهن. ان ڪري ڪو شخص ڪنهن پٿر سان دوستي يا دشمنيءَ جي توقع نه ٿو رکي ۽ جتي ماڻهو مجبور آهي. اتي ڪوبه عقلمند انسان ان کي اختيار يا استعمال ڪرڻ جو نه ٿو چوي. ماڻهو کي ڪير به نه ٿو چئي سگهي ته پيرن تي هلڻ جي بجاءِ اڏامي اچ. انڌي کي ڪير به نه چوندو ته ذرا ڏس ته هي رنگ ڪهڙا نه دلڪش آهن يا هي نظارا ڪهڙا نه نظر پرور آهن. پٿر کي ڪير به الزام نه ڏيندو ته تون اسان وٽ جلد ڇو نه پهتين يا ڪٺان ڪا ڪاٺي جيڪڏهن اچي انسان جي سر تي ڪري ته هو ڪاٺي کي ملامت نه ڪندو. صبح کان شام تائين زندگيءَ جو مدار تعريف ۽ مذمت تي آهي. ڪنهن جي تعريف ان لاءِ ڪبي آهي ته بري رستي کي ڇڏي هن سٺو يا سڌو رستو اختيار ڪيو ۽ مذمت ان جي لاءِ ڪبي آهي ته هن پنهنجي اختيار کي چڱيءَ طرح استعمال نه ڪيو. هن دنيا ۾ جزا ۽ سزا ۽ عدالتون سڀ انهيءَ اختيار جي ئي عقيدي تي قائم آهن. اختيار جو انڪار ڪجي ته اخلاق ۽ دين سڀ ختم ٿي ٿا وڃن ۽ خدا تعاليٰ جيڪو رحيم ۽ عالم آهي اهو نامعقول ظالم ٿو لڳي ته پهريائين ماڻهن کي گناهه ڪرڻ تي جبر (مجبور) ٿو ڪري ۽ پوءِ وري انهن کي خواه مخواه ذميدار قرار ڏئي دنيا ۽ آخرت ۾ عذاب ۾ ٿو مبتلا ڪري جبر ۽ اختيار زندگيءَ جا ٻه ٿلهه آهن ۽ ايمان ۽ حڪمت جي تقاضا انهن جي وچ ۾ آهي. "الايمان بين الجبر والاختيار"

هڪڙي چور کي سپاهيءَ پڪڙيو ۽ مار ڪڍڻ لڳس چور چيو ته مون جيڪي ڪجهه ڪيو اهو الله جي حڪم سان ڪيو خدا جي مرضيءَ کان سواءِ ته ڪو پن به لڏي نه ٿو سگهي. سپاهيءَ چيو ته مان توکي جيڪا سزا پيو ٿو ڏيان اها به خدا جي ئي مرضيءَ سان آهي. ڪم بخت تون چوريءَ ۾ ته ان جي

مرضيءَ کي ٿو پيش ڪرين تہ پوءِ سزا ۾ بہ ان جي ئي مرضيءَ جي آڏو سر ڇو نہ ٿو جهڪائين؟ هڪڙو شخص ڪنهن جي باغ ۾ وڃي ان جي ميوي دار وڻ تي چڙهي چوري ڪرڻ لڳو باغ واري ڏٺو تہ ڇيائين تہ اي ملعون هي ڇا پيو ڪرين؟ هن چيو تہ باغ بہ خدا جو، ميوو بہ خدا جو. هڪ خدا جو ٻانهو جيڪڏهن خدا جي باغ مان ڪجهہ پٽي تہ ان ۾ ڪهڙو ڏوهہ آهي؟ باغبان هن کي مضبوط رسيءَ سان ٻڌو ۽ ان کي ماري ماري بيحال ڪري ڇڏيائينس. چور چيو تہ خدا کان شرم ڪر هڪ بيگناهہ کي هيئڻ مارين ٿو پيو. باغبان چيو تہ خدا جي حڪم ڪان پري نہ وڃ جهڙي طرح هي باغ نہ منهنجو نہ تنهنجو ساڳي طرح هيءَ رسي بہ خدا جي ۽ هي ڏنڊو بہ خدا جو ۽ تنهنجو جسم بہ خدا جو. هي سڀ ڪجهہ انهيءَ جوئي آهي. منهنجو تنهنجو ڇا آهي؟ مان جيڪو حڪم جو بندو آهيان انهيءَ جي حڪم جي مطابق عمل ڪري رهيو آهيان خدا جو لڪڻ خدا جي ڏنل جسم تي هلي رهيوآهي تون خواه مخواه پيو شڪايتون ڪرين؟

## خدا سان گستاخي ۽ شوخي

خدا پاڪ جا گهڻا گستاخ ٻانها خدا تي الزام لڳائڻ ۾ گهڻا بيباڪ هوندا آهن. ڪڏهن خدا کي هن طرح بي نياز چوندا آهن تہ دنيا ۾ عدل هجي يا ظلم، ڪنهن بي گناهہ تي ستم ٿي رهيو هجي مگر خدا سڀ ڪجهہ ڄاڻندي ڪجهہ نہ ٿو ڪري. ڪڏهن بي خوف ٿي چوڻ لڳندا آهن تہ يا الله تون ڪاٿي آهين يا تہ منهنجي حالت کي ڏسين ۽ فرياد ٻڌين نہ ٿو يا خود مفلس آهين. ان ڪري مون کي دولت نہ ٿو ڏيارين.

عارف رومي رحمة الله عليہ اهڙين شوخين کان خدا جي بندن کي تنبيهہ ٿو ڪري. هڪڙي ڳالهہ ٿا بيان ڪن تہ هرات ۾ هڪ درويش بصيرت کان محروم ۽ تنگ دستيءَ کان تنگ دل هو ان جي سمجهہ ۾ نہ ايندو هو تہ بي ايمان، ڪافر، رشوت خور ۽ ظالم عيش ٿا ڪن ۽ بيگناهہ درويشيءَ ۾ ڌڪا پيا کائن. انهيءَ ڏٺو تہ ڪجهہ سوار وڏي طمطراق سان اصيل عربي گهوڙن تي سوار عاليشان لباس ۽ ٽوپين پاتل گذري رهيا آهن. هن سوچيو تہ امير يا شهزادا هوندا آهن. ڪنهن کان پڇا ڪيائين تہ هي ڪير آهن؟ معلوم ٿيو تہ هي امير نہ آهن بلڪ هرات جي گورنر جا غلام آهن. اهو غلامن کي بہ اميرن

وانگر سکيو رکندو آهي. مفلسيءَ هن درويش کي حديث نبويءَ جي مطابق ڪفر جي قريب پهچائي ڇڏيو هو. خدا کي مخاطب ٿي چوڻ لڳو تہ تون بہ مالڪ تہ بنيو ٿو وتين مگر فياضانہ طريقو ڪنهن کي چوندا آهن، اهو هن سخي گورنر کان سک.

مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا تہ بادشاهہ سان ان جا ڪجهہ خاص درٻاري ڪڏهن شوخيءَ سان بہ ڳالهائيندا آهن ليڪن بادشاهہ کي برو نہ لڳندو آهي. هو بہ مسڪرائي ڇڏيندو آهي، مگر جيڪو خاص درٻاري نہ آهي. ان لاءِ هلاڪت آهي. هن درويش بہ پاڻ کي خاص درٻاري سمجهي ورتو هو پر هو انهيءَ مقام جو ماڻهو ڪونہ هو. هن نالائق اهو ڪونہ سوچيو تہ جنهن بادشاهہ پنهنجي غلامن کي خوبصورت ڪمربند ڏنا آهن. ان جو احسان تہ انهيءَ نابيني کي نظر آيو مگر جنهن خدا اها ڪمر(چيلهہ) عنايت ڪئي جنهن تي ڪمربند ٻڌو ويندو آهي. ان جي احسان جو تہ ڪو اقرار نہ شڪريو ڪجهہ عرصي کان پوءِ اهو گورنر ناجائز مال جمع ڪرڻ، رشوت کائڻ ۽ سرڪاري غبن جي الزام ۾ گرفتار ٿي پيو. هن جا سڀ غلام جاچ ۾ پڪڙجي پيا. اهي مالڪ جي خلاف ڪابہ شاهدي نہ پيا ڏين ان ڪري انهن کي ٻڌو ويو ۽ شديد عذاب ڏنو ويو تہ ٻڌايو نہ توهان جي مالڪ غبن ڪيل مال ۽ خزانو ڪاٿي لڪايو آهي؟ هنن جون هڏيون ڏڪيون پئي ۽ گوشت پڃجي رهيو هو مگر اهڙو سخت عذاب بہ مالڪ جي خلاف هنن جي زبان نہ کولائي سگهيو. ان درويش کي خواب ۾ هاتف چيو تہ تون خدا کي سخاوت پيو سيکارين. هاڻي تون هنن غلامن کي ڏسي بندگيءَ جا آداب سک، بندگي انهيءَ کي چئبو آهي تہ ڪو وڏي ۾ وڏو عذاب يا مصيبت بہ انسان کي خدا سان بي وفائي ڪرڻ تي آماده نہ ڪري.

## عاشق وٽ منطقي عقل کان مٿاهون عقل آهي

جبر (مجبوري ۽ قدر اختيار) جي ڏکي بحث کان پوءِ مولانا فرمائن ٿا تہ جزوي عقل ۽ منطقي استدلال قيامت تائين ڪنهن اطمينان بخش ۽ فيصلي ڪن مرحلي تائين نہ ٿا پهچائي سگهن. حقيقت تائين رسائي صرف عاشق سان پيدا ٿي سگهندي. عشق وٽ پنهنجو هڪ عقل آهي. جيڪو اسان جي معقولات

ڪان هزار درجا زياده حقائق کي واضح ۽ روشن ڪندو آهي. اسان جو جزوي عقل تہ صرف روزي حاصل ڪرڻ ۽ هن مادي ماحول ۾ زندگي بسر ڪرڻ جو هڪ اوزار يا وسيلو آهي. هي اهو عقل نہ آهي. جنهن سان حقيقت جا چوڏهن طبق روشن ٿين. جڏهن عشق انسان جي روح ۾ اچي وڃي تہ پوءِ بحث مباحثہ ۽ مناظرو ختم ٿي ويندو آهي. عاشق ان ڪري گهٽ ڳالهائيندو آهي تہ هن جي وات مان هڪڙو قيمتي موتي زمين تي ڪري پوندو. عشق اهڙي طرح خاموش ۽ ساڪن ٿي ويندو آهي، جيئن اصحاب رسول صحبت رسول ۾ هوندا هئا ڇڻ تہ انهن جي مٿن تي ڪو قيمتي پکي اچي ويٺو آهي ۽ هنن کي خطرو آهي تہ جيڪڏهن ٿوري بہ جنبش ڪئي سين تہ مٿي تان اڏامي ويندو.

## اياز جي سيرت عشق جو جادو

مثنويءَ ۾ محمود ۽ اياز جو هڪ طويل قصو لکيل آهي. قصو تہ مختصر آهي پر مولانا رحمۃ الله عليہ جيئن جو سندن معمول آهي الف ليلي وانگر قصي جي اندران هڪ ٻيو قصو لکندا ويا آهن ۽ وري قدم قدم تي روحاني نتيجا بہ اخذ ڪيا اٿن. داستان صرف ايتري آهي تہ اياز جيڪو محمود جو وزير بہ هو ۽ معشوق بہ هو، ان کي محمود انعام ۽ اڪرامن سان مالا مال ڪري ڇڏيو هو، ٻيا امير ۽ وزير ان سان حسد ڪرڻ لڳندا هئا. انهن محمود جي دل ۾ شڪ پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ چيو تہ اياز هڪڙو ڪمرو زبردست تالن سان بند ڪري ڇڏيو آهي. ڪنهن کي ان جي اندر وڃڻ نہ ٿو ڏئي ۽ نہ وري ڪنهن کي ٻڌائي ٿو تہ ان ۾ ڇا بند آهي. يقيناً شاهي خزاني جا وڏا قيمتي جواهر چورائي ان ۾ رکندو ٿو وڃي. ان جي ڪمري جي تلاشي وٺو تہ ان جي وفاداريءَ جو ڀرم کلي پوندو. محمود تہ بدگمان ڪونہ ٿيو ڇو تہ هن کي اياز تي مڪمل اعتماد هو مگر انهن حاسدن کي ذليل ڪرڻ لاءِ هڪ حڪم ڏنو تہ ڪمري جا تالا ڪوليا وڃن. ان مان سواءِ ان جي پراڻي پوستين ۽ پراڻن جوتن جي ڪجهہ نہ نڪتو. حاسد ڏاڍا شرمنده ۽ ذليل ٿيا ۽ محمود، اياز کي چيو تہ جيڪا چاهين هنن جي لاءِ سزا تجويز ڪر توکي اختيار آهي. وٽئي تہ معاف ڪري ڇڏ، مگر اهو ٻڌاءِ تہ اسان کي معلوم ٿيو آهي تہ تون هر روز اڪيلو هنن

سان مخاطب ٿيندو آهين. اها کهڙي حماقت آهي ۽ عجيب بت پرستي تي معلوم ٿئي. هيءَ ته ڪجهه اهڙي ڳالهه تي معلوم ٿئي جيئن عرب جا شاعر انهن جبلن ۽ کنڊرات سان عشق ۽ عاشقيءَ جون ڳالهيون ڪندا هئا. جيڪي ڪنهن وقت انهن جي محبت جا اڏا هئا.

عيسائي به ڪجهه اهڙي قسم جا خبطي آهن جو پادريءَ وٽ وڃي گناهن جو اعتراف ڪري گناهه بخشرائيندا آهن. حالانڪ پادري ويچارو ڪنهن جا گناهه ڪيئن ٿو بخشي سگهي. مگر محبت ۽ اعتقاد بئي شيون اهڙيون آهن. جيڪي انسان کي مسحور ڪري تصورات ۽ تخيلات جي اهڙي دنيا پيدا ڪندا آهن. جو انسان جمادات کي به روح وارو سمجهي انهن سان ڳالهيون ڪرڻ لڳندا آهن. محبت کهڙي طريقي سان جماد کي به زنده تصور ڪندي آهي. ان جو مثال مولانا رحمة الله عليه اهو ٿا ڏين ته ڏسو هڪ ماءُ مئل ٻار جي قبر تي ڪيئن نه چنبڙندي آهي. ٻار به هاڻي بي جان آهي. ڏسي ٻڌي نه ٿو سگهي ۽ قبر به زندگيءَ کان محروم آهي، ليڪن محبت جو جادو ڏسو ته هوءَ قبر کي به ڪنن ۽ هوش واري سمجهي پنهنجا ڏکڙا ٻڌائي ٿي ۽ مرده ٻار سان به ڳالهيون ٿي ڪري. ليڪن ڏينهن گذرڻ کان پوءِ ڏک گهٽجي ويندو آهي ۽ صرف هڪ هلڪي ياد رهجي ويندي آهي ته عشق جي باهه وسامڻ سان اهو جادو به هليو ويندو آهي.

## محروم ايمان مبلغ السلام

گهڻا مسلمان جن جو نه ايمان پختو هوندو آهي ۽ نه عمل ۾ ڪا خوبي هوندي اٿن. ڪنهن غير مسلم کي اسلام جي تبليغ ڪرڻ لڳندا آهن ته جيڪڏهن تون مسلمان ٿي پوين ته ڇوٽڪارو حاصل ڪندين ۽ آخرت ۾ توکي جنت ملندي. ليڪن ٻڌڻ واري تي ان جو ڪو اثر ڪونه ٿيندو آهي ڇو ته ان مسلمان جي پنهنجي حالت انهيءَ ڪافر کان وڌيڪ بهتر نه هوندي آهي ۽ ممڪن آهي ته ڪافر جا اعمال هن کان بهتر هجن. مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا ته حضرت بايزيد بسطامي رحمة الله عليه جي شهر ۾ هڪڙو آتش پرست هو. هڪڙي مسلمان ان کي چيو ته تون مسلمان ٿيءُ ته توکي ٻنهين جهانن جو فلاح حاصل ٿيندو آتش پرست چيو ته جنهن اسلام ۽ ايمان ڏي تون

ٿو مون کي دعوت ڏين جيڪڏهن اهو بايزيد جو اسلام آهي تہ منهنجي همت کان ايترو تہ مٿي آهي جو ان جي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش منهنجي لاءِ اجائي ٿيندي ۽ جيڪڏهن اسلام اهو آهي جنهن جو عملي نمونو توهان آهيو تہ پوءِ توکان تہ مون جهڙو انسان بہ گهڻ ڪونهي. تنهنجا اعمال تہ اهڙا آهن جو جيڪڏهن ڪنهن ۾ اسلام جي رغبت پيدا بہ ٿئي تہ بہ توکي ڏسي هن جي رغبت ئي ختم ٿي وڃي.

## بد آواز بانگو

انهيءَ سلسلي ۾ هڪ قصو بيان ٿا فرمائن تہ هڪ غيرمسلم ڇوڪريءَ کي اسلام پسند اچي ويو ۽ هوءَ مسلمان ٿيڻ لاءِ تيار ٿي وئي سيني گهڻو سمجهايس ليڪن هوءَ پنهنجي خيال تي قائم رهي. ايتري ۾ هڪ بدآواز بانگو قريبي مسجد ۾ اچي بانگ ڏيڻ لڳو. ڇوڪريءَ ڇيو تہ هي مڪروهہ آواز ڪٿان ٿو اچي؟ هن جي گهر وارن ڇيو تہ هي مسلمان بانگو اسلام جي عقيدن جو اعلان ڪري مسلمانن کي نماز جي لاءِ سڏي رهيو آهي. هن کي يقين نہ پيو اچي تہ اسلام جو آواز اهڙو دل آزار هوندو پر جڏهن سيني هن کي يقين ڏياريو تہ هي اسلام جوئي آواز آهي تہ فوراً هن کي اسلام کان اهڙي نفرت ٿي جو هن پنهنجي باطل دين تي رهڻ جو ارادو پڪو ڪري ڇڏيو. هن جي گهر وارن انهيءَ بانگي جي لاءِ منائي، حلوو، تحفا ۽ قيمتي ڪپڙا ڪٺي آيا ۽ چيائون تہ توهان جي آواز اهو ڪم ڪيو جيڪو اسان جي سڄي قوم گڏجي بہ نہ ڪري سگهي. هن مان مولانا رحمة الله عليہ هي سبق ڏيڻ ٿا چاهن تہ دين کي ٻين لاءِ دلنشين بنائڻ لاءِ مبلغ جي پنهنجي سيرت ۾ ڪجهہ نمايان خوبي هجڻ گهرجي ٻي ڳالهہ اها تہ جيڪڏهن سٺي ۽ سچي دين کي بہ بدذوق انسان ٻين جي سامهون پيش ڪن تہ دين بہ انهي جي بد ذوقيءَ جي ڪري ٻين جي سامهون نفرت جو سبب بنجي ويندو آهي. مبلغ جو اولين فرض هي آهي تہ هو پهريائين پنهنجي اندر سٺي گفتگو ۽ سٺا عمل پيدا ڪري جنهن دين جي مدعيءَ جو قول ۽ عمل ۾ لطافت نظر نہ اچي اهو ٻين جي لاءِ ڪهڙي طرح اثرائتو ثابت ٿي سگهندو.

# روح ۽ جسم

جسم ۽ روح جي اصليت ۽ انهن جو پاڻ ۾ تعلق جي مسئلي تي اڄ تائين فلسفي ۽ نفسيات ۾ بحث هلندو ٿو اچي. ماده پرست ٿا چون تہ جسم ئي حقيقي آهي ۽ روح ان جي صفت آهي. ان جي برعکس روحاني حکيم ٿا چون تہ اصل وجود روح جو آهي ۽ جسم ان جو طفيلي آهي. مولانا رومي رحمة الله عليه جن جو بہ اهوئي خيال آهي جنهن کي پاڻ مختلف اندازن ۾ پيش ڪيو اٿن. هڪ جاءِ تي فرمائن ٿا تہ روح مثل سليمان عليه السلام جي آهي ۽ صرف جسم نہ بلڪ سڄي مادي ڪائنات ان جي مقابلي ۾ هڪ ڪيل جيتري حيثيت رکي ٿي. هڪ ٻي تشبيھ ڏيندي فرمائين ٿا تہ روح مغز آهي ۽ جسم کل وانگي آهي. هن جهان ۾ هر جاءِ تي داڻو ٻھ ۾ ۽ مغز کل ۾ هوندو آهي. مولانا فرمائي ٿو تہ جسم ۽ روح جي متعلق حکيمن جو بحث هن طرح آهي جيئن هڪ عيار ۽ مڪار زال ۽ ان جي مڙس جي وچ ۾ ٿيو. ڳالھ ٿا ڪن تہ هڪ زال پيٽو (تمام گهڻو کائڻ واري) هئي. ان جي مڙس اڌ سير کان ڪجھ وڌيڪ گوشت خريد ڪري زال جي حوالي ڪيو چيو تہ هنن وٽ هڪ مهمان بہ اچڻ وارو هئو پيٽو زال سڀ گوشت پچي ڪباب وغيره ٺاهي کائي ڇڏيو. جڏهن مڙس گهر ۾ آيو تہ ڪيس چيائين تہ گوشت تہ سڀ ٻلي کائي ويئي. هاڻي وڃي ٻيو گوشت وٺي اچ تہ مهمان بہ کائي اسين بہ کائون. مڙس هن جي مڪارين کان واقف هو. تنهن ٻليءَ کي پڪڙي ان جو وزن ڪيو تہ هن جو ڪل وزن اڌ سير کان بہ وڌيڪ نہ ٿيو. ان تي مڙس زال کي چيو تہ او مڪار! هاڻي تون مون کي سمجهاءِ تہ هي جيڪڏهن کائي ويل گوشت جو وزن آهي تہ پوءِ ٻليءَ جو وزن ۽ ٻلي ڪاڏي وئي؟ ۽ هيءَ جيڪڏهن ٻلي آهي جيڪا مون توري آهي ۽ هي وزن بہ ٻليءَ جو آهي تہ پوءِ هن جو ڪاڏل گوشت جو اڌ سير ڪاڏي هن ۾ اندر گم ٿي بي وزن ٿي ويو؟ مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ جسم ۽ روح جي متعلق حکيمن جا دليل ۽ بحث هن قسم جا آهن. جسم کي ڏسن ٿا تہ ان ۾ روح ڪاٿي تور ۾ نہ ٿو اچي ان ڪري ماده جا حکيم هن روح جي وجود جو ئي انڪار ٿا ڪن ۽ روحاني حکيم ٿا چون تہ اصل هستي فقط روح آهي تہ ماده جا حکيم ٿا پڇن تہ پوءِ هي جسم ڇا آهي؟ مولانا فرمائي ٿو تہ جسم ۽ روح ٻئي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي حقيقي آهن اگرچہ انهن جي حقيقتن جي درجي جو

فرق ڪجھ هن طرح سمجهو جيئن داڻي ۽ ٻھ ۾ فرق آهي. پر هي تہ صرف مثال آهن هن جي تعلق جي اصليت استدلالي عقل جي گرفت ۾ نہ اچي سگهندي. جنهن جهان ۾ اسين رهون ٿا انهيءَ جي متعلق ايتري ڳالھ درست ۽ يقيني آهي تہ روح هتي جسم کان بغير ڪجھ بہ ڪم ڪري نہ ٿو سگهي ۽ جسم بغير روح جي صرف مردو رهجي ٿو وڃي. هتي الله تعالي جسم ۽ روح ۾ ازدواج پيدا ڪري ڇڏيو آهي. هن دنيا ۾ نتيجا ترڪيب ۽ ازدواج سان ئي پيدا ٿيندا آهن. قرآن ڪريم ۾ بہ آهي تہ الله تعالي دنيا ۾ هر شيءِ جا جوڙا بنايا آهن. آخر ۾ فرمائن ٿا تہ محسوسات کان مٿي بہ ڪائنات جي هستيءَ جون ٻيون ڪيترين بلند سطحون آهن. اتي بہ جوڙا جوڙا آهن. جن جي اصليت هتي سمجھ ۾ نہ ٿي اچي سگهي ڇو تہ هستيءَ جي انهن سطحن تي جيڪي شيون آهن اهي نہ ڪنهن کن ٻڌيون ۽ نہ ڪنهن اک ڏٺيون آهن. جيڪڏهن انهيءَ هستيءَ جو پاڇو بہ اسان جي حواسن تي پوي تہ هي حواس ئي نہ رهن. سج جا ڪرڻا جڏهن برف تي پوندا آهن تہ برف برف نہ رهندي آهي پاڻي ٿي ويندي آهي.

## بت پرستي، عقل ۽ دين جي ٻار اڻپ تي ظاهر ڪري

مندر ۽ ڪليسا ۾ جيڪا بت پرستي ٿيندي آهي. ان جي نسبت فرمائن ٿا. تہ هنن ماڻهن اولياءَ ۽ انبياءَ جون تصويرون ۽ بت ٺاهي رکيا آهن مگر هنن جي ارواحن سان رابطو پيدا ڪرڻ جي بجاءِ اهي صورت پرست ٿي ٿا پون ۽ تصويرن کي سجدو ڪرڻ ٿا لڳن. هي ماڻهو روحاني طريقي سان نابالغ ٻار آهن. ٻارن کي گڏيون کيڏڻ لاءِ ڏبيون آهن ڇو تہ اجان هن جي زندگي ٻاراڻپ ۾ آهي. ننڍن ٻارن کي ڪاٺيءَ جي تلوار هلائڻ لاءِ ڏبي آهي. ڇو تہ اصلي تلوار هلائڻ جي قوت انهن جي ٻانهن ۾ ڪانهي ۽ اصلي تلوار جي ڏار سان انهن جي زخمي ٿيڻ جوبہ امڪان آهي. پر جڏهن جواني ۽ طاقت اچي وڃي تہ پوءِ تصويرون ۽ گڏيون کٽي کيڏڻ ۽ ڪاٺ جي تلوار هٿ ۾ کٽي پاڻ کي تلوار هلائڻ وارو بهادر سمجھڻ ختم ٿي ٿو وڃي. مندر ۽ ڪليسا جا بت پرست اجان انهيءَ نڪتي کان واقف نہ آهن.

# جذبات جو غلبو عقل تي پڙدو وجهي ڇڏيندو آهي

هن ڳالهه کي ذهن نشين ڪرائڻ لاءِ ته قوي جذبات جي پڙدي پوڻ وقت انسان جو عقل ۽ دورانديشي ۽ مصلحت ڪهڙي طرح هوا تي ويندي آهي. مولانا رحمة الله عليه هڪ پيءُ هڪ ڌيءَ ۽ نانيءَ جو قصو تا بيان ڪن. ڇوڪري جوان تي وئي هئي ليڪن پيءُ کي پنهنجي حيثيت جي مطابق ناتي نه پئي مليو. جوان نياڻيءَ کي بغير نڪاح جي گهر ۾ رکڻ خطري کان خالي نه هو. ڇوندا آهن ته جڏهن گدرو پوري طرح پچي وڃي ته ان کي ڇيرڻ لازمي تي پوندو آهي. ورنه اهو اندران سڙي ويندو آهي. پيءُ هڪڙي تمام غريب سان هن جي شادي ڪري ڇڏي ليڪن ڌيءَ کي تاڪيد ڪيائين ته هن مان اولاد پيدا ٿيڻ نه ڏجانءِ. ڇو ته هي شخص ٻارن کي چڱيءَ طرح رکڻ جي استطاعت نه ٿو رکي. ٻار ٿيڻ کان پوءِ توکي ڇڏي ڀڄي ويندو. ڇوڪريءَ پيءُ سان سچي دل سان وعدو ڪيو ته هوءَ هن نصيحت تي عمل ڪندي. ناني غريب هجڻ جي باوجود خوبصورت نوجوان هو. مولانا فرمائي ٿو ته اهو ڪيئن ٿي ٿو سگهي ته باهه کي ڪپهه سان ملايو وڃي ۽ پوءِ ڪپهه کي چئجي ته باهه کان بچندي رهجانءِ. چنانچه جيڪا فطرت جي تقاضا آهي اهوئي ٿيو. ڇوڪري پيٽ سان ٿي پئي ۽ ٻار پيدا ٿيو. ڪافي وقت ته پيءُ کان لڪائيندي رهي ليڪن آخرڪار هن کي خبر پئجي وئي. هن ڇوڪريءَ کي ڏاڍو ڳالهايو ته تو منهنجي نصيحت تي عمل نه ڪيو حالانڪ تو پڪو وعدو ڪيو هو. مون توکي ڇيو ته ميلاپ جي دوران آخري انزال جي وقت مڙس کي هٽائي ڇڏجانءِ ۽ انزال جي وقت جي نشاني به توکي ٻڌائي هئي ته جڏهن هن جي اکين ۾ مستيءَ جو رنگ اچي وڃي ته سمجهجانءِ ته انزال جو وقت قريب آهي. ڇوڪري ڇيو ته مان هن جي اکين جو رنگ ڇا ڏسان ان وقت ته منهنجون ئي اکيون بند ٿي پيون وڃن.

# ڪوڙا صوفي

مولانا رحمة الله عليه جن مثنويءَ ۾ ڪوڙن پيرن ۽ صوفين جا گهڻا قصا لکيا آهن. ڪڏهن هنن کي بي تحقيق مقلد چئي ملامت تا ڪن ته ڪڏهن انهن جي گهٽي ڪائڻ جو ذڪر تا ڪن ۽ ڪڏهن انهن جي بزدليءَ جا داستان تا بيان

ڪن. فرمائن ٿا تہ هڪڙو اهڙي قسم جو صوفي مخلوق جي توجهہ جو مرڪز بڻجي ويو هو. عوام هن جا هٿ چمندا هئا تہ هن جو نفس خوشيءَ مان ڦنڊي ويندو هو. هن اها بہ دعويٰ ڪئي هئي تہ مان نفس سان جهاد ڪرڻ وارو مجاهد آهيان جيڪو حقيقت ۾ جهاد اڪبر آهي. منهنجي لاءِ تلوار سان جهاد ڪرڻ ڪابہ هٿ جي راند برابر آهي. هڪ دفعي ڪافرن جي خلاف جهاد جي لاءِ لشڪر روانو ٿيو تہ هي حضرت بہ گڏجي هلڻ لڳو ليڪن احتياط سان لشڪر جي پويان رهيو جتي سامان تنبو ۽ بيمارن جي لاءِ انتظام هئو. جڏهن لشڪر دشمن کي مغلوب ڪري جنگ جي قيدين کي وٺي مال غنيمت جو ڪجهہ حصو هن جي سامهون پيش ڪيائون تہ فرمائڻ لڳو تہ مان هن جو حقدار نہ آهيان ڇو تہ مان قتال کان محروم رهيس. ڇڻ تہ شڪايت ڪري رهيا هئا تہ مون جهڙي جانباز کي اوهان پوئتي ڇڏي ويا حالانڪ هو پاڻ جان بچائڻ لاءِ قتال کان پري رهيو هو. هڪ لشڪريءَ عقيدي سان چيو تہ توهان هاڻي ڪافر کي ماريو. جنگ جي قيدين مان هڪڙي ڪافر کي جيڪو زنجيرن ۾ جڪڙيل آهي. اوهان جي حوالي ٿا ڪيون توهان هن کي قتل ڪري غازين ۾ شامل ٿي وڃو. چنانچ انهيءَ ڪافرن کي صوفيءَ جي حوالي ڪري لشڪري پنهنجي خيمن ڏي هليا ويا. ڪافي گذرڻ کان پوءِ هو ان طرف واپس آيا تہ قتل ٿيل ڪافر کي ڏسي صوفيءَ کي مال غنيمت جو حصو ڏين. اتي ڇا ٿا ڏسن تہ هٿن پيرن ٻڌل ڪافر صوفي صاحب کي ليٽائي ان جي مٿان سوار آهي ۽ پنهنجي تيز ڏندن سان ان کي رتو ڇاڻ ڪري ڇڏيو اٿس. لشڪرين حيران ٿي پڇيو تہ اي صوفي مجاهد! هي ڇا معاملو آهي؟ هٿن پيرن ٻڌل ڪافر توکي ڪيئن ڪيرايو آهي جو تون بيوس زخمي لڳو پيو آهين؟ صوفيءَ چيو تہ ڇا ٿا پڇو هن ظالم اهڙي زهريلي اکين سان مون کي ڏٺو جو منهنجا حواس گم ٿي ويا. مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ افسوس آهي جو اهڙا ماڻهو مذهبي پيشوا ۽ مجاهد بڻيا وينا آهن. عام مسلمانن کي مخاطب ٿي فرمائن ٿا تہ خود تنهنجو حال بہ انهيءَ صوفي جهڙو آهي. جهاد اصغر ۽ جهاد اڪبر جا داعي گهڻا آهن پر جيڪڏهن امتحان جو وقت اچي پوي تہ توهان جوئي ٻڌل نفس توهان کي ڪيرائي ٿو وجهي. جيئن ئي نفس امارو يا شيطان توکي اکيون ڏيکاري ٿو تہ تون اتي ئي ٿڌو ٿي ٿو وڃين.

# عشق ئي ڪائنات جي بقا - ترقي ۽ زندگي آهي

سچي مثنويءَ جو محور عارف رومي رحمة الله عليه جو وجدان عشق آهي جنهن ڪي هو سيني دينن کان مٿاهون ٿا سمجهن يا هيئن چئجي ته سيني سچن دينن جو روح ٿا قرار ڏين. جيئن ته سڀ دين ڪجهه عرصو گذرڻ کان پوءِ حقيقت کان پري گهڻو ڪري افسانو رهجي ٿا وڃن ۽ خدا به صرف هڪ حرف رهجي ٿو وڃي. اهڙي حالت ۾ عاشقان الاهي فقط عشق جي تلقين ڪري ۽ ان کي زندگيءَ جو جز بنائڻ تي زور ٿا ڏين. جيئن ته دين جي حقيقت خدا جي خلق کان بلڪل روپوش نه ٿي وڃي. ظاهر پرست عوام ۽ فقهاءَ جن جي لاءِ دين صرف ڪجهه شعائر جي پابنديءَ جو نالو رهجي ٿو وڃي. اهڙا عاشقن کي ڪافر چوڻ ۾ دير نه ٿا ڪن. آهستي آهستي اها حالت ٿي ٿئي جو دين جي روح(عشق) کي ظاهري شعائر تي ترجيح ڏيڻ وارا پاڻ لاءِ به خوشيءَ سان ڪفر جو اصطلاح قبول ٿا ڪن بلڪ اهڙي قسم جي ڪفر تي فخر ڪرڻ لڳندا آهن. مير جو شعر آهي:

سخت ڪافر تها جس نے دلهلي مير
مذهــب عشـــق اختيـــار ڪيـــا

امير خسرو ٿو فرمائي ته:

ڪافر عشقم، مسلماني مرا درڪار نيست
هر رگ من تار گشته حاجت زنارنيست

عارف رومي رحمة الله عليه جي نزديڪ عشق صرف انسان جو جوهر نه آهي. بلڪ زندگي ۽ ڪائنات جي تخليق جي قوت ۽ ترقيءَ جو ذوق عشق جي ڪري ئي آهي. زماني حال ۾ انهيءَ نظرئي جو وڏو مبلغ علامه اقبال ٿي گذريو آهي. جيڪو پنهنجي مرشد رومي رحمة الله عليه جي پيروي ڪندڙ ٿو نظر اچي.

مولانا روم رحمة الله عليه هن عقيدي کي دلنشين ڪرڻ لاءِ ڪڏهن تشبيهات کان ڪم ٿا وٺن ته ڪڏهن ڪائنات جي ظاهر ٿيندڙ مظهرن ڏي توجه ٿا ڏيان جن تي غور ڪرڻ سان عقل به انهيءَ نتيجي تي ٿو پهچي. زندگيءَ ۾ ظاهر ٿيندڙن جو اصل ۽ انهن ۾ قوت پيدا ڪندڙ ڪهڙي شيءِ آهي؟ ان جو جواب مولانا وٽ هڪ ئي آهي ۽ اهو اهو آهي ته سڀ کان مرعوب ٿيڻ

جي ضرورت نہ آهي. هي سمجهڻ تہ آسمانن جي لامحدود تارن وغيره ۾ جن ۾ ڪي ڪي تہ اسان جي هن زمينن کان لک لک دفعا وڏا آهن ۽ اسان جي زمين انهن وسعتن ۾ ڪا حقيقت بہ نہ ٿي رکي. ان کان پوءِ انسان جي گهٽتائيءَ لاءِ هي چوڻ تہ هو هن ذري جيتري زمين ۾ هڪ اعتبار ۾ ئي نہ اچڻ جهڙو ناچيز ذرو آهي. اهو ڪائنات ۽ زندگي جي حقيقت کان ناواقف هجڻ جي ڪري ماديت جو زاويہ نگاهہ آهي.مولانا رحمة الله عليہ جن فرمائن ٿا تہ مڪاني وسعتون صرف ظاهر ڏيندڙن جون وسعتون آهن. جن جي حقيقت بس ايتري آهي، جيتري سمنڊ جي مٿان گجي. زندگيءَ جي حقيقت جو لامحدود سمنڊ عشق آهي. آسمانن جو وجود ۽ ان ۾ گردشون سڀ عشق جي بدولت آهن ۽ انهيءَ عشق جو سڀ کان وڏو مرڪز ۽ محل انسان جي دل آهي.

جيڪڏهن عشق جو جذبو نہ هجي تہ مادي ڪائنات بہ ختم ٿي وڃي. مادي جي حڪيمن لاءِ هي هڪ ناقابل حل مسئلو آهي تہ هن ڪائنات ۾ زندگيءَ جو آثار ڪيئن ٿيو؟ جمادات جي مٿان نباتات جو درجو آهي. جنهن جي اندر زندگيءَ جو هڪڙو ابتدائي قدم نظر ٿو اچي. نہ ٿو اچي تہ نباتات جا عناصر بہ اهي ئي مادي عناصر آهن جن کي ماده پرست بي جان ٿو سمجهي؟ جيئن تہ هنن کي مطلق بي جان ٿو سمجهي ان ڪري هن خود پنهنجي لاءِ هي مشڪل پيدا ڪيو آهي تہ بي جان مادي جاندار نباتاتي صورت ڪيئن اختيار ڪئي. مولانا رحمة الله عليہ جن فرمائن ٿا تہ جمادات اصلاً بي جان نہ آهي. ليڪن زندگيءَ جي درجي بنديءَ ۾ انهن جي زندگيءَ جو درجو تمام گهٽ آهي. جيئن تہ ترقيءَ جو ذوق ۽ فنا جي ذريعي بقا جي مٿاهن درجن ڏي عروج ۽ عبور ڪرڻ زندگيءَ جي خصوصيت آهي ۽ انهيءَ جوئي ٻيو نالو عشق آهي ان ڪري جمادي عناصر پنهنجو پاڻ کي نباتات ۾ محو ڪري خود نباتات بنجي ٿا پون. انهيءَ قرباني يا ايثار جي ڪري هو فنا ڪونہ ٿا ٿين بلڪ انهن کي عروج حاصل ٿو ٿئي. ترقيءَ جو رستو اهوئي آهي تہ جان يا روح اعليٰ تر جان يا روح ۾ محو ٿي هر هڪ قدم تي فنا جي ذريعي بقا حاصل ڪندي وڃي انهيءَ ئي رستي سان انسان جو موجوده روح اعليٰ تر روحاني زندگيءَ ڏي عروج ڪري ٿو سگهي. ايتري قدر جو هو روح القدس جي درجي تي اچي وڃي جنهن بي بي مريم عليہ السلام کي حامله ڪيو.

جمادات جا ذرا هڪ وڻ جي اندر مٿاهين ڪوشش سان سربلند ٿي ويندا آهن ته ڇا انساني روح ۾ اهو امڪان باقي نه رهيو آهي ته هو هڪ نئين نوع ۾ تبديل ٿي وڃي. جنهن جي ڪيفيت موجوده حالت ۾ عقل جي گرفت ۾ نه ٿي اچي سگهي.

## راز ۽ راز جو کلي پوڻ قيامت جا نمونا هتي اسان جي سامهون به آهن

فرمائن ٿا ته زندگي هر درجي ۾ راز به آهي ۽ راز کي کوليندڙ به اسان جي زمين جي مٿان جيڪي به گل ۽ ميوا وغيره آهن هي سڀ زمين جي اندر لڪل هئا. ليڪن پاڻي ۽ سج جي ڪري هي اسرار زندگيءَ جي سطح تي اچي کلي ٿا پون. سرءُ جي موسم ۾ زمين ۽ وڻ مئل نظر ايندا آهن. هو مئل نه هوندا آهن. بلڪ ڪجهه عرصي جي لاءِ پنهنجي راز کي لڪائي ڇڏيندا آهن. وري بهار جي موسم انهن جي لاءِ قيامت بنجي پوندي آهي. انهن جي خميرن ۾ جيڪي ڪجهه لڪل هو اهو ظاهر ٿي پوندو آهي. انسان کي گهرجي ته قيامت جي اصليت به هن اشاري سان سمجهي وڃي. هر سال هن جي سامهون زمين تي هڪ ظاهري موت طاري ٿيندو آهي ۽ وري بهار ۾ ذري ذري جو خمير ظاهر ٿيڻ لڳندو آهي. قيامت انهيءَ جو نالو آهي ته عمل - فڪر ۽ ميلانات جا ٻج تو پنهنجي زندگيءَ ۾ پوکيا آهن. اهي تنهنجي يا ٻين جي نظرن کان لڪي وڃن ته هي نه سمجهڻ گهرجي ته اهي ڪو اثر پيدا نه ڪندا. هي راز جو مقرر وقت تي ظاهر ٿي پوڻ لازمي آهي.

## سبب ۽ اثر جو هم صفت هجڻ لازمي نه آهي

ڪجهه حڪيمن جو خيال آهي ته سبب ۽ اثر جو هم ذات ۽ هم صفات هجڻ لازمي آهي. ان ڪري ماده پرست جن جي نزديڪ سڀ سبب مادي آهن. اثرن کي خواه اهي نفسي هجن مادي جون ئي بدليل صورتون ٿا قرار ڏين ليڪن مولانا رحمة الله عليه انهيءَ نظرئي جي ترديد ٿا ڪن ۽ مثالن سان دليل ٿا پيدا ڪن پڇن ٿا ته

ٻڌايو تہ شاخ ۽ گل کي ٻج سان ڪهڙي نسبت آهي يا منيءَ جي قطري ۾ توکي انسان جي صورت ڪاٿي ٿي نظر اچي؟ انگور ول مان نڪرندا آهن. ليڪن ول ول آهي ۽ انگور انگور. ول ۾ ڪنهن کي انگور نظر ايندا آهن؟ ماڻهوءَ جا سڀ جزا خاڪي آهن. ليڪن ڇا انهن جي جسمن ۾ ڪا مٽي نظر اچي ٿي؟ هر سبب جي صفتن کي اثرن ۾ تلاش ڪرڻ هڪ عجيب عمل آهي. مادي عالم کي ڏسو پاڻي هائيڊروجن ۽ آڪسيجن جي ملاوٽ سان بڻيو آهي. ليڪن پاڻي جي اندر نہ ڪا هائيڊروجن جي صفت آهي ۽ نہ آڪسيجن جي مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ جن کي توهان سبب ٿا چئو اهي پاڻ کان بلڪل الڳ قسم جي انداز جي هستيءَ کي ظاهر ڪرڻ لاءِ هڪ بهانو هوندا آهن. اهو چوڻ بلڪل حماقت آهي تہ گل پنهنجي حقيقت ۾ اهائي گپ آهي. جنهن جي اندر هو ڦٽيو آهي. اهڙي قسم جي حماقتن سان طبيعي حڪيمن دهرائڻ شروع ڪيو تہ انسان آخر حيوان ئي آهي ۽ باندرن جو هڪ قسم آهي. بقول اڪبر الہ آبادي

کها منصور نے خدا هون مين ڈارون بولے بندر هون مين

سن کر کهنے لگے ميرے اک دوست فکر هر کس بقدر همت اوست

فرمائن ٿا تہ انسان جو نطفو تہ آخر مانيءَ مان ئي ٿو پيدا ٿئي پوءِ ڇا نطفي ۽ مانيءَ ۾ ڪا مناسبت نظر اچي ٿي؟ لقمي مان لقمان بڻجندو آهي ليڪن ڪاٿي لقمو ڪاٿي لقمان.

هڪڙو شخص ڪنهن سخت پريشانيءَ جي خبر ٻڌندو آهي تہ مٽي ۾ سور ٿيندو اٿس ليڪن پريشان ڪرڻ واري خبر ۽ مٽي جي سور ۾ سبب ۽ اثر جي صفتن ۾ ڇا توکي ڪا هڪجهڙائي نظر اچي ٿي؟ نيڪ ۽ بدعملن جي جزا ۽ سزا جو دنيا ۽ آخرت ۾ ائين قياس ڪيو ۽ انهيءَ ۾ شڪ نہ ڪيو تہ اطاعت يعني فرمانبرداري جنت جي صورت ۾ ۽ نافرماني يا گناهہ جهنم جي عذاب جي صورت ڪيئن اختيار ڪندا.

## روح ۽ خدا جو ربط نہ حلول آهي نہ اتحاد

فرمائن ٿا تہ انساني روح جو خدا سان هڪ خاص تعلق آهي. انسان جنهن جو تصور ۽ تخيل مادي ۽ مڪاني آهي، انهيءَ رباطي کي انهيءَ انداز سان

سوچيندي مغالطي ۾ پئجي ٿو وڃي. اسان جي انا جو تعلق تہ اسان جي پنهنجي جسم سان بہ مکاني نہ آهي حتاڪہ آقاءِ مطلق يعني خدا سان ان جو رابطو مکانيت جي سانچن ۾ قابل فهم ٿي سگهي. ڪجهہ مذهبن اها غلط تعليم ڏني آهي تہ خدا انساني جسم اختيار ڪري هن دنيا ۾ عام بشر وانگر ڪائيندو پيئندو ۽ هلندو چلندو آهي. هي اوتاري مذهب عام آهن. ان جي مقابلي ۾ ڪجهہ حڪيمن ۽ صوفين هي غلط چيو تہ انسان خدا بنجي ٿو سگهي. هڪڙو گروه حلول جو قائل بنجي ويو تہ خدا انسان جي اندر سمائجي ٿو وڃي. ٻئي چيو تہ حلول نہ بلڪ اتحاد سان خدا ۽ انسان هڪ ذات ٿي ٿا وڃن. مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ هي اوتار بنائڻ وارا بہ غلطيءَ تي آهن ۽ حلول ۽ اتحاد وارا بہ مکاني سانچن ۾ سوچي رهيا آهن. فرمائن ٿا تہ هي صحيح آهي تہ اسان ڪي هن موجوده نفس يا ان کان بلند تر ٿي آقاءِ مطلق سان رابطو پيدا ڪرڻو آهي. زندگيءَ جو انتهائي مقصد اهوئي آهي ليڪن صفات الاهيءَ ڪي حتي المقدور جذب ڪرڻ کان پوءِ انا جي جيڪا ڪيفيت ٿيندي آهي اها اسان جي تفکر تي منڪشف نہ ٿي ٿي سگهي. محسوسات ۽ معقولات زبان ۽ بيان ان جي ادراڪ کان عاجز آهن. مولانا رحمة الله عليه انهيءَ قرب جو اثر مثالن سان واضع ڪرڻ ٿا گهرن ليڪن حقيقت ان سان بہ واضح نہ ٿي ٿئي. ڪڏهن فرمائن ٿا تہ ائين سمجهو تہ سج جي شعاع تارن جي شعائن جي هئڻ يا نہ هئڻ ڪي برابر ڪري ڇڏيو آهي. يا لوهہ باهہ ۾ ڳاڙهو ٿيڻ بعد باهہ جون صفتون پيدا ڪندو آهي.

## حصو ڇهون

# گـهِـرو علم النفس

مثنويءَ ۾ علم النفس جا اهڙا گهرا نڪتا ملن ٿا. جيڪي زماني حال ۾ نفسيات جي ماهرن تي ڪنهن حد تائين وضاحت سان منڪشف ٿيا آهن. تحت شعور جي نفسيات جو ماهر فرائڊ چئي ٿو تہ انسان جي اندر سرچشمۂ حيات شهوت آهي جنهن کي هولبيبو ٿو چوي. ۽ ان جو نظريو هي آهي تہ انهيءَ جو ئي رخ بدلائي اخلاق ۽ روحانيت پيدا ٿئي ٿي. مولانا رحمة الله عليه بہ صديون اڳ عين اهوئي نظريو پيش ڪيو فرمائن ٿا تہ هڪ شخص ڪنهن امير ڪان هڪ گهوڙو طلب ڪيو. امير چيو تہ وڃ هي سفيد گهوڙو ڪاهي وڃ. گهرڻ واري چيو تہ نہ هي گهوڙو مان ڪونہ وٺندس. هن ڪي اڳتي وڌايو تہ هي پوئتي ٿو هلڻ لڳي. امير چيو تہ گهر وڃڻ مهل هن جو پڇ گهر جي طرف ڪري ڇڏيندو ڪر پوئتي هلندو هي توکي گهر تائين پهچائي ڇڏيندو. مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ نفس اماري جو بہ اهوئي حال آهي. انسان زندگيءَ جي ترقيءَ ۾ اڳتي وڌڻ ٿو چاهي مگر هي نفس پوئتي ٿو ڇڪي. ليڪن شهوت جو رخ جسمانيت ڪان عقل ۽ روحانيت جي طرف ڦيرائي تہ سگهي اهائي قوت عقل ۾ تبديل ٿي سگهي ٿي. هر هڪ وڻ ۾ وڌڻ جو ميلان ۽ قوت جو خزانو هوندو آهي. جيڪڏهن هن جون ڪجهہ شاخون ڪاٽي ڇڏجن تہ انهن جي قوت بين شاخن ۾ منتقل ٿي وڻ کي طاقتور ۽ بلند تر بنائيندي آهي. زندگيءَ جي تخليقي قوت کي شهوت چئجي هن ۾ ڪو حرج نہ آهي هن جو رخ بدن جي طرف هجي تہ اهو جائز حدن ڪان وڌي انسان کي ذليل ڪري ٿو ڇڏي. ۽ روح جي طرف هجي تہ انسان کي شريف تر بنائي ٿو ڇڏي. هيءَ قوت بذات خود نہ شريف آهي ۽ نہ ذليل پوئتي هلڻ واري گهوڙي وانگر شهوت جو رخ بہ بدلائي ڇڏيو تہ اها بہ توهان کي منزل مقصود تائين پهچائي ڇڏيندي.

# معجزات سان حقيقي ايمان پيدا نہ ٿي سگهندو

معجزات جي متعلق مولانا هر هنڌ حڪيمانہ نڪتا بيان ڪيا آهن.هڪ هنڌ فرمائن ٿا تہ جنهن ۾ روحانيت جي چاشني هوندي آهي. ان جي لاءِ تہ

زيارت ۽ پيغمبر جو آواز ئي معجزو هوندا آهن. وري فرمائن ٿا تہ معجزو ايمان پيدا ڪرڻ وارو نہ هوندو آهي بلڪ سنو مؤمن اهو ٿيندو آهي جنهن ۾ نبي ﷺ جن جهڙي ڪا هم جنس شيءِ ان ۾ اڳ ئي موجود هوندي آهي. معجزات دوست جي لاءِ نہ پر دشمن کي مغلوب ۽ عاجز بنائڻ لاءِ هوندا آهن. مغلوب يا عاجز ٿي پوءِ ايمان آڻڻ واري جي ايمان جي ڪا قيمت ٿي سگهي ٿي. دين جو مقصد اهو نہ آهي تہ ڪنهن کي ڪچيءَ ڪان وٺي مجرايو وڃي. جتي رضا ۽ رغبت نہ آهي اتي ايمان ڪهڙو.

## تدريج ۽ ارتقا

مولانا رحمة الله عليه جي تعليم جو خاص ۽ امتيازي پهلو سندن نظريو ارتقاءِ حيات آهي. فرمائن ٿا تہ ارتقاءَ جي لاءِ تدريج لازمي آهي. سڄي ڪائنات تدريجي ارتقا جو نتيجو آهي. زندگيءَ جا ڪمالات ان جي ابتدائي صورتن ۾ بہ بطور ممڪنات لڪل هوندا آهن. جهڙي طرح چوڏهينءَ جو چنڊ پهرين تاريخ جي چنڊ ۾ لڪل آهي. خدا ۽ ان جي، سنت هر جاءِ تي تدريج جو سبق ٿي ڏئي زندگي آهستي آهستي پير پير هلندي ترقي ڪندي آهي. زندگيءَ جي ڪنهن بہ موجوده صورت ۾ جو ڪجھ گهٽتائي يا خامي نظر ٿي اچي. اها مستقل خامي نہ آهي. بلڪ ارتقاءَ طلب تدريج آهي. سنو بورچي جڏهن عمدو ڪاڌو پچائيندو آهي تہ هڪدم ديڳ جي هيٺيان گهٽي باهہ ڪونہ ڏيندو آهي. بلڪ فطرت پاڻ بہ جيڪو ميوو پچائيندي آهي ان جو بہ اهوئي اصول آهي. دير سان پچي اهو مٺو ٿيندو آهي. خدا پاڪ کي اها قدرت هئي تہ سڄي ڪائنات کي هڪ لمحي ۾ هڪ ئي حڪم سان ظاهر فرمائي ها. ليڪن خدا جي سنت ۽ مشيت جي اها تقاضا نہ هئي هن ناهڻ ۾ ڇهہ ڏينهن لڳايا ۽ هڪ هڪ ڏينهن اسان جي هزارها سالن جي برابر.

انسان کي ڏسو تہ ماءُ جي پيٽ ۾ بتدريج نون مهينن ۾ تڪميل ڪ ، تو پهچي. ساڳي طرح آدم عليه السلام کي بہ خدا تعاليٰ جلشانہ هڪ لمحي ۾ ناهي ٿي سگهيو ليڪن آدم عليه السلام جي ناهڻ ۾ بہ الله تعاليٰ جلشانہ چاليهہ ڏينهن لڳايا ۽ هڪ هڪ ڏينهن هزارن سالن جو. فرمائن ٿا تہ انسان جي

ابتدائي صورت جي تڪميل تي بہ ڪافي وڏو عرصو لڳو ۽ عوام جي انهيءَ عقيدي جي ترديد ٿا ڪن تہ آدم جو بت فوراً مٽيءَ مان بنايو ويو ۽ پوءِ هڪدم روح ڦوڪي ان ڪي پورو انسان بنايو ويو. انسان جي ابتدا بہ طويل ارتقاءَ سان ئي ٿي هئي.

پوءِ فرمائن ٿا تہ جلد باز انسان هي نہ ڏسندو آهي تہ منزل حيات ۾ جنهن هستيءَ جو جيترو درجو بلند آهي اوتري قدر ان جي پختگيءَ ۾ دير لڳندي آهي. وڏن ۽ قيمتي وڻن جي پختگي، استواري ۽ بلندي ڏهہ ويهہ پنجاهہ بلڪ سؤ سؤ سالن ۾ بہ ٿيندي آهي. ليڪن ڪدوءَ جي ول ڦوراً عروج جي طلبگار ٿيندي آهي. خود پنهنجي قوت سان نہ وڌي سگهندي آهي تہ پتين ۽ ٻين وڻن سان چنبڙندي سهارو وٺندي مٿي چڙهندي ويندي آهي ۽ ان ڪي پنهنجو عروج سمجهندي آهي. اصل ۾ پائدار ترقي تہ بتدريج جدوجهد سان ئي پيدا ٿيندي آهي.

## شهوت پرست پوڙها

شهوت پرست پوڙهن جي نسبت فرمائن ٿا تہ انهن جو مثال ائين آهي جيئن چلهہ جي مٿان ديڳ رکي هجي اندران خالي هجي ليڪن ان جي هيٺان گهٽي باهہ ٻرندي هجي نہ ٽنگن ۾ طاقت آهي نہ گهوڙو آهي. ليڪن شهسواريءَ جو شوق آهي. انهن پوڙهن شهوت پرستن ڪي ڪتن وانگر سمجهڻ گهرجي. جڏهن ڪراڙپ ۾ ڪتي جا ڏند پيجي پوندا آهن تہ پوءِ غلاظت ۾ وات وجهندو پيٽ ڀريندو وتندو آهي. سٺ سال جو پوڙهو هـَوَسي نهايت درجي جو ملعون هوندو آهي.

## ڪريل مثالن جو جواب

مثنويءَ تي اڪثر هي اعتراض ڪيو ويندو آهي تہ هن ۾ گهٽا مثال ۽ قصہ ڪريل قسم جا آهن. حالانڪ مولانا انهن مان اهم اخلاقي نتيجا اخذ ڪن ٿا. ليڪن بهرحال بعض مثالن جي سطح تمام ڪريل آهي. جنهن مان سليم طبع وارن ڪي تڪليف ٿئي ٿي. هن جي جواز ۾ حڪيم معنوي مولانا رحمة الله عليہ جن فرمائن ٿا تہ جيڪڏهن مخاطب گهٽ درجي جي ذهنيت جو انسان آهي

تہ ان کي مٿاهين درجي جا خيال پسند نہ ٿا اچن ۽ هو هنن کي پنهنجي ذهني سطح تي ٿو ڪٺي اچي. ليڪن ڇا ڪجي روحانيت تي طعنہ ڪرڻ وارن ڪريل سطح جي انسانن کي بہ تعليم جي غرض سان مخاطب ڪرڻو ٿو پوي جنهن سان لازمي ڪلام جي انداز ۾ هيٺاهين اچي ٿي وڃي. درزيءَ کي قبا ناهڻ وقت قبا پائڻ واري جسم کي ذهن ۾ رکڻ لازمي آهي.

## قرآن کي ڪمائيءَ جو ذريعو بنائڻ وارا

جڏهن کان قرآن پاڪ نازل ٿيو آهي. ان وقت کان وٺي اڄ تائين هن مقدس ڪلام الاهيءَ کي ڪمائيءَ جو ذريعو بنائڻ وارا بہ مؤمن صورت هميشہ موجود رهيا آهن. مولانا رحمة الله عليہ جن هڪ پوڙهي عورت جو قصو لکيو آهي تہ هوءَ تقريباً نوي سالن جي عمر جي هئي منهن گهنجن سان ڀريل ڇوهاري جهڙو ٿي ويو هئس ڏند ڪري چڪا هئس. وار بلڪل سفيد ٿي ويا هئس جسم ڪبو ٿي ويو هئس. ليڪن هن جي جنسي شهوت هن حالت جي باوجود زور هئي. انهيءَ کي ڪنهن شاديءَ جي دعوت ملي ان ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ هوءَ هار سينگار ڪرڻ لڳي. وارن کي ۽ ڀرن کي ڪارو رنگ هڻي ڪارو ڪيائين. ان ڪانپوءِ منهن تي پائوڊر وغيره گهڻون ٿڦيائين پر هن جي خواهش جي مطابق چمڪ ڏمڪ ڪانہ آئي. هن سوچيو تہ مون وٽ هڪڙو تمام عمدو سونهري ڪاغذ جو قرآن آهي جيڪڏهن ان جا ورق ڦاڙي انهن جا سونهري ٽڪرا منهن تي هڻان تہ پوءِ سٺي چمڪ پيدا ٿيندي. منهن تي چپڪائڻ لاءِ ڪوئر ڪونہ هئس ان ڪري هن ٿڪ سان ورقن جي ٽڪرن کي منهن تي چپڪائڻ شروع ڪيو. ان ڪانپوءِ خوبصورت چادر مٿي تي ويڙهي ان کي نيڪ ڪرڻ لڳي تہ ٿڪ سان چپڪايل ٽڪرا زمين تي ڪري پيا. انهن کي ڪٺي ٻيهر لڳايائين وري چادر نيڪ ڪرڻ لڳي تہ ٽڪرا وري ڪري پيا. نهايت خفي ٿي چوڻ لڳي تہ لعنت هجي ابليس تي جيڪو مون کي تنگ ڪري رهيو آهي. ابليس بہ فوراً موجود ٿي ويو ۽ انهيءَ پوڙهيءَ کي گار ڏئي چوڻ لڳو تہ اي سڪل گوشت واري بدڪار نامراد! قرآن جي هيءَ بي حرمتي ۽ هوس رانيءَ جي هيءَ نادر ترڪيب تہ ازل کان اڄ

تائين منهنجي خواب ۾ بہ ڪانہ آئي ۽ تون پاڻ تي لعنت ڪرڻ جي بجاءِ مون تي لعنت ڪري رهي آهين. ذوق فرمايو آهي:

کياهنسي آتي هے مجهہ کو حضرت انسان پر
فعل بد تو خود کرين لعنت کرين شيطان پر

## معجزن جو اثر

معجزن ۽ خوارق عادت جي نسبت مولانا رحمة الله عليه جن گهڻا عارفانہ نڪتا بيان فرمايا آهن تہ عوام عام طور تي انهن خوارق عادتن کي معجزات سمجهندا آهن. جن جو اثر جمادات تي ٿيندو آهي. عصاءِ موسيٰ عليه السلام شق البحر يا شق القمر وغيره. ليڪن معجزات جي اصل عظمت اتي ئي ملي جتي نبي ﷺ جن يا ولي رحمة الله عليه جو روح بغير ڪنهن مادي واسطي جي سڌو سنئون طالب يا مخاطب تي اثر انداز ٿيندو آهي. جمادات تي معجزن جو اثر هڪ معمولي ۽ اڇٽو وڄٽو مظهر هوندو آهي. ليڪن روح تي ان جو مخفي اثر پائدار ۽ بااثر هوندو آهي. نامحرم تي معجزي جو اثر هي ٿيندو آهي تہ هو انهيءَ اعجاز سان عاجز ٿي مغلوب ٿي پوندوآهي. ان جي روح ۾ نہ ڪا پاڪيزگي پيدا ٿيندي آهي ۽ نہ ان جي روحاني طاقت ۾ اضافو ٿيندو آهي. فرمائن ٿا تہ جيڪڏهن مٽي جو پڪي ٺاهي ڪناري تي رکجي تہ درياهہ جي موج ان کي وهائي ٻوڙي ڪٽي هلي ويندي ليڪن پاڻيءَ جو پکي ان ۾ خوش و خرم ترندو رهندو. نااهل ۽ اهل تي معجزن جو اثر اهڙي طرح مختلف طريقن سان ٿيندو آهي.

## شيطان انسان کي جان ۽ مال جي نقصان کان ڊيڄاريندو آهي

روحانيت جو معيار درويشي آهي. جيڪو شخص روحانيت ۾ جيترو بلند هوندو آهي اوترو ئي حب مال ۽ حب جاهہ ۽ اقتدار کان پري هوندو آهي. انسان انهيءَ دورانديشيءَ ڏي چو نہ ٿا اچن. جنهن جي نسبت رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي تہ "الفقر فخري" ان جو سبب اهوآهي تہ انسان جو

نفس شيطان يا فريب ڏيندڙ امارو نفس هن کي ڀڄاريندا رهن ٿا تہ جيڪڏهن تون مال متاع يا اقتدار تان دست بردار ٿئين تہ سيني قسمن جي عزتن ۽ لذتن کان محروم رهجي ويندين.ان ڪري انسان جائز ۽ ناجائز هر طرح سان مال حاصل ڪرڻ ٿو چاهي ۽ دولت کي لپٽيو پيو آهي. مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ اسلام جنهن فقيري جي تلقين ڪئي آهي. اها زندگيءَ جي ذريعن تان دستبردار ٿيڻ نہ بلڪ انهن جي حاصل ڪرڻ جو ذريعو آهي. ان جي مثال ۾ هو هڪ قصو ٿا لکن تہ هندوستان تي حملن ۾ هڪ اهڙو غلام سلطان محمود غزنويءَ جي هٿ آيو جيڪو سلطان کي ڏاڍو پسند آيو. سلطان ان کي پاڻ سان گڏ تخت تي ويهاريو ۽ باقي سڀ امير وزير ان جي سامهون هٿ ٻڌيو بيٺا رهيا . اهو غلام ڇوڪرو زارو زار رئڻ لڳو. سلطان پڇيس تہ هن عزت ۽ شفقت تي خوش ٿيڻ بدران روئڻ جو ڪهڙو سبب آهي؟ هن چيو تہ روئڻ غم ۽ ڏک جو نہ آهي. منهنجا ڳوڙها ڪنهن ٻئي سبب جي ڪري نڪري رهيا آهن. منهنجي ماءُ جڏهن مون تي سخت ناراض ٿيندي هئي تہ مون کي اها بددعا ڏيندي هئي تہ تون محمود جي حوالي ٿئين. تو جهڙي نافرمان جي اهائي سزا آهي. منهنجو پيءُ وري اهو ٻڌي منهنجي ماءُ سان وڙهندو هو تہ اهڙي سخت بددعا ٻار کي ڇوٿي ڏين؟ مان خوفزده ۽ حيران ٿي ٻڌندو هئس ۽دل ۾ چوندو هئس تہ محمود جي حوالي ٿيڻ گويا دوزخ ۾ وڃڻ برابر آهي.

مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ خدا پاڪ هنن کي انهيءَ درويشيءَ ڏي دعوت ٿو ڏئي جيڪا هنن کي زندگي ۽ ڪائنات تسخير ۾ ڏئي سيني حقيقي دولتن سان مالا مال ڪري ڇڏي ۽ شيطان هنن کي ڀڄاري ٿو تہ هن درويشيءَ ۾ بي بسيءَ کان سواءِ ڪجهہ ڪونهي، تون جيڪڏهن خدا ۽ ان جي نبين جي ڳالهہ ٻڌين تہ سيني لذتن.کان محروم ٿي ويندين. سچو فقر تہ انسان کي خدا سان گڏ ان جي عرش برين تي ساڻس قريب ويهاري ٿو سگهي.

## ڪاملن ۽ ڪاهلن تي تقدير الاهيءَ جو الڳ الڳ اثر ٿيندو آهي

جبر ۽ اختيار جي مسئلي کي سمجهائڻ لاءِ مولانا رحمة الله عليه مثنويءَ ۾ جابجا حڪيمانو طريقو اختيار ڪيو آهي. ڪجهہ گهٽ ذهنيت رکندڙ تقدير

الاهيءَ تي اهو اعتراض ٿا ڪن تہ تقدير ڪي مڃڻ وارا ڪاهل اپاهج ۽ بي وس ٿي ويندا آهن ۽ چوندا آهن تہ جيڪڏهن ائين ٿئي ٿو تہ جيئن الله تعاليٰ ازل ڪان مقدر ڪري ڇڏيو آهي تہ پوءِ ڪوشش مان ڪهڙو فائدو؟ مولانا فرمائي ٿو تہ جبر ۽ تقدير جي عقيدي جو مختلف طبيعتن تي مختلف ۽ متضاد اثر ٿيندو آهي. جيڪي ماڻهو اهل بصيرت آهن ۽ وڏي همٿ رکن ٿا اهي تقدير جي عقيدي جي ڪري هر قسم جي خوف ۽ غم کان بالاتر ٿي ٿا وڃن. پنهنجي فرضن جي ادائيگيءَ تي سڀ قوتون صرف ڪرڻ کان پوءِ يقين ٿا رکن تہ نتيجو خدا تعاليٰ جي هٿ ۾ آهي. هو نفعي ۽ نقصان جي تصور کان خواه مخواه فڪرمند ۽ پريشان نہ ٿيندا آهن. جنهن شخص تي تقدير جي عقيدي جو اثر غفلت انگيز هوندو آهي. اهو انهيءَ شخص جي پست همتي ۽ فڪر جي ڪمزوريءَ تي دلالت ڪندو آهي. اسلام جي شروعاتي دور جا سرفروش سڀ تقدير الاهيءَ جا قائل هئا. ان ڪري پوري دنيا کان زياده انقلاب آڻيندڙ هئا. ليڪن اڄڪلهہ هلي انهيءَ عقيدي گهڻن ماڻهن کي نڪمو ڪري ڇڏيو. مولانا رحمة الله عليه فرمائي ٿو تہ جبر يا تقدير جو ڪامل انسان تي هڪڙي قسم جو اثر ظاهر ٿيندو آهي. درياهہ نيل جو پاڻي حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ ان جي ساٿين جي لاءِ حيات بخش هو ليڪن فرعون ۽ ان جي پيروڪارن جي لاءِ خون جو درياهہ بنجي ويو.

## نظر! حقيقت نگر پيدا ڪيو

انسان جي اصليت شعور و ادراڪ يا نظر آهي. باقي رهيو جسم گوشت ۽ ڪل تہ اهي گڏهہ وٽ بہ آهن. اي انسان! تنهنجي چربيءَ سان تہ ڪا شمع بہ روشن ڪانہ ٿي ٿئي ۽ تنهنجي گوشت سان ڪنهن شرابيءَ لاءِ ڪباب بہ ڪونہ ٿا ٺهن. جيڪڏهن پنهنجي اصليت ڪي سڃاڻو ۽ انسانيت ۾ ترقي ڪرڻ چاهيو تہ پوءِ نظر پيدا ڪيو ۽ نظر بہ ٻن قسمن جي آهي. هڪڙي تنگ نظر هوس پرستن جي ماده پرست نظر جيڪا ٿورو پري تائين ڏسي ٿي سگهي ۽ ٻي اها نظر جيڪا ٻنهين جهانن کان علاوه خدا جو بہ ديدار ڪري ٿي سگهي.

# لهو ۽ لعب (راند روند) ۾ انسان پنهنجي حقيقي دولت وڃائي ٿو ڇڏي

قرآن ڪريم فرمائي ٿو ته زندگي ڪلڻ ٽهڪ ڏيڻ ۽ اجائي لهو ۽ لعب(راند روند) ناهي ۽ هستي صرف نظر جو ڏوڪو نه آهي بلڪ هيءَ هڪ سنجيده ۽ بامقصد حقيقت آهي. ليڪن گهڻا ماڻهو حقيقي قدرن کي صرف مسخري سمجهندا آهن. ان جو جيڪو نتيجو ٿيندو آهي. ان کي مولانا رحمة الله عليه هڪ حڪايت ۾ بيان فرمايو آهي ته هڪ درزي هئو ان کي جيڪو به ڪپڙو سبرائبو هو ان مان ڪجهه نه ڪجهه ضرور چورائيندو هو. هڪ ترڪ پڇيو ته هن شهر ۾ سڀ کان وڏيڪ مڪار ۽ دغاباز ڪير آهي؟ ماڻهن چيو ته فلاڻو درزي آهي جو ڪير به هن جي دغابازيءَ کان نه ٿو بچي. ترڪ چيو ته جيڪڏهن هو مون کي به ڏوکي ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿيو ته هي عربي گهوڙو مان شرط ۾ ٿو رکان ۽ جيڪڏهن درزي مون کي دغا ڏيڻ ۾ ڪامياب نه ٿيو ته پوءِ مان توهان کان هڪ ٻيو عمدو گهوڙو وٺندس. ان کان پوءِ هن ترڪ ۽ هڪڙو استنبولي اتلس جي ڪپڙي جو ٿانُ (تَاڪيو) خريد ڪيو ۽ ان درزيءَ وٽ پهتو ته هن مان منهنجي سامهون منهنجي لاءِ هڪ وڏو جبو (قبا) ناهه ۽ ماپ وٺي منهنجي سامهون ڪاٽ. درزيءَ چيو ته حاضر مان اڪين سان اوهان جي خدمت لاءِ تيار آهيان. هيڏانهن ڪپڙي تي قينچي رکيائين ۽ هوڏانهن ڪجهه اميرن جي سخا ۽ ڪجهه بخيلن جي بخيليءَ جا قصا ٻڌائڻ شروع ڪيائين قصا اهڙا ته مزيدار هئا جو ترڪ ٽهڪن ۾ اونڌو پيو ٿئي. جيئن ئي ترڪ ٽهڪن ۾ بي اختيار اونڌو ابتو پيو ٿئي تيئن فوراً درزي ڪپڙي جو هڪڙو ٽڪر ڪاٽي پنهنجي هيٺان لڪائيندو پيو وڃي. ترڪ کي اهڙو مزو اچي ويو جو هن جو ڌيان ڪپڙي کان هٽي ويو ۽ تقاضا ڪرڻ لڳو ته يار اهڙا ٻيا به ڪي قصا ٻڌاءِ. درزيءَ وري هڪڙو پاسريون ٽوڙيندڙ داستان ٻڌائڻ شروع ڪيو جڏهن ترڪ ٽهڪن ۾ اڃا به وڏيڪ غافل ٿيو ته هن هڪ ٻيو ٽڪرو به لڪائي ورتو. ترڪ جي فرمائش وڏيڪ قصا ٻڌائڻ جي جاري رهي ۽ هوڏانهن اتلس جو ٿان ايترو ته گهٽ وڃي بچو جو مشڪل سان ترڪ جي قبا ٺهي سگهي آخر درزيءَ کي به هن غافل ترڪ تي رحم آيو هن قبا سبي ته ڏني ليڪن نهايت تنگ باقي قيمتي

ڪپڙو هضم ڪري ويو. مطلب تہ ٺهڪن جي شوقين ترڪ اٽلس جي قيمتي ڪپڙي جو وڏو حصو بہ ضايع ڪيو. پنهنجي قبا بہ سوڙهي سبجي مليس ۽ شرط هارائي عربي گهوڙو بہ وڃائي ويٺو.

مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ اڪثر انسانن جو بہ اهوئي حال آهي. الله تبارڪ و تعاليٰ انسان کي روحاني زندگي جو اٽلس عطا ڪيو. بهترين جوڙ جڪ جي فطرت سان نوازيو مگر انسان اجائي راند روند ۽ کلڻ کائڻ ۾ مست ٿي ان کي ضايع ڪيو ڇڏي. ڪلندو ڪلندو احسن تقويم (بهترين خلقت) کان اسفل السافلين تي وڃي ڪريو ۽ شيطان هن جي سٺن عملن واري طاقت جي گهوڙي کي چورائي هليو ويو.

## شر جي وجود کان بغير خير جو حاصل ٿيڻ بہ ممڪن نہ آهي

هڪ گهٽ سمجهہ وارو صوفي خدا ۽ زندگيءَ جي نسبت هن قسم جون ڳالهيون ڪري رهيو آهي. جيڪي ڪجهہ حڪمت کي نہ سمجهڻ وارا ماڻهو ڪندا آهن تہ خداتعاليٰ کي هر قسم جي قدرت حاصل آهي تہ پوءِ هن دنيا مان شر کي بلڪل ختم ڇو نہ ڪيو، ۽ انسان کي نفس اماره سان شديد جدوجهد ۾ ڇو مبتلا ڪري ڇڏيو اٿس؟ مولانا رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ اهڙن بيوقوفن جي سمجهہ ۾ هي نہ ٿو اچي تہ جنهن محض خير جا هو طالب آهن اهو شر جي نہ هجڻ سبب خود ختم ٿي وڃي ها. زندگي تہ آزمائش ۽ سيرت سازيءَ جو ڪارخانو آهي ۽ صالح سيرت شر تي غالب اچڻ کان سواءِ ڪيئن ٿي بڻجي سگهي، جيڪڏهن جهالت نہ هجي تہ علم ۽ حڪمت بہ غائب ٿي وڃي. قرآن حڪيم ۾ بہ اها واضح تعليم ملي ٿي تہ جيڪڏهن خدا چاهي ها تہ سڀني کي هڪجهڙو مومن بنائي ڇڏي ها. ليڪن هن ائين نہ ڪيو ان ڪري جو ايمان تہ اختيار سان حاصل ڪرڻ جي شيءِ آهي. جبري ايمان کي ڪير ٿو ايمان چئي سگهي؟ هڪ ٻيو جواب اهڙي شخص کي مولانا هي ٿا ڏين تہ شر جي خلاف جدوجهد ۽ صبر جي مشق سان خدا ۽ انسان جو رابطو قائم ٿو رهي. جيڪو شخص هن محنت کان گهٻرائي تن آسانيءَ ۾ هن کي ترڪ ڪري ڇڏي تہ ان کي

خدا ٻه نه ٿو ملي سگهي. هڪ غريب مڙس جي زال هن سان شڪايت ڪئي ته تون منهنجي لاءِ آسائش جو سامان مهيا نه ٿو ڪرين. مڙس چيو ته مون کي جيڪي ڪجهه محنت مزدوريءَ مان ملي ٿو ان مان تنهنجي نان نفقي ۽ ڪپڙي جو انتظام ڪندو آهيان. زال چيو ته هي ڪپڙو ته ٽاٽ وانگر آهي ۽ منهنجي جسم کي چلهي رهيو آهي ڪو سٺو مڙس زال کي اهڙا ڪپڙا پارائيندو آهي؟ مڙس چيو ته مان ته پنهنجي طرفان بي توجهي ۽ ڪوتاهي ڪونه ٿو ڪيان. هاڻي تون سوچ ته منهنجي گهر ۾ توکي انهيءَ کان بهتر ڪجهه ميسر نه ٿي سگهندو. هڪ طرف هيءَ سادگي آهي ۽ ٻئي طرف طلاق ۽ فراق، تون پاڻ ئي فيصلو ڪر ته انهن ٻنهين بلائن مان ڪنهن کي تون آسان تر سمجهي قبول ڪرڻ تي آماده آهين.

مولانا جن فرمائن ٿا ته خدا جي تقاضا ٻه اهڙي قسم جي آهي ته جيڪڏهن زندگيءَ ۾ جدوجهد توکي ناگوار آهي ته پوءِ اسان کان ٻه پري ٿي وڃ جو ته اسا کي ته محنت ۽ صبر وارائي پسند آهن. جيڪڏهن منهنجو قرب گهرو ٿا ته ان جو اهوئي رستو آهي.

## يڪي ۽ دوئي

گهڻن وڏن صوفين وانگر مولانا رحمة الله عليه جي توحيد واري عقيدي ۾ وحدت الوجود ملي ٿو. هو حيات ۽ ڪائنات جي ڪثرت کي مجازي ۽ اعتباري ۽ وحدت مطلقه کي حقيقي ٿا سمجهن. بصيرت انهيءَ جو نالو آهي ته هر جاءِ تي ڪثرت ۾ وحدت تلاش ڪئي وڃي جو ته وحدت ئي وجود ۽ مظاهر جو سرچشمو آهي. جيڪو شخص ڪثرت يا دوئيءَ کي حقيقي ٿو سمجهي مولانا جي نزديڪ ان جو مثال انهيءَ ٽيڏي شخص وانگر آهي. جنهن کي هڪ شي ٻه ٽيون نظر اچن. فرمائن ٿا ته عام ماڻهن جي شعور ۽ ادراڪ ۾ ٽيڏوپن ايتري قدر گهڙي ويو آهي جو عارف کي ٻه ان سان ڳالهائڻ وقت مشرڪاڻو انداز بيان اختيار ڪرڻو ٿو پوي. وحدت جي درياهه ۾ موتي هجن يا مڇيون، سڀ موجن جون اعتباري صورتون آهن.

# انسانن جي عملن جا محرڪات عام طرح ادنيٰ هوندا آهن ليڪن خدا انهن جي ذريعي سان عام فلاح پيدا ڪندو آهي

حيوان هجن يا انسان، انهن جي فطرت اهڙي نہ آهي جو پنهنجي فوري ۽ ذاتي غرض کان نظر هٽائي پري جي نتيجن کي ڏسي سگهي يا بلند مقصدن لاءِ ايثار ۽ جدوجهد ڪن. ليڪن مخلوقات جي انهيءَ تنگ نظري ۽ خودغرضيءَ جي باوجود جهان جو نظام قائم آهي. خدا گهٽو ڪري انسان کان جڏهن وڏا ڪم وٺڻ چاهيندو آهي تہ ڪو ننڍو عمل انهن جي ذهنن ۾ پيدا ڪندو آهي. جيڪڏهن وڏي پيماني تي خلق خدا جي لاءِ امن و امان قائم ڪرڻ گهرندو آهي، تہ ڪنهن بادشاهہ جي دل ۾ ملڪ گيريءَ جي هوس پيدا ڪندو آهي. بادشاهہ جي اندر محرڪ عمل فتح هوندو آهي. ليڪن فتح کان پوءِ خود سلطنت جي بقا جي تقاضا هوندي آهي تہ نظم نسق ۽ عدل جو نظام قائم ڪيو وڃي. جيڪڏهن ملڪ ۾ بدامني هجي تہ بادشاهہ کي بہ ڪجهہ حاصل نہ ٿي سگهندو آهي. کوهہ ماڻ پاڻي ڪڍڻ واري يا گهاڻي جي ڏڳي جو بہ اهوئي حال آهي ان جي مقصد نہ خلق کي فائدو پهچائڻ لاءِ پاڻي ڇڪڻ آهي ۽ نہ گهاڻي ۾ ترن جو تيل ڪڍڻ. هو ويچارو تہ صرف انهيءَ خوف کان مشقت ۾ لڳو رهندو آهي تہ جيڪڏهن انڪار ڪيم تہ ڏنڊا لڳندا. انسان ۾ بہ هر ڪم ڪرڻ وارو، هر تاجر ۽ هر اهل فن جو اهوئي حال آهي انهن جو ڪو اتفاقي اهڙو ملندو جيڪو جهان جي سڌاري ۽ جهان ۾ رهندڙن جي لاءِ فلاح جو ڪوشان هجي، ليڪن هر ڪنهن جي ڪوشش جو بالواسطہ نتيجو خلق جي نفع لاءِ هوندو آهي. هر هڪ پنهنجي ئي درد جو علاج ڳولهي رهيو آهي. ليڪن خدا تعاليٰ جلشانہ انهن خود غرضين کي اهڙن طرح پاڻ ۾ منسلڪ ۽ مربوط ڪري رکيو آهي جو نتيجو ٿا اخذ ڪن تہ اختلافات ۾ هر آهنگي پيدا ڪرڻ واري ضرور هڪ ناظم هستي آهي. جيڪا مجموعي حيثيت ۾ انتشار کي غالب ٿيڻ نہ ٿي ڏئي. ذاتي نقصان جي خوف کي خدا تعاليٰ جهان جو معمار بنائي ڇڏيو آهي.

# طبعي فلسفيءَ جي بيڪار ڊوڙ ڊڪ

مثنويءَ ۾ مولانا رحمة الله عليه جن "فلسفيءَ" کي هڪ پٽڪيل انسان ٿا چون. دنيا ۾ فلسفي سڏائڻ وارا ڪيترن قسمن جا مفڪر گذريا آهن. ليڪن مولانا رحمة الله عليه جي مراد انهن فلسفين ڏي آهي جيڪي ڪنهن نہ ڪنهن رنگ ۾ ماديت ڪان نہ نڪري سگهيا آهن يا جيڪي منطقي ۽ استدلالي عقل ڪان سواءِ حقيقت تائين پهچڻ جا ڪنهن ٻئي ذريعي جا قائل نہ آهن صوفي ۽ فلسفيءَ جو بنيادي فرق اهو آهي تہ صوفي خدا کي پنهنجي نفس جي گهراين ۾ ٿو تلاش ڪري ۽ طبيعي فلسفي هن کي فقط آفاق ۾ ٿو ڳولي، ليڪن صرف مظاهر ۽ حوادث جو علم ان کي حقيقي وجود ڪان آگاهہ نہ ٿو ڪري سگهي. مطلق حقيقت يا خدا جي تلاش ڪرڻ وارن کي قرآن پاڪ هي ٿو ٻڌائي تہ توهان کي پري پري ڳولڻ جي ضرورت نہ آهي ڇو تہ جنهن کي توهان ڳولي رهيا آهيو اهو تہ توهان جي شهہ رڳ ڪان بہ وڌيڪ ويجهو آهي. فلسفي صرف گمان سان پري پري تير هڻندو ٿو وتي. مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ اهڙي شڪاريءَ کي ڇا ملندو جو شڪار تہ هن جي قريب ويٺو آهي مگر هو ان ڪان غافل ٿي پري پري تير هلائي رهيو هجي. هڪڙو شڪاري صرف پنهنجي هٿن جي طاقت آزمائي رهيو آهي ان جي تير جو ڪو نشانو ڪونهي.ان ڪري قرآن پاڪ ٻڌائي ٿو تہ صرف گمان انسان کي حق تائين نہ ٿو پهچائي سگهي، حقيقت ۽ معرفت جو خزانو تہ خود انسان جي اندر موجود آهي. "من عرف نفسه فقد عرف ربه" ليڪن طبيعي فلسفي ان جي تلاش لاءِ ٻاهر ڊوڙ ڊڪ ڪري رهيو آهي. جيڪڏهن خزانو گهر ۾ ئي موجود آهي تہ ان کي ٻاهر جي دنيا ۾ تلاش ڪرڻ وارو جيتري بہ ڪوشش ڪندو اوترو ان ڪان پري ٿيندو ويندو. مولانا رحمة الله عليه جن ان تي هڪڙي ٻي شهادت ٿا پيش ڪن تہ الله تعاليٰ جلشانه فرمائي ٿو تہ "الذين جا هدوا فينا لنهدينهم سبلنا" خدا تعاليٰ "جاهدوا فينا" فرمايو آهي "جاهدوعنا" ڪونہ فرمايو آهي. حق جي تلاش جي ڪوشش خدا جي اندر ويهي ڪرڻ گهرجي هن ڪان ڪان پري رهي نہ.

خدا کي پنهنجي نفس جي گهراين ۾ ڳولڻ گهرجي جتي انساني نفس الوهيت سان همڪنار آهي. ٻاهرين دنيا ۾ بہ خدا جي ذات ۽ صفات جا اشارا

ان جي لاءِ قابل فهم ۽ اطمينان جو سبب ٿي ٿا سگهن. جنهن "حبل الوريد" يعني شهه رڳ کان بہ قريب تر هستي کي پهريائين پنهنجي اندر ڏٺو آهي.

# دنيا جي طلب ۾ الله وارن کي تنگ ڪرڻ وارا مريد

جڏهن ڪجهہ الله وارا نفس جي پاڪيزگي ۽ روحاني طاقتن جي ڪري ماڻهن جي توجهہ جو مرڪز بنبا آهن تہ انهن وٽ ڪثرت سان دنيا جا طلبگار ماڻهو ننڍا ننڍا ۽ دنياداريءَ جا مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ پهچندا آهن. هو الله جي وليءَ وٽ اهڙيون ڳالهيون ڪرڻ لڳندا آهن. جن مان هنن جي پاڪ طبيعت پريشان ٿيندي آهي. پنهنجي اخلاق جي ڪري هو انهن کي ڪجهہ چئي نہ سگهندا آهن ليڪن اهڙن دنيا جي ڪتن جي صحبت سان طبيعت ۾ ناپسنديده عجيب ۽ غريب حالتون پيدا ٿينديون آهن.

مولانا فرمائن ٿا تہ اهڙن مطلبي ۽ بيڪار انسانن جي جاءِ تي ڪا ردِ الله جي وليءَ کي ملي وڃي تہ اها وڌيڪ بهتر آهي ڇو تہ ردِ هڪ جانور سهي، ليڪن انسانن جهڙو مڪر ڪوڙ ۽ فريب تہ ان ۾ نہ هوندو آهي. خدا جي پهتل بزرگن وٽ هر قسم جا ماڻهو دنيا جا مطلب کڻي انهن جي حاصل ڪرڻ لاءِ روحاني مدد جي لاءِ ايندا آهن. ليڪن ڪو اهڙو انسان تمام گهٽ بلڪ اتفاقي ايندو آهي. جيڪو چئي تہ مان بہ نفس جي پاڪيزگيءَ ۽ خدا جي قرب لاءِ طلبگار آهيان ۽ توهان کان هدايت وٺڻ آيو آهيان.

گهڻيون قومون پنهنجي تاريخ تي فخر ڪرڻ لڳنديون آهن. جيئن تہ موجوده حالت قابل فخر نہ هوندي آهي ان ڪري "پدرم سلطان بود" (بابو بادشاهہ هو) جو ورد ٿيندو آهي. اهڙي طرح ڪجهہ ماڻهو جيڪي پاڻ ڪجهہ بہ نہ هوندا آهن. حسب نسب ۽ خاندان جي سهاري ٻين کان احترام جا طلبگار هوندا آهن. مولانا فرمائن ٿا اهي احمقانہ ڳالهيون آهن. انسان کي ماضيءَ تي فخر ڪرڻ جي بجاءِ پنهنجي حال تي نظر ڪرڻ کپي. ان جي بابت هڪ مثال ٿا بيان فرمائن تہ هڪ اٺ هڪ ڍڳو ۽ هڪ گهيٽو هلندي هلندي رستي ۾ رفيق بنجي پيا. رستي ۾ هڪ گاهہ جي مٺ پئي هئي. ٽنهين جي طبيعت کائڻ تي

چاهيو پر گهيٽي چيو تہ دوستو هي گاهہ ڪجهہ ايترو ڪونهي جو ٿي حصا ڪيا وڃن ۽ ٿنهين جو پيٽ ڀرجي. ان ڪري هن تجويز ڏني تہ حديث شريف جي مطابق اسان ۾ جيڪو عمر ۾ وڏو هجي پوري جو پورو گاهہ ان جي حوالي ڪجي. گهيٽي چيو تہ منهنجي عمر جو چا ٿا پڇو. مان تہ حضرت اسماعيل عليہ السلام جي قربانيءَ واري گهيٽي سان انهيءَ زماني ۾ هڪ ئي چراگاهہ ۾ گڏ چرندو هئس. ڍڳي چيو تہ هي تہ ڪو ڏاڍو هوشيار ٿو معلوم ٿئي، ان ڪري هن کان اڳتي وڌڻ گهرجي ۽ چيائين تہ دوستو مان انهيءَ جوڙي جو ڏاند آهيان. جنهن سان حضرت آدم عليہ السلام هر هلايو هو. اٺ جڏهن ٻنهين جي ٻڌاڪ ٻڌي چڪو تہ ڪجهہ ڳالهائڻ جي بغير گاهہ کي پنهنجي وات سان جهلي ڳچي مٿي ڪري کائڻ لڳو اتي نہ گهيٽو پهچي ۽ نہ ڍڳو. گاهہ کائي اٺ چوڻ لڳو تہ يارو مون کي تہ نہ قيل ۽ قال جي ضرورت آهي ۽ نہ تاريخ ۽ سوانح عمريءَ جي. جيڪڏهن حصہ بقدر جثہ جو اصول صحيح آهي تہ پوءِ منهنجو جسم ۽ گردن عاليءَ کي ڏسو توهان فضليت تاريخ ۾ ٿا ڳوليو اصل بزرگي تہ موجود حالت جي آهي سو پنهنجي حيثيت جو مقابلو منهنجي موجوده حيثيت سان بيان ڪيو.

## سليم قلب ڪوڙ ۽ سچ جي ڪسوٽي آهي

مولانا رحمة الله عليہ فرمائن ٿا جنهن شخص جي دل ۾ مرده نہ ٿي وئي آهي، ان کي ڪوڙ سان ڪڏهن بہ اطمينا حاصل نہ ٿي سگهندو. نفس جي پاڪيزگيءَ سان تہ دل سچائي ۽ ڪوڙ کي پرکڻ جي ڪسوٽي بنجي ويندي آهي. جيڪڏهن ڪنهن بيان ۾ ٿورو بہ ڪوڙ آهي تہ صالح قلب ان کي اهڙي طرح محسوس ٿو ڪري وني جيئن گرهہ ۾ لڪل هڪ ڪک يا پٽري اچي وڃي تہ زبان ان کي نڙيءَ ڏي وڃڻ کان روڪيندي ۽ جيسين تائين ان کي ڪڍي ٻاهر نہ ڪندي تيسين ان جي ٻاهر ڪڍڻ لاءِ ڪوشش ۾ لڳل رهندي. ان کان بہ وڌيڪ حساس قلب اک وانگر ٿي پوندو آهي جو جيڪڏهن ڪو ڪک اڏامندي اک ۾ پئجي وڃي تہ اک فوراً پنهنجي اندران پاڻي ڪيندي ۽ مسلسل بند ٿيڻ ۽ کلڻ جي ڪوشش سان ان کان ڇوٽڪارو حاصل ڪندي آهي. ٻاهريان شاهد ۽ منطقي دليلن کان گهڻو وڌيڪ اعتبار جي قابل سچ ۽ ڪوڙ کي پرکڻ واري

ڪسوٽي خود انسان جو سليم قلب آهي. جنهن جي فطرت ٺي اها آهي تہ سچ سان اطمينان ۽ ڪوڙ سان خلش ۽ بي اطميناني پيدا ٿيندي آهي.

# نفس جي تقاضائن کي پوري ڪرڻ ۾ دير ڪرڻ بهتر آهي

مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ ڪنهن خطاڪار کي سزا ڏيڻ ۾ جلد بازي نہ ڪرڻ گهرجي (جلدي شيطان جو ڪم آهي) جذبات جي تقاضا هيءَ هوندي آهي. تہ اهي جلدي طلب ڪندا آهن، ان ڪري جو جيڪڏهن هنن کي فوراً پورو نہ ڪيو وجي تہ ختم ٿي وڃڻ جو انديشو هوندو آهي. جيڪڏهن سزا ڏيڻ ۾ ڪاوڙ ۽ انتقام جو شڪ نہ هجي ۽ ڪنهن بہ قسم جي خودغرضي نہ هجي تہ اهڙي سزا الله تعاليٰ جي مرضيءَ جي مطابق هوندي آهي، کائڻ پيئڻ جي معاملي ۾ بہ کائڻ جي خاص وقتن کان علاوه ڪنهن وقت ٿوري بک محسوس ٿيندي آهي. اهڙي صورت ۾ جهٽ پٽ پيٽ ڀرڻ غلط هوندو آهي، جسم جي ٻين خواهشن ۽ شهوتن جو بہ اهوئي حال آهي جو جيڪڏهن فوراً انهن جي تقاضا پوري نہ ڪئي وجي تہ اهي خود بخود ختم ٿي وينديون آهن. بي وقتي بک جي وقت گهڻو کائڻ سان هاضمو خراب ٿي پوندو آهي.

هيءَ حڪيماڻي ڳالهہ مثنويءَ ۾ بار بار ڪيترين جاين تي چئي ويئي آهي تہ جهان ۾ خير ۽ شر پاڻ ۾ مليل آهن. ڪا بہ شيءِ نہ مطلق خير آهي ۽ نہ محض شر - ڪنهن بہ شيءِ جي خير يا شر هجڻ موقعي جي لحاظ سان آهي، ڪنهن کي ٿڦڙ هڻڻ بري ڳالهہ آهي ليڪن ٿڦر هڻڻ سان جيڪڏهن ڪنهن شخص جو اهڙو اصلاح ٿئي جو هو ڪنهن وڏي جرم ڪرڻ کان بچي وڃي تہ اهڙي ٿڦڙ ان کي حلوي کارائڻ کان هزار دفعا وڌيڪ بهتر آهي. سزا جو صحيح مقصد انتقام نہ بلڪ اصلاح آهي. ان جو مثال مولانا رحمة الله عليه جن مثنويءَ ۾ اهوئي بيان فرمايو آهي تہ غاليچي يا قالين کي صاف ڪرڻ لاءِ جهٽڪا ڏيا ۽ لنيون هڻبيون آهن. ليڪن ڪوبہ مالڪ پنهنجي قيمتي قالين کي نقصان پهچائڻ نہ ٿو چاهي صرف نقصان پهچائيندڙ انتقامي سزا ڪنهن بہ معقول شريعت جو مقصد نہ ٿو ٿي سگهي.

## اسلام ۾ مشورو ڪرڻ جي تلقين

قرآن ڪريم ۾ مؤمنن جي هڪڙي صفت اها بيان ڪئي ويئي آهي تہ هو فيصلو هڪ ٻئي جي مشوري سان ڪندا آهن، مولانا رحمة الله عليه هن تلقين جي مثنويءَ ۾ ڪيترين جاين تي وضاحت ڪئي آهي، فرمائن ٿا تہ عقل جيڪڏهن هڪ چراغ آهي تہ ان سان اهو لازمي آهي تہ ڏهن ويهن يا ان کان زياده چراغن جي روشني هڪ بتيءَ کان ڪجھہ زياده هجي. جن ملڪن آئين ساز مجلسون مشوري لاءِ قائم ڪيون تہ انهن جو اهو عقيدو هو تہ جڏهن مختلف خيال ماڻهو ڪنهن معاملي ۾ ويهي خيالن جي ڏي وٺ ڪندا تہ فيصلو صحيح هجڻ جي زياده قريب هوندو. هي ڪنهن قوم جي بي حد بدقسمتي آهي جو ان جي مجلس شوري ۾ گھڻو ڪري خود غرض، شيطانن جا يائر ۽ دجال جا گڏهہ ئي جمع هجن، پر جيڪڏهن گھڻن ماڻهن سان مشورو ڪيو وڃي تہ ان جو قوي امڪان آهي تہ گھڻا نہ تہ ٿورا مشورا ڏيڻ وارا اهل نظر حق ڳالهائيندڙ بہ هوندا.

## دائمي نماز

مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ عام مومنن جي نماز تہ پنج وقت ٿيندي آهي، جنهن جو فائدو هي آهي تہ انسان دنياوي معاملاءِ ڪمن ۾ مصروف ٿي ويندو آهي ۽ خدا کان غافل ٿي ويندو آهي. ان ڪري ضروري آهي تہ ٿوري ٿوري دير کان پوءِ هن کي خدا ڏي سڏيو وڃي، ليڪن عاشقان الـهيءَ کي هن مان پوري تسڪين ڪاٿي ٿي ٿئي؟ اهي محبوب جي حب ۾ مستغرق هڪ لمحو بہ خدا کان غافل نہ ٿا ٿين. هنن جي حالت انهن مومنن واري نہ آهي جو منديءَ ۾ اناج جي اچڻ جو دهل ٻڌي نماز کي اڌ ۾ ڇڏي ڀڄي ويا جنهن تي خدا هنن کي تنبيهہ ڪئي. مولانا رحمة الله عليه "الذين هم علىٰ صلواتهم دائمون" کي عاشقان الـهي جي ئي ڪيفيت ٿا بيان ڪن، نمازون پنج هجن يا پنجاهہ، دائمي ذڪر ۾ مستغرق عاشق کي انهن مان تسڪين نہ ٿي ٿي سگهي، حضرت ابوهريره رضي الله تعالىٰ عنہ رسوُل الله ﷺ جي صحبت جا شائق هئا، انڪري روز سندن ﷺ خدمت ۾ حاضر ٿيندا هئا.

رسول ڪريم ﷺ جيڪي اخلاق جا مجسما هئا تن نهايت خوبصورت محبانہ ۽ حڪيمانہ انداز ۾ ڪين چيو تہ ڪجھہ ڏينهن جو وقفو ڪري ايندا ڪيو ڇو تہ ٿورو فراق محبت ۾ اضافو ٿو پيدا ڪري. مولانا رحمة الله عليہ جن هن نصيحت ڏي اشارو فرمائيندي فرمائن ٿا تہ "رز غبا تزدد حبا" عاشقان الـٰهي جي لاءِ نہ آهي، انهن جو حال خدا جي نسبت درياھ ۽ مڇيءَ وانگر آهي، مڇيءَ کي جيڪڏهن ڇڏجي تہ ڪڏهن پاڻيءَ ۾ رهندي ڪر ۽ ڪڏهن ٻاهر خشڪيءَ تي ايندي ڪر تہ مڇي ڪيئن مڃيندي؟ چند لمحن جي دوري بہ ان جي لاءِ موت جو سبب ٿيندو. ڇا ڪو پنهنجي جان کي بہ چئي سگهندو تہ ڪڏهن مون ۾ نظر ايندي ڪر ۽ ڪڏهن مون کان پري رهندي ڪر؟ عشق الـٰهي ۾ محب ۽ محبوب يڪ نفس ٿي ويندا آهن خدائي هنن جي جان بنجي ويندو آهي، جنهن کان جدائي ناممڪن ٿي پوندي آهي، فرمائن ٿا اهڙي حالت ۾ عشق جو عمل ٻہ طرفو ٿي پوندو آهي. اهڙا انسان خدا جا طالب ۽ عاشق ۽ خدا انهن جو طالب ۽ عاشق- انهيءَ رابطي جي لاءِ ڪوبہ مادي مثال موزون نہ ٿي سگهي. ليڪن مثال کان بغير چارو بہ ڪونهي فرمائن ٿا تہ ڏينهن ۽ رات ۾ هڪ ٻئي جي پيروي ۽ طلب مسلسل جاري رهندي آهي، خدا ۽ انسان نفس جي وحدت جو انداز جيڪو عشق جي ڪمال ۾ پيدا ٿيندو آهي. انهيءَ کي نہ محسوسات جي زبان ۾ بيان ڪري ٿو سگهجي ۽ نہ وري عقل ان کي سمجهي ٿو سگهي. فرمائن ٿا تہ خدا جو فيضان عام ڪيميائي سعادت ۽ اڪسير حيات آهي، ان جو لطف عمومي ننڍي وڏي تي آهي، مادي نور جي اهائي خاصيت آهي تہ اهو نجاستن تي بہ پوندو آهي ۽ ان جي ڪري هر ڪثافت لطافت ۾ تبديل ٿي ويندي آهي. سج ڇيڻن کي گرمائش جو نور پهچائيندو آهي جنهن سان هنن جي پليتي ختم ٿي ويندي آهي ۽ ٻارڻ جي ڪم ايندا آهن. بٺيءَ ۾ ٻارڻ سان انهن ۾ لڪل نور وري ظاهر ٿي وري نور بنجي ٿو وڃي جيڪو سج مان حاصل ڪيو هئائون، انهيءَ سڪل ڇيڻن ٻارڻ سان حمام جا بہ در دريون سڀ گرم ٿي ٿا وڃن. دنيا جي سج جو قلب گرمائش جي نور سان جيڪي ڪجھہ ڪري ٿو ان کان تمام گهڻو وڏيڪ حقيقت جو سج ڪري ٿو سگهي. جيڪو ڏسڻ ۾ نہ اچڻ جي باوجود نور عليٰ نور آهي، مولانا رحمة الله عليہ جن فرمائن ٿا تہ خدا جي رحمت جيڪا هر شيءِ تي محيط آهي انهيءَ زمين کي بہ اها قدرت عطا فرمائي

ڇڏي آهي تہ ان ۾ نجاست وجهو تہ اها ان کي گلن ۽ ميون ۾ تبديل ڪري ڇڏيندي آهي. گناهن کي نيڪين ۾ مسلسل تبديل ڪندو رهڻ مشيت ۽ رحمت الاهيءَ جي تقاضا آهي.

## ناجنس جي محبت

مثنويءَ جي سبق آموز قصن ۾ هڪ قصو ڏيڏر ۽ ڪوئي جي دوستيءَ جو آهي. ڏيڏر پاڻيءَ ۾ بہ رهي ٿو سگهي ۽ خشڪيءَ تي بہ - مگر ڪوئو صرف خشڪيءَ تي ٿو رهي سگهي، ناجنسن جي دوستيءَ جا بنياد مضبوط نہ هوندا آهن. اهڙين وقت گذرڻ لاءِ يا تفريح يا ڪنهن عارضي نفعي جي لاءِ ڪجهہ عرصي تائين دوستيءَ جو اظهار ڪن تہ بہ ڪنهن مصيبت جي وقت پنهنجو پنهنجو رستو وٺندا. ڪشميريءَ بہ انهيءَ تلقين جي لاءِ لاجواب مثال تلاش ڪيو آهي هو چئي ٿو تہ مڇي ۽ پاڻيءَ جي رفاقت کي ڏسو. مڇيءَ لاءِ پاڻي سرچشمہ حيات آهي پر جيئن تہ پاڻي ۽ مڇيءَ جي جنس جدا جدا آهي ان ڪري شڪاري جڏهن پاڻيءَ ۾ ڄار وجهندو آهي تہ مڇي ان ۾ گرفتار ٿي پوندي آهي ۽ ان جو يار پاڻي ڄار جي سوراخن مان ائين نڪري ويندو آهي ڄڻ تہ ڪڏهن مڇيءَ سان دوستي ئي ڪانہ هئس. ساڳي طرح ڪوئي ۽ ڏيڏر جي دوستيءَ جو بہ اهوئي حال ٿيو. جيستائين ڪنهن مصيبت جو مقابلو نہ هو تہ ڏيڏر ڪناري تي اچي ڪوئي سان ڪچهري ڪندو هو. ڪوئي چيو تہ يار مان تہ پاڻيءَ ۾ وجي نہ ٿو سگهان پر تون خشڪيءَ تي اچي ٿو سگهين. جيڪڏهن مان توکي پاڻيءَ ۾ وجي نہ ٿو سگهان پر تون خشڪيءَ تي اچي ٿو سگهين. جيڪڏهن مان توکي پاڻيءَ مان سڏڻ گهران تہ ان جي ڪهڙي ترڪيب ٿي سگهي ٿي؟ ڪوئي اها تجويز ڏني تہ هڪ رسيءَ جي ذريعي اسين دوستيءَ جو رشتو مضبوط ٿا ڪيون تون هيءَ رسيءَ ٽنگ سان ٻڌي ڇڏ ۽ هيڏانهن مان پنهنجي پڇ سان ٿو ٻڌان. هڪ ٻئي سان ملاقات جي خواهش ٿي تہ رسيءَ کي ڇهنڪو ڏينداسين. اتفاقاً هڪ ڪانءُ ڪوئي کي غافل ڏسي پڪڙي، شڪار ڪٽي هوا ۾ اڏامڻ لڳو. جيئن تہ رسي ڏيڏر جي بہ ٽنگ ۾ ٻڌل هئي ان ڪري هو ويچارو بہ مفت ۾ گرفتار ٿي هوا ۾ لڙڪندو رهيو. جنهن مان ڪانو کي هڪ جي بجاءِ بہ شڪار هٿ آيا.

مولانا رحمة الله عليه هن قصي مان  ڪيترن قسمن جا نتيجا اخذ ڪيا آهن. هڪ هي تہ ناجنس جي صحبت ضرور آخرڪار مصيبت جو سبب بنجندي، وري هن قصي ۾ مولانا رحمة الله عليه جسماني شهوتن کي ڪوئي سان تشبيهہ ڏيئي روح کي ڏيڏر سان جيڪو خشڪي ۽ پاڻي ٻنهين ۾ زنده رهي ٿو سگهي، جسماني خواهشن جي ڪري انسان دنيا جي ڪانون ۽ ڪتن جو شڪار ٿيندو آهي. خاص ڪري ان حالت ۾ جو هن پنهنجي روح  کي جسمانيت سان اهڙي طرح ٻڌي ڇڏيو آهي. جيئن ڏيڏر پنهنجي ٽنگ ڪوئي جي پيچ سان ٻڌي ڇڏي هئي. ان کان بعد مولانا  رحمة الله عليه هم جنسي جي مضمون ۾ وڌيڪ وضاحت پيدا ڪن ۽ فرمائن ٿا تہ هم  جنسي ظاهري نہ بلڪ معنوي شيءِ آهي. هن کي ظاهر مادي مشابهت ۾ نہ ڳولڻ گهرجي.

روح کي ڪيل وانگر تصور ڪيو ۽ جنهن جسم کي ڪنيو هلندي ٿي وڃي ان کي داڻو تصور ڪيو ڪيل ڪڻڪ جي داڻي کي ڇو  پسند ڪندي آهي؟ هن جو جواب هي آهي تہ ڪڻڪ  جو داڻو بظاهر تہ ڪيل کان غير جنس ڏسڻ ۾ ايندو آهي. ليڪن ڪيل کي معلوم آهي تہ هو هن جي  معدي ۾ پهچي ۽ ملي هن جو هم جنس بنجي ويندو. ان ڪري ڪيل جو جذبو نامعقول نہ آهي. هڪڙي ڪيل ڪڻڪ جو داڻو ڪنيو ٻئي وڃي ۽ ٻي جَوَ جو داڻو - ڪيليون تہ ٻئي هڪ ٻئي جون دوست آهن ليڪن جوُ ڪڻڪ جي طرف ۽ ڪڻڪ جَوَ جي طرف نہ ٿيون هلن ڇو تہ هنن ٻنهين جي جنس مادي آهي ۽ الڳ الڳ آهي.

## انفسي ۽ آفاقي علم (باطني ۽ ظاهري علم) اصل مقصد عرفان ربّ آهي

ڪجهہ علم انفسي آهن ۽ ڪجهہ آفاقي  بعض علمن جو تعلق مظاهر ۽ جهان جي حوادث سان آهي ۽ انهن ئي علمن جي ذريعي انسان خارجي فطرت جي قوتن کان ڪم وٺي ٿو سگهي. جنهن کي تسخير فطرت چئبو آهي. علم النفس سان انسان کي پنهنجي نفس جي ڪيفيت ۽  اصليت جو سراغ ملي ٿو. دين جي لحاظ سان هر قسم جي علمن جي انتهيٰ ۽ انهن جو مقصد خدا کي سڃاڻڻ آهي ۽ ٻيا سڀ علم ۽ فن انهيءَ انتهائي مقصد جا تابع آهن يا هجڻ

گهرجن. هن تعليم کي عارف رومي رحمة الله عليه سلطان محمود غزنوي رحمة الله عليه جي متعلق هڪ قصي سان واضع ٿا ڪن. فرمائن ٿا ته سلطان محمود هڪ رات اڪيلو گشت ڪري رهيو هو. هن ڏٺو ته چورن جي هڪ ٽولي ويٺي آهي پاڻ به انهن ۾ وڃي ويهي رهيا. چورن پڇيو ته توهان ڪير آهيو؟ سلطان چيو ته مان به توهان جو هم پيشه آهيان. هڪ چور چيو ته اسين پنهنجو پنهنجو هنر بيان ٿا ڪيون. توهان به پنهنجو هنر بيان ڪيو. جيڪڏهن تو ۾ به ڪو ڪمال فن آهي ته اسان سان شريڪ ٿي وڃ. هڪ چور چيو ته مون ۾ هي هنر آهي ته مان ڪتن جو آواز سڃاڻان ٿو ۽ ٻڌائي ٿو سگهان ته ڪتو ڇا چئي رهيو آهي. ٻين چيو ته اهو ڪهڙو هنر آهي هن جي قيمت ته ٻه پئسا آهي. ٻئي چيو ته مون ۾ هي ڪمال آهي ته جيڪڏهن انڌيري رات ۾ به ڪنهن کي ڏسي وٺان ته ڏينهن جي وقت اگر ملي وڃي ته فوراً هن کي سڃاڻي وٺندس. ٽئين چيو ته منهنجو نڪ اهڙو ته حساس آهي جو زمين کي سنگهي ٻڌائي سگهندس ته هن جي هيٺان سون چاندي ۽ معدني خزانه ڪهڙا ڪهڙا آهن. چوٿين چيو ته منهنجي ٻانهن ۾ ايترو ته زور آهي جو هر قسم جي ديوارن ۾ ڪاٽ هڻي سگهندس. پنجين چيو ته مان بلند کان بلند محل تي رسو اڇلائي ان جي سهاري هر قسم جي گهر ۾ داخل ٿي ٿو سگهان. جڏهن سڀ چور پنهنجو پنهنجو ڪمال ٻڌائي وينا ته انهن محمود کان پڇيو ته هاڻي تون پنهنجو ڪمال ٻڌاءِ. ڏسون اهو ڪنهن ڪم جو آهي يا نه. محمود چيو ته منهنجي ڏاڙهيءَ ۾ اها خاصيت آهي جو مجرمن کي اگر جلادن جي حوالي ڪيو پيو وڃي ۽ مان پنهنجي ڏاڙهيءَ کي لوڏي اشارو ڪيان ته هو فوراً آزاد ٿي وڃن. سيني چورن چيو ته دوستو سيني کان وڌيڪ ڪم وارو ڪمال ۽ هنر ته هي آهي. ان ڪانپوءِ هي سڀ گڏجي بادشاهي محل ڏي هلڻ لڳا. ته جيئن شاهي خزاني جو مال چورائجي. ڪتي جي آواز سڃاڻڻ واري چيو ته ڪتو چئي رهيو آهي ته سلطان توهان سان گڏ آهي. مگر ڪنهن به هيءَ ڳالهه نه سمجهي. هاڻي مٽيءَ کي سنگهڻ واري هڪ دڙي کي سنگهي ٻڌايو ته هي ڪنهن بيوه جي گهر جو حصو ٿو معلوم ٿئي هتي ڇا رکيو آهي. ان ڪانپوءِ هڪ جاءِ تي زمين کي سنگهي ٻڌايائين ته خزانو هتي آهي. اهڙي طرح ڪاٽ هڻڻ واري ڪاٽ هڻي شاهي خزاني جا جواهرات زر وسيم وغيره ڪڍيا. سڀ ڪٺي هلڻ لڳا. سلطان به هنن سان گڏ رهيو ته جيئن ڏسي ته

هنن جو نڪاڻو ڪاٽي آهي. ان ڪان بعد هو خاموشيءَ سان غائب ٿي ويو. ٻئي ڏينهن لشڪر ڪي موڪليائين جيڪو سيني ڪي گرفتار ڪري آيو. انڌيري رات ۾ ڏسي ڏينهن جو سڃاڻڻ واري فوراً سڃاڻي ورتو تہ هي تخت تي ويٺل بادشاهہ تہ اهوئي آهن جيڪو رات اسان سان گڏ هو ۽ پنهنجي ڏاڙهيءَ جي خاصيت ٻڌائي رهيو هو. چنانچہ هن سلطان ڪي درخواست ڪئي تہ اسان جا سڀ هنر بيڪار آهن. هاڻي توهان پنهنجي هنر جو مظاهرو فرمايو تان تہ اسان جو ڇوٽڪارو ٿي سگهي. جيڪڏهن هو بادشاهہ ڪي نہ سڃاڻي ها تہ يقينا سيني ڪي سزا ملي ها. لٽيل مال بہ وڃي ها ۽ جان بہ هلي وڃين ها. هن مان مولانا رحمة الله عليہ هي سبق ڏيڻ ٿو گهري تہ جيڪڏهن خدا شناسي حاصل ٿي وڃي تہ سڀ مقصد حاصل ٿي ٿا وڃن ۽ هيءَ معرفت نہ هجي تہ باقي سڀ هنر علم ۽ فن انهن چورن وانگر هلاڪت جو سبب بنجي ٿا رڃن.

# خود اعتمادي طاقت جو سرچشمو آهي

انسان جي اندر قوت ۽ همت جو سر چشمو جمعيت خاطر آهي. جن انسانن ۾ جمعيت خاطر نہ هوندي آهي انهن ۾ حوصلہ مندي نہ رهندي آهي ۽ پنهنجو پاڻ ۾ اعتماد جي نہ هجڻ سبب هو ڪا جماعت ناهي همت جا ڪم بہ نہ ڪري سگهندا آهن. جمعيت خاطر جو تعلق جسماني طاقت سان نہ آهي. انسان ۾ خود اعتمادي ۽ جمعيت خاطر سيني حيوانن ڪان زياده آهي. ان ڪري هو شينهن ۽ هاٿين ڪي قابو ڪري سگهندو آهي. جيڪڏهن ڪنهن قوم جي فردن ۾ اعتماد نفس ۽ جمعيت خاطر نہ رهي تہ اها خوف ۾ مبتلا ٿي غلاميءَ جي زندگيءَ تي راضي ٿي پوندا. فرمائن ٿا تہ ٻلي ۽ ڪئي جو مثال ونو. جيڪڏهن هڪ هزار ڪوئا بہ پنهنجي ٻرن مان نڪري اچن تہ هڪڙي ٻيلي بہ انهن ڪان خوف نہ ڪائيندي. ڪوئن جي دلين ۾ جيڪڏهن جمعيت هجي ها تہ گڏجي ٻليءَ تي حملو ڪن ها. هڪڙو هن جي اک ڪڍي وٺي ها ٻيو هن جو ڪن ڪتري ڇڏي ها ٽيون هن جي پاسي ۾ سوراخ ڪري وجهي ها مطلب تہ چند ڪوئا گڏجي ٻليءَ کي زخمي بنائي ٿي سگهيا. خدا تعاليٰ ڪان جمعيت خاطر. خود اعتمادي ۽ حوصلو طلب ڪيو ورنہ ان ڪانسواءِ توهان دنيا جي حادثن ۽ ظالمن ڪان ائين ڊڄندا رهندؤ جيئن ڪوئا ٻليءَ ڪان ڊڄندا آهن.

# محسوسات ۽ جسم دل جا پاڇا آهن

جسم ۽ جان يا روح ۽ مادي جو پاڻ ۾ تعلق دين ۽ دانش ٻنهين جو اهم مسئلو آهي. طبيعين حڪيم گهڻو ڪري مادي پرست هوندا آهن انهن جي نزديڪ مادو ئي وجود جو ماخذ ۽ اصل حقيقت آهي ۽ انساني جسم مادي جي ئي هڪ خاص ترڪيب آهي. جسم جي مادي ترڪيب سان شعور ائين پيدا ٿيندو آهي. جيئن تيل سان روشني پيدا ٿيندي آهي. يا جيئن ساز مان آواز نڪرندو آهي. انهن جي مقابلي ۾ حڪيمن جو هڪ ٻيو گروهه آهي. جنهن جي نزديڪ هستي جي اصليت روحاني آهي. مادي عالم به روح جو هڪ زاويہ نگاه آهي ۽ انساني بدن روح انسانيءَ جو هڪ اوزار آهي. عارف رومي رحمة الله عليه روحاني حڪيمن مان آهن. ليڪن روح ۽ بدن جو تعلق عقلي طريقي سان پوري طرح قابل فهم نہ آهي. ان ڪري منطق جي بجاءِ تشبيهہ ۽ تمثيل کان ڪم وٺڻو پوندو آهي. چنانچہ مثنويءَ ۾ بہ هيءَ تشبيهہ هر هنڌ ملي ٿي تہ روح يا دل جو وجود تہ حقيقي آهي ۽ جسم ان جو پاڇو آهي. مولانا جي نظر انهيءَ معاملي ۾ گهڻو گهري آهي. چنانچہ فرمائن ٿا تہ جسم سڌي طرح دل جو پاڇو نہ آهي. بلڪ دل جي پاڇي جي پاڇي جو پاڇو آهي. هي صرف بيان جو زور نہ بلڪ حڪيماڻو عقيدو ۽ عارفاڻي بصيرت آهي.

جسم کي اسين زمان ۽ مڪان ڇئون ٿا اهي بہ ڪا مستقل حقيقت نہ ٿا رکن بلڪ دل جي ادراڪ جا اوزار يا فهم جا سانچا آهن. مولانا جي نزديڪ بہ هي دل ئي جو عڪس يا پاڇو آهن. سڄي محسوسات جي عالم جي اهائي حقيقت آهي . دل جو پاڇو پهريون زمان ۽ مڪان سمجهو ان پاڇي جو پاڇو عالم محسوسات ۽ ان کان پوءِ انساني جسم لهذا جسم انساني دل جي پاڇي جو پاڇو آهي. انهيءَ لحاظ سان دل جي مقابلي ۾ جسم جي ڪهڙي حقيقت رهي؟ هن جو وجود اعتباري يا مجازي رهجي ٿو وڃي. ظاهري طرح مادي عالم تمام وسيع ۽ لامحدود ٿو معلوم ٿئي. آسمانن جون وسعتون انسان کي مرعوب ٿيون ڪن. ان ڪري جيڪڏهن ڪير چوي تہ هي سڄو مادي عالم روح جي هڪ گوشي ۾ اچي ٿو وڃي ۽ روح جي لامحدوديت جي مقابلي ۾ هي هڪ نهايت محدود ۽ مجازي آهي تہ ٻڌڻ واري کي حيرت ٿي ٿئي.

مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا ته تون هن وقت به ۽ هن زندگيءَ ۾ هن جهان جي اندر نه آهين بلڪ هي جهان تنهنجي اندر آهي. روح کي سمجهو ته غيب جي هوا ۾ هڪ پکي آهي جيڪو اڏامي ٿو پيو ۽ جسم جنهن کي مادي حقيقت ٿا چئو اهو هن جو پاڇو آهي جيڪو زمين تي پئجي رهيو آهي. هن مضمون جي سرمد رحمة الله عليه جي هڪ لاجواب عارفاڻي رباعي معراج رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جي متعلق آهي. جنهن جو مطلب آهي ته هن جسم ڪثيف کي ڪٿي اچڻ ۽ وڃڻ جو ڪهڙو سوال آهي؟ رسول ڪريم ﷺ جن جي حقيقت شناس روح ۾ آسمانن کان گهڻو وڌيڪ وسعت پيدا ٿي وئي. پاڻ ﷺ آسمان تي ڪونه ويا بلڪ آسمان سندن اندر سمائجي ويا.

روح هڪ نه کٽڻ وارو الله تعاليٰ جو گنج آهي جنهن تي اسان جي ادراڪ - خيالات ۽ تصورات جو هڪ پردو آهي جنهن تي نقش نگار ۽ تصويرون ٺهيل آهن. هي نقش نگار به حسن جي خزاني جا پاڇا آهن. انهن جي الڳ الڳ ڪا حيثيت ڪانهي يا هيئن چئو ته حقيقت جي درياهه تي گج آهي. جيڪا پاڻيءَ کان وڌيڪ دلڪش معلوم ٿي ٿئي.

## صورت ۽ معنيٰ

فرمائن ٿا ته صورتن کي مستقل حقيقتون سمجهڻ سان انسان بت تراش ۽ بت پرست ٿي پوندو آهي. صورتن کي معنيٰ جو جام سمجهڻ گهرجي. پيئڻ واري جو مطلب شراب سان آهي جام سان نه. خدا تعاليٰ جلشانه جيڪو صورتن جو خالق آهي خود بغير صورت جي آهي. هو شين جون صورتون ناهي ٿو ليڪن "ليس ڪمثله شيءِ" ڪابه صورت خدا جي مثل نه آهي. مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا ته هن ڳالهه جو سمجهڻ ڪجهه ڏکيو نه لڳڻ گهرجي ڇو ته هتي هن عالم ۾ به ان جي وضاحت ملي ٿي سگهي. هڪ ماهر تعميرات جو ڪنهن تعمير جي متعلق غور ڪري رهيو آهي. هي فڪر ته مادي شيءِ نه آهي. هي غور ۽ فڪر سرون ۽ پٿر وغيره ته نه آهن. ليڪن سرن ۽ پٿرن يا مٽيءَ جي تعمير انهن جي ئي ڪري ظاهر ٿي ٿئي. لهذا صورت کي معنيٰ جي پيداوار ۽ عالم کي انديشي جو پاڇو چوڻ ۾ ڪهڙي دشواري آهي؟

# اسلام ۾ عبادت جو وسيع مفهوم

اسلام ۾ عبادت جو مفهوم نهايت وسيع آهي. خير جي ڪم ۾ هر قسم جي ڪوشش عبادت آهي. نفس کي پاڪ ڪرڻ جي هر ڪوشش عبادت آهي. خلق جي خدمت عبادت آهي. علم حاصل ڪرڻ جي ڪوشش عبادت آهي. ڪائنات جو مشاهدو ۽ مطالعو معرفت حاصل ڪرڻ به عبادت آهي. حديث شريف ۾ آهي ته عالم جي ننڊ به عبادت کان بهتر آهي. مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ عالم جي ننڊ بہ عبادت آهي هن مان مراد غير عالم جي عبادت آهي. جيڪا عام طرح ظاهري ۽ سطحي ٿيندي آهي. گهڻن عابدن جي عبادت يا تہ محض عادت ٿيندي آهي يا جزا جي تمنا ان جي محرڪ هوندي آهي. ڇڻ تہ خدا تبارڪ و تعاليٰ سان اهو ڏيڻ وٺڻ جو سودو آهي. رسمي عبادت عارفن ۽ عالمن جي ويجهو ڪجهہ زياده اهميت نہ ٿيون رکن. اهڙي ئي عبادت جي متعلق مولانا فرمائن ٿا تہ انهيءَ کان تہ عالم جي ننڊ بهتر آهي ڇو تہ آرام ڪرڻ کان پوءِ جان ۾ تازگي پيدا ٿيندي آهي ۽ هن جي قوتن ۾ اضافو ٿيندو آهي جن کي هو علم حاصل ڪرڻ ۾ لڳائيندو آهي. مولانا فرمائن ٿا تہ توهان ترڻ جي ماهرن کي ڏٺو هوندو تہ هو بغير هٿ پير هلائڻ جي بہ ترندا آهن ان جي مقابلي ۾ اناڙي جيڪو اجان چڱي طرح ترڻ نہ سکيو آهي. نهايت خوف جي حالت ۾ هٿ پير هلائي ٿو ۽ ٻي سگهي ٿو تہ اهائي اناڙي پن جي جدوجهد ان کي ٻوڙي ڇڏي.

هڪڙو شخص رسمي عبادت ۾ سڄي رات ۾ هزار نفل پڙهندو هجي ان جي عبادت صرف عضون جي جنبش ۽ ڪجهہ آيتن جو تڪرار آهي. انجي مقابلي ۾ هڪ عالم آهي. جيڪو عالم انفس ۽ آفاق جي اونهي سوچ ۽ فڪر ڪانپوءِ سمهي رهيو آهي ۽ جڏهن جاڳندو تہ تازوتي وري علم حاصل ڪرڻ يا ٻين کي پنهنجي علم مان فيض پهچائڻ ۾ مشغول ٿي ويندو. عالم جي عابد تي افضليت ۾ ڪيترائي قول پيغمبر عليہ السلام جي حديثن ۾ ملن ٿا. حقيقت اها آهي تہ علم بشرطيڪ اهو زندگيءَ جون حقيقتون ۽ مقصدن تي غور ڪرڻ جي ڪوشش هجي تہ خود عبادت جو هڪ اعليٰ ۽ ارفع قسم آهي.

اهڙو عالم جيڪو خاموشيءَ سان علم حاصل ڪرڻ ۾ مصروف آهي اهو ظاهربين عوام کي نه عامل ٿو نظر اچي ۽ نه عابد، ڇو ته نه هن ۾ عضون جي جنبش ٿيِ اچي نه ڪا ظاهري ڪوشش. جيڪڏهن بني نوع انسان کي هڪڙو عضوو سمجهي ونجي جيئن حديث شريف ۾ به آهي ۽ شيخ سعدي رحمة الله عليه به فرمايو آهي ته بني آدم اعضاي يک ديگرند ته عالم انهيءَ جسم ۾ دماغ جي حيثيت ٿو رکي جيڪو ظاهري ۽ باطني سيني عضون ۾ خاموش يا ساڪن ٿو نظر اچي ليڪن حقيقت ۾ جسم جي هر رڳ ۽ ريشي جو ناظم آهي. هي بظاهر ستل عضوو سيني کان وڌيڪ بيدار آهي. علم جي درياهه جو ماهر ۽ سڃاڻو به اهڙي طرح ڪم عقلن کي عمل ۽ عبادت کان خالي ٿو نظر اچي.

هڪڙو عيسائي مبلغ افريقه جي وحشين ۾ هڪ جهوپڙي ناهي ڪجهه وقت ته وحشين کي تبليغ ۽ خدمت ڪندو هو ليڪن ڏينهن رات ۾ مسلسل ڪيترا ڪيترا ڪلاڪ انجيل يا ٻين ڪتابن پڙهڻ ۾ لڳائيندو هو وحشين ڪڏهن ڪتاب جو نالو به ڪونه ٻڌو هو ته هي ڇا شيءِ ٿيندي آهي ۽ ڪهڙي ڪم ايندي آهي. اهي پري ويهي ان کي ڏسندا رهندا هئا ته ڪهڙي شيءِ کي ڪولي مسلسل ڪلاڪن جا ڪلاڪ ان تي نظر ڄمايو ويٺو آهي نه چري پري ٿو ۽ نه ڳالهائي ٿو. هو سڀ حيران هئا ته هي ڇا معاملو آهي. ڪنهن جي به سمجهه ۾ نه ايندو هو. آخر گهڻي سوچ ويچار کان پوءِ هڪڙو ڇوڻ لڳو ته مان سمجهي ويو آهيان ته هي ڇو ائين ويهي مسلسل هن شيءِ کي ڏسي ٿو ضرور هن جي اکين ۾ ڪا خرابي آهي ۽ هيءَ اکين جي علاج جي ڪا جادوگرانه شيءِ آهي جو جيڪڏهن مسلسل هن کي ڏسجي ته اکيون ٺيڪ ٿي وينديون. اهڙي طرح اهل علم جي زندگي ۽ انهن جي بظاهري بي عَمَلي جاهلن ۽ عوام جي سمجهه ۾ نه ٿي اچي. هو نه ٿا سمجهن ته علم حاصل ڪرڻ جي ڪوشش بذات خود بهترين عمل آهي.

## دوزخ جو عذاب انتقامي نه بلڪ اصلاحي آهي

دوزخ جي نسبت عام عقيدو هي آهي ته اهو عذاب ۽ انتقام الاهيءَ جي جاءِ آهي ليڪن قرآن ته فرمائي ٿو ته الله تعاليٰ جي رحمت سڀي موجودات کي گهيري ورتو آهي. ڪابه مخلوق اهڙي نه آهي جيڪا هن جي رحمت کان ٻاهر هجي ته پوءِ هي ته شان رحميءَ جي خلاف آهي ته گنهگار ۽ خطاڪار کي چند

ڏينهن جي زندگي جي بداعمالين جي عيوض هميشہ سڙڻ ۽ پچڻ لاءِ جهنم جي سپرد ڪيو ويجي. حديث شريف ۾ آهي تہ هڪ دفعي نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن صحابہ ڪرام رضوان الله عليهم اجمعين جن کان پڇيو تہ ٻڌايو تہ ڪا ماءُ اهو ڪري ٿي سگهي تہ پنهنجي ٻار کي ڪٽي ٻرندڙ باهہ ۾ اڇلائي؟ صحابہ عرض ڪيو تہ اهو ناممڪن آهي. ماءُ جي محبت ائين نہ ڪري سگهندي. ان تي رسول ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ يقين ڄاڻو تہ خدا جي محبت پنهنجي مخلوق سان ماءُ جي محبت کان گهڻو وڌيڪ آهي. عارف رومي رحمة الله عليہ انهيءَ عقيدي جي تشريح ڪندي فرمائن ٿا تہ گنهگاريءَ سان قلب تي جيڪي غلاف چڙهي ويندا آهن اهي اهڙا آهن جيئن مغز جي مٿان ڪلون. اخروٽ وغيره جي ڪل جڏهن سخت هجي تہ ان کي ڏڪ هڻي ڀڃڻو پوندو آهي. دوزخ جي بہ اهائي حقيقت آهي. اتي مغز روح جي مٿان کلن کي ٽوڙيو ويندو. مغز کي پچڻ جي ضرورت نہ آهي پر جيڪڏهن مغز کي بہ ڪجهہ گرمي پهتي تہ اها هن کي پختو ۽ مزيدار بنائڻ لاءِ آهي.

هڪڙي عيسائي نبي ڪريم ﷺ جن کان پڇو تہ قران فرمائي ٿو تہ جنت جي وسعت سڄي زمين ۽ آسمان جي وسعت جي برابر آهي. جيڪڏهن سڄي ڪائنات جنت گهيري ورتي تہ پوءِ دوزخ ڪاٿي هوندي؟ ان جو جواب پاڻ سڳورن ﷺ ڏاڍو حڪيماڻو ڏنو. فرمايائون تہ ڏينهن جي وقت جڏهن روشني هر شيءِ کي گهيري وٺندي آهي ان وقت رات ڪٿي هوندي آهي؟ خدا ۽ تو قدوس کي خبر تہ سوالي هن جواب کي سمجهيو يا نہ ليڪن هن جواب ۾ هيءَ معنيٰ لڪل هئي تہ جنت ۽ دوزخ وجود جون ڪيفيتون آهن ۽ عام رحمت عذاب جي ڪيفيت کي مطلقا منسوخ ڪري ٿي سگهي. دوزخ تعذيب جي جاءِ نہ بلڪ تهذيب جو طريقو آهي. خدا جو مقصد عذاب نہ بلڪ اصلاح آهي. خدا پاڪ رحيم آهي ۽ حڪيم بہ ان جي جهنم ۾ بہ نفسن جي تهذيب لڪل آهي. خدا جي هيءَ سنت ۽ حڪمت ازلي آهي. هي ان کي بعيد آهي تہ هو کل سان گڏ مغز کي بہ پچي ڇڏي.

## خدا عاشقن جي غذا آهي

فرمائن ٿا تہ فنافي الله عاشق جو حال مڇيءَ وانگر آهي. مڇي درياهہ ۾ ئي رهندي آهي ان جي ماني، ڪپڙو، رهائش ، دوادارو، ڪائڻ ۽ سمهڻ سڀ پاڻي ئي پاڻي آهي. هن جي زندگيءَ جي هر ضرورت ۽ شعبو بس پاڻي ئي

آهي. جنهن کان هڪ لمحو به جدائي هن لاءِ موت آهي. يا هن کي کير پيئڻ وارو ٻار سمجهو جيڪو ماءُ جي ٻبن ۽ ماءُ جي کير کان سواءِ ڪجهه به نه ٿو ڄاڻي. هو ڪنهن به ٻي خوراڪ جو طالب نه آهي ڇو ته ماءُ جي کير ۾ هن جي جسم جي پرورش جا سڀ عنصر موجود آهن. هن ڪنهن تدبير سان سوچي سمجهي هيءَ کير پياڪ حالت اختيار ڪانه ڪئي آهي. بلڪ هي هن جي فطرت جي تقاضا آهي. عاشقان الاهي به الله تعاليٰ کي چنبڙي ان کان ئي زندگيءَ جي هر شيءِ ٿا حاصل ڪن. هي ذوق هنن جي فطرت جي تقاضا بنجي ٿو وڃي.

## بغير استعداد جي جنت به بنا مزي آهي

فرمان ٿا ته جنهن نعمت مان لذت ۽ فائدو حاصل ڪرڻ جو استعداد انسان ۾ پيدا نه ٿيو آهي ۽ اها نعمت جيڪڏهن ان کي مفت ۾ ڏني وڃي تڏهن ان جو هجڻ يا نه هجڻ برابر آهي. هر مومن جنت ۾ وڃڻ جو خواهشمند آهي. ليڪن جنت جون نعمتون جيڪي بيان ۾ به نه ٿيون اچي سگهن. انهن مان فائدو حاصل ڪرڻ جي هن صلاحيت پيدا نه ڪئي ته پوءِ جنت به هن جي لاءِ هڪ بي مزي شيءِ هوندي.

جيڪڏهن ڪا حسين نوجوان عورت ڪنهن نامرد کي انعام ۾ ڏجي ته اهو شخص هن مان ڪهڙي لذت حاصل ڪري سگهندو؟ ان جي حالت ته اهڙي ڏئي وانگر هوندي جنهن ۾ نه تيل آهي نه وٽ. جيڪڏهن ڪنهن شخص جي سنگهڻ جي قوت بيڪار هجي ته اهو گلستان ۾ وڃي ڪهڙو لطف حاصل ڪندو؟ ٻوڙي جي لاءِ نغمه يا چنگ ۽ رباب ۾ ڇا رکيو آهي؟ مينهن جي آڏو بين وڄائڻ سان ڇا حاصل؟ ڪڪڙ کي کير درياهه ۾ اڇلائي ته ٻڏي ويندي. ننڍي ٻار کي شراب ڪباب يا عاليشان محلات ۾ ڪهڙي دلڪشي معلوم ٿيندي. دنيا يا آخرت ۾ جنهن شيءِ مان لطف يا فائدو حاصل ڪرڻ چاهيو ان جي لاءِ پهريون شرط اهو آهي ته ان لاءِ استعداد پيدا ڪيو.

## خدا جي مؤمنن سان ٿال منٿول

ضعيف الاعتقاد ماڻهو جڏهن ڏسن ٿا ته ڪافرن ۽ گمراهن کي هن دنيا ۾ دل گهريون مرادون ملن ٿيون ۽ خدا کان التجا ڪرڻ واري مومن کي ته رات جي

ماني بہ مشڪل سان تي ملي تہ انهن جو ايمان متزلزل ٿو ٿئي. هي ماڻهو وقتي مفاد جاهہ ۽ مال کي ئي نعمت ٿا سمجهن. نفس جي پاڪيزگي، قدرن جي بلندي ۽ مقصد جون نعمتون انهن جي سمجهہ ۾ نہ ٿيون اچن. مولانا رحمة الله عليہ مومن جي آزمائش تي نهايت بهترين مثال پيش فرمايو آهي. فرمائن ٿا تہ ڏسو سرڻيون، ڪانو، ڳڌهہ ۽ الو ۽ اهڙي قسم جا ٻيا بدصورت پکي ۽ جانور ڪليل گهمندا ٿا وتن. نہ انهن کي ڪير پڪڙڻ جي ڪوشش ٿو ڪري ۽ نہ گهر ۾ پڃري ۾ قيد ڪيا ويندا آهن. ليڪن طوطا ۽ بلبلون پڃرن ۾ رکيا آهن. ان ڪري جو انسان کي انهن جو آواز مٺو لڳندو آهي. اهڙي طرح خدا کي مومنن جي التجا ۽ پڪار سٺي لڳندي آهي. هن جي "يا خدا" ۽ "يارب" چوڻ ۾ ان کي مزو ايندو آهي ۽ خدا کي پسند آهي تہ هو هن سان راز ۽ نياز جون ڳالهيون ڪندو رهي.

ٻيو مثال ڏيندي فرمائن ٿا تہ هڪڙي حسن پرست جي دروازي تي ٻہ عورتون پنڻ اچن ٿيون. هڪڙي بدصورت ۽ پوڙهي آهي ۽ ٻي نوجوان حسين جميل آهي. ٻئي مانيون ٿيون گهرن، پوڙهي کي تہ جلدي ماني ڏئي چوي ٿو تہ مائي تون وڃ ۽ انهيءَ خوبصورت عورت سان ٿال مٺول ٿو ڪري ۽ چئي ٿو تہ ذرا ترس گهر ۾ تازي ماني پچي ٿي پئي هوءَ ويچاري انتظار ۾ ويهي ٿي رهي. ان ڪان پوءِ هو هن کي گرم ماني ڏئي ٿو ۽ چوي ٿو جيڪڏهن ٿوري دير اجان وڌيڪ ترسين تہ اندر حلوو تيار ٿي رهيو آهي اهو بہ توکي ڏيان. انهيءَ انتظار جي گهڙين ۾ هو هن سان هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون بہ ڪري ٿو. هوءَ بہ ڪجهہ گفتگو ڪري ٿي جنهن سان تعلق پيدا ٿو ٿئي جڏهن هوءَ حلوو ۽ ماني وٺي هلڻ ٿي لڳي تہ چوي ٿو تہ جيڪڏهن اجان بہ ترسين تہ توسان ڪو ڪم بہ آهي. فرمائن ٿا تہ خدا جو مومن ۽ ڪافر سان سلوڪ ڪجهہ اهڙي قسم جو آهي. ڪافر کي تہ هن جي دنيا جون مرادون ڏئي الڳ ڪري ٿو ڇڏي تہ وڃ منحوس جان ڇڏ. مگر مومن سان هو محبت جو تعلق قائم رکڻ ٿو گهري ان ڪري ان سان ٿال مٺول لڳائي ٿو رکي.

الدنيا سجن المؤمن و جنت الڪافر جي اهائي معنيٰ آهي تہ نديون نديون ختم ٿيڻ واريون نعمتون ڪافر کي هتي ئي ملي ٿيون جن ۽ مومن کي خدا هي مٺي آواز واري پکيءَ وانگر پڃري ۾ بند ٿو رکي.

# ظالم ڪافر تي رحم ڪرڻ خلق خدا تي ظلم ڪرڻ آهي

دين جي تقاضا خلق خدا تي رحمت آهي پر جيڪڏهن ڪو ظالم پنهنجي ظلم سان انسانن جي هڪ وڏي گروهه جي لاءِ لعنت بنجي وڃي ته ان تي رحم ڪرڻ ضعيفن سان ظلم ڪرڻ جي برابر آهي. ليڪن ڪنهن آگر ۾ زهر يا ناسور پيدا ٿئي ته ان کي ڪاٽي باقي جسم جي عضون کي بچائڻ گهرجي. لهذا ظالم سان سختي نه ڪرڻ جي تلقين ڪرڻ انسان سان ظلم آهي. هيءَ اسلامي تعليم حضرت مسيح عليه السلام جي انجيل ۾ به ملي ٿي ۽ بلڪل اهڙو ئي مثال جيڪو عارف رومي رحمة الله عليه پيش ڪيو آهي. اهوئي حضرت مسيح عليه السلام جهڙي سراپا رحمت نبيءَ به بيان ڪيو آهي.

# نبوت جو مقصد انسان کي توهمات جي طوق ۽ زنجير مان آزاد ڪرڻ آهي

قرآن ڪريم فرمائي ٿو ته نبي انسانن کي طوق ۽ زنجيرن کان آزاد ڪرائڻ گهري ٿو. مولانا رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته نبي ﷺ ماڻهن کي فرمائي ٿو ته توهان حرص هوا ۽ غلط عقيدن ۽ جاهلاڻين رسمن ۾ جڪڙيل آهيو. خدا کي آزاد انسان پسند آهن. ان ڪري هنن کي انهن خود ساخته زنجيرن مان آزاد ٿو ڪرائڻ گهري ليڪن هي غلط سمجهڻ وارا ماڻهو نبي جي ڳالهه نه ٿا سمجهن ۽ چوڻ لڳن ٿا ته اسين ڪهڙي قيدخاني ۾ آهيون ۽ ڪنهن اسان کي زنجيرن ۾ ٻڌو آهي" هي ته ڪو مجنون ٿو معلوم ٿئي. اسين آزاد گهمي رهيا آهيون ۽ هي اسان کي چئي ٿو ته توهان قيد ۾ بند آهيو مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا ته انهن ماڻهن جو حال ان شخص جهڙو آهي جيڪو ٻاراٽپ ۾ ئي قيد ٿي ويو هجي يا ماءُ جي پيٽ مان غلام ٿي پيدا ٿيو هجي. هو آزاديءَ جي اهميت کي سمجهي ئي نه ٿو هو طائر لاهوتيءَ جي آزادانه پرواز کان ناواقف آهي. جنهن شخص روحاني عالم جو

سير مجيو آهي اهو ان جي وسعتن ۽ لذتن کان واقف آهي انهيءَ کي هي خواهشون ۽ محسوسات جو عالم مقابل هڪ قيدخانو بلڪ صندوق ٿو نظر اچي. ليڪن ناواقف انسان هن دنيا ۾ هڪڙي قيد مان آزاد ٿي پئي ۾ ٿا ڦاسن ۽ هڪڙي صندوق مان نڪري ٻي صندوق ۾ ٿا بند ٿين کليل فضا ۾ پرواز جو انهن کي تصور بہ نہ ٿو اچي.

## اي هزاران جبريل اندر بشر

حضرت مسيح عليه السلام گڏهہ تي سوار ٿيندا هئا. مولانا رحمة الله عليه جن ٿا فرمائن تہ تنهنجو جسم بہ گڏهہ وانگر آهي ۽ هڪڙو روح آهي جو تنهنجي گڏهہ جهڙي جسم جي اندر آهي ۽ تون پنهنجي گڏهپائيءَ جي ڪري ان کان واقف نہ آهين. بشر جو روح جڏهن پنهنجي اصليت کي سڃاڻي وٺي تہ ان کي معلوم ٿيندو تہ ملائڪ ۽ مسيح سڀ ان جي اندر موجود آهن. انسان کي اها خبر ڪانهي تہ هن ذري ۾ آفتاب لڪل آهي. مولانا رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ هن ذري جون قوتون جيڪڏهن ظاهر ٿي پون تہ اهڙيون آهن جو زمين ۽ آسمان کي ريزه ريزه ڪري ڇڏن. مادي ذرو يعني ائٽم جي قوت جو علم انسان کي هاڻي ٿيو آهي. جنهن ڪان دنيا ڏڪي رهي آهي. انهيءَ مان اندازو ڪيو تہ روح ۾ لڪل قوتون جيڪڏهن اهڙي طرح ظاهر ٿي پون تہ انهن جي مقابلي ۾ مادي فطرت جا سڀ مظاهرا گهٽ نظر اچڻ لڳن. اهڙين ممڪنات وارو روح ڪيئن جسم ۾ قيد ۽ ان سان وابستہ رهي ٿو سگهي. جسم تہ بس هن جو هڪ عارضي مظهر آهي.

## وجدان بي زبان وبيان

روحاني وجدان جي نسبت صاحب حال شخص کي سڀ کان وڌيڪ اهو مشڪل ٿو پيش اچي تہ نہ عقل وٽ ان جي سمجهڻ لاءِ فهم جا سانچا آهن ۽ نہ هتي زبان ساٿ ٿي ڏئي. قال ڪڏهن بہ حال جو آئينو نہ ٿي بنجي سگهي. ليڪن ٻين کي سمجهائڻ لاءِ ۽ پنهنجي حالت بيان ڪرڻ لاءِ قال کان گريز بہ نہ

ٿي ڪري سگهجي. تشبيهہ ۽ تمثيل کان ڪم ونڻو ٿو پوي. حقيقت جا ڪجهہ ڪرڻا ڇاڻجي بيان ۾ ڇلڪڻ لڳن ٿا. ليڪن هي محض جهلڪيون هونديون، آهن ۽ ڪجهہ اشارا هوندا آهن جن سان نہ تہ ڇوڻ واري کي پورو اطمينان ٿيندو آهي، ۽ نہ ٻڌڻ واري کي.

مغرب جو هڪ صوفي مزاج شاعر ٿيني سن جيڪو نهايت باريڪ جذبات کي بہ دلنشين بيان ۾ آڻڻ لاءِ قدرت رکندو هو. هو پنهنجي هڪڙي گهري روحاني وجدان کي شعرن ۾ بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ليڪن آخر ۾ حسرت وچان چئي ٿو تہ جنهن ڪيفيت کي مان بيان ڪرڻ چاهيان ٿو اها لفظن جي سانچي ۾ نہ ٿي اچي سگهي. ان جو سبب هو هي ٿو بيان ڪري تہ الفاظ شين جو پاڇو آهن ۽ شيون خود حقيقتن جا پاڇا آهن ان ڪري الفاظ پاڇن جو بہ پاڇو آهن. انهن جي ذريعي حقيقت جو وجدان ڪيئن بيان ڪجي جنهن جو تعلق نہ حواس سان آهي نہ زمان سان نہ مڪان سان. الفاظ صرف پاڇن جو پاڇو آهن. مثنويءَ ۾ عارف رومي رحمة الله عليہ کي بہ اهوئي مشڪل ٿو پيش اچي. اهڙو مشڪل ڇو ٿو پيش اچي؟ ان کي هڪ عمدي مثال سان ٿا سمجهائن. ڦهريائين تہ هي ٿا فرمائن تہ هي بحث هيستائين تہ ڇوڻ جي قابل آهن ان کان اڳتي جيڪي ڪجهہ آهي ان جو لڪائڻ سٺو آهي. هيئن سمجهو تہ هڪ شخص خشڪيءَ تي سفر ڪري رهيو آهي ۽ گهوڙي تي سوار آهي. اڳتي درياهہ اچي ٿو وڃي جتي گوشت ۽ کل واري گهوڙي جي بدران ڪاٺ جو گهوڙو يعني ٻيڙي تي سوار ٿيڻ لاءِ ملي. نہ ڪنڻ واري هستيءَ ۾ بہ ائين مختلف مقامات ۽ طبقات آهن. جيڪو سواري يا وسيلو هڪڙي مقام تي ڪم اچي ٿو اهو ٻئي مقام ۾ بيڪار ٿي ويندو آهي ۽ عارف هڪ بلند مقام تي پهچي خاموش ٿي ويندو آهي. هن جي خاموشيءَ کي ٿي توهين ٻيڙي سمجهو. ان درياهہ ۾ هاڻي لفظن جا گهوڙا نہ ٿا ڊوڙي سگهن. انهيءَ کان اڳتي هڪڙو مقام اهڙو ٿو اچي جو هي درياهہ واري سواري بہ ان ۾ ڪو نہ ٿي اچي سگهي. پوءِ عارف وحدت جي درياهہ ۾ ٽپي پوندو آهي. هو هن پاڻيءَ ۾ غرق ٿي ويندو آهي ليڪن مڇيءَ وانگر ٽپيون هڻندو آهي پاڻيءَ ۾ ٻڏل رهڻ سان زندگيءَ جو مقصد آهي. روح انهيءَ ٽپين هڻڻ سان فنا نہ ٿو ٿئي. هاڻي هتي نہ ڳالهائڻ آهي نہ خاموشي. مگر هيئن چئي ٿو سگهجي تہ هو هڪ ئي وقت خاموش بہ

آهي ٻڌالهائي ٻہ ٿو. هن حالت جي شرح ڪرڻ ۾ ادب کان خارج ٿيڻ جو امڪان آهي ان ڪري بيان جي ڪوشش ۾ هٿ رکجي وڃجي تہ بهتر آهي.

## صبغت الله ئي پائدار رنگ آهي

هن خامي عالم ۾ جمادات کان وٺي انسان تائين جيڪي ڪجھ نظر اچي ٿو اهو مٽي ئي مٽي آهي. آدم جا سڀ جزا مٽيءَ جون ئي بدليل صورتون آهن. خوراڪ جيڪا وات ۾ ٿي وجي اها بہ مٽيءَ جي ئي پيداوار آهي. جانورن جو گوشت بہ نباتات جي بدليل صورت آهي. مطلب تہ گل ۽ ميون جي گهٽائي، حيوانن جا قسم، هندي، رومي ۽ حبشي سيني جا رنگ مٽيءَ جا ئي رنگ آهن ليڪن هي سڀ ڪجھ عارضي ۽ اعتباري آهي. رنگ ۽ نگار سڀ خاڪ يعنيءَ مٽيءَ مان اپرن ٿا ۽ آخر وري مٽي ٿي ٿا وڃن. فقط صبغت الله (الله جو رنگ) آهي جنهن جو رنگ جيڪڏهن انسان تي چڙهي وڃي تہ حقيقي جهان ۾ اهو سيني کان وڌيڪ بارونق ۽ پائدار هوندو آهي. سچائي پرهيزگاري ۽ يقين جي رنگ ئي دائمي رهڻ وارو آهي.

## زمين روحاني نابالغن جو ڳڙه آهي

الله تعاليٰ زمين کي هڪ ڳڙه سان تشبيه ڏني آهي. مولانا فرمائن ٿا تہ گهوارو تہ ٻارن لاءِ هوندو آهي. خدا هن گهواري ۾ ٻارن لاءِ کير بہ ٿو مهيا ڪري پر گهوارو بالغن لاءِ تہ نہ هوندو آهي. ان ڪري جيڪي ماڻهو روحانيت ۾ بالغ ٿي ويندا آهن. جيڪا جسماني بلوغ کان بلڪل الڳ شيءِ آهي انهن کي هن مادي عالم ۾ تنگي محسوس ٿيندي آهي هو ڏسن ٿا تہ هتي هر طرح روحاني نابالغ گهواري ۾ پيا آهن. هنن گهوارن جي ڪثرت بہ گهر ۾ تنگي پيدا ڪئي آهي. بالغن کي هن ۾ ڪشادي نظر ڪانہ ٿي اچي. ان ڪري هو هن محسوسات جي جهان کان روحانيت جي ڪشادي فضا ۾ نڪري وڃڻ لاءِ ڪوشان رهندا آهن. اهي خدا هنن نابالغن کي بہ بالغ ڪر.

# شراب خوريءَ سان ڪوڙي وڏائي پيدا ٿيندي آهي

شراب کي جيڪو الله تعاليٰ حرام ڪيو ته ان جو سبب به ٻڌائي ڇڏيائين ته هن جا نقصان هن جي فائدن کان تمام گهڻ آهن. مولانا رحمة الله عليه شراب جي حرام ٿيڻ جو هڪ نفسياتي سبب ٻڌايو آهي. اُهو اِهو آهي ته شراب جي نشي ۾ انسان کي خودبيني ۽ خودستائي پيدا ٿيندي آهي. جيڪو شخص پنهنجي اصليت ۾ بهادر ناهي اهو به رستم دوران هجڻ جون ٻتاڪون هڻندو آهي ۽ بڪڻ لڳندو آهي ته بس مان ئي آهيان ٻيو ڪير ڪونهي. هن ۾ هڪ بي بنياد ۽ ڪوڙي خودي پيدا ٿيندي آهي. خودبينيءَ سان هر قسم جا ذاتي اخلاقي ۽ معاشرتي فساد پيدا ٿيندا آهن انسان پنهنجي حيثيت جو صحيح اندازو نه ڪري سگهندو آهي. ها! هڪڙو ٻئي قسم جو شراب آهي جنهن جي نشي ۾ انسان خودبين نه بلڪ خدابين ٿي پوندو آهي. شيخ سعدي رحمة الله عليه فرمائن ٿا ته سندن مرشد شيخ المشائخ عمر بن محمد شهاب الدين سهروردي صديقي رحمة الله عليه بغدادي جن درياهه جي ڪناري تي ويهي مون کي ٻه نصيحتون فرمايون جيڪي اخلاق حسنه ۽ روحانيت جو خزانو آهن. پهرين هيءَ ته پنهنجو پاڻ کي وڏو نه سمجهو ۽ ٻيو اهو ته ٻين جي عيب جوئي (گلا ڪرڻ) ڇڏي ڏي.

---

## تشبيهات رومي

روميءَ جي فڪر جا اثرات ڏسندي اها راءِ قائم ڪري سگهجي ٿي ته هو اسلامي دنيا جي وڏن مفڪرن ۾ شامل هو. هن جي فڪر مسلم امت جي هزارين ڏاهن ۽ سوچ رکندڙن کي فڪري ابهام کان نجات ڏياري آهي. جيڪي خالق، انسان ۽ تخليق ڪائنات ۽ ان جي مقصد بابت غور ڪندي مونجهاري جو شڪار ٿيا، سي پڻ ڪنهن دڳ لڳا.

- سليم الله صديقي

